سائين جي-ايم سيد جي ٩١هين سالگره جي موقعي تي خاص شايع ڪيل ايڊيشن

ڪتاب جو نالو : سنڌ ڳالهائي ٿي
ليکڪ : جي - ايم - سيد
موضوع : عدالتي بيان
ڇپائيندڙ : نئين سنڌ اڪيڊمي ڪراچي.
تعداد : هڪ هزار
ايڊيشن : ٻيو
ڇپائي جو سال : جنوري ١٩٩٤ع
قيمت : ٨٠ رپيا (اسي رپيا)

**Sindh Galhai Thee**
By
**G.M. Sayed**
Published By
Naeen Sindh Academy
Karachi Sindh
2nd Edition
January 1994

# اداري پاران

اج جڏهن سنڌ اندر فڪري ڏيوالپڻي ۽ سياسي انتشار ڪيترن ئي ذاهن ۽ اڪابرن، جوڌن ۽ بهادرن کي منجهائي ۽ ٿڪائي وڌو آهي ۽ هڪ پيرو وري سنڌ جا سجاڳ ذهن، دانشور، اديب، شاعر ۽ قومي ڪارڪن "سنڌيت" ۽ "پاڪستانيت" واري تميز کان غافل ٿيندي نظر اچي رهيا آهن ۽ ڏينهون ڏينهن هيءَ رياست سنڌيت جي بنياد تي اُٿيل قومي آزاديءَ جي سگهاري تحريڪ کي جڙ کان اکيڙڻ ۽ ان کي هميشہ لاءِ هضم ڪرڻ لاءِ جيڪي مڪاريون ۽ سازشون ڪري رهي آهي، ان جو شڪار سادو سودو عوام ۽ عام پڙهيل لکيل طبقو تہ ٺهيو، پر خود ان قومي تحريڪ سان وابستہ ماڻهو بہ ٿي رهيا آهن- تہ اهڙي وقت اهو نهايت ئي لازم ۽ ضروري هو تہ وري بہ اهڙو ڪو رستو ڳولجي، جنهن سان هيءَ "جدوجهدِ آزادي واري تحريڪ" وري تازه دم ٿي اٿي ۽ مقرر ڪيل عظيم مقصد کي ماڻي سگهي. صرف هڪ ئي نالو باربار پنهنجي هماليہ جيڏي تصور سان اُڀري ٿي آيو. جنهن وٽ هن قوم جي ان روحاني ٿڪاوٽ ۽ بيماريءَ جو علاج آهي ۽ جيڪو سڄي ڄمار ان لاءِ جهيڙيندو رهيو آهي، ۽ اڄ بہ ايڏيءَ وڏيءَ ڄمار ۾ سندس عشقِ آزادي جو جذبو پوڙهو ناهي ٿيو، توڙي جو هو پاڻ طبعي طور گهڻو پوڙهو ٿي چڪو آهي.:

هي جو پوڙهو جهور، وڙهندي ٿيو ويڙهہ ۾
اڃــا ڌمري ٿاڻ تــي، آڻ نہ مــچي مــور،
ســـوچــي ڏســـي ڏور، اُڏو آرڻ ڏينــهڙا. "اياز"

اهو ئي سبب آهي جو سائين جي. ايم. سيد جو هيءُ ڪتاب پڌرو ڪري رهيا آهيون، جيڪو دراصل پاڪستاني ڪورٽ لاءِ عدالتي بيان طور لکيو ويو آهي، پر اڃا تائين پاڪستاني رياست ۽ سندس عدالت ۾ ايڏي انتظامي توڙي اخلاقي جرئت ئي پيدا نہ ٿي سگهي آهي، جو ان مرد مجاهد کان ايڏو ڪڙو سچ (جيڪو پاڪستان

جي سجي ڪوڙ ڪي پڌرو ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي) ٻڌي سگهي.

سنڌو ديش جي آزاديءَ ۽ حاصلات لاءِ مسلسل جدوجهد، اڻ ٿڪ ۽ قربانين سان ڀريل ويڙهه جي هيءَ ڪهاڻي، اڄ جي غلام ۽ سڀاڻي جي آزاد سنڌ لاءِ ڪيڏي املهه آهي، ان لاءِ ته وقت ئي وڏو داناءُ ۽ بي ريا جج آهي. بس هينئر رڳو ايترو ضرور چئبو ته فڪري ۽ تاريخي طور هي هڪ رهنما ۽ رهبر دستاويز آهي، جيڪو هر آزادي پسند ۽ محب وطن سنڌي اڄ ۽ سڀاڻي لاءِ ساهه سان سانديي سگهي ٿو ۽ سنڌو ديش جي عظيم تر ۽ اعليٰ آدرش لاءِ وڙهندڙ هر ڪارڪن ان مان ڪيئي ڏيئا ٻاري آزاديءَ جي راهه روشن ڪري سگهي ٿو.

هن ڪتاب جي تياريءَ لاءِ ڪيترائي اڻ ڳڻيا نانءَ آهن. جن جو تعاون حاصل رهيو خاص طور ابو سارنگ ۽ سرمد سيد جا نالا قابل ذڪر آهن. جن جي تعاون سبب هي ڪتاب اوهان جي هٿن تائين پهچي سگهيو آهي.

آصف بالادي
سيڪريٽري
نئين سنڌ اڪيڊمي، ڪراچي.

عمریست کہ آوازِ منصور کُهن شد
من از سرِنو جلوه دهم دارو رسن را!
[ عرصو ٿيو آهي تہ منصور جو آواز پراڻو ٿي ويو آهي، هڪ ڀيرو وري نئين سر دارو رسن کي سينگارڻ گهران ٿو. ]

جناب والا!

آءٌ ڏکڻ ايشيا جي هن برصغير ۾ مُني صديءَ کان پنهنجيءَ محڪوم ۽ مظلوم قوم کي آزاديءَ ۽ خوشحاليءَ جي سونهري دور ۾ داخل ڪرڻ لاءِ سياست ۽ قومي خدمت ڪندو آيو آهيان. ان پوري عرصي ۾ ڪيترائي ڀيرا آءٌ وقت جي قابض ۽ غاصب حڪمرانن جي غيض و غضب جو نشانو بڻيو آهيان. ڪيترا دفعا عمرِ عزيز جا بهترين ڏينهن ۽ سال زندان جي ديوارن جي پٺيان يا نظربندين ۾ گذاريا اٿم. مون جڏهن بہ پنهنجي مادر وطن سنڌوديش جي زخمن جو آواز بڻجي، ڪائي صدا بلند ڪرڻ پئي گهري آهي تہ جيلن جي دروازن ۽ گرفتاريءَ جي حڪمنامن منهنجو استقبال پئي ڪيو آهي. ڪيترا ڀيرا تہ مون تي خوني حملا ڪرائي، منهنجيءَ حياتيءَ کي ختم ڪرڻ جون سازشون ۽ ڪوششون بہ ٿيون. ان سڀ ڪجهہ جي باوجود مون کي ڪڏهن بہ ان سموري عرصي ۾، ڪنهن بہ عدالت ۾ پنهنجو موقف، پنهنجي ديس ۽ ڌرتيءَ جو تاريخي فرياد ۽ پنهنجيءَ قوم جي محڪوميءَ جو داستان، پيش ڪرڻ جو موقعو نہ ڏنو ويو.

هيءُ پهريون موقعو آهي، جو مون کي هڪ خاص قسم جي عدالت ۾ پنهنجو موقف، پنهنجي ديس ۽ ڌرتيءَ جو تاريخي فرياد ۽ پنهنجيءَ قوم جي محڪوميءَ جو داستان پيش ڪرڻ جو وِجهہُ ڏنو ويو آهي. آءٌ انهيءَ موقعي کي غنيمت سمجهندي،

هن عدالت ۽ ان وسيلي سموريءَ انسانيت ۽ ويهين صديءَ جي پوين گهڙين ۾ پلجندڙ ۽ سوچيندڙ ذهن تائين پنهنجو آواز، سنڌو ديش جي ڌرتيءَ جي صدا ۽ محڪوم سنڌي قوم جو فرياد ۽ اسان تي قابض وحشي قوتن جي جابرانہ ڪارگذارين جو ڪچو چٺو پيش ڪريان ٿو؛ تہ جيئن منهنجي قوم، ان جي اهل دانش طبقن ۽ سموريءَ دنيا کي خبر پوي تہ هڪ اهڙيءَ قوم، جنهن هزارن سالن تائين تهذيب، تمدن ۽ امن جي روشن نقش و نگار ذريعي دنيا جي ثقافتي امامت پئي ڪئي آهي، ان کي ويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تي ڪهڙي نہ مڪر، فريب، ننگيءَ ۽ وحشياڻي طاقت جي ذريعي غلام رکيو پيو وڃي ۽ ان قوم ۾ اهڙا بہ ڪي سائينءَ سنواريا موجود آهن، جيڪي بلڪل يوپي جي مسلم جاگيردارن جي سُنت تي عمل ڪندي، قومي غلاميءَ کي سنڌ لاءِ اڪسير سمجهي، ان جي تبليغ فخر سان ڪندا وتن ٿا. شايد اسان جي بدقسمتين مان هڪ اها بہ آهي تہ اسان جا ڪي ماڻهو آزاديءَ کان نفرت ۽ غلاميءَ سان محبت ڪن ٿا. پر گهٽ ۾ گهٽ تاريخ جي هن موڙ تي آءٌ سنڌ جي روح جي آواز جي حقيقي ترجماني ڪندي، انهن غلامي پسندن سان پنهنجي بيزاريءَ جو اعلان ڪريان ٿو. جيڪڏهن آءٌ ائين نہ ڪريان تہ سنڌ جي روح جي ازلي آواز جو منڪر ليکبس.

جناب والا!

هتي آءٌ هيءَ وضاحت ضروري ٿو سمجهان تہ سنڌو ديش جو هڪ جاگرافيائي ڍانچو آهي، جنهن ۾ درياهہ، بيلا، ڍنڍون، پهاڙ، ريگستان ۽ سرسبز ميدان آهن؛ سو تاريخ جي مختلف دورن ۾ گهٽبو ۽ وڌندو رهيو آهي، ۽ پڻ ڪڏهن آزاد تہ ڪڏهن غلام رهندو آيو آهي. پر منهنجيءَ نظر ۾ ان جو هڪ صاف، شفاف، پاڪيزه، زندگيءَ جي امنگ سان سرشار ۽ سرڪش روح بہ آهي، جنهن تاريخ جي ڪنهن بہ دور ۾ غلامي نہ قبولي آهي؛ نہ ذلتن تي راضي رهيو آهي؛ ڪنهن موت کان مات نہ ٿيو آهي؛ بارها ان کي ڪچلڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، ڪهڻ جا جتن ڪيا ويا ۽ جهڪائڻ لاءِ وڏا وس ڪيا ويا؛ پر اهو موهن جي دڙي جي دراوڙ جي آخري دانهن جي روپ ۾ پڙاڏو بڻجي، سنڌ جي فضائن ۾ سانوڻ جي ڪڪر وانگر پٽڪندو رهيو آهي. ان گاهي ماهي پنهنجين خصوصيتن جو اظهار ڪڏهن ڏاهر جي روپ ۾، ڪڏهن دودي سومري جي رنگ ۾، ڪڏهن دريا خان جي صورت ۾، ڪڏهن مخدوم بلاول جي شڪل ۾، ڪڏهن شاهہ حيدر سنائيءَ جي جلوي ۾ تہ ڪڏهن شاهہ عنايت شهيد جي همت ۽ حوصلي ۾ پئي ڪيو آهي. آءٌ محسوس ڪريان ٿو تہ

سنڌ جو اهو تاريخي روح، مون ۾ واسو ڪري ويو آهي ۽ اهو پنهنجي منطقي نتيجي تي پهچڻ چاهي ٿو؛ جيڪو يقيناً سنڌ جي جاگرافيائي، قومي، سياسي، اقتصادي، ڪلچرل اخلاقي خوبصورتي ۽ آزادي ئي آهي.

انهيءَ روح جي تڙپ ۽ بيقراريءَ مونکي تنديءَ ۾ ئي مجبور ڪيو ته آءٌ سرزمينِ سنڌ ۽ سنڌي قوم جي چوڻڪاري لاءِ پنهنجون صلاحيتون ۽ توانايون صرف ڪريان ۽ هن تنديءَ ڪنڊ ۾ منهنجي سياسي جدوجهد خواهه ڪهڙي ئي پليٽفارم تان ٿي هجي، ان جو مرڪزي نقطو سنڌ ۽ سنڌ جي آزادي ئي رهي آهي.

منهنجي سياسي ڪارگذارين ۽ جدوجهد جو جيڪو داستان هاڻي آءٌ بيان ڪندس، ان کي مٿينءَ روشنيءَ ۾ ٻڌڻ گهُرجي؛

جناب والا!

١٩١٥ع ۾ جڏهن پهرين مهاياري جنگ پنهنجي عروج تي هئي، ان وقت مون سنڌي پرائمري تعليم ختم ڪري، انگريزي ۽ پارسي تعليم پڙهڻ شروع ڪئي ۽ منهنجي شعور دنيا کي نئين نظر سان ڏسڻ شروع ڪيو. مون کي نظر آيو ته دنيا جي سامهون مکيه ٽي مسئلا ڪَر ڪنيو بيٺا آهن؛

١- غريبي، ٢- جهالت، ٣- بدامني ۽ خوف- ۽ دنيا جا وڏا وڏا فلاسافر، ڏاها ۽ دانشور انهن مسئلن جي حل ڪرڻ لاءِ پنهنجون ڪوششون ڪري رهيا آهن. جيتريقدر مون غور ڪيو ته مون کي انهن ٽنهي مسئلن جا هي ڪارڻ نظر آيا؛

غريبيءَ لاءِ ڌارين جي غُلامي، فيوڊل نظام ۽ سرمائيداري سرشتو مکيه سبب هئا.

جهالت لاءِ خانه بدوش زندگي، شهري زندگيءَ ۽ سهوليتن جي عدم موجودگي ۽ تعليمي وسيلن جي اڻاٺ ۽ مهانگائي مکيه سبب هئا.

بدامنيءَ ۽ خوف لاءِ عالمي سطح تي خونخوار ۽ وحشيانه عالمي جنگ ۽ مقامي سطح تي انتظامي زندگيءَ جي بي ترتيبي، وهم پرستي ۽ انڌي عقيدي پرستي، جانورن، چورن ۽ ڌاڙين قوتن جي حملن جا خطرا مکيه سبب هئا.

جيئن ته اهو وقت پهرين مهاياري لڙائيءَ جي عروج جو هو، جنهن ۾ ڪيترئون خونريزيون ٿي رهيون هيون ۽ انساني حياتي، جانورن جي حياتيءَ کان به سستي ٿي چڪي هئي. جنگ ۾ هوندڻ به جيابي کان موت تي وڌيڪ ڌيان ڏنو ويندو آهي ۽ بهادر اهو ڪوٺيو ويندو آهي، جيڪو گهڻن کي جياري نه پر ماري. اهو ئي حال ان وقت هو- ۽ اسان سنڌ جا ماڻهو، جيڪي ان وقت انتظامي طرح زبردستيءَ سان هندستان جو حصو بنايا ويا هئاسون ۽ هندستان سان گڏ انگريزن جا غلام هئاسون-

۽ ان هندستان کي، هندستان جي مرضيءَ کان سواءِ جنگ جي باهہ ۾ ڌڪيو ويو هو. پوءِ بہ انگريزن برصغير جي ماڻهن سان جنگ ۾ مدد ڪرڻ جي عيوض ڪيترائي وعدا ڪيا هئا، جن ۾ اهو وعدو سرِفهرست هو تہ غلام ملڪن کي آزاد ڪيو ويندو، جن ۾ هندستان بہ شامل هو. مسلمانن کي دلاسو اهو ڏنو ويو هو تہ تُرڪيءَ سان جنگ جي باوجود سندن پاڪ جاين (مقاماتِ مقدسہ) کي نقصان نہ پهچايو ويندو ۽ انهن کي آزاد ڪيو ويندو.

۱۹۱۸ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي پوري ٿي. يورپ ۾ ننڍيون قومون ۽ ملڪ آزاد ڪيا ويا، ليڪن ايشيا ۽ آفريقا ۾ موجود ملڪن کي آزاد نہ ڪيو ويو. اُلٽو نين ورهاستن ۽ معاهدن ذريعي غلام ملڪن کي وڌيڪ مضبوط ۽ سگهاري سامراجي تسلط هيٺ قابو ڪيو ويو. هندستاني مسلمان، جيڪي مذهب جي اثر هيٺ هئا، تن کي جڏهن خبر پئي تہ تُرڪن جي شهنشاهيءَ کي ختم ڪري، ان جي ماتحت ملڪن کي ورهائي، يونانين، انگريزن ۽ فرينچن جي قبضي ۾ ڏنو ويو آهي ۽ مقاماتِ مقدسہ وارن ملڪن کي ترڪن جي قبضي مان ڇڏائي، اتحادين پنهنجي قبضي ۾ ورتو آهي ۽ پڻ هندستان کي بہ آزادي ڏيڻ کان لنوايو ويو آهي، تہ ان تي هڪ طرف مسلمانن ۾ وڏو هيجان پيدا ٿيو تہ ٻئي طرف سڄي هندستان ۾ انگريز سامراجين جي مخالفت جو طوفان شروع ٿيو.

مسلمانن پنهنجي جوش جي اظهار ۽ ترڪ خلافت سان همدرديءَ لاءِ "خلافت تحريڪ" جو بنياد وڌو تہ ٻئي طرف هندستان جي قومي جماعت انڊين نيشنل ڪانگريس، جيڪا صرف ٺهرائن پاس ڪرڻ ۽ ياداشتن پيش ڪرڻ تائين محدود هئي، سا مهاتما گانڌيءَ جي ساؤٿ آفريڪا کان موٽي اچڻ ڪري، هندستاني سياست ۾ وڌيڪ متحرڪ ۽ فعال بنجي وئي. ان غير ملڪي سامراج خلاف عوام ۾ اُبل انهيءَ بيپناهہ اُبار کي برطانوي سامراج خلاف مؤثر طريقي سان استعمال ڪرڻ لاءِ گانڌيجيءَ جي ذريعي هندو- مسلم اتحاد جو بهترين موقعو سمجهي، اتحاد قائم ڪرايو ويو. انگريزن ان اتحاد ۽ قومي جذبي کي پنهنجي لاءِ خطرناڪ سمجهي، هندستان کي وڌيڪ رعايتون ڏيڻ بدران "رولٽ ايڪٽ" نافذ ڪيو. ان ائڪٽ هيٺ جنگ دوران حڪومت کي مليل اختيارن کي هندستان سان هميشہ لاءِ لاڳو ڪيو ويو. اهڙي ڪاريِ قانون خلاف سموري هندستان ۾ هندن، مسلمانن، سکن ۽ پارسين گڏجي ڀرپور احتجاج ڪيو. ان احتجاج جي سلسلي ۾ ۱۳ اپريل ۱۹۱۹ع ۾ امرتسر جي جليان والا باغ ۾ هڪ احتجاجي جلسو ٿيو، جنهن تي جنرل ڊاير بنا

ڪنهن وارننگ ڏيڻ جي انڌاڌنڌ فائرنگ ڪرائي، جنهن ۾ سوين ماڻهو مئا ۽ هزارين زخمي ٿيا. انهيءَ قتل عام خلاف سموري هندستان ۾ مخالفت جو بيپناهہ سيلاب اچي ويو ۽ ان تحريڪ ۾ سنڌ بہ ڀرپور نموني شرڪت ڪئي.

آءٌ اهو سڀ ڪجهہ پنهنجي اکين سان ڏسي رهيو هوس ۽ عُمر جي اهڙي ڏاڪي تي پهچي چڪو هئس، جو اهڙن واقعن کان متاثر ٿيڻ فطري هو- ۽ اها هلچل جيڪا ننڍي ڪنڊ ۾ غير ملڪي سامراج جون پاڙون پٽڻ لاءِ وڏي حوصلي ۽ همت سان گڏيل نموني هلي رهي هئي، ان ۾ پنهنجن جذبن ۽ جدوجهد کي شامل ڪرڻ جي تمنا وڌڻ لڳي هئم. قدرت اهڙو موقعو سگهوئي موجود ڪري ڏنو. ٧-٨-٩ فبروري ١٩٢٠ع تي پير تراب علي شاهہ ۽ جان محمد خان جوڻيجي جي ڪوشش سان لاڙڪاڻي ۾ "سنڌ خلافت ڪانفرنس" جو اجلاس ٿيو، جنهن جي صدارت سنڌ جي بزرگ پير رشد الله شاهہ جهنڊي واري ڪئي هئي. آءٌ بہ هن اجلاس ۾ مخدوم معين الدين ڪنيارين واري ۽ سيد اسدالله شاهہ ٽکڙائيءَ سان گڏ شريڪ ٿيو هئس. هن اجلاس ۾ مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا عبدالباري فرنگي محلي، مولانا شوڪت علي، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ ٻيا آيل هئا.

باوجود ننڍيءَ عمر جي، منهنجي سياسي شعور ۾ هن ڪانفرنس وڏو اضافو ڪيو، ۽ اهو اثر قبولي، ان ڪانفرنس کان موٽڻ کان پوءِ سياسي ميدان ۾ پهرئين عملي قدم طور، مون پنهنجي شهر سن ۾، ١٧ مارچ ١٩٢٠ع تي خلافت ڪانفرنس جو اجلاس، مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي صدارت هيٺ سڏايو، جتي سنڌ مان ڪيترا اهم قومي اڳواڻ شريڪ ٿيا. انهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر نور محمد، شيخ عبدالعزيز (سکر وارو)، شيخ عبدالسلام (ايڊيٽر الوحيد)، شيخ عبدالحق (ايڊيٽر الحق) ۽ مولوي محمد سليمان واعظ (ٺرڙي محبت وارو) ۽ ٻيا شامل هئا. هن ڪانفرنس ۾ ڪيترا ٺهراءَ پاس ٿيا. ترڪن جي مدد لاءِ چندو گڏ ڪيو ويو ۽ ان موقعي تي ڪيترن ماڻهن انگريزن جي ڪُرسين ڇڏڻ جواعلان ڪيو. هيءَ ڪرسين ڇڏڻ جو اعلان، "تحريڪِ ترڪِ موالات" جو حصو هو، جنهن هيٺ ماڻهن سرڪاري لقبن، خطابن، عدالتن ۽ ملازمتن ڇڏڻ جا سڄي برصغير ۾ اعلان پئي ڪيا. مون هن ڪانفرنس کان بہ ڏينهن پوءِ، ١٩ مارچ ١٩٢٠ع تي ترڪن سان ٿيل بي انصافين خلاف ڏينهن ملهائڻ لاءِ سن شهر ۾ مڪمل هڙتال ڪرائي. ان کان پوءِ سنڌ جي مختلف هنڌن تي خلافت تحريڪ جي ٿيندڙ اجلاسن ۾ شريڪ ٿيس، جن ۾ مخدوم بلاول جي درگاهہ تي ٿيل اجلاس ٢٦ مارچ

۱۹۲۰ع، منهنجيءَ ابتدائي زندگيءَ جو اهم اجلاس هو، جنهن ۾ عمر ۽ قد جي حوالي سان ننڍو هجڻ ڪري، مون ميز تي چڙهي تقرير ڪئي هئي. هن ٿي دور ۾ مٿي بيان ٿي آيل ليڊرن کان سواءِ منهنجي مهاتما گانڌيءَ سان سن اسٽيشن تي ٢٧ اپريل ۱۹۲۱ع تي ملاقات ٿي هئي؛ جڏهن هو حيدرآباد کان دادوءَ وڃي رهيو هو. گانڌيجيءَ مختصر ملاقات ۾ مون کي کاڌي پائڻ جي هدايت ڪئي، ۽ مون واپس ڳوٺ اچڻ بعد ڪپهه ورتي، سُٽ ڪتائي، کاڌيءَ جا ڪپڙا تيار ڪرائي، گانڌيجيءَ جي اثر هيٺ ۱۹ مئي ۱۹۲۱ع کان پائڻ شروع ڪيا.

ان زماني ۾ آءٌ صغير هئڻ سبب، "ڪورٽ آف وارڊس" جي سنڀال هيٺ هئس. منهنجي خاندان جون زمينون ۽ جائداد ان جي تحويل هيٺ هئا. ۽ مون کي خاندان جي گذر معاش لاءِ ڪورٽ آف وارڊس کان مقرر ٿيل ماهيانو ملندو هو. سرڪار منهنجي خلافت تحريڪ وارين سرگرمين جو سخت نوٽيس ورتو ۽ سنڌ جي ڪمشنر سرٽامس وٽ مون کي ڪوٺڙيءَ ۾ گهرائي تنبيهه ڪئي وئي ته آءٌ هن تحريڪ ۾ حصو نه وٺان، جو اُها انگريزن جي خلاف هئي. انگريز سرڪار ۽ ان جي وفادار ڪامورن کي ذهن نشين ٿيل هو ته اسان جي خاندان جا ڪوٽڙي تعلقي ۽ ڪوهستان (جبل) جي ماڻهن ۽ راڄن سان وڏا واسطا هئا. جن مان ڪيترا ماڻهو هن ڪانفرنس ۾ پڻ آيا هئا. جنهن جي مدنظر سرڪار کي خطرو محسوس ٿيو ته متان ڪو فساد يا بغاوت جنم نه وٺي. ان ڪري ڪمشنر مون تي دٻاءُ وڌو ته ان تحريڪ سان لاتعلقي ظاهر ڪريان، ٻيءَ صورت ۾ مون تي سختي ڪئي ويندي. مون ڪمشنر کي ڪُتو جواب ڏنو، ۽ پنهنجيون سياسي سرگرميون جاري رکيون. آءٌ پنهنجي خاندان ۾ اڪيلو مرد (ٻار) هئس، باقي سڀ عورتون هيون. ڪمشنر هڪ طرف ڪورٽ آف وارڊس طرفان ملندڙ ماهيانو بند ڪرائي ڇڏيو، ٻئي طرف مون کي ڏڙڪو ڏياري موڪليو ويو ته مون کي زوريءَ بمبئيءَ طرف پڙهڻ لاءِ موڪليو ويندو. ان صورتحال پيدا ٿيڻ تي ڪجهه عملدارن سرڪار کي مشورور ڏنو ته هن نوجوان (جي. ايم. سيد) کي سياسي سرگرمين کان باز رکڻ لاءِ، سندس زمينون ڪورٽ آف وارڊس جي تحويل مان ڇڏائي، هن جي حوالي ڪيون وڃن ته جيئن انهن جي سنڀال ۾ مصروف ۽ مشغول رهي ۽ سياسي طرح سرگرم رهي نه سگهي. پر آءٌ باوجود انهيءَ دٻاءُ ۽ سازش جي خلافت تحريڪ ۾ جوش ۽ جذبي سان حصو وٺندو رهيس. انهيءَ زماني ۾ هندستان ۾ هندو- مسلم اتحاد جي فضا قائم هئي ۽ خلافت، ڪانگريس، جميعة العلماءِ هند ۽ مسلم ليگ جا ساڳين موقعن تي هڪ ئي

شهر ۾ اجلاس ٿيندا هئا، جن جو فائدو وٺي مختلف سياسي اڳواڻن سان منهنجون ملاقاتون ٿينديون رهيون. اهڙيءَ طرح آءُ ۱۹۲۴ع تائين خلافت تحريڪ ۾ حصو وٺندو رهيس، جيسين تائين هندو مسلم اختلافن پيدا ٿيڻ ڪري تحريڪ جي اوائلي جوش ۾ ماٺائي اچي وئي.

۱۹۲۴ع ۾ ترڪن، "خلافت" کي پنهنجي مصيبتن جو ڪارڻ سمجهي ختم ڪري ڇڏيو، جنهن ڪري هندستان ۾ به هيءَ تحريڪ پنهنجو جوش وڃائي ويٺي.

اُن جي نتيجي ۾ سياسي ڪارڪنن جو ڌيان ايجيٽيشن کان ڦري، مانٽيگو چيلمسفورڊ رفارمس هيٺ آئيني ۽ قانوني رستي، تبديلي آڻڻ ڏانهن مائل ٿيو. ان ڪري، مون پڻ سياست کي سماجي تبديليءَ ۽ سڌارن جو ذريعو سمجهي، ۱۹۲۵ع ۾ ڪراچي لوڪلبورڊ جي وائس پريزيڊنٽ ۽ تعلقي مانجهند لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ چونڊجڻ بعد، عوامي ڀلائيءَ جا ڪم ڪرڻ شروع ڪيا. ٽن سالن کان پوءِ ۱۹۲۸ع ۾ آءُ ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو پريزيڊنٽ چونڊجي ويس، هيءُ اهو وقت هو، جڏهن انگريز سرڪار، هندستان جي حالتن جائزي لاءِ، "سرجان سائيمن" جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ ڪميشن موڪلي، جيڪا "سائيمن ڪميشن" سڏي وئي، ۽ ان ۾ هڪ به هندستاني (هندو توڙي مسلمان) ميمبر شامل نه هو. ان ڪري ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي هڪ ڌڙي "سائيمن ڪميشن" جي بائيڪاٽ جو اعلان ڪيو. آءُ، ان وقت ڪانگريس ۾ شامل ٿي چڪو هئس، ان ڪري سنڌ ۾ اسان ڪانگريسين ۽ پراڻن خلافتين "سائيمن ڪميشن" جو بائيڪاٽ ڪرايو، ۽ جتي جتي سائيمن ڪميشن جا ميمبر ويا ٿي، اتي عوام ڪارا جهنڊا ڪڍي "سائيمن واپس وڃ!" (Simon! go back!) جا نعرا هنيا ٿي.

سنڌ مان بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل تي جيڪي ميمبر چونڊيل هئا، اهي زميندار ڪلاس مان هئا، جن کي پنهنجا شخصي ۽ گروهي مفاد عزيز هئا. ان ڪري انهن سائيمن ڪميشن سان تعاون ڪيو.

انهيءَ عرصي (۱۹۲۸) ڌاري، سنڌ ۾، سنڌ جي بمبئي پرڳڻي کان آزاديءَ جي تحريڪ هلي، ۽ ان تحريڪ جون ٽي اهم ڪانفرنسون، هڪ ڪراچيءَ ۾، ٻي حيدرآباد ۾ ۽ ٽين ڪراچيءَ ۾ ٿيون، جن ۾ انگن اکرن ۽ دليلن سان ڀرپور قراردادن وسيلي، برطانوي سامراج کان مطالبا ڪيا ويا هئا ته سنڌ، تاريخ جي هر دور ۾ هند کان الڳ ملڪ رهيو آهي، اُن ڪري اُن جو بمبئيءَ سان قانوني طرح ڳانڍاپو، غير فطري، غير تاريخي ۽ غير اخلاقي قدم آهي. انهن ڪانفرنسن ۾ جن مکيه ماڻهن

حصو ورتو هو، تن ۾ سيٺ حاجي عبدالله هارون، شيخ عبدالمجيد سنڌي، محمد ايوب کهڙو، علي محمد راشدي، جيئمل پرسرام، مير محمد بلوچ، جمشيد نسروانجي ميهتا، رستم خورشيد سڌوا، آءُ ۽ ڪجهه ٻيا شامل هئا سون.

هتي هڪ ڳالهه آءُ اوهان جي ڌيان تي آڻڻ چاهيان ٿو ته انگريزن ۱۸۴۳ع ۾ سنڌ جي آزاد حڪومت تي هڪ خونخوار جنگ کان پوءِ فتح حاصل ڪئي هئي، ۽ آزاد سنڌ کي انگريزن جي غلاميءَ ۾ تبديل ٿيڻو پيو هو. پر پوءِ به سنڌ هڪ الڳ حيثيت ۾ ڇهن سالن تائين جُدا گورنر سر چارلس نيپيئر جي هٿ هيٺ رهي، سنڌس گورنريءَ جي مدي ختم ٿيڻ کان پوءِ انگريزن انتظامي سهوليت خاطر سنڌ کي ۱۸۴۷ع ۾ بمبئيءَ صوبي جو حصو بنائي ڇڏيو. انهيءَ غيرفطري ڳانڊاپي ۽ لاڳاپي جي خاتمي لاءِ جيڪا جدوجهد هلي پئي، تنهن کي اسان "بمبئيءَ کان سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ" چئون ٿا.

هتي آءُ پنهنجيءَ قوم، ان جي دانشورن ۽ نئين مجاهد نسل جي سامهون هيءَ اعتراف ڪرڻ ٿو چاهيان ته اُن وقت سياسي شعور جي گهٽتائي، تجربي جي کوٽ ۽ آل انڊيا مسئلن جي ڌٻڻ ۾ ڦاٿيءَ تائين ڦاٿل هئڻ ڪري، اسان پنهنجي ديس جي مڪمل آزاديءَ جي گهُر ڪرڻ بدران ان کي هندستان جي هڪ خودمختيار صوبي بنائڻ جي گهُر ڪئي ۽ تحريڪ هلائي. حالانڪ جنهن صورت ۾ انگريزن اسان جي آزاد ملڪ تي حملو ڪري، ان کي غلام بنايو هو، ان صورت ۾ اسان کي پنهنجي ديس جي مڪمل آزاديءَ جي تحريڪ هلائڻ کپندي هئي.

هتي اهو سمجهڻ جي غلطي نه ڪئي وڃي ته سنڌ به شايد برصغير جي ڏيهي رياستن وانگر هڪڙي رياست هئي، جنهن جي ڪنهن سردار بغاوت ڪري، ان کي پوري برِصغير کان ڪٽي، پنهنجي ڪا ڌار حڪومت قائم ڪئي هئي، جيئن حيدرآباد دکن، ميسور، جوڌپور، جئپور، جهوناڳڙهه ۽ گائيڪواڙ وغيره. اهي رياستون، فطري ۽ تاريخي طرح هندستان جو حصو هيون، پر سنڌ جي نوعيت انهن کان قطعي مختلف هئي ۽ اها تاريخ جي طويل سفر ۾ "هند" جي متوازي "سنڌ" جي نالي سان سلطنت رهندي پئي آئي هئي، ۽ ان وقت جڏهن بمبئي پرڳڻي کان سنڌ جي آزاديءَ جي تحريڪ هلي رهي هئي، تڏهن خانبهادر کهڙي، هڪ ڪتاب "سفرنگس آف سنڌ" (Sufferings of sindh) لکي، ان ۾ سنڌ جي ان تاريخي حيثيت جا حوالا ڏنا هئا ۽ ان جي قديم ملڪ واريءَ حيثيت جو ذڪر ڪيو هو.

آءُ اڳ ۾ چئي آيو آهيان ته سنڌ مان بمبئي ڪائونسل تي چونڊيل زميندار

ڪلاس جا ماڻهو "سائيمن ڪميشن" جي فائدي ۾ هئا ۽ ان سان مڪمل سهڪار ڪيائون ٿي؛ ان ڪري "سائيمن ڪميشن" هڪ صوبائي ڪميٽي، مسٽر شاهنواز ڀٽي جي صدارت هيٺ مقرر ڪئي هئي، جنهن ۾ بمبئي ڪائونسل جي ڪجهه ميمبرن کي کنيو ويو هو. انهيءَ ڪاميٽيءَ جي صدر، شاهنواز ڀُٽي، سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ خلاف راءِ ڏني، پر سيد ميران محمد شاهه، سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ جي حق ۾ نوٽ هنيو هو.

اهو ئي وقت هو، جڏهن سباش چندر بوس ۽ ڊاڪٽر سيف الدين ڪچلو، سنڌ جي دوري تي آيا، ۽ مون سندن وڏو آترياءُ ڪيو ۽ کين ڪراچيءَ ۾ دعوت ڪئي. جيڪا ڳالهه، انگريز سرڪار کي پسند نہ آئي تہ سنڌ جي زميندار ۽ سيد گهراڻي جو هڪ فرد "جي حضوري سياست" تي هلڻ بدران ننڍي کنڊ جي آتش بجان انقلابي ليڊرن سان پنهنجا لاڳاپا وڌائي رهيو آهي. اها ڳالهه انگريز سامراج جي مزاج ۽ طريقہ ڪار لاءِ ڏاڍي چڙ ڏيارينڊڙ هئي. وقت جيئن جيئن گذرندو ٿي ويو ۽ تاريخ جو ڦيٿو ڏاڍيءَ تيزيءَ سان اڳتي وڌي، مون کي سامراجي حڪمرانن ۽ سندن انتظامي ڍانچي کان پري ڪري، محب وطن هندستاني ليڊرن سان ويجهو ڪندو ٿي ويو. انهيءَ سلسلي ۾ مون کي انگريز حڪمرانن سان هڪ ٻيو ٽڪر کائڻو پيو، جنهن ويتر اسان جا رستا الڳ ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هڪ رستو اهو هو تہ ذاتي عزت، شهرت ۽ دولت حاصل ڪرڻ لاءِ حڪمرانن جي چاپلوسي، خوشامد ۽ جي حضوري ڪجي ۽ سلامت رهجي، ۽ ٻيو رستو هو تہ هر صورت ۾ پنهنجي ماڻهن جي خوشحاليءَ، عزت ۽ آزاديءَ جي لاءِ جدوجهد ڪجي؛ ۽ اُن سلسلي ۾ جيڪا بہ مصيبت ۽ سرڪار جو عذاب ۽ ڏمر نازل ٿئي، تنهن کي حوصلي سان برداشت ڪجي. مون ٻيون رستو اختيار ڪيو ۽ لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ چونڊجڻ بعد مون ڪراچي ضلعي جو طوفاني دورو شروع ڪيو، ٽيهارو کن ميٽنگون سڏايم، جن ۾ برصغير جي نقشي (جنهن ۾ سنڌ بہ شامل هئي) کي هار پارايم؛ کاڌيءَ جا ڪپڙا پاتم، کاڌي پهرڻ جو پرچار ڪيم؛ ان سان گڏوگڏ ننڍي کنڊ مان سامراج کي تڙي ڪڍڻ لاءِ تقريرون پڻ ڪيم. منهنجي انهيءَ دوري تي مسٽر گبسن، ڪليڪٽر ڪراچي (جنهن کي قانوني طرح ڪراچي لوڪلبورڊ جي ڪمن جي نگرانيءَ جو اختيار هو) مون کي چوائي موڪليو تہ؛ "تهنجو هي ڳوٺ سڌار هلچل جو پروگرام نہ، پر ڪانگريس جي تحريڪ جو حصو آهي. تون لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽ جي حيثيت ۾، ڪانگريس جي هلچل نٿو هلائي سگهين. ان ڪري اهو دورو هڪدم

بند ڪر.“ انهيءَ منع جي باوجود مون پنهنجي رفيقن مولوي عبدالڪريم چشتيءَ، چيتمل پرسرام، حاتم علويءَ ۽ ٻين سان گڏ دورو جاري رکيو. منهنجي انهيءَ عمل، ڪليڪٽر ڪراچي، مسٽر گبسن کي مخالف مان ڦيرائي، منهنجو دشمن بنائي ڇڏيو. مٿان ترت ئي هڪ ٻيو واقعو ٿيو، جنهن ٻرنديءَ تي تيل جو ڪم ڪيو. ٿيو هيئن ته بمبئي سرڪار ڪراچي لوڪل بورڊ تي زور رکيو ته جنهن صورت ۾ ڪراچي لوڪلبورڊ، بمبئي سرڪار کان گرانٽ وصول ڪري ٿو، ان ڪري لوڪلبورڊ کي هڪ ڪواليفائيڊ انجنيئر رکڻ کپي. ان تي مون محمد هاشم گزدر کي انجنيئر طور مقرر ڪرايو، جڏهن ته ڪليڪٽر ڪراچيءَ جي مرضي سندس پي- اي، ڊي- سلوا جي عزيز، هڪ ڪرسچن کي رکائڻ جي هئي. ڪليڪٽر سان انهيءَ معاملي ۾ لوڪلبورڊ جو چيف آفيسر قاضي عبدالرحمان به گڏ هو (قاضي عبدالرحمان ڪجهه وقت اڳ اخبار ”الوحيد“ جو ايڊيٽر هو ۽ ڪانگريس هلچل ۾ حصي وٺڻ سبب سزا به ڪاٽي چڪو هو ۽ انهن خدمتن جي عيوض اسان ڪيس چيف آفيسر مقرر ڪرايو هو. پر بعد ۾ هو خريد ٿي، مسٽر گبسن جو ماڻهو ٿي هلڻ لڳو هو). منهنجي انهيءَ عمل تي ڪليڪٽر ڪراچي ڪاوڙجي، لوڪلبورڊ جي گرانٽ بمبئي سرڪار کان بند ڪرائي ڇڏي ۽ مون کي دڙڪا ڏياريا ويا ته ”تو جيڪڏهين لوڪل بورڊ ۾ سياست کي ملوث ڪيو ته توکي نقصان پهچندو.“

واضح رهي ته حيدرآباد، ڪراچي ۽ شڪارپور جون ميونسپالٽيون اڳيئي سرڪار جي هٿن مان نڪري چڪيون هيون ۽ هاڻي جيڪڏهن ڪراچي لوڪلبورڊ به انگريزن جي هٿن مان هليو ويو ٿي ته هنن لاءِ وڏي صدمي جي ڳالهه هئي.

منهنجي ان دوري جي اثر زائل ڪرڻ لاءِ ڪليڪٽر ڪراچي مسٽر گبسن، قاضي عبدالرحمان کي حڪم ڪيو ته ”جي اير سيد ضلعي اندر جن جن جاين تي ڪانگريس جي پرچار ڪري آيو آهي، تون انهي وڃي سيد ۽ ڪانگريس جي مخالفت ۾ ۽ انگريزن جي حمايت ۾ تقريرون ڪر. سرڪار جو سمورو عملو، مختيار ڪار، تپيدار ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر تنهنجي مدد ڪندا.“ هن صاحب حڪم جي تعميل ڪئي. آءٌ ضلعي لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ هوس، چيف آفيسر منهنجو ماتحت ٿي ڪري، منهنجي مخالفت ڪري رهيو هو. انهيءَ تي سنڌ جي قومپرست اڳواڻ، جميعة العلماءِ هند جي سنڌي رهنما، حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ، اخبارن ۾ قاضي عبدالرحمان جي نالي هيٺيون ڪليل خط شايع ڪرايو:

”قاضي صاحب! تو کي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو تنخواه دار نوڪر هئڻ

ڪري، هيءَ ذليل طريقو انگريزن جي دلاليءَ جو اختيار نہ ڪرڻ گهربو هو.

توکي ياد هوندو تہ جڏهين تون قومي تحريڪ ۾ ڪم ڪندي جيل ۾ ويو هئين تہ مون جهڙي خاموش طبع شاعر بہ تنهنجي تعريف ۾ ڪيترو شعر چيو هو، جنهن ۾ مون تنهنجيءَ ساراهہ سان گڏ توکي صبر جي تلقين بہ ڪئي هئي. اڄ تنهنجيءَ هن ڦِرَتيءَ تي شعر نٿو لکان، پر پنهنجي جذبات جو اظهار نثر نريمي ڪريان ٿو؛

پيارا قاضي صاحب! تون بورڊ جو تنخواهہ دار ملازم آهين، تنهنڪري اهڙين حرڪتن کان باز اچ! توکي انگريزن جي طرفداريءَ ۽ سياسي ڪمن ۾ حصو وٺڻو هجي تہ پوءِ اهو ڪم ڪر. سرڪار توکي انهن ميٽينگن ڪرڻ لاءِ اجازت ڏني آهي ڇا؟ تو کي خبر آهي تہ سيد غلام مرتضيٰ شاهہ پريزيڊنٽ ضلع لوڪل بورڊ (جو آنرري قومي ڪم ڪندڙ هو)، جڏهين سنڌ ڳوٺ سڌار هلچل لاءِ گشت ڪري تقريرون ڪيون تہ تنهنجي آقا انگريز عملدارن ان جي مخالفت ڪئي پئي. ايتريقدر ويا جو گشت جي پتي ڀاڙي واپس ڪرڻ ۽ بورڊ طرفان منظور ڪيل جلسن جي خرچ ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن لاءِ عام ماڻهو ائين چئي رهيا هئا تہ تنهنجي سازش هئي. ڇا، اسڪولن ۾ جلسا ڪري انگريزن جي ساراهہ ۾ قصيدا ڳارائڻ تنهنجي فرائض ۾ داخل آهي؟ ڇا ٻين لوڪل بورڊن جا چيف آفيسر بہ ائين ڪن ٿا؟ ڇا اهي امن سڀا جون ميٽنگون ڪرڻ لاءِ توکي لوڪلبورڊ کان تنخواهہ ملي ٿي؟ تو پريزيڊنٽ کان اجازت نہ ورتي آهي. جيڪڏهن توکي قومپرستن طرفان انگريزن جي مخالفت تي درد ٿئي ٿو تہ پوءِ موڪل وٺي، وڃي سرڪاري خرچ تي اهي حرڪتون ڪر. آءٌ عام ماڻهن کي صلاح ڏيندس تہ هو قاضيءَ کي سندس ميٽنگن ۾ بلاخوف جي چئي ڏين تہ اهو ڪم نيڪ نہ آهي، پر جي هو عملدارن جي سختيءَ ۽ انتقام کان خائف هجن تہ ميٽنگن ۾ نہ وڃن. ڪين معلوم هئڻ گهرجي تہ چيف آفيسر سندن حاڪم نہ آهي، پر پگهاردار نوڪر آهي."

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ٢٠ جولاءِ ١٩٣٠ع

اسان جو اهو تڪرار هلندڙ ئي هو ۽ لوڪلبورڊ جي گرانٽ بند ٿي هئي، جو سنڌ مان بمبئي ڪائونسل جي مکيہ ميمبرن- ميران محمد شاهہ، خانبهادر غلام نبي شاهہ، شاهنواز ڀٽي ۽ الهہ بخش سومري وغيره بمبئي سرڪار وٽ پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري، نہ رڳو لوڪلبورڊ جي بند ٿيل گرانٽ جاري ڪرائي، پر مسٽر گزدر کي بہ بحال ڪرايو، ڇو تہ اهي ماڻهو خود مختلف ضلعن جي لوڪل بورڊن جا پريزيڊنٽ هئا ۽ انهن جي مفاد وٽان اها ڳالهہ هئي، تہ ڪليڪٽرن جي دست اندازي

گهٽ ۾ گهٽ ٿي. ان ڪري هن منهنجي مدد ڪئي ۽ مون پنهنجو ڳوٺ سڌار ۽ سماج سڌار پروگرام وڏيڪ جوش ۽ جذبي سان ماڻهن تائين پهچائڻ شروع ڪيو.

آءُ اڳ ۾ ئي چئي آيو آهيان تہ مون جڏهن شعور جي نظر سان دنيا کي ڏسڻ شروع ڪيو هو تہ ان وقت دنيا جي سامهون، جيڪي ٻہ مکيہ مسئلا هئا، تن مان هڪ مکيہ مسئلو غربت بہ هو. اهو سموريءَ دنيا سان گڏ سنڌ ۾ وڌيڪ شدت ۽ ڀيانڪ شڪل ۾ ڏسڻ ۾ آيو ٿي، اسان جو ملڪ سنڌ، جيئن تہ بنيادي طرح زرعي ملڪ آهي ۽ انگريزن جي اچڻ کان پوءِ هتي جون زرعي زمينون انعامن ۽ جاگيرن جي صورت ۾ ڪجهہ مخصوص خاندانن ۽ ماڻهن کي ڏنيون ويون. جنهن جي نتيجي ۾ انهن مخصوص خاندانن ۽ ماڻهن کان سواءِ ٻيو سمورو عوام بي زمين ۽ بي روزگار بڻجي ويو. جن روزگار جي حاصلات لاءِ انهن زمينن تي مزدور ٿي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو، تن کي هاري سڏيو ويو. پر مزدور ۽ هاريءَ ۾ بنيادي فرق اهو هو تہ مزدور کي روزانو يا مهيني تي اُجرت ڏني ويندي آهي، پر اهو زرعي مزدور، جنهن کي هاري سڏيو ٿي ويو، ان جي اُجرت جو فيصلو سال تي ٿيندو هو. مزدور تہ اڪيلو ڪمائيندو هو، پر هاريءَ جو سڄو خاندان محنت ڪندو هو ۽ اجرت جي تعين وقت صرف گهر جي مکيہ ڀاتيءَ کي هاري تصور ڪيو ويندو هو. هُن جو زمين تي ڪنهن بہ قسم جو ڪو بہ حق نہ هو. سال تي ٻنئي ۽ حساب ڪتاب ڪرڻ وقت مختلف نالن ۾ ڪيترائي قرض لاڳو ڪري، ڪيس يا تہ زمين تان بيدخل ڪيو ويندو هو يا ان قرض جي ادائگيءَ لاءِ ڪيس ٻين زميندارن جو سهارو وٺڻو پوندو هو.

جيئن تہ هاري واهڻي زندگيءَ ۾ رهندڙ هو ۽ شديد غربيءَ جو بہ شڪار هو، ان ڪر ي نہ رڳو معاشي طرح پر تعليمي طرح ۽ صحت جي نقطي نگاهہ کان بہ تباهہ ٿيل هو. انهيءَ هاريءَ جي حالت سڌارڻ، ڪيس زميندارن، پيرن، ڪامورن، وياج خورن ۽ چورن جي ظلمن کان بچائڻ، ڪيس تعليم ۽ صحت جي بهتر سهوليتن ڏيارڻ ۽ امن امان واري صورت ۾ رکڻ لاءِ، مون پنهنجن سائين سان گڏجي ١٩٣٠ع ۾، جمشيد مهتا جي صدارت هيٺ (مير پور خاص ۾) سنڌ هاري ڪاميٽيءَ جو بنياد وجهرايو. ان هاريءَ ڪميٽيءَ، هارين جي حالت سڌارڻ، ڪين زمين تي حق ڏيارڻ ۽ تعليم سان روشناس ڪرائڻ لاءِ تمام ڏکهي جدوجهد ڪئي. ان جي نتيجي ۾ ٻہ ٻي لوٺ هاري ڪارڪن کي قيد ۽ بند جون مصيبتون سهڻيون پيون ۽ ڪيترن کي سرڪار ۽ زميندار شاهيءَ جي گڏيل ظلم سبب پنهنجي زندگين تان هٿ ڌوئڻا پيا. ان جي باوجود هنن جدوجهد ۽ ڪوشش واري واٽ نہ ڇڏي ۽ ڪيترين سوين

مائيون، جن ۾ اڏو اڏ ٻڌائي ۽ ٽيننسي ايڪٽ جي بحالي اهم آهن. پوءِ بہ آءٌ اعتراف ٿو ڪريان تہ ان تحريڪ ذريعي اول ڏينهن اسان جيڪي مقصد آڏو رکيا هئا، سي اجا تائين مڪمل طرح حاصل ڪري نہ سگهيا آهيون. ان جو ڪارڻ ورهاڱي کان اڳ انگريز سرڪار جي زميندار شاهيءَ کي سندن وفاداريءَ سبب برقرار رکڻ واري پاليسي هئي ۽ ورهاڱي کان پوءِ پاڪستاني (پنجابي) فوج ۽ آفيسر شاهيءَ جي پاليسي پڻ ساڳي آهي. آءٌ ان عرصي ۾ آل انڊيا سياست ۾ وڌيڪ ملوث ٿي وڃڻ سبب هاري ڪاميٽيءَ کي گهڻو وقت ڏئي نہ سگهيس، پوءِ بہ منهنجو هاري ڪاميٽيءَ سان هر سطح تي تعاون جاري رهيو. پر منهنجون زياده تر ڪوششون ۽ دلچسپيون، برصغير جي آئيني ۽ سياسي مسئلن طرف رهيون. ۱۹۳۰ع ۾ گانڌيجيءَ ڪانگريس جي پليٽ فارم تان سول نافرمانيءَ جي تحريڪ شروع ڪئي هئي ۽ سندس آزاديءَ واري پروگرام مائهن کي متاثر پئي ڪيو. آءٌ بہ پنهنجي خانداني روايات ۽ پسمنظر جي ڪري غير متعصب هئڻ سبب ڪانگريس ۾ شامل ٿي چڪو هئس، پر سرڪار خلاف بغاوت ۾ ڪو نمايان حصو وٺي نہ سگهيو هئس، ليڪن ملڪي تعمير، عوام ۽ ڳوٺ سڌار پروگرام ۾ دلچسپي هئم.

ان زماني ۾ خدائي خدمتگار، خان عبدالغفار خان هڪ اهڙو سياستدان هو، جنهن برصغير ۾ سياست ۽ سماجي سڌارن کي گڏوگڏ ڪاميابيءَ سان پئي هلايو. منهنجو بہ جيئن تہ بنيادي مقصد سياسي سڌارن سان گڏ سماجي سڌارا هو، ان ڪري مون کي خان غفار خان سان ملڻ جو شوق پئي رهيو. ۱۹۳۱ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو ساليانو اجلاس ڪراچي ۾ٿيو، جنهن ۾ خان غفار خان خدائي خدمتگارن جي جٿي سميت شريڪ ٿيڻ آيو هو ۽ آءٌ بہ ان اجلاس ۾ شريڪ ٿيو هوس. اتي منهنجي غفار خان سان ملاقات ٿي ۽ سندس طريقہ ڪار کان واقفيت ٿي. مون سندس مان ۾ هڪ پرتڪلف دعوت ڪئي. خان بادشاهہ ننڍي کنڊ جي سياست ۾ ڀرپور شريڪ هجڻ جي باوجود پنهنجي صوبي "پختونخوا" ۾ پٺاڻن جي الڳ جماعت قائم ڪيو ويٺو هو ۽ صوبي ۾ سماجي سڌارن جي سندس تحريڪ بہ جاري هئي. سندس ان طريقي ڪار کان متاثر ٿي، مون بہ پنهنجي وابستگي ڪانگريس سان گهري ڪئي ۽ خالص سنڌ بنياد تي هڪ جماعت "سنڌ پيپلز پارٽي"، ۱۹۳۳ع ۾ برپا ڪري، ان جو ليڊر شاهنواز ڀٽي کي ۽ ٻين ليڊرن ۾ خانبهادر الهہ بخش ۽ ميران محمد شاهہ کي چونڊايم. سگهوئي پوءِ ٽين گول ميز ڪانفرنس جي تجويز جي روشنيءَ ۾ ۱۹۳۵ع جي آل انڊيا ائڪٽ جي نفاذ سان

اپريل ١٩٣٦ع ۾ سنڌ بمبئي پرڳڻي کان آزاد ٿي ۽ ان جي صوبائي حيثيت بحال ٿي. پر جيسين تائين صوبائي چونڊون ٿين، ان وقت تائين سنڌ حڪومت هلائڻ لاءِ گورنر جي مدد لاءِ هڪ مشاورتي ڪميٽي جوڙي وئي ۽ سرشاهنواز ڀٽو، سنڌ جي گورنر سر لانسلاٽ گرهام جو مشير بڻيو. اسان ١٩٣٦ع ۾ ئي پنجاب جي غير فرقيوار جماعت "يونينسٽ پارٽي" جي طرز تي "سنڌ اتحاد پارٽي" قائم ڪري، ان جو صدر حاجي عبدالله هارون کي چونڊايو. الهہ بخش سومرو پڻ هن جماعت ۾ شامل ٿيو ۽ هن جماعت طرفان ١٩٣٧ع جي چونڊن ۾ اسان ڀرپور حصو ورتو. انهن چونڊن ۾ اسان جي "اتحاد پارٽيءَ" وڏي ڪاميابي ماڻي ۽ ڪامياب ٿيندڙ ميمبرن ۾ اڌ بہ هئس. پر اسان جو پارٽي ليڊر حاجي عبدالله هارون، خانبهادر الهہ بخش گبول هٿان ۽ ڊپٽي ليڊر شاهنواز ڀٽو شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ هٿان پنهنجن تڪن، ترتيبوار: ڪراچيءَ ۽ لاڙڪاڻي مان هارائي ويا. سنڌ اسيمبليءَ جي جملي سٺ ميمبرن ۾ پارٽي پوزيشن هن ريت هئي:

اتحاد پارٽي ٢۴، ڪانگريس ٧، سر غلام حسين جي مسلم پوليٽيڪل پارٽي ٣، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي آزاد پارٽي ٣، باقي هندو ۽ مسلمان آزاد حيثيت ۾ پنهنجي شخصي اثر هيٺ چونڊجي آيا. هنن انگن اکرن مان پتو پوندو تہ سٺ ميمبرن جي ايوان ۾ مڪمل اڪثريت ڪنهن بہ پارٽيءَ کي حاصل نہ هئي، پر سنڌ اتحاد پارٽي ايوان جي واحد وڏي پارٽي هئي، ان ڪري اُن کي حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ملڻ کپندي هئي. پر گورنر سنڌ سرلانسلاٽ گرهام، پارلياماني روايتن جي ڀڃڪڙي ڪندي، سر غلام حسين هدايت الله جي مسلم پوليٽيڪل پارٽي کي حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ڏني ۽ ٽن يورپين ميمبرن کي هدايت ڪئي تہ سر غلام حسين جي حمايت ڪن. سر غلام حسين پهرين هندو آزاد ميمبرن کي ٻن عهدن- وزارت ۽ اسپيڪريءَ جي لالچ ڏئي پنهنجي طرف ڪيو ۽ پوءِ اتحاد پارٽيءَ جي بلوچ گروپ کي هڪ وزارت جو آسرو ڏئي، پنهنجي طرف ڪري ورتو. نتيجي طور اتحاد پارٽيءَ جا ميمبر الهہ بخش سومري جي قيادت ۾ ڪانگريس سان گڏ مخالف بينچن تي ويناسون.

هتي آءٌ هڪ ڳالهہ ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ واري جدوجهد ۾ اسان کي آل انڊيا جماعتن جي مدد وٺڻ پئي هئي- جيئن انڊين نيشنل ڪانگريس ۽ مسلم ليگ، ڇو تہ سنڌ جا ڪي بااثر خود غرض هندو سنڌ جي عام راءِ جي ابتڙ بمبئيءَ کان سنڌ جي آزاديءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽون وجهي رهيا هئا. آل

انڊيا جماعتن اسان جي مدد نہ ڪئي، پر ان مدد جي اسان کي تمام وڏي قيمت، فڪري ۽ سياسي طرح ادا ڪرڻي پئي. مسلم ليگ وارن جدا چونڊن جو سرشتو ۽ ويٽيج قبول ڪرائي قيمت وصول ڪئي ۽ سرڪار سکر بئراج جي تعمير جي سلسلي ۾ ورتل قرضن جي ادائگيءَ جي نظرداريءَ لاءِ اختيار ڏئي، سياسي قيمت وصول ڪئي. سچي سنڌ اسيمبلي هڪ مفلوج اسيمبلي بڻجي وئي، جيڪا هر وقت گورنر جي رحم ۽ ڪرم تي هئي- تہ ٻئي طرف فڪري طرح امن، محبت ۽ رواداريءَ جي حامي صوفين واري فلسفي کي مڃيندڙ سنڌ، فرقيوارانہ ۽ مذهبي منافرت واري ماحول جو شڪار ٿي وئي.

هاڻي سنڌ اسيمبلي، سنڌ جي خدمت ۽ سنڌي ماڻهن مان غربت، جهالت ۽ بدامنيءَ کي ختم ڪرڻ وارن مکيہ مقصدن طرف ڌيان ڏيڻ بدران ڪُرسين حاصل ڪرڻ جي هيڄ جو اکاڙو بڻجي وئي ۽ سنڌ جي ماڻهن، جنهن غير فرقيوارانہ سنڌ کي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي هئي. ان سنڌ اسيمبليءَ، سنڌين واري عينڪ لاهي، هندو ۽ مسلمان جون ڌار ڌار عينڪون پائي ورتيون هيون ۽ فرقيواريت جي باهہ جيڪا اسيمبليءَ ۾ ٻري هئي، سا ڪهڙي خبر تہ اڳتي هلي سموريءَ سنڌ ۾ پنيٽ بڻجڻ واري هئي.

سر غلام حسين هدايت الله وزارتن جي لالچ ڏئي ڪجهہ هندو مفادپرست ميمبرن کي پنهنجي طرف تہ ڪري ورتو هو، پر منجهن سواءِ ڪُرسيءَ جي لالچ جي ڪو بہ مشترڪ قدر موجود نہ هو. ان ڪري اها وزارت گهڻو وقت جٽاءُ نہ ڪري سگهي. ان جي ابتدا هن ريت ٿي، جو مکي گوبند رام، جيڪو هندن طرفان غلام حسين وزارت ۾ وزير هو، تنهن مالي خساري ۽ ڏيواليٽي ۾ وڃڻ ڪري وزارت تان استعيفا ڏئي ڇڏي ۽ هندو آزاد گروپ سندس جاءِ تي مسٽر نهچلداس وزيرانيءَ کي وزير مقرر ڪرائڻ تي زور ڀريو. ليڪن غلام حسين هدايت الله جيڪب آباد جي ڊاڪٽر هيمن داس کي وزير مقرر ڪيو. انهيءَ ڳالهہ هندو آزاد گروپ کي غلام حسين هدايت الله کان بدظن ڪري ڇڏيو. ان موقعي تي نہ صرف هندو ميمبر غلام حسين هدايت الله کان ناراض ٿيا، پر غلام حسين هدايت الله اسان جي مدد وٺڻ لاءِ پهرين سيد ميران محمد شاهہ ۽ صاحبزادي عبدالستار جان سرهنديءَ جي معرفت منٿ ميڙ سان ڪوشش ڪئي. پر منهنجي جواب ڏيڻ تي هن جبر ۽ زور وارو طريقو اختيار ڪيو. ان سلسلي ۾ (۱) منهنجو سن وارو بنگلو ڪليڪٽر نور نبيءَ نريجي سيل مهر ڪرايو ويو، سبب اهو هو تہ مون ڌانهن سرڪار جي ۳۰۰ رپيا ڍل رهيل

هئي (٢) منهنجي دوست مسٽر ٺهلراماڻيءَ، جيڪو دادو لوڪلبورڊ جو چيف آفيسر هو، ان کي چيو ويو تہ جي. ايم .سيد کي مجبور ڪر تہ سر غلام حسين جي حمايت ڪري. هن شريف ماڻهوءَ ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ چيو تہ مون کي خبر آهي تہ سيد زور ۽ لالچ تي اصولن، کي ٽوڙي، جنهن پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي چونڊجي آيو آهي، ان کي ڇڏي، وزارت طرف ڪو نہ ٿيندو- تہ کيس نوڪريءَ تان لاهي، سندس جاءِ تي محمد ايوب کهڙي جي سالي لطيف پنهور کي چيف آفيسر مقرر ڪيو ويو. غلام حسين جي انهيءَ ابهرائيءَ واري قدم، آزاد هندو گروپ کي وڌيڪ مشتعل ڪيو.

مون ان موقعي جو فائدو ورتو، اسيمبليءَ ۾ مهمليءَ جي رٽ پيش ڪئي ۽ حڪومت ڊهڻ واري هئي، پر اسپيڪر پوچسنگهہ مهمليءَ جي رٽ، ووٽ وٺڻ کان سواءِ ٽاڪ آئوٽ ڪري ڇڏي- ۽ ائين سر غلام حسين جي حڪومت بچي وئي. هاڻي غلام حسين هدايت الله محسوس ڪري ورتو تہ "اتحاد پارٽي" سان ٺاهہ کان سواءِ حڪومت هلائي نہ ٿي سگهجي. ان ڪري هن صاحبزادي عبدالستار جان سرهنديءَ معرفت ڪوئليشن گورنمنٽ ٺاهڻ جي آڇ ڪئي. صاحبزادي عبدالستار جان کي اسان چيو تہ "اسان اسيمبليءَ ۾ ڪن اعليٰ مقصدن ۽ آدرشن تحت آيا آهيون. اسان جو مقصد ڪرسيون حاصل ڪرڻ نہ آهي، پر سنڌ جي ماڻهن جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ جو هڪ پروگرام "سنڌ اتحاد پارٽيءَ" جي منشور جو اهم حصو آهي. جيڪڏهن اسان جي منشور جي ڪن حصن تي غلام حسين هدايت الله عمل ڪرڻ ۽ سنڌ جي ماڻهن جي حالتن سڌارڻ جو وعدو ڪري تہ اسان سندس مدد ڪري سگهون ٿا، پر وزارت ۾ شريڪ نہ ٿينداسون. ان جي لاءِ اسان پنهنجي پروگرام جون هيٺيون اهم ڳالهيون غلام حسين جي آڏو رکيون:

(١) قانون انتقال ايراضي پاس ڪرڻ، (٢) ٽيننسي ائڪٽ پاس ڪرڻ، (٣) قرضن معاف ڪرڻ جا قانون پاس ڪرڻ، (۴) وياج معاف ڪرڻ، (۵) ڪمشنر ۽ ڪليڪٽر جي ڪرسين جي پرواني ڏيڻ جي رسم بند ڪرڻ، (٦) لوڪلباڊيز ۾ ميمبرن ٽاڻڻ جي روايت کي ختم ڪرڻ- انهن مان ڪن معمولي ڳالهين جهڙوڪ: دربارن جي ڪرسين جا پروانا ختم ٿيڻ، لوڪلبورڊ تي ميمبرن ٽاڻڻ جو رواج ختم ڪرڻ وغيره جا ڪم پورا ٿيا، پر قانون انتقال ايراضي، قرضن معاف ڪرائڻ ۽ ٽيننسي ائڪٽ جا بل پاس ڪرائي نہ سگهياسون. اسان مٿس زور رکيو، پر سرغلام حسين هدايت الله انڪار ڪيو، ان تي اتحاد پارٽيءَ، هندن جي آزاد پارٽيءَ سان

گڏجي ۽ ڪانگريس سان مشورو ڪري، هڪ روپئي جي ڪُٽر تي وزارت کي شڪست ڏني ۽ هندن سان گڏجي، خانبهادر الهه بخش جي اڳواڻيءَ ۾ نئين وزارت برپا ڪرائي.

الهه بخش جي وزارت پڻ لوڪل باڊيز تي ميمبرن نامزد ڪرڻ جي دستور ختم ڪرڻ ۽ بينچ ماجسٽريٽن جي ڪيڊَ وغيره جا ڪم ڪيا. پر مکيه ٽي سوال- قانون انتقال ايراضي، قرضن جي معافيءَ ۽ ٽيننسي ائڪٽ پاس ڪرڻ وارا، هندن جي مخالفت سبب جيئن جو تيئن رهيا.

آءٌ جيتوڻيڪ ڪانگريس جو ميمبر هئس، پر ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي چونڊ نه وڙهي هئم. ان ڪري اسيمبليءَ اندر ڪانگريسي ميمبرن سان گڏ نه هئس، ليڪن اتحاد پارٽيءَ غلام حسين جي حڪومت ختم ڪرڻ کان سواءِ ڪانگريس وارن سان گڏجي حڪومت ناهي هئي. انهيءَ موقعي تي ڪانگريس وارن به اسان جي بلن جي مخالفت ڪئي. هن جو چوڻ هو ته باوجود ان جي ته ڪانگريس غير فرقيوارانه جماعت آهي، پوءِ به جنهن صورت ۾ جدا چونڊن جي بنياد تي اسان چوندجي آيا آهيون، ۽ اسان جا ووٽر هندو سيٺيا آهن، اُن ڪري اسان انهن جي مفادن جي مدنظر انهن بلن پاس ڪرائڻ جي مخالفت ڪرڻ تي مجبور آهيون.

ڪانگريس جي ان رويي ۽ لاڙي جي ڪري آءٌ ڪانگريس کان بيزار ٿي، مسلم ليگ سان لاڳاپيس.

جيئن مون مٿي بيان ڪيو آهي ته سياست ۾ منهنجو اچڻ ڪن مقصدن ۽ آدرشن حاصل ڪرڻ جو ذريعو هو انهن مان مکيه هئا: عوام جي حالت درست ڪرڻ ۽ سنڌ جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ. اهي ئي مقصد هئا، جيڪي مون کي اسيمبليءَ ۾ وٺي ويا هئا. آل انڊيا جماعتن جهڙوڪ: ڪانگريس يا مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ يا انهن مان ٻاهر نڪرڻ لاءِ به ساڳيا ئي سبب هئا. آل انڊيا جوڙجڪي مسئلن کڏهن به منهنجي سياسي جدوجهد ۾ پهريون درجو نه ورتو آهي. انهيءَ جذبي سان اسيمبليءَ ۾ داخل ٿيڻ بعد ڪانگريس ۾ شامل ٿيس ۽ انهيءَ جي پليٽ فارم ذريعي سنڌ جي سڌاري ۽ خوشحاليءَ لاءِ ڪوشش ڪيم. پر مون ڏٺو ته ڪانگريس هاءِ ڪمان جو ڌيان آل انڊيا جوڙجڪي مسئلن تي وڌيڪ ۽ سنڌ جي عوام جي حالت درست ڪرڻ ۽ ترقي وٺرائڻ وارن مسئلن تي گهٽ هو. اُن ڪري مون کي مجبوراً ڪانگريس کان جُدا ٿي، مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻو پيو. چو ته منهنجي نظر ۾ جماعتون ۽ دستور، ماڻهن ۽ ملڪ جي ڀلائي لاءِ هڪ ذريعو آهن، پر

جڏهن به اهي عوام جي بنيادي مفادن لاءِ ڪتب نه ٿا آندا وڃن ۽ انهن کي ڪي ماڻهو يا طبقا پنهنجي ذاتي ۽ گروهي مقصدن حاصل ڪرڻ جو آواز بنائي استعمال ڪن ته اهڙيءَ حالت ۾ هڪ با اصول ۽ ايماندار ماڻهوءَ لاءِ بغاوت کان سواءِ ڪو به ذريعو نه ٿو رهي. پوءِ پلي ان ۾ ڪيترين ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوي. مون وٽ پارٽيون، دستور ۽ معاهدا ڪڏهن به مقدس ۽ پوڄا لائق نه رهيا آهن. اهي عوام جي فائدي لاءِ ناهيا ۽ ڪيا ويندا آهن، پر جڏهن عوام جي مفادن خلاف انهن کي ڪي ٽريون پنهنجي ذاتي، گروهي ۽ طبقاتي مفادن لاءِ استعمال ڪن، ۽ عوام جي مفادن کي پيرن هيٺان لتاڙڻ شروع ڪن ته انهن کي ٽوڙڻ ۽ انهن مان نڪري اچڻ هر محب وطن ۽ قوم دوست ماڻهوءَ جو فرض بڻجي ٿو.

هتي ٿورو وقت آءٌ توهان جو وٺڻ چاهيان ٿو ته مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ ۾ مون ڪانگريس سان لاڳاپن برقرار رکڻ لاءِ به ڪوششون ڪيون:

١- مون انڊين نيشنل ڪانگريس سنڌ جي صدر ڊاڪٽر چوئٿرام گدوانيءَ کي هڪ درد انگيز خط لکيو، جنهن ۾ ڪليءَ طرح ڪانگريس بابت پنهنجو نقطہ نظر پيش ڪيم. ان خط مان ڪجهه حصو آءٌ هتي پيش ڪريان ٿو:

"هيءُ ٽيون خط آهي، جو آءٌ اوهان يعني سنڌ ڪانگريس جي پريزيڊنٽ کي لکي رهيو آهيان. اها ڪانگريس ئي آهي، جنهن سان مون پنهنجي صوبي جو روشن مستقبل وابستہ ڪيو هو. جيڪڏهن اچ آئون مجبور ٿي، ان ساڳيءَ ئي جماعت جي مخالفت لاءِ تيار ٿيو آهيان ته اها صرف ان لاءِ ٿو ڪريان ته ڪين راهہ راست تي آڻي سگهان. ڪانگريس ۾ سيني رهواسين لاءِ بناڪنهن تميز جي برابريءَ جي جڳهه هئڻ گهرجي ۽ اها چند سرمائيدارن جي هٺ جو رانديڪو ٿي ڪتب نہ اچي ۽ فرقي پرستيءَ يا شخصي اثرن کان آزاد رهي. ڪانگريس لاءِ مون کي نهايت گهري محبت پئي رهي آهي، تنهنڪري اهو ناممڪن آهي ته آءٌ چاڻي واڻي ان سان ٽڪرجڻ گهرندو هوندس. آءٌ جو ڪجهه ڪريان ٿو، سو صرف سندس جسم ۾ پيدا ٿيل روڳي حصن کي جراحت ذريعي ڪپي ڪوري صاف ڪرڻ لاءِ ڪريان ٿو. انهيءَ جذبي جي ماتحت آءٌ، توهان ۽ ٻين سنڌ جي ڪانگريسي ڪارڪنن جي غلط پاليسيءَ جي اپٽار ڪري رهيو آهيان."

انهيءَ خط جي آخر ۾ مون لکيو هو ته : "هيءُ خط اوهان کي تنگ ڪرڻ جي نيت سان آءٌ ڪو نہ لکي رهيو آهيان. شل! اوهان کي سمجهه اچي ۽ حقيقتن کي پوريءَ طرح سچائي سگهو. اهڙيون حقيقتون، جن کي اوهان عوام (جن جي

اڪثريت مسلمان آهي) جي ذهنيت کان پوريءَ طرح واقف نہ هئڻ ڪري محسوس ڪري نہ ٿا سگهو.

آءٌ اوهان کي خبر دار ٿو ڪريان تہ جيڪڏهن حالتن کي درست ڪرڻ لاءِ ڪا بہ غلطي ڪئي وئي تہ اها سنڌ ۽ ڪانگريس کي ناقابل تلافي نقصان پهچائيندي. آءٌ سمجهان ٿو تہ مون ڪانگريس واسطي پنهنجي فرض ادائي پوري ڪئي آهي ۽ اوهان کي حقيقتن کان واقف ڪرڻ لاءِ پوري ڪوشش ڪئي اٿم. هاڻي آءٌ سردار ولڀ ڀائي پٽيل ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد وٽ احوال پيش ڪري رهيو آهيان، تہ من هو حالتن کي درست ڪن. آءٌ ڏسي رهيو آهيان تہ اسان جُدا ٿيڻ کي ويجهو اچي پهتا آهيون. زمانو پاڻهي ثابت ڪندو تہ حق تي ڪير هو ۽ "فرقي پرستيءَ" جي آڳ پڙڪائڻ لاءِ ڪير جوابدار هو!"

٢- اگسٽ ١٩٣٨ع جي ٽئين هفتي ۾ ڪانگريس جي مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جا ميمبر سردار پٽيل ۽ مولانا ابوالڪلام آزاد ڪراچي آيا. مون ڪوشش ڪئي تہ سنڌ ۾ ڪانگريس جي روش کان انهن مرڪزي ليڊرن کي واقف ڪريان تہ جيئن اهي سنڌ ڪانگريس جي صوبائي ڪميٽيءَ کي پنهنجيءَ پاليسيءَ کي درست ڪرڻ لاءِ چون. مون کي اميد هئي تہ آل انڊيا ليڊر ان سوال کي صوبي ۽ عوام جي نقطي نگاهہ کان ڏسي، مڪاني پارٽيءَ جي صحيح رهبري ڪندا. پر مولانا آزاد ۽ سردار پٽيل ڪجهہ ڏينهن رهي، احوال معلوم ڪري، بنا ڪنهن خاطرخواهہ فيصلي ڪرڻ جي پوئتي موٽي ويا، جن اميدن سان ڪين گهرايو ويو هو، سي پوريون نہ ٿيون ۽ حالتن جي درست ٿيڻ جي عيوض مرڪَو آل انڊيا اختلافن جا سنڌ جي سرزمين تي دروازا کُلي پيا.

انهن ڪوشش ۾ ناڪام ٿيڻ کان پوءِ ئي مون مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. آڪٽوبر ١٩٣٨ع ۾ مسلم ليگ جي مرڪزي پريزيڊنٽ مسٽر محمد عليءَ جناح کي حاجي عبدالله هارون دعوت ڏئي سنڌ ۾ گهرايو هو، ان موقعي تي آءٌ انهيءَ اجلاس ۾ مبصر جي حيثيت ۾ شريڪ ٿيس. انهيءَ موقعي تي هن وقت تائين آءٌ اِن نتيجي تي پهچي چڪو هئس تہ ڪانگريس جو رويو سنڌ جي عام پلي وارين رٿن ۽ پروگرام جي باري ۾ ان کان مختلف هو، جيڪو رويو ان جو هندستان جي انهن صوبن ڏانهن هو، جن جي آباديءَ جي گهڻائي هندن تي مشتمل هئي. اهو تجربو مون اسيمبليءَ جي ڪارگذارين، آل انڊيا ڪانگريسي ليڊرن سان گفتگوءَ ۽ سنڌ ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروپ جي مسلسل روش جي ڪري حاصل ڪيو.

مون بارها ڪوشش ڪئي ته سنڌ ۾ غيرفرقيوارانه بنياد تي سنڌين جي اهڙي حڪومت قائم ٿئي، جيڪا عوام مان جهالت، غريبي ۽ بدامنيءَ جو خاتمو ڪري سگهي. انهيءَ مقصد کي مدنظر رکي سر غلام حسين جي وزارت ڊاهي، الهه بخش سومري کي اقتدار ۾ آندوسون ته جيئن گهربل مقصد حاصل ڪري سگهون، پر الهه بخش به سنڌ ڪانگريس، آزاد هندو گروپ ۽ مفاد پرست مسلم ميمبرن جي گهيري ۾ ئي رهيو، ۽ هر صورت ۾ انهن کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. ان ڪري باوجود ان ڳالهه جي ته مسلم ليگ فرقي پرستيءَ جي بنياد تي قائم ٿيل هئي؛ ان ۾ گهڻائي انگريزن جي وفادارن، سرن ۽ خانبهادرن جي هئي؛ اُن وٽ عام ماڻهوءَ جي ڀلائيءَ جو ڪو به پروگرام نه هو؛ ته به اسان ان ۾ شامل ٿي وياسون، ڇو ته آل انڊيا سطح تي ڪانگريس جي مقابل اهائي هڪ سگهاري جماعت هئي ۽ اسان سمجهيوسون ٿي ته هن جماعت جو ٽوڙي پٽو اُن ڪري آهي، جو منجهس مخلص ڪارڪنن جي کوٽ آهي؛ جيڪڏهن اسان جهڙا مخلص ڪارڪن جهجهي تعداد ۾ ان ۾ شامل ٿي وڃن ته ان جي ڪردار کي تبديل ڪري سامراج دشمن ۽ عوام دوست بڻائي سگهجي ٿو. انهيءَ جذبي تحت آءٌ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيس ۽ مون ڪوشش ڪئي ته سڀئي سنڌي مسلم ميمبر مسلم ليگ جو فارم ڀري ان جا ميمبر ٿين. اهڙيءَ طرح سان سنڌ جي متحده مسلم قوت، سنڌ ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروپ جي اسيمبليءَ ۾ بيجا مداخلت جو مقابلو ڪري سگهندي. انهيءَ سلسلي ۾ جناح صاحب جي موجودگيءَ ۾ سڀني سنڌي مسلم ميمبرن کان مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ جي ٺهراءَ جو مسودو تيار ڪيو ويو، جنهن تي ٻين سان گڏ الهه بخش به صحيح ڪئي هئي.

اڳتي الهه بخش ڪن معمولي ڳالهين تان انهي مسودي تان ڦري ويو ۽ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار ڪرڻ سان گڏ هن ڪانگريس ۽ آزاد هندو گروپ جي مدد سان پنهنجي حڪومت برقرار رکي، ۽ انهيءَ سان گڏوگڏ گورنر جي مدد سان مسلم ميمبرن کي پاڻ سان ملائڻ واري پاليسي به جاري رکندو آيو؛ ڇو ته هن کي مسلمان ميمبرن جي پرڪارن جي خبر هئي ته اهي اصول جا نه، پر پنهنجي غرض جا غلام هئا. اهو ئي سبب آهي جو جڏهن مون اسيمبليءَ ۾ بجيٽ جي موقعي تي الهه بخش حڪومت جي خلاف عدم اعتماد جي رٽ پيش ڪئي ته ان وقت ان رٽ جي حمايت ١٢ ڄڻن ڪئي، پر جڏهن ووٽ ورتا ويا ته ان وقت صرف ستن ميمبرن ووٽ ڏنا- ۽ خود مسلم ليگ پارليامينٽري پارٽي ليڊر سر غلام حسين هدايت الله ۽

ڊپٽي ليڊر مير بنده علي بہ وزارتون ونئي الهہ بخش وزارت ۾ شامل ٿي ويا. حالانڪ غلام حسين ٿي هو، جنهن اها رٿ اسپيڪر کي موڪلي هئي. ان صورتحال مون کي مجبور ڪيو تہ آءُ ڪنهن طاقتور آل انڊيا جماعت جو سهارو وٺي سنڌ جي ڀلائيءَ لاءِ ڪجهہ ڪري سگهان. انهيءَ جذبي هيٺ آءُ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيس.

هتي ٿورو وقت آءُ توهان جو وٺڻ چاهيان ٿو تہ جيئن توهان کي منهنجي سياسي عقيدي جي بنياد ٻڌائڻ جي تڪليف ڏيان. آءُ صحيح سياست کي ايمان جو جذبو ٿو سمجهان، جنهن جي ذريعي انسان ذات جي حقيقي خدمت ڪري خُدا جي خوشنودي ۽ روح جي ترقي حاصل ڪري سگهجي ٿي. جيسيتائين ان کي ڪي فرد يا جماعتون سندس اصلي مقصد لاءِ ڪتب آڻين ٿا، ان وقت تائين منهنجي مدد ۽ همدردي سائن رهي ٿي، پر جڏهن بہ مون کي معلوم ٿئي ٿو تہ سياست کي ڪن طبقاتي يا شخصي مفادن لاءِ ڪتب آندو پيو وڃي ۽ ان مان عوام جي مفادن کي نقصان پهچڻ جو انديشو آهي، يا ان (سياست) جو بنياد مساوات ۽ انصاف تي نہ آهي، تہ انهيءَ وقت اهڙي نظام جو مقابلو ڪرڻ مون لاءَ ضروري ٿيو پوي.

هتي منهنجي هڪ ٻئي رفيقِ ڪار مسٽر جمشيد نسروانجي ۽ منهنجي وچ ۾ هڪ حڪمت عمليءَ جو اختلاف بہ بيان ڪريان ٿو.

جمشيد نسروانجيءَ جو خيال هو تہ حال ڪيترو بہ برو هجي، پر ان کي بدلائڻ لاءِ ان وقت تائين ڪوشش نہ ڪرڻ گهرجي، جيستائين ان جي عيوض بهتر مستقبل حاصل ٿيڻ جو يقين نہ هجي. اهو هڪ خاص سياسي مسلڪ آهي، ڪيترا تجربيڪار ۽ مخلص ڪارڪن انهيءَ اصول جا پابند رهيا آهن. ليڪن آءُ ان خيال جو هئس ۽ اڃا تائين آهيان تہ جيڪڏهن حال نيڪ نہ آهي، تہ ان کي بدلائڻ ضروري آهي، مستقبل پاڻهي ئي پنهنجو پاڻ نيڪ ڪندو. گوياڪہ غير شعوري طرح ئي سهي، مون شاهہ ولي الله جي انهيءَ نڪتہ نظر جي حمايت ڪئي تہ "فڪ ڪُل نظامٍ" (سيئي غلط نظام ٽوڙيو.)

منهنجي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ کان ترت ئي پوءِ هڪ اهڙي واقعي جنم ورتو، جنهن سموريءَ سنڌ جي صدين کان قائم ايڪتا ۽ وحدت واري ديوار ۾ ڏار وجهي ڇڏيا ۽ صوفي ۽ ساڌن جي سنڌ، فرقي پرستيءَ جي باهہ ۾ وڪوڙجي وئي- جنهن باهہ اڳتي هلي سموريءَ سنڌ جي محبت ۽ ٻڌيءَ واري چمن کي ساڙي رک ڪري ڇڏيو ۽ جنهن جي نتيجي ۾ ١٩٤٧ع ۾ هيءُ برصغير ورهائجي ويو.

هتي، دکدائڪ حقيقت هيءَ آهي تہ ورهاڱي جي نتيجي ۾ بنگال ۽ پنجاب جي

زمين ورهائي وٺي، پر سنڌي قوم ورهائجي وٺي ۽ اسان جي قوم جو هڪڙو وڏو حصو پنهنجا اباڻا گهر ڇڏڻ تي مجبور ٿيو ۽ اهو اهڙو حصو هو، جنهن نہ رڳو سنڌ جي مادي خوشحاليءَ ۾ زبردست حصو ورتو هو، پر ان جي تهذيبي، لساني ۽ فڪري خوشحاليءَ ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. ان ۾ نہ رڳو شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جا عقيدتمند هئا، پر شاهہ، سچل ۽ ساميءَ جا شارح ۽ سندن ڪلام سهيڙيندڙ بہ هئا؛ جيئن ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، لعلچند امر ڏنو مل، جيٺمل پرسرام، ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي، ٽي ايل واسواڻي وغيره. اهو واقعو جنهن سنڌ ۾ هيڏو جهنجهٽ ۽ زلزلو پيدا ڪيو، سو مسجد منزل گاهہ واري واقعي جي نالي سان مشهور آهي.

ان واقعي جو پسمنظر هن ريت آهي تہ سکر ۾ هڪ قتل جاءِ هئي، جنهن کي مسلمانن "منزل گاهہ مسجد" جي نالي سان سڏيو ٿي. انهيءَ جاءِ جو قبضو مسلمانن جي حوالي ڪرڻ لاءِ شڪارپور ۽ سکر جي مسلمانن وفدن جي صورت ۾ الهہ بخش سومري (وزير اعليٰ سنڌ) تي زور رکيو تہ اها جاءِ مسجد آهي ۽ مسلمانن جي حوالي ڪئي وڃي. الهہ بخش وفدن جي ملاقات کان پوءِ جميعة العلماءِ سنڌ جي ڪن عالمن کي سرزمين جو جائزو وٺڻ لاءِ مقرر ڪيو تہ ان جاءِ جي شرعي حيثيت جي باري ۾ ڪيس رپورٽ ڪن. مولوين ان جاءِ جي مسجد هجڻ جي تصديق ڪئي. ان تي هندن اعتراض ورتو تہ ان جاءِ جي سامهون درياهہ جي ٻيٽ ۾ ساڌ ٻيلي جو مندر آهي، جتي هندو استريون زيارت لاءِ اچن ٿيون ۽ مسلمان مسجد مان انهن کي گهورينداٰ، جيڪا اسان جي لاءِ ناقابل برداشت ڳالهہ آهي ۽ پڻ انهن مسلمانن کان عورت ياترين لاءِ خطرو آهي. هڪ طرف اهو ثابت ٿي چڪو هو تہ اها جاءِ مسجد آهي ۽ ٻئي طرف جيئن تہ الهہ بخش وزارت ڪانگريس ۽ هندو آزاد گروپ جي ميمبرن جي آڌار تي هلي رهي هئي، انهن جو دٻاءُ هو تہ اها جاءِ مسلمانن جي تحويل ۾ نہ ڏني وڃي. ان ڪري الهہ بخش جاءِ جي باري ۾ ڪو بہ فيصلو نہ ڪري سگهيو.

الهہ بخش جي انهيءَ گومگو واريءَ پاليسيءَ کان تنگ ٿي، اهي ساڳيا وفد سنڌ مسلم ليگ جي صدر حاجي عبدالله هارون وٽ آيا تہ اهو مسئلو مسلم ليگ کي پنهنجي هٿ ۾ وٺڻ گهرجي. حاجي عبدالله هارون انهيءَ مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ مسلم ليگ جي صوبائي ورڪنگ ڪميٽيءَ جي گڏجاڻي سڏائي. ان ۾ مون ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت ۾ اهو موقف رکيو تہ مسلم ليگ جيئن تہ

هڪ سياسي جماعت آهي، ان ڪي نج مذهبي مسئلن ۾ مداخلت نہ ڪرڻ گهرجي، جو تہ ان سان هندو مسلم فرقي پرستيءَ ۾ واڌارو ٿيندو ۽ اها ڳالهہ سنڌ جي مفادن وٽان نہ آهي. پر ورڪنگ ڪميٽيءَ جي اڪثريت مسجد جو مسئلو هٿ ۾ کڻڻ جي حق ۾ راءِ ڏني ۽ ان لاءِ ستياگرهہ جو پروگرام رٿيو ويو. جنهن ۾ پرچونديءَ جي پير ميان عبدالرحمان مريدن سيمت وڏو حصو ورتو. انهيءَ فساد کي ٽارڻ لاءِ الهہ بخش گورنر کان آرڊيننس پاس ڪرايو، جنهن موجب ڪيس هلائڻ کان سواءِ ڪنهن بہ ماڻهو کي جيل موڪلي سگهيو ٿي. انهيءَ آرڊيننس جي نافذ ٿيڻ کان پوءِ ساڍا ٣ هزار کن ماڻهو جيل ۾ بند ڪيا ويا، سمورا ليڊر صاحبان هيسجي ويا ۽ تحريڪ ماٺي ٿيڻ لڳي.

آءٌ ڪانگريس ۾ رهڻ واري تجربي ڪري اها توهين سمجهڻ لڳس تہ جڏهن تحريڪ هلي چُڪي هجي تہ ان کي وچ ۾ ڇڏي ڏيڻ انتهائي هاڃيڪار هو. ان ڪري مون ڪمان سنڀالي، مسجد منزل گاهہ تي زوريءَ وڃي قبضو ڪرايو.

الهہ بخش سرڪار پوليس موڪلي مسجد زوريءَ خالي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. ماڻهن پوليس جي راهہ ۾ رڪاوٽون وڌيون.

١٩ نومبر ١٩٣٩ع تي سرڪار مون کي ٻين ستياگرهي ليڊرن سان گڏ گرفتار ڪري، وٺي اچي حيدرآباد جي سينٽرل جيل ۾ بند ڪيو. اسان جي گرفتاريءَ کان پوءِ جلدئي مسجد ۾ ويٺل ستياگرهين کي جيل ۾ موڪلڻ بدران لٺيون هڻائي، ڳوڙها گئس ڪتب آڻي، مسجد جو قبضو سندن هٿن مان ڇڏايو ويو. ساڳئي ڏينهن سنڌ ۾ هندو مسلم فساد شروع ٿي ويا، جنهن ۾ ڪيتريون بيگناهہ جانيون ضايع ٿيون، ڪيتريون ملڪيتون ۽ جائدادون ناس ٿيون ۽ سنڌ جي صاف نالي تي بدناميءَ جو داغ آيو.

مون سان گڏ آغا نظر علي پٺاڻ، ڊاڪٽر محمد يامين ۽ نعمت الله قريشي بہ گرفتار ڪيا ويا. ان کان سواءِ ٻين هنڌن تان شيخ واجد علي (شڪارپور)، قاضي فضل الله (لاڙڪاڻو)، آغا غلام نبي پٺاڻ (سلطان ڪوٽ)، پير غلام محمد سرهندي (شڪارپور) وغيره بہ گرفتار ڪري جيل پهچايا ويا.

ڪجهہ وقت کان پوءِ هندن الهہ بخش تي زور آندو تہ ٻهراڙين ۾ هندن کي تحفظ ڏنو وڃي، ٻيءَ صورت ۾ سنڌس حڪومت کي ڌانو ويندو. انهيءَ وچ ۾ ٻن مهينن جي نظربنديءَ جو مدو پورو ٿي چڪو هو ۽ ٩ جنوري ١٩٤٠ع تي مون کي حيدرآباد جيل مان آزاد ڪيو ويو. هندن مان ڪن سمجهدار ۽ دورانديش رفيقن بہ

اسان سان ڳالهيون ڪيون، پر الهه بخش وزارت ٻاهڻ کان سواءِ اسان راضي نہ ٿياسون. جن هندن جي ڪري الهه بخش اسان کي جيل وڌو هو، انهن ساڳين هندن سان الهه بخش جي وزارت کي ٻائو ويو.

اڳتي وڌڻ کان اڳ ۾ هتي آءُ ہہ دستاويز پيش ڪرڻ چاهيان ٿو، جن مان باوجود انهيءَ فرقي وارانہ تحريڪ ۾ حصو وٺڻ جي، منهنجي ذهني لاڙن جو پتو پوندو. جيل مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ انهن فسادن جي باري ۾ مون هيٺيون بيان جاري ڪيو:

"١٩- آڪٽوبر ١٩٣٩ع تي اسان جي گرفتاريءَ کان پوءِ سکر ۽ ان جي آسپاس ۾ جيڪي واقعا رونما ٿيا آهن، سي نهايت دردناڪ آهن. مون کي جيل اندر انهن واقعن جي هندو ۽ مسلمان دوستن کان خبر ملي، پر جيل کان ٻاهر نڪرڻ بعد ٻاهر وڌيڪ حقيقتون معلوم ڪري سگهيو آهيان. هن بيان ذريعي جن هندن يا مسلمانن انهن فسادن ۾ سنو آهي، تن سان همدردي ظاهر ڪريان ٿو، خصوصاً انهن هندو مظلومن سان جن ناحق ۽ بيگناهہ نقصان سنو آهي. هن کان اڳي جيل ۾ هئڻ ڪري سائن همدردي ظاهر ڪري نہ سگهيو آهيان. ان لاءِ اميد تہ سيئي مون کي معاف ڪندا. جڏهن مون منزل گاهہ تحريڪ ۾ هٿ وڌو تہ ان وقت مون کي اهڙين خون خرابين پيدا ٿيڻ جو خواب خيال بہ نہ هو. خون، ڌاڙا ۽ڦاهيون اسان جي اصولن جي برخلاف آهن ۽ اهي ننديڻ جي لائق آهن. صوبہ سنڌ سياسي دنيا ۾ اڃا سيڪڙات آهي، تنهن کي مستقبل جي رهنمائيءَ لاءِ شايد ڪيترن ئي آزمودن مان لنگهڻو آهي. اسان جي گذشتہ تڪليفن جو مکيہ سبب اسان جي بي تجربيڪاري ۽ ڪوتاهہ انديشي آهي. قديم وقت کان وني هندو ۽ مسلمان، سنڌ ۾ درويشن جي اثر ڪري ٻڌيءَ ۽ محبت ۾ پئي رهيا آهن ۽ آئيندي لاءِ بہ اسان جي دلي تمنا آهي تہ ان اتحاد جو بنياد سنڌ مان پکڙي، ساري هندستان لاءِ مثال ثابت ٿئي. اسان کي واقعي صدمو ٿو پهچي، جڏهن ڏسون ٿا تہ سنڌ جي ان مقصد جي راهہ ۾ رڪاوٽون پون ٿيون. وقت جي تقاضا آهي تہ سنڌ ۾ ٻنهي جاتين ۾ دائمي سمجهوتو ۽ صلح سانت قائم رهي. ان ۾ شڪ نہ آهي تہ اسان جو صوبو نازڪ دور مان گذري رهيو آهي. اهڙي وقت ۾ صوبي جي هر هڪ باشندي کي اپيل ڪندس تہ هو هندو ۽ مسلمانن جي وچ ۾ صلح ۽ دوستي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري، جو اسان سُٺا پاڙيسري ۽ سچا سنڌي ٿي رهون"

(نئين سنڌ لاءِ جدوجهد-ص ٢٧- ٢٨- ٢٩)

انهيءَ بيان ڇپجڻ کان اڳ ۾ سنڌ جي برک عالم مايہ ناز مفڪر ۽ منهنجي روحاني استاد، علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ مون کي هڪ خط لکيو، جنهن مان اسان جي گڏيل سوچ جو اظهار ٿئي ٿو، ڇو تہ آءٌ ذهني ۽ فڪري طرح علامہ آءِ -آءِ قاضي کي پنهنجو رهنما سمجهندو هئس. انهيءَ خط جو واسطيدار ٽڪرو هن ريت آهي:

"غلام مرتضيٰ لاءِ تہ منهنجو روح گهڻيون ڇڪون ٿو ڏئي، پر آءٌ مٽس رنج بہ آهيان، ڇالاءِ پاڻ کي اوجهڙ ۾ وڌائين (يعني مسجد منزل گاهہ جي تحريڪ ۾ حصو ورتائين)

مادرچہ خياليم وفلڪ درچہ خيال است.

(اسان ڪهڙي خيال ۾ آهيون ۽ زمانو ڪهڙي خيال ۾)

سنڌ ۾ باقي هيوسين اهو، تنهن بہ اوندهہ جو رستو اختيار ڪيو (يعني منزل گاهہ جي تحريڪ ۾ حصو ورتو) تہ اسان جو حال ڪهڙو ٿيندو! پنج سؤ مسجدن جي حالت ناگفتہبہ آهن سڀ مدرسا ڪراچي، لاڙڪاڻي ۽ ٽنڊي باگي وارا وغيره رديءَ کان ردي حالت ۾ آهن، سڀ مسلمان انسٽيٽيوٽس مسلمانن هٿان برباد ٿيل آهن. باقي منزل گاهہ لاءِ ٿيون شهادتون ٿين! منهنجي صلاح وٺڻ يا نہ وٺڻ جو مون کي ارمان ڪونهي، مگر هيترو ارمان ضرور اٿم تہ هميشہ واري سهڻي سمجهہ کان ڪم نہ ورتئہ! "

(ساهڙ جا سينگار ص ۱۰۲ خط نمبر ۲)

اهو خط قاضي صاحب۱۲ جنوري ۱۹۴۰ تي مون کي ڪراچيءَ مان لکيو هو پوءِ جڏهن فسادن جي باري ۾ منهنجو بيان اخبارن ۾ ڇپيو، تڏهن فبروري ۱۹۴۰ع تي مون کي علامہ آءِ -آءِ قاضيءَ هڪ خط لکيو، جنهن ۾ منهنجي بيان ڏانهن اشارو ڪندي لکي ٿو:

"پيارا مرتضيٰ! آءٌ توکي مبارڪ ٿو ڏيان (انهيءَ بيان تي) تنهنجي روح اجا پاڪيزگي ۽ صلاحيت نہ وڃائي آهي. اها ڪرامت آهي.

يارهن سالن جي محنت کان پوءِ بہ عوام جي ههڙي حالت ۽ ماحول ۾ دُعا گهر ۽ خيال رک تہ ساڳيون حالتون وري پيدا نہ ٿين"

هي ڳالهيون هتي بيان ڪرڻ مان منهنجو مقصد آهي تہ مسلم ليگ کي مون هڪ طاقتور سياسي جماعت سمجهي، ان جي ذريعي سياسي پلاڻيءَ جو ڪم ڪرڻ چاهيو ٿي، نہ ان کي فرقي پرستيءَ وڌائڻ جو ذريعو سمجهيم ٿي. آءٌ اجا بہ فرقي پرستيءَ کان پري هئس ۽ منهنجي ڪوشش هئي تہ سنڌ جي امن ۽ محبت

واريءَ ڌرتيءَ تي ڪابہ فرقي پرستيءَ جي باهہ نہ ڀڙڪي ۽ ان لاءِ اڳتي بہ مون جدوجهد جاري رکي، جيڪا نئين وزارت (مير بنده علي وزارت) ۾ جاري رهي. ان وزارت ۾ آءٌ وزير ٿيس ۽ مون کي تعليم، انڊسٽري، ليبر ۽ فاريسٽ جا کاتا مليا. ان عرصي دوران مون سنڌي ٻوليءَ، ادب ۽ سنڌ جي ڀلائيءَ ۽ بهبود لاءِ هيٺين ڪمن ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي؛

١- سنڌ يونيورسٽي لاءِ ڪميشن جو قيام؛

٢- سنڌي ادب لاءِ مرڪزي صلاحڪار بورڊ جو قيام؛ جنهن اڳتي هلي سنڌي ادبي بورڊ جي صورت اختيار ڪئي؛

٣- سنڌي ڊڪشنري تيار ڪرڻ لاءِ عالمن جي ڪميٽيءَ جي مقرري.

۴- سيڪنڊري ايجوڪيشن کي زور وٺائڻ لاءِ ڪاميٽيءَ جي مقرري، جنهن اڳتي هلي سيڪنڊري ايجوڪيشن بورڊ جي صورت اختيار ڪئي.

۵- سيني اسڪولن ۾ سنڌي زبان لازمي مضمون طور پڙهڻ جو حڪم جاري ڪيم؛

٦- ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ تائين رستي جي اسڪيم ٺهرايم.

پر اسان جنهن صورت ۾ هندو ميمبرن جي مدد سان اقتدار ۾ آيا هئاسون، ان ڪري اهي ساڳيا بل (قرضن جي معافي، ٽيننسي ايڪٽ ۽ قانون انتقال ايراضي) پاس ڪرائڻ ۽ ٻيا عوامي مفاد جا ڪم ڪرائي نہ سگهيا سون. ان ڪري مون جناح صاحب کي ٻڌايو تہ اسان اهڙي پوزيشن ۾ آهيون، جو ڪو بہ ملڪي ڀلائيءَ ۽ بهبود جو ڪم ڪري نہ ٿا سگهون. ان کان بهتر آهي تہ اسيمبلين ۽ وزارتن جي رساڪشيءَ کان پاسيرو ٿي راءِ عامہ کي منظم ڪرڻ جو ڪم ڪجي. جناح صاحب ان تي راضپو ڏيکاريو، مون پنهنجي فيصلي تي عمل ڪرڻ کان اڳ ۾ بهتر سمجهيو تہ سيني مسلمان ميمبرن کي گڏي آل پارٽيز حڪومت ٺاهي، پوءِ وزارت تان استعيفا ڏيان تہ جيئن اهي ساڳيا بل سيني جي مدد سان پاس ٿي سگهن. ان لاءِ مون مولانا ابوالڪلام آزاد کي، جيڪو ان وقت انڊين نيشنل ڪانگريس جو پريزيڊنٽ هو، سنڌ ۾ گهرائي چيو تہ ڀلي الهہ بخش وزارت ۾ اچي. فيصلو ٿيو تہ ڇهن وزيرن تي مشتمل ڪابينہ ۾ بہ وزير الهہ بخش گروپ جا، بہ وزير مسلم ليگ جا ۽ بہ وزير آزاد هندو گروپ جا، گڏجي آل پارٽيز حڪومت ٺاهيندا. ليڪن مسلمان وزيرن مان ڪو بہ استعيفا ڏيڻ لاءِ راضي نہ ٿيو. اسان هيءَ مخلوط حڪومت جناح صاحب جي راضپي کان سواءِ پئي ٺاهي. ان کي جڏهن اها خبر پئي تہ هن سنڌ مسلم ليگ جي صدر حاجي عبدالله هارون کان حڪم ڪيرايو تہ ان ٺاهہ موجب وزارت تان ڪو بہ

استعيفا نہ ڏني. شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ انهي ڊسپلين جي پابند هجڻ ڪري استعيفا نہ ڏني، ڇاڪاڻ جو وزارت ۾ هئڻ ضروري سمجهيو ويو. مون جيئن تہ مولانا آزاد جي موجودگيءَ ۾ ٿيل ناهہ دوران وعدو ڪيو هو تہ بہ وزير استعيفا ڏيندا، ان ڪري ان ناهہ جي پابندي ڪندي، مون وزارت تان استعيفا ڏني ۽ ٻئي ميمبر جي استعيفا لاءِ مولانا آزاد ڪان هڪ مهيني جي مهلت گهريم.

منهجي استعيفا ڏيڻ تي مسلم ليگ جي ميمبرن جناح صاحب تي زور رکيو تہ جي. ايم. سيد تي ڊسيپلينري ائڪشن ڪنيو وڃي. جناح صاحب مون تي قدم ڪڻڻ بدران مون کي گذارش ڪئي تہ اوهان وزارت ڇڏي آهي تہ هاڻي مسلم ليگ کي منظم ڪريو. پوءِ مسلم ليگ آرگنائيزنگ ڪميٽي ناهي، مون کي ان جو چيئرمن مقرر ڪيو ويو ۽ مون آغا غلام نبي خان پٺاڻ (سکر)، سيد حسن بخش شاهہ (نواب شاهہ)، قاضي فضل الله (لاڙڪاڻو)، علي اڪبر شاه (ميهڙ)، محمد هاشم گزدر (ڪراچي)، صاحبزادو عبدالستار جان سرهندي (حيدرآباد)، فقير محمد مگريو (مير پور خاص) ۽ٻيا ميمبر ڪٺي مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي.

ان ڏس ۾ سڄيءَ سنڌ جو تفصيلي گشت ڪري، عوام ۾ بيداري پيدا ڪرڻ ۽ سنڌ ۾ مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ جي ڪم ۾ جنبي ويس. ان گشت ۾ تقريرن ذريعي وزيرن جي ڪمن تي پوري نظر رکڻ لڳاسون ۽ ماڻهن سان ڪيل وعدن جي سرانجاميءَ لاءِ ليگي وزيرن تي زور بار آڻڻ شروع ڪيو سون. جيئن تہ مسلم ليگ کي وسيع پيماني تي منظم ڪرڻ ۽ عوام ۾ مرغوب بنائڻ جي جوابداري اسان تي هئي، ان ڪري هڪ سال جي مختصر عرصي اندر محنت ڪري سنڌ مسلم ليگ جي ميمبر شپ ٦ هزارن مان وڌائي ٽن لکن تائين آندي وئي، جيڪا سنڌ جي جملي بالغ مرد مسلمانن جي آباديءَ جو ٢٥ سيڪڙو هئي. ابتدائي شاخون ٣٥٠ تائين وڃي پهتيون. جنهن مان پتو پئجي سگهي ٿو تہ اسان مسلم ليگ جو آواز سنڌ جي گوشي گوشي تائين پهچائي ڇڏيو هو. اسان عوام جي اهنجن دور ڪرڻ لاءِ صوبائي آفيس ۾ هڪ صيغو کوليو، جنهن جي ذريعي عوام جون شڪايتون آفيسرن ۽ مسلم ليگي وزيرن تائين پهچائڻ جو انتظام پڻ ڪيو. تنظيمي پروگرام هيٺ سنڌ جي ڪيترن شهرن ۾ ڪانفرنسون سڏائڻ، ڳوٺن جي گشت ڪرڻ، پاڪستان ۽ مسلم ليگ جي اصولن تي لٽريچر ڇپائڻ، پاڪستان مسلم ليگ ۽ جناح صاحب کي عوام ۾ روشناس ڪرائڻ جا ڪم ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح پاڪستان تحريڪ ۾

منهنجي جذبي ۽ مسلم عوام جي خدمت جي عڪاسي، مسلم ليگ جي ان وسيع تنظيمي گشت دوران ڇپايل پوسٽر مان پڌجي سگهي ٿي، جنهن جو نقل هتي پيش ڪريان ٿو:

## پوسٽر

مسلم ليگ جي گهُر آهي پاڪستان.
پاڪستان جي معنيٰ آهي اسلامي حڪومت.
۱- جنهن ۾ قرآن شريف جي اصولن مطابق حڪومت قائم ڪئي ويندي!.
۲- جتي سيني ماڻهن کي سياسي، معاشرتي ۽ اقتصادي هڪجهڙائي حاصل هوندي.
۳- جنهن ۾ حڪومت هلائڻ جون واڳون سچن ۽ پرهيزگار مسلمانن جي هٿن ۾ هونديون!.
۴- جنهن ۾ غير مسلمانن جي حقوق جي خاص طرح حفاظت ڪئي ويندي.
۵- جتي حڪومت جو پهريون فرض ملڪ مان غربت، ظلم، بي علمي، طبقاتي مفاد خاطر عوام کي ناجائز طرح ڪتب آڻڻ کي بند ڪرڻ ٿيندو!.
٦- جتي جوا، زنا، شرابخوري ۽ وياج خوريءَ جي قانوناً منع هوندي!.
۷- جنهن ۾ عدل ۽ انصاف پيسن تي نہ وڪامندو، پر هرڪ کي مفت نصيب ٿيندو.
۸- جنهن ۾ عزت جو معيار طاقت ۽ پيسي تي نہ، پر چڱن اخلاقن تي مقرر ڪيو ويندو!.

غلام مرتضيٰ
چيئرمين، مسلم ليگ آرگنائيزيشن ڪاميٽي

ان کان سواءِچيئرمن آرگنائيزيشن ڪميٽي، سنڌ پراونشيل مسلم ليگ طرفان هڪ ڪتاب "هندستان جا مسلمان ۽ پاڪستان" نالي ڇپائي، سڄيءَ سنڌ ۾ مفت ۾ ورهايو ويو. هن ڪتاب ۾ پنجاب جي اخبار "ايسٽرن ٽائمز" ۾ ۵ جنوري ۱۹۴۰ع، ۱٦ فيبروري ۱۹۴۰ع، ۱۲ اپريل ۱۹۴۰ع ۽ ۲٦ اپريل ۱۹۴۰ع تي شايع ٿيل مضمونن جو ترجمو ڏنو ويو هو.

اهڙيءَ طرح آءٌ مسلم ليگ جي تبليغ لاءِ رات ڏينهن ننڍن تنائي ڳوٺن ۾ ڪاهي پيس ۽ ماڻهن کي ان جي اصولن سان روشناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. ليڪن ان وقت بہ مون کي اهو احساس هو تہ مسلم ليگ منزل مقصود نہ هئي، ليڪن مقصد کي پهچڻ جو ذريعو هئي. مسلم ليگ ۾ زميندار ۽ جاگيردار طبقي جو

اقتدار هو، ان کان بخوبي واقف هوس. مون اهو فيصلو ڪيو هو ته ليگ جي ناليءَ ۾ عوام کي برغلائي، جيڪڏهن سنڌ جي عام مفادن برخلاف ڪو به قدم کنيو ويندو ته ان جي مخالفت ڪرڻ مون لاءِ ضروري هئي. انهن اصولن تي آخر تائين قائم رهيس. منهنجي کان وٺي جا پاليسي مون اختيار ڪئي، تنهن جي ثبوت ۾ هڪ مثال پيش ڪجي ٿو، جو انهيءَ سال (۱۹۴۱ع) بجيٽ سيشن جي موقعي تي پيش ٿيو هو. مير بنده علي جي وزارت طرفان اسان هڪ بل سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو هو، جنهن جي پٽاندر جاگيرن جي سروي ڪرڻي هئي ۽ مخاديمن کان جاگيردارن کي صرف سرڪاري ڍل وصول ڪرڻي هئي. جاگيرن ۾ بٽائيءَ جو رواج، جنهن مطابق غريب آبادگارن کي جاگيردارن جو غلام ٿي رهڻو ٿي پيو، اهو بند ڪيو ٿي ويو. اهو بل مير وزارت جي ڪِرڻ جي ڪري خانبهادر الهه بخش طرفان اسيمبليءَ ۾ پاس ڪرڻ لاءِ پيش ٿيو. ليڪن جاگيردار طبقي، جنهن هن وقت عهدن نه ملڻ ڪري اچي مسلم ليگ جي دامن ۾ پناهه ورتي هئي، تنهن مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ کي ان بل جي مخالفت لاءِ مجبور ڪيو. بالآخر پارٽيءَ هن عام ڀلي جي بل جي اسيمبليءَ ۾ مخالفت ڪئي. مون ان موقعي تي پارٽيءَ جي نظم (Discipline) جي پيڪڙي ڪري بل جي تائيد ڪئي ۽ ان موقعي (۲٦ مارچ ۱۹۴۱ع) تي جيڪا تقرير اسيمبليءَ ۾ ڪيم، سا هتي پيش ڪريان ٿو ته جيئن اصل کان جماعتن نسبت منهنجن خيالن کان واقفيت حاصل ٿي سگهي:

"جناب صدر!

هن لينڊ روينيو ڪوڊ جي درستيءَ (جاگيرداري بل) جي موقعي تي جڏهن مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ ۽ منهنجي وچ ۾ اختلاف راءِ ٿي پيو آهي؛ آءٌ ضروري ٿو سمجهان ته هن بيان رستي پنهنجي راءِ جو اظهار ڪريان. آءٌ هر ڪنهن وقتُ اهڙي اختلاف راءِ ظاهر ڪرڻ جو ضرور نه سمجهندو آهيان، ليڪن هيءَ اهڙو مسئلو آهي، جنهن ۾ اختلاف ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان ۽ غلط فهميءَ کي دور ڪرڻ ۽ پنهنجي پوزيشن پبلڪ اڳيان صاف ڪرڻ لاءِ هن بيان رستي ان اختلاف جا ڪارڻ پيش ٿو ڪريان. هيءَ پارٽيءَ جي ڪثرت راءِ ۽ منهنجي ضمير جو اختلاف آهي ۽ پارٽي به اها جنهن کي مون سمجهي سوچي ملڪ ۽ قوم جي ڀلي جي حصول خاطر ذريعو ڪري قبول ڪيو آهي. اهڙا موقعا انهيءَ ماڻهوءَ جي زندگيءَ ۾ تمام نازڪ هوندا آهن، جنهن ماڻهوءَ جي ساري سياست روحاني ترقي حاصل ڪرڻ جو ذريعو هوندي آهي.

جناب من! اهو ظاهر ڪرڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهان ته منهنجي سياسي

عقيدن جو تعلق طاقت، عزت، شهرت يا واندڪائيءَ جي حاصل ڪرڻ سان نہ آهي، پر اها هڪ شخص طرفان انسانيت جي ترقيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ بي لوث خدمت ڪرڻ جي جدوجهد آهي. جماعتون، ان جا قاعدا ۽ پابنديون، شخصي دوستيون ۽ انهن جا لاڳاپا سڀ مون وٽ انهيءَ اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ جا ذريعا آهن ۽ نہ بذات خود مقصد آهن. جڏهن مقصدن ۽ ذريعن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿئي ٿو، تڏهن مون لاءِ نهايت نازڪ حالتون پيدا ٿين ٿيون.

سائين! اسلامي فلسفي کي مون طريقہ راهہ ڪري اختيار ڪيو آهي، جنهن ذريعي آءٌ سمجهان ٿو تہ زمين تي عدل، سک ۽ سلامتيءَ جو عالم پيدا ڪري سگهبو. مسلم ليگ جماعت پاڻ تي انهيءَ عقيدي ۾ اعتقاد رکندڙ مسلمانن کي منظم ڪرڻ جو ذمو کڻڻ سان اسلام جي اصولن پٽاندڙ انسان ذات جي فلاح ۽ بهبوديءَ جي جوابداري سرتي کنئي آهي. آءٌ مسلم ليگ ۾ شامل ٿي انهن جذبات تحت ٿيس. اهو صحيح آهي تہ جماعتون شخصن جو مجموعو آهن، انهن جي اڪثريت ۾ اعليٰ خيالن ۽ عملن جي ڪمي آهي. جنهن جو نتيجو اهو ٿو نڪري تہ جمهوري جماعتن ۾ عمل جي ڪمزورين، وقتي حالتن ۽ ضرورتن کي مدنظر رکندي معيار هيٺ ڪرڻو پوي ٿو. ليڪن جن ماڻهن پنهنجي زندگيءَ جو مقصد مٿي بيان ڪيل اعليٰ اصولن مطابق مقرر ڪيو آهي، انهن لاءِ ڏاڍو مشڪل ٿيو پوي تہ قبول ڪيل اصولن جي برخلاف وقتي مصلحتن خاطر حق جي رستي کي ڇڏي ناحق اڳيان ڪنڌ نوائين. اڄ آءٌ پاڻ کي هڪ طرف ضابطي جي پابنديءَ ۽ ٻئي طرف پنهنجي ضمير جي آواز جي ڪشمڪش ۾ قائل ٿو ڏسان. جيڪڏهن مسلم ليگ جو مقصد مساوات، اخوت ۽ عدل آهي، جي اسلامي قانون آهن ۽ جن واسطي پاڪستان حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي ٿي وڃي تہ آءٌ سمجهي نہ ٿو سگهان تہ ڇو منهنجا مسلم ليگي دوست انهن اصولن کي قربان ڪري، اُن سسٽم کي قائم رکڻ گهرن ٿا، جو اسلامي اصولن جي عين برخلاف آهي. جاگيرون قديم زماني جي جابرانہ دستورَ جو ڀاڱو آهن، جي جنگي، انتظامي خدمتن جي عيوض ۾ قبيلن جي سرگروهن کي يا شاهي خاندان جي فردن کي گذرمعاش لاءِ ڏنيون ويون هيون. هن سسٽم جي ڪري ئي غريب ۽ شاهوڪار ۽ ڏاڍي ۽ هيڻي جو بنياد پيو ۽ طبقاتي اختلاف برپا ٿيا، جي اسلامي اصولِ مساوات جي بر خلاف آهن. آءٌ سمجهي نہ ٿو سگهان تہ انصاف جي اصولن پٽاندڙ هن جمهوريت جي زماني ۾ هڪ ڏينهن بہ هن طريقي کي قائم رکڻ نہ گهرجي. آءٌ سمجهان ٿو تہ اسان اڄا انگريزي حڪومت جا ماتحت آهيون، جا طبقاتي

تفاوت جي حامي ۽ ان جي محافظ آهي. تنهنڪري جيڪڏهن هن وقت جاگيرن کي صفا ختم نہ ٿا ڪري سگهون تہ گهٽ ۾ گهٽ انهن جي ظلم جي زنجيرن کي ضرور ڍرو ڪري ڇڏيون (آفرين آفرين جا آواز).

هاڻي آءٌ هن بل جي تفصيل ۾ ويندس. هن جا مکيہ ٻہ ڀاڱا آهن. هڪ آهي جاگيرن جي سروي ۽ ٻيو جاگيرن جي زمين تي ڍل بندي. جاگيرن جي سروي جي اصول تي مخالفت ٿي نہ ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ ان جي عدم موجودگيءَ ۾ سرڪار کي سال بسال لکها روپين جي ڍل جو نقصان پوي ٿو. جيستائين ڍل بنديءَ جو تعلق آهي تہ اسان مان گهڻن کي معلوم آهي تہ ان ڪري ڪيترن ايماندار جاگيردارن کي فائدو ٿيندو، جو هن وقت هنن کي ڍل جيتري بہ پيداوار نہ ٿي حاصل ٿئي. ليڪن ڪي ظالم ۽ زبردست جاگيردار، جي غريبن جي رت چوسڻ تي هريل آهن، سي ان مان رنج ٿيندا. جاگيردارن جي پوزيشن جاگيري زمين جي هٿان سرڪار جي حقن مطابق آهي. جڏهن سرڪار زمين تان ڍل ٿي وٺي تہ ڪو بہ سبب ڪونہ آهي تہ جاگيردار ٻٽي وٺندا رهن. جاگيردار کي اهو حق سياسي پينشن جي صورت ۾ مليل هو، تنهنڪري هو نقد رقم ملڻ جا حقدار آهن. زمين جي مالڪي يا سنڀال جو هنن کي ڪو بہ حق نہ آهي. هينئر وقت اچي ويو آهي تہ ڍل سرڪار سڌو هارين ۽ مخاديمن کان وصول ڪري ۽ جاگيردارن کي صرف پٽيدارن وانگر ڍل جو حصو ڏيڻ گهرجي، جيستائين ڪہ جاگيرون صفا ختم ڪيون وڃن.

صاحبا! منهنجا ظاهر ڪيل خيال درحقيقت مسلم ليگ جماعت جا حقيقي رايا سمجهڻ گهرجن. ليڪن آءٌ اهڙو بخت وارو نہ آهيان، جو مسلم ليگي دوستن کي حق سان روشناس ڪرائي سگهان- تہ بہ آءٌ نااميد نہ ٿو ٿيان ۽ صبر سان ڪوشش ڪندو رهندس، جيستائين هنن کي حق ۽ ناحق جي تميز اچي وڃي(تاڙيون)".

[ڏسو: سنڌ اسيمبلي پروسيڊنگس ٢٦ مارچ ١٩٤١]

هٿي عجيب ڳالهہ آهي تہ جن بلن جي هندو اسيمبلي ميمبرن ۽ الهہ بخش وزارت طرفان بار بار مخالفت ٿيڻ ۽ انهن جي پاس ڪرائڻ ۾ مدد نہ ڪرڻ ڪري، اسان مسلم ليگ جو سهارو ورتو هو، اها ئي مسلم ليگ، اسان جي بنيادي مقصدن جي مخالفت ڪري رهي هئي، جڏهن تہ هندو اسيمبلي ميمبر ۽ الهہ بخش، اهو بل اسيمبليءَ مان پاس ڪرائڻ تي زور ڏئي رهيا هئا.

تُرت ئي پوءِ مون کي جون ١٩٤١ع ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي نامزد ڪيو ويو، جنهن تي سنڌ مان اڳ ئي ٻيو عيوضي حاجي عبدالله

هارون هو. ٻيريون دفعو آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ ٢٦ آڪٽوبر ١٩٤١ع تي دهليءَ ۾ ٿي، جنهن ۾ مون حصو ورتو.

هيءُ ٻيريون دفعو هو، جو هندستان جي اهم سياسي مسئلن سان منهنجو واسطو پيو هو، جنهن مون ۾ مسلمان عوام جي فلاح ۽ بهبوديءَ لاءِ خدمت ڪرڻ جون نيون اميدون پيدا ڪيون.

١٩٤١ع جو سال جيئن پوري ٿيڻ کي ويجهو ايندو ٿي ويو، تيئن ١٩٣٩ع ۾ شروع ٿيل ٻين مهاڀاري جنگ جي حالت نازڪ صورت اختيار ڪري ويئي. جپان طرفان اوچتو جنگ ۾ گهڙڻ ۽ ان جي ابتدائي فتحن هندستان تي قابض انگريز سامراجين توڙي هندستانين جي نظر ۾ هندستان جي بچاءَ ۽ حفاظت لاءِ خطرو وڌائي ڇڏيو. ان جو اثر برصغير جي اندروني معاملات تي گهڻو پيو ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ حالتن نازڪ صورت اختيار ڪري ورتي.

١٩٤٢ع جو سال، سنڌ جي تاريخ ۾ خاص اهميت وارو سال هو، جيڪو تاريخ ۾ سدائين ياد رهندو، هڪ طرف "حُر بغاوت" جي ڪري، انگريزن سنڌ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري، سنڌي عوام تي مصيبتن جا پهاڙ ڪيرائي وڌا هئا. ٻئي طرف اپر سنڌ ۾ غير معمولي ٻوڏون آيون، جنهن ڪري پنجن لکن ٿائين ماڻهو متاثر ٿيا ۽ ڪروڙين روپين جو مالي نقصان ٿيو. ٽئي طرف انڊين نيشنل ڪانگريس برطانوي سامراج خلاف "هندستان خالي ڪريو" (Quit India) تحريڪ شروع ڪئي.

هيءُ سال ٻئي لحاظ کان مون لاءِ انتهائي صدمي جو سبب بڻيو، جو سنڌ مسلم ليگ جي صدر حاجي عبدالله هارون جي اوچتي وفات ٢٧ اپريل ١٩٤٢ع تي ٿي. آءٌ حاجي صاحب جي ايمانداريءَ، وفاداريءَ ۽ شخصي اثر کان متاثر ٿي، مسلم ليگ ۾ داخل ٿيو هوس. سندس اوچتيءَ وفات سبب سنڌ مسلم ليگ جي صدر جي چونڊ بابت اختلاف پيدا ٿي پيا. مسلم ليگ جي ڪائونسل اجلاس ۾ مقابلي بازيءَ کي مُفيد نہ سمجهي، في الوقت چونڊن کي ملتوي ڪرايو ويو. ان وچ ۾ حاجي صاحب جي جاءِ تي آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ تي خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي نامزد ڪيو ويو. اسان ان وچ ۾ مرڪزي اسيمبليءَ جي خالي ٿيل تڪ جي چونڊ ۾ يوسف هارون جي ڪاميابيءَ لاءِ ڏڪ ٻوڙ ۾ لڳي وياسون. الهه بخش طرفان پنهنجي ڀاءُ مولا بخش کي هٿ ڪٺائڻ سان يوسف هارون بنا مقابلي چونڊ جي ويو.

ان عرصي ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ درياهہ جي ٻنهي طرفن مارشل لا کي سختيءَ

سان لاڳو ڪيو ويو. اسان مارشل لا کي قانوني طرح چئلينج ڪرڻ جو ارادو ڏيکاريو هو، پر جناح صاحب اٿين ڪرڻ کان سختيءَ سان منع ڪئي.

هن سڄيءَ صورتحال ۾ حر تحريڪ ۽ ڪئٽ انڊيا تحريڪ سنڌ تي وڏا اثر ڇڏيا، ان ڪري مختصر طرح انهن تي روشني وجهڻ ضروري سمجهان ٿو:

## ١- تحريڪ

حر تحريڪ ڪافي وقت کان سنڌ ۾ موجود هئي، پر ان کي شهرت ان وقت ملي، جڏهن حُرن جي روحاني پيشوا صبغت الله شاهه ثانيءَ کي انگريزن گرفتار ڪيو. پير صاحب جي گرفتاريءَ کان پوءِ حُرن قانون جي خلاف ورزيءَ ۽ پُرتشدد طريقي سان برطانوي راڄ خلاف جدوجهد شروع ڪئي. جيتوڻيڪ اهڙا دستاويزي ثبوت ملي نه سگهيا آهن، جن تحت يقيني طرح ڪا ڳالهه چئي سگهجي ته حُر تحريڪ جوا صل مقصد ڪهڙو هو، پر پير صاحب جي گرفتاريءَ کان اڳ منهنجي سائس ٿيل ملاقات ۾ مون تي هيءَ ڳالهه واضح ٿي وئي هئي ته پير صاحب سنڌ ۾ فرقيواريت جي سخت خلاف هو ۽ هن مسلم ليگ کي مسلمانن جي مفاد لاءِ خطرناڪ سمجهيو ٿي ۽ هن سنڌ مان انگريز راڄ جو مڪمل خاتمو ڪرڻ چاهيو ٿي. ان لاءِ هن جي خيال ۾ ننڍي کنڊ جي سيني انقلابين سان گڏجي ئي جدوجهد مفيد ٿي سگهي ٿي.

هتي آءٌ اها گفتگو درج ڪرڻ چاهيان ٿو، جيڪا مُنهنجي ۽ پير صاحب جي وچ ۾ ٿي هئي، ۽ جيڪا سنڌ جي مشهور ليکڪ، مرحوم محمد عثمان ڏيپلائيءَ، پنهنجي تاريخي ناول "سانگهڙ" ۾ شامل ڪئي آهي:

"پير صبغت الله شاهه ثانيءَ وٽ سنڌ مسلم ليگ جو روح روان جي. ايم .سيد وفد وٺي آيو ته "اوهين مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو."

پير صاحب مُرڪي چيو "ڇالاءِ؟"

سيد صاحب چيو "هن لاءِ ته ١٩٣٠ع جي ٺهراءَ موجب وطن آزاد ڪرائجي." پير صاحب ٺهڪ ڏئي چيو، "مسلم ليگ ۽ وطن آزاد ڪرائيندي؟ شاهه صاحب! مون ته اوهان کي وڏو سياستدان سمجهيو هو، پر شايد اوهين سياست جي ابجد مان به واقف ڪو نه آهيو."

سيد صاحب پير صاحب سان بي تڪلف هو، هن مُرڪي چيو: "اوهين شايد مختلف جيلن ۾ رهي، مختلف سياسي قيدين سان ملي، سڄي سياست ازبرياد ڪري ويا آهيو!"

"اسين سياست جي ازبريءَ جي دعوا تہ ڪو نہ ٿا ڪريون، پر جيڪا جماعت سيڪجهہ انگريزن جي مشوري سان ڪري، جنهن ۾ سمورا سر، خانبهادر، وڏيرا ۽ سيٺيون هجن، سا بہ ڪري آزادي جي دعوا، تہ پوءِ تہ ڊاڪٽون ٺي پڪو!" شاهہ صاحب سنجيدو ٿي چيو، "ڏسو! اسين تہ اسيمبليءَ ۾ بہ ترت پاڪستان جي آزاديءَ جو نهراءُ بحال ڪرائينداسون"

پير صاحب ٺهڪ ڏيئي چيو: "بس! اوهان نهراءُ بحال ڪرايو ۽ انگريزن اوهان کي آزادي ڏيئي ڇڏي! شاهہ صاحب، ياد رکو! انگريز اول تہ پاڪستان ڏيندا ئي ڪو نہ، پر جي هندو ناهہ تي نہ آيا تہ ڪجهہ ڏناٺون ڪٿي، تہ اهو پاڪستان اهڙو ويڍل ۽ ڇچريل هوندو، جنهن جي واڳ ڪيترائي ورهيہ تہ وري بہ انگريزن جي هٿ ۾ هوندي."

سيد صاحب ٿورو جوش ۾ اچي چيو: "اسان هنن (انگريزن) کي پنهنجي آزاد وطن ۾ ڪو بہ دخل ڏيڻ نہ ڏينداسون."

پير صاحب ٺهڪ ڏيئي چيو، "۽ اوهين هوندئو ڪٿي؟ شاهہ صاحب! ڀُليل آهيو. وڏهڻ لاءِ اوهين هوندؤ ۽ فتح وقت واڳون انهن جي هٿ ۾ هونديون، جي انگريزن جا ازلي غلام هوندا. اوهان کي ڪير جي مک وانگر ڪڏي ڦٽو ڪيو ويندو. بلڪ شڪ ناهي جو جيل ۾ بہ رکيا وڃو! جيڪڏهن زندگي آهي ۽ اسان جي پيشنگوئي سچي نڪري تہ پوءِ پڌائجو تہ سياست مان گهڻو ڪير ٿو ڄاڻي، اوهين يا اسين. انشاء الله تعاليٰ، اسين تہ "وطن يا ڪفن" حاصل ڪنداسون، پر اوهين پيا ڏکين ڏوراپن وارا ڪتاب ڪيندا."

شاهہ صاحب چپ ٿي ويو ۽ هو خاموشيءَ سان خدا حافظ ڪري پوئتي روانو ٿيو."
(حوالو:ناول، سانگهڙ، عثمان ڏيپلائي، ص ١٠٠-١٠١)

بهرحال، پير صاحب جون ڪڙيون ڳالهيون اڪثر اڄ حقيقت ثابت ٿيون آهن. هو سچو ديش ڀڳت، پڪو سامراج دشمن ۽ مذهبي رواداريءَ جو قائل ٿي چڪو هو، باقي "نئين سنڌ" لاءِ سندس ذهن ۾ جيڪڏهن ڪو خاڪو هو، تہ بہ اهو هن اسان تي ظاهر نہ ڪيو هو ۽ نہ وري وقت هن کي ايترو عرصو زنده ڇڏيو، جو هو اڳتي هلي ظاهر ڪري سگهي ها. پوءِ بہ اسان جي نظر ۾ هن سنڌ تي ڪنهن بہ قسم جي ڌارين جي بالادستي پسند نہ ٿي ڪئي.

افسوس آهي جو اڄ سندس جاءِ نشين ۽ وڏو پٽ پنهنجي پيءُ جي صفتن کان عاري نظر اچي ٿو ۽ انگريزن جي جاءِ نشين پنجابي سامراج جي صفن ۾ وينو آهي.

پير صاحب صبغت الله شاهہ جي شهادت کان پوءِ حر تحريڪ تي ڪنٽرول ڪرڻ واري ڪا بہ اخلاقي قوت نہ رهي، نتيجي طور اها چڙواڳ ماڻهن جي دهشت پسندانہ ڪاروائين جو مجموعو بنجي وئي ۽ انگريزن انتهائي بيرحميءَ ۽ سفاڪيءَ سان انهن محب وطن، جانباز ۽ سرفروش سنڌي ماڻهن کي پنهنجي مرشد سان محبت هجڻ جي ڏوهہ ۾ چٽيو ۽ چيپاٽيو، سوين ماڻهن کي ڦاسين تي لٽڪايو ويو؛ ڪيترن کي گولين سان اڏايو ويو؛ عورتن جي بيحرمتي ڪئي وئي؛ بنا عدالتي فيصلن جي سندس زمينون، ملڪيتون ۽ جائدادون ضبط ڪيون ويون؛ ڳوٺن مٿان گڏيل ڏنڊ ۽ چٽيون وڌيون ويون؛ خاص ٽريبونل ۽ مارشل لا ڪورٽون برپا ڪري سوين ماڻهن کي ڳريون سزائون ڏنيون ويون؛ ڪيترن کي سنڌ کان ٻاهر جلا وطن ڪري، خاص ڪئمپن، جيلن ۽ ڪاري پاڻي ۾ رکيو ويو؛ هزارين ماڻهن کي جيلن ۾ واڙيو ويو ۽ جيلن ۾ جڳهہ نہ هئڻ سبب هزارن جي تعداد ۾ مردن، پوڙهن، عورتن ۽ ٻارڙن کي لوڙهن (Consantration camps) ۾ بند ڪيو ويو، جتي سنڌن کاڌ خوراڪ، علاج معالج، تعليم ۽ تربيت جو ڪو بہ انتظام ڪو نہ هو. انهيءَ ڪيفيت ۾ اهي حُر سرفروش ١٩٥١ع تائين رهيا ۽ سرڪاري داروگير بہ ١٩٥١ع تائين انهن جي خلاف جاري رهيو.

حُر تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ انگريزن سنڌ ۾ سخت مارشل لا لاڳو ڪيو هو، جنهن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي، ۽ ان مارشل لا جي قدم کي آل انڊيا مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ محمد علي جناح صاحب چئلينج ڪرڻ کان سختيءَ سان منع ڪري ڇڏي هئي.

٢- "هندستان خالي ڪريو تحريڪ" (Quit India Movement):

١٩٣٩ع ۾ ٻي مهاڀاري جنگ شروع ٿيڻ وقت انگريزن هندستان کي بہ جنگ ۾ شامل ڪري ڇڏيو ۽ جنگي سرگرمين جي مرڪز ۾ پڻ تبديل ڪيو. اهو سڀ ڪجهہ هندستان جي عوام جي مرضيءَ کان سواءِ ڪيو ويو هو. ان تي انڊين نيشنل ڪانگريس سخت احتجاج ڪيو تہ هندستان کي جيسين تائين پنهنجي مستقبل جو فيصلو ڪرڻ جو اختيار نہ ٿو ڏنو وڃي ۽ ان کي سنڌس وسيلن تي مڪمل ڪنٽرول حاصل نہ آهي، ان وقت تائين هندستان ڪنهن بہ جنگي سرگرميءَ ۾ حصو وٺڻ لاءِ تيار نہ آهي. ان سلسلي ۾ انگريزن تي آمريڪي دٻاءُ پيو تہ هندستاني ليڊرن سان ڳالهيون ڪيون وڃن. ان سلسلي ۾ برطانيا طرفان ڪي اعليٰ اختياراتي وفد هندستان آيا ۽ هندستاني ليڊرن سان ڏگهيون ملاقاتون ڪيائون، پر ڪو بہ نتيجو

نڪري نہ سگهيو، ڇو تہ انگريز هندستانين کي مڪمل اختيار ۽ آزادي ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئا ۽ انهن کان گهٽ ڪانگريس قبولڻ لاءِ تيار نہ هئي. نتيجي طور اگسٽ ١٩٤٢ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس، بمبئيءَ ۾ اها تاريخي قرارداد منظورڪئي، جنهن کي "ڪئٽ انڊيا ريزوليشن" چيو وڃي ٿو. هتي بهتر آهي تہ "ڪئٽ انڊيا ٺهراءُ" جو متن پيش ڪري پوءِ اڳتي وڌجي:

## ڪئٽ انڊيا ٺهراءُ:

انڊين نيشنل ڪانگريس جو اجلاس ٧- ٨ اگسٽ ١٩٤٢ع تي بمبئيءَ ۾ گڏ ٿيو، جنهن ۾ ورڪنگ ڪاميٽيءَ هڪ تاريخ ساز ٺهراءُ پاس ڪيو، جنهن کي "ڪئٽ انڊيا ٺهراءُ" سڏيو ويو. ان جو مڪمل متن هيٺ ڏجي ٿو :

"آل انڊيا ڪانگريس، ورڪنگ ڪاميٽيءَ طرفان ١٤ جولاءِ ١٩٤٢ع تي پاس ڪيل ٺهراءُ ۽ ان کان پوءِ پيش آيل واقعات، جنگ جي زور وٺڻ، برٽش سرڪار جي جوابدار ترجمانن جي بيانن ۽ هندستان ۾ ۽ ان کان ٻاهر جي نڪتہ چينيءَ تي غور ڪرڻ بعد ان ٺهراءُ کي پاس ڪري ٿي ۽ ان راءِ جي آهي تہ هندستان جي فائدي ۽ اتحادين جي مقصدن جي حصول لاءِ برٽش حڪومت جو انڊيا مان خاتمو ڪرڻ نهايت ضروري آهي. برٽش سرڪار جو وڏيڪ عرصي لاءِ هندستان ۾ قيام، ملڪ جي بيعزتيءَ ۽ ڪمزوريءَ جو باعث آهي. برٽش حڪومت جو وجود، هندستان کي بچاءَ لاءِ ان لائق بڻائيندو رهي ٿو ۽ غلام ملڪن جي آزاديءَ جي راهہ ۾ رُڪاوٽ آهي.

ڪاميٽيءَ کي رشين ۽ چيني محاذن جي نزاڪت جوا حساس آهي ۽ رشين ۽ چيني عوام جي ملڪ جي حفاظت لاءِ سرتوڙ ڪوشش کي ساراهي ٿي.

جنگ جو وڌندڙ خطرو آزاديءَ لاءِ لڙندڙ مظلوم ملڪن يا ان جي حامين لاءِ هيءَ ڳالهہ لازمي ٺهرائي ٿو تہ اتحادين جي اختيار ڪيل پاليسيءَ کي غور سان تپاسي ڏسن تہ ڪين مسلسل ناڪامايين ۽ تباهين ۾ ڇو مبتلا ٿيڻو پيو آهي. ساڳيءَ پاليسيءَ ۽ طريقہ ڪار تي هلڻ مان ڪين ڪو بہ فائدو رسڻ وارو ڪو نہ آهي. تجربي مان معلوم ٿي چڪو آهي تہ سندن ناڪاميابيءَ جو باعث سندن طريقہ ڪار ئي هئو.

اها پاليسي غلام ملڪن جي آزاديءَ لاءِ نہ، پر سندن تسلط هيٺ آيل ملڪن تي قبضو مضبوط ڪرڻ لاءِ هلائي وڃي ٿي. ان ۾ سامراجي روايات ۽ طريقي ڪار کي قائم رکڻ جو راز سمايل آهي. سامراجي حڪومتون، غلام قوم جي طاقت وڌائڻ جي عيوض مورڳو بوجو (بار) ۽ مصيبت بڻجيو پون.

برٽش سامراج کي ختم ڪري، هندستان کي آزاد ڪرڻ مان اتحادين جي

ارادن ۽ نيتن جي پرک پئجي سگهندي.

هندستان جي آزادي، رشيا ۽ آفريقا جي رهاڪن ۾ اميد ۽ اتساهہ پيدا ڪري سگهي ٿي، ان ڪري برٽش حڪومت جو خاتمو موجوده وقت جو اهم مسئلو آهي. ان تي ئي جنگ جي مستقبل جو مدار رهي ٿو. ان مان آزاديءَ ۽ جمهوريت جي ڪاميابيءَ جو پتو پئجي سگهي ٿو. آزاد هندستان، سندس وسيع وسائل سان نازي ازم، فاشزم ۽ سامراجيت کان آزاديءَ جو ضامن بنجي سگهي ٿو. ان جي آزادي نہ رڳو جنگ جي قسمت کي بدلائيندي، بلڪ جملي مظلوم ۽ مقهور انسانن ۾ اتحادين جي پنيرائيءَ لاءِ رغبت پيدا ڪندي ۽ اتحادين کي دنيا جي اخلاقي ۽ روحاني رهبريءَ جو لائق بنائيندي. هندستان جي غلامي، برٽش سامراج جو نشانو بنجي، اتحادين لاءِ بدناميءَ جو داغ بنيو بيٺي آهي.

اتحادين جي موجوده مصيبت اهو امر لازمي ڪريو ڇڏي تہ برٽش تسلط کان هندستان کي آزاد ڪيو وڃي. نلها مستقبل جا وعدا ۽ دلاسا موجوده تباهيءَ کي درست ڪري نہ ٿا سگهن، نہ ڪو عوام جي دلين تي سنو نفسياتي اثر پيدا ڪري سگهن ٿا. رڳو آزاديءَ جو حصول ئي لکها ماڻهن ۾ قوت ۽ اتساهہ پيدا ڪرائي، جنگ جو نقشو بدلائي سگهي ٿو.

تنهنڪري، هيءَ آل انڊيا ڪاميٽي پوري زور سان گهر ڪري ٿي تہ برٽش حڪومت هندستان مان نڪري وڃي. هندستان جي آزاديءَ جي اعلان کان پوءِ هڪ عارضي حڪومت قائم ڪئي ويندي ۽ آزاد هندستان اتحادين جو مددگار ٿي رهندو. ساڻن گڏ مشڪلاتن ۽ آزمودن ۾ آزاديءَ جي جدوجهد لاءِ ڀاڱي ڀائيوار ٿي رهندو. عارضي حڪومت ملڪ جي مکيہ گروهن جي مدد سان ٺاهي ويندي. اها سيني پارٽين جي گڏيل حڪومت هوندي، ان جا ابتدائي مقصد هندستان جو بچاءُ ۽ حملي آورن جو هٿيارن ۽ اهنسا جي ذريعن سان اتحادين سان گڏجي مقابلو ڪرڻ ۽ هارين ۽ مزدورن جي بهتري هوندي.

عارضي حڪومت آئين ساز اسيمبليءَ لاءِ تجويز رٿي، هندستان جو آئين جملي پارٽين جي رضامنديءَ سان تيار ڪندي. اهو ڪانگريس جي نقطہ نگاهہ وارو آئين فيڊرل سسٽم جو، صوبن کي گهڻي آٽونامي (خودمختياري) وارو هوندو.

اتحادين ۽ هندستان جي وچ ۾ مستقبل جا تعلقات آزاد ملڪن جي باهمي مفادن جي بنياد تي قائم ڪيا ويندا.

هندستان جي آزادي، ان کي ٻاهرين حملن جي مقابلي ڪرڻ جو لائق بنائيندي

۽ ٻاهرئين تسلط کان ايشيائي قومن جي آزاديءَ جو پيش خيمو ثابت ٿيندي.

ڪاميٽيءَ جو وڏيڪ اهو رايو آهي تہ برما، ملايا، انڊو چائنا، ڊچ انڊيز، ايران ۽ عراق کي بہ لازمي طور آزادي ملڻ گهرجي. اها ڳالهہ بہ صاف ڪرڻ گهرجي تہ انهن مان جي ملڪ هينئر جپانين جي تسلط هيٺ آيل آهن، تن کي وري ڪنهن بہ صورت ۾ سامراجي طاقتن جي حوالي نہ ڪيو ويندو. جيتوڻيڪ اسان جو بنيادي واسطو هندستان جي آزاديءَ ۽ بچاءَ سان آهي، ليڪن ڪاميٽيءَ جي راءِ ۾ دنيا جي مستقل امن، سلامتيءَ ۽ ترقيءَ جي تقاضا اها آهي تہ دنيا جي آزاد قومن ۽ ملڪن جي هڪ بين الاقوامي فيڊريشن ٺاهي وڃي، جيڪا سندن اختلافي مسئلا حل ڪندي رهي. اها دنيا جي فيڊريشن، منجهس شامل ٿيل قومن جي ٻيروني حملن، استحصال، هڪ قوم جي ٻئي مٿان تسلط جي حفاظت ڪندي، قومي اقليتن جي بچاءَ جي ضمانت ڏيندي، پٺتي پيل ايراضين جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪندي ۽ دنيا جا جملي وسائل گڏي، انسان ذات جي ترقيءَ لاءِ ڪتب آڻڻ جي ڪوشش ڪندي.

اهڙي ورلڊ فيڊريشن برپا ٿيڻ بعد سيني ملڪن ۾ هٿيارن جو گهٽائڻ ممڪن ٿي پوندو ۽ هر قوم کي جُدا ڪري بري ۽ هوائي فوج رکڻ جي ضرورت نہ رهندي. هر هڪ قوم کي ٻيروني حملن کان بچائڻ لاءِ هڪ بين الاقوامي فوج رکيل هوندي. آزاد هندستان خوشيءَ سان اهڙي ورلڊ فيڊريشن ۾ ٻين قومن سان برابريءَ (هڪ جهڙائي) جي درجي تي شامل ٿي، بين الاقوامي مسئلن جي حل ڪرڻ ۾ حصو وٺندو.

ان فيڊريشن ۾ جملي اهڙين قومن کي شامل ڪرڻ جي اجازت هوندي، جيڪي ان جي مقصدن ۾ ويساهہ رکندڙ هونديون.

موجوده جنگ جي حالت ۾ اهڙي فيڊريشن لازميءَ طرح اتحادين سان شروع ٿيندي. اهڙي قسم جو قدم کڻڻ نہ رڳو جنگ جي حالت تي اثر انداز ٿيندو، بلڪ مستقبل جي امن لاءِ بہ ڪارآمد ثابت ٿيندو.

ڪاميٽي افسوس سان محسوس ڪري ٿي تہ باوجود جنگ جي خطرناڪ نتيجن جي، ڪي ٿوريون حڪومتون فيڊريشن ٺاهڻ واسطي تيار ڏسجن ٿيون.

برطانيا سرڪار طرفان هندستان جي آزاديءَ جي مخالفت ۾ غلط پروپگنڊا مان سندن نيت جو پتو پوي ٿو.

اسان اهو صاف ظاهر ڪيو آهي تہ اُها اسان جي آزادي، چين ۽ رشيا جي بچاءَ لاءِ ضروري آهي. ڪميٽي منتظر آهي تہ ڪنهن بہ صورت ۾ چين ۽ رشيا جي دفاع تي بار نہ وجهي، جن جي آزادي اسان قيمتي سمجهون ٿا. ڪانگريس، اتحادين جي

حفاظتي طاقت کي ڪمزور ڪرڻ نہ ٿي گهري.

ورڪنگ ڪاميٽيءَ کي ارمان آهي تہ سندس برطانيا ۽ اتحادين کي ڪيل اپيل طرف ڪو بہ توجهہ نہ ڏنو ويو آهي. باهرينءَ دنيا جي نکتہ چينيءَ مان پتو پوي ٿو تہ هنن کي هندستان جي تقاضائن بابت پوري واقفيت نہ آهي، بلڪ انهيءَ مان هڪ حد تائين آزاديءَ خلاف دشمنيءَ جو مظاهرو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جنهن مان سندن قومي برتري ۽ اقتدار جي جهلڪ نظر اچي رهي آهي.

آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي وري بہ آخري طرح دنيا جي آزاديءَ کي مدنظر رکندي، برٽش سرڪار ۽ اتحادين کي اپيل ڪري ٿي تہ سموري مسئلي تي ٿڌي سر غور ڪن.

ڪاميٽيءَ جي راءِ ۾ هر قوم کي سامراجي ۽ آمرانہ حڪومت کان آزادي حاصل ڪرڻ جو پورو اختيار آهي. برٽش حڪومت هندستان ۾ انساني آزاديءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽ بنيل آهي، تنهنڪري ڪاميٽي فيصلو ڪري ٿي تہ هندستان جي آزاديءَ وٺڻ لاءِ ساري ملڪ اندر اهنسا (عدم تشدد) جي طريقي تي جدوجهد شروع ڪئي وڃي. ان لاءِ گذريل ٢٢ سالن کان عدم تشدد ذريعي ملڪ جي حاصل ڪيل طاقت کي استعمال ڪيو ويندو. اها جدوجهد مهاتما گانڌيءَ جي اڳواڻي ۾ شروع ڪئي ويندي.

ڪاميٽي هندستانين کي بہ اپيل ڪري ٿي تہ آزاديءَ جي راهہ ۾ تڪليفن ۽ مشڪلاتن برداشت ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃن ۽ متحد ٿي مهاتما گانڌيءَ جي رهبريءَ هيٺ سندس حڪمن جي پوئواري ڪندا رهن. ڪين هيءَ ڳالهہ ذهن ۾ رکڻ گهرجي تہ هن ساري هلچل جو بنياد اهنسا (عدم تشدد) آهي. شايد ڪو وقت اهڙو بہ اچي، جو اڳواڻن لاءِ اهو ممڪن نہ ٿئي تہ هدايت ناما جاري ڪري عوام تائين پهچائي سگهن ۽ ڪابہ ڪانگريس ڪاميٽي قائم رهي نہ سگهي. اهڙيءَ حالت ۾ هر ستياگرهي مرد ۽ عورت کي اختيار آهي تہ هن وقت جاري ڪيل حڪمن ۽ اصولن کي نظر ۾ رکندي، پاڻمرادو ڪم ڪندا رهن. ان وقت هر آزاديءَ جو خواهشمند ۽ جدوجهد ڪندڙ هندستاني پنهنجو رهبر پاڻ ٿي، آزاديءَ جي منزل تي پهچڻ لاءِ آرام وٺڻ کان سواءِ ڪٺن رستا طئي ڪندو رهي.

آخر ۾ ڪاميٽي هيءَ ظاهر ڪرڻ گهري ٿي تہ هن جدوجهد شروع ڪرڻ مان سندس مقصد ڪانگريس لاءِ طاقت حاصل ڪرڻ نہ آهي، جڏهن بہ ڪين حڪومت هٿ ايندي تہ سڀني هندستانين جي حوالي ڪئي ويندي."

نهراءُ پيش ڪندڙ: جواهر لعل نهرو.

تائيد ڪندڙ: سردار ولڀڀائي پٽيل.
ان قرارداد پاس ٿيڻ شرط ئي وسيع پيماني تي ڪانگريس جي خلاف ڪاروائي شروع ٿي وئي ۽ ڪانگريس جي روح روان مهاتما گانڌي ۽ ڪانگريس جي پريزيڊنٽ مولانا ابوالڪلام آزاد سميت ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا سمورا ميمبر، سواءِ راج گوپال آچاريا جي گرفتار ڪيا ويا. نتيجي طور ملڪ ۾ وسيع پيماني تي ڀڃ ڊاهه ۽ قتل و غارت جون ڪاروايون شروع ٿي ويون ۽ اها تحريڪ جيڪا اهنسا (عدم تشدد) تي ٻڌل هئي، سا تشدد ۾ تبديل ٿي وئي. انگريزن به انهيءَ تشدد کي پرپور تشدد سان دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اها تحريڪ دٻجڻ بدران ڏينهون ڏينهن زور وٺندي وئي. سنڌ به پاڻ کي ان تحريڪ کان الڳ نه رکيو، پر ڀرپور طريقي سان ان ۾ حصو ورتو.
"ڪئٽ انڊيا ٺهراءُ" پاس ٿيڻ کان پوءِ جناح انگريزن سان مليو، ان قرارداد کي انگريزن خلاف نه، پر مسلمانن جي خلاف ڪانگريس جي سازش سان تعبير ڪيو. انهيءَ لاءِ هن ١٦ اگسٽ ١٩٤٢ع تي بمبئيءَ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪميٽيءَ جو اجلاس سڏايو، جنهن ۾ ڪانگريس طرفان پاس ڪيل مٿئين ٺهراءَ جي باري ۾ غور ويچار ڪرڻو هو. ان اجلاس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سنڌ مان آءٌ، ايوب کهڙو ۽ يوسف هارون بمبئيءَ پهتاسون. جتي يوسف هارون چيو ته نواب بهادر يار جنگ بمبئيءَ آيل آهي ۽ سندس خواهش آهي ته جي- ايم- سيد سان ڪن مسئلن تي ڳالهائي. ان تي آءٌ، کهڙو ۽ يوسف هارون، گرين هوٽل بمبئي (جيڪا هن وقت تاج محل هوٽل جو حصو آهي) ۾ ساڻس مليا سون. اتي نواب صاحب اسان کي چيو ته "سيئي ڪانگريسي اڳواڻ جيل ۾ هليا ويا آهن، صرف راج گوپال آچاريائي ٻاهر آهي. ڪانگريسي اڳواڻن کي مسٽر وي-پي مينن (سيڪريٽري وائسراءِ سينٽرل سيڪريٽريٽ) کان معلوم ٿيو آهي ته جناح صاحب وائسراءِ سان مليو، ساڻس وعدو ڪيو آهي ته هو (جناح) مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ کان اهڙو ٺهراءُ پاس ڪرائيندو ته "ڪئٽ انڊيا تحريڪ" اصل ۾ انگريزن جي نه، پر مسلمانن جي خلاف آهي."
نواب صاحب جو خيال هو ته اهڙو ٺهراءُ، انگريزن جي فائدي ۾ مسلمانن لاءِ سخت هاڃيڪار ٿيندو، ان ڪري مسٽر سيدا اوهان اهڙو ٺهراءُ پاس ڪرائڻ نه ڏيندا. چيو ته اهڙو ٺهراءُ پاس ڪرائڻ هن وقت سخت غير مناسب ٿيندو. هن اهو به چيو ته ڪانگريس وارا اوهان سان ڳالهائڻ گهرن ٿا. ان لاءِ جيئن ته ڪانگريس جا مرد ليڊر جيلن ۾ آهن، ان ڪري مسز ڪرشنا هاٺيسنگهه، مردولا سارا ڀائي ۽ خورشيد

ٻائي دادا ڀائي نوروز جي توهان سان ملڻ چاهين ٿيون. اوهان ڪي اُنهن سان ملڻ گهرجي.

اسان نواب صاحب جو مشورو قبول ڪري، ڪانگريس جي انهن ليڊي ليڊرن سان ملڻ قبول ڪيو ۽ ٻئي ڏينهن مردولا سارا ٻائيءَ طرفان ڏنل لنچ تي گڏ ٿياسون. اتي هنن اسان کي چيو تہ مسلم ليگ جو مطالبو تہ "مسلمانن کي سندن اڪثريت وارن صوبن ۾ آزاد ۽ خودمختيار حڪومتون ملن"، ڪانگريس قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهي، ۽ ٻيا بہ جيڪي شرط آهن، سي بہ قبول ڪيا ويندا. اهڙي خاطري جناح صاحب راج گوپال آچاريا سان ملي حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن ممڪن ٿئي تہ گانڌي جيءَ سان ملي اهڙو يقين وٺي سگهي ٿو. ان لاءِ توهان ايترو ڪريو تہ جناح صاحب، وائسراءِ جي چوڻ تي جيڪو نهراءُ، ڪانگريس جي تحريڪ جي خلاف مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۾ پاس ڪرائڻ چاهي ٿو، ان کي روڪايو وڃي. اسان هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ جو سائن وعدو ڪيو. باوجود ڪانگريس سان اختلافن جي مون هڪ ترقي پسند مسلمان جي حيثيت ۾ محسوس ڪيو تہ تارين سرڪار جنهن طرح مائهن جي جذبہ آزاديءَ کي ڪچلڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي، سا ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ۾ سمجهوتي بعد ههڙيءَ طرح عوام کي هيسائڻ جي جرئت نہ ڪري سگهندي.

١٦ اگسٽ ١٩٣٢ع تي جناح صاحب جي گهر (مائونٽ پليزنٽ روڊ، بمبئي) تي آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ جناح صاحب وائسراءِ سان طئي ٿيل معاهدي مطابق ڪانگريس جي "ڪئٽ انڊيا" نهراءُ جي مخالفت ۾ نهراءُ پيش ڪيو. آن تي مون اختلاف ڪندي چيو تہ: "اهو غيرمناسب ٿيندو تہ اسان اهو چئون تہ "هندستان جي آزادي لاءِ ڪانگريس جو پاس ڪيل "ڪئٽ انڊيا نهراءُ" مسلمانن جي خلاف آهي"، چو تہ ڪانگريس هندستان کي انگريزن کان خالي ڪرائڻ چاهي ٿي، نہ مسلمانن کان. ان ڪري، برطانوي سامراج خلاف جدوجهد کي تارپيدو ڪرڻ لاءِ اسان کي اهڙو نهراءُ پاس نہ ڪرڻ گهرجي، چو تہ ان سان اڳتي هلي ڪانگريس سان سمجهوتي جا رستا بند ٿي سگهن ٿا." ان تي جناح صاحب ڪاوڙجي چيو تہ"آءُ ڪانگريس سان ڪو بہ سمجهوتو ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيان!" مون ان تي اعتراض ڪندي چيو تہ "منهنجي ترميم (درستي) قبول ڪئي وڃي تہ، پهرين ڪانگريس سان ڳالهايو وڃي، جيڪڏهن اها اسان جا شرط قبول ڪري تہ ان سان ناهہ ڪجي ۽ جيڪڏهن اها ڪنهن بہ سمجهوتي تي اچڻ لاءِ تيار نہ هجي، تہ پوءِ ڪو بہ نهراءُ پاس ڪيو وڃي- باقي اٿين هڪ طرفو نهراءُ پاس

ڪرائڻ مناسب نہ آهي" ان تي ڪهڙي منهنجي تائيد ڪئي. راجا محمود آباد سپورٽ ڪئي تہ ان کي جناح صاحب چينپيو، ۽ هو (راجا صاحب) ميٽنگ مان احتجاجاً اٿي هليو ويو. ان تي حسين اصفهانيءَ ڳالهائڻ گهريو تہ ان کي ڳالهائڻ نہ ڏنائين. جهن بعد نواب اسماعيل خان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان کي بہ ڳالهائڻ نہ ڏنو ويو ۽ منهنجي ترميمي رٽ رد ڪري، پنهنجو پيش ڪيل ٺهراءُ پاس ڪرائي ورتائين، مون اختلافي نوٽ (Note of decent) لکرايو. هتي "ڪئٽ انڊيا تحريڪ" خلاف، جناح صاحب جي پاس ڪرايل ٺهراءَ جو متن درج ڪجي ٿو، ۽ ان سان گڏوگڏ مسلم ليگ جي چيپل رڪارڊ مان ان جي نقل ڪاپي شامل ڪجي ٿي، تہ جيئن خبر پوي تہ مسلمانانِ هند جو قائد اعظم ڪهڙي طريقي سان آزاديءَ جي جدوجهد کي سبوتيج ڪندي، انگريز شاطرن جي هٿ ۾ ڪيڏي رهيو هو؛

**ٺهراءُ نمبر (٣):**

"هيءَ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽي، ملڪ جي موجوده حالتن تي غور ۽ فڪر ڪرڻ بعد آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ جي ٨ اگسٽ ١٩٤٢ع تي "کليل بغاوت" جي پاس ڪيل ٺهراءَ، "ڪئٽ انڊيا ٺهراءُ"، جنهن ۾ ان عام قانوني انحراف جي هلچل شروع ڪرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو آهي، تي افسوس جو اظهار ڪري ٿي. ان ٺهراءَ مان ڪانگريس جو مقصد، هندستان تي "هندو تسلط" (Hindu domination) قائم ڪرڻ آهي، ان ڪري ملڪ ۾ لاقانيت واريون حالتون پيدا ٿيون آهن، جنهن ڪري تمام گهڻين ملڪيتن ۽ جانين جو نقصان ٿيو آهي.

ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو اهو غورشده رايو آهي تہ هيءَ هلچل، انگريزي حڪومت کي هيسائي، اختيار هندن جي طبقاتي مفاد جي حامي ڪانگريسين کي هٿ ۾ ڏيڻ لاءِ شروع ڪئي وئي آهي، تہ ان طرح سان مسلمانن ۽ ٻين اقليتن وارن سان برٽش سرڪار طرفان ڪيل واعدن ۽ جوابدارين کي پوري ڪرڻ کان روڪيو وڃي ۽ مسلمانن کي مجبور ڪري، ڪانگريس جي شرطن ۽ حڪمن اڳيان جهُڪايو وڃي.

جنگ جي شروعات يا ان کان اڳ ڪانگريس جي پاليسيءَ جو مکيہ مقصد اهو پئي رهيو آهي تہ انگريزن کي ڪجهہ لٽ، ڪجهہ چٽ ڏيکاري، ڪانگريس کي اختيار ڏيڻ لاءِ مجبور ڪن. ڪانگريس ٺوري انداز ۾ ٻين جاتين کان سواءِ سموري هندن جي جماعت آهي. ڪانگريس جڏهن ڏهن ڪروڙن مسلمانن جي حق کي پوئتي اڇلائي، هندستان جي حقِ خودارادي‌ءَ جي دعوي ڪري ٿي تہ ان مان ان جي مراد هندو اڪثريت جي خودارادي آهي. ڪانگريس مسلم قوم جي مستقبل ۾ حق

خودارادیت جي حق جي مخالف پئي رهي آهي.

پهرين مئي ۱۹۴۲ع تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ، مسلم ليگ جي مطالبي مسلمانن جي حق خودارادیت کي رد ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪري، فرقيوار مسئلي تي تاهه ٿيڻ جو دروازو بند ڪري ڇڏيو آهي. ڪانگريس گذريل ويهن سالن کان آزاديءَ جي حصول لاءِ هندو مسلم سمجهوتي کي ضروري پئي ڄاڻايو آهي، ليڪن هن ٺهراءُ پاس ڪرڻ سان اڳين پاليسيءَ کي ڇڏي، نئون رُخ اختيار ڪيو آهي ته انگريزن جي ملڪ مان نڪري وڃڻ کان پوءِ پاڻهي هندو مسلم سمجهوتو ٿي ويندو.

ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي راءِ ۾ "سر اسٽئفورڊ ڪريس" جي ڪانگريس سان ڳالهه ٻولهه آزاديءَ جي سوال تان ختم نه ٿي آهي، پر مسلمانن ۽ ٻين اقليتن کي ڪانگريس جي رحم ۽ ڪرم تي نه ڇڏڻ تي ختم ٿي آهي. برٽش سرڪار جيڪڏهن ڪانگريس جي گهر قبول ڪري ها ته اقليتن طرفان عام طرح ۽ مسلمانن پاران خاص طرح ان جي مخالفت ڪئي وڃي ها. مسلم ليگ کي ڪانگريس وزارت (حڪومتن ) جي اختيار ڪيل پاليسي دل تان نه وسري آهي.

ڪانگريس، سر اسٽئفورڊ ڪريس کي سندس مرضيءَ مطابق فيصلي نه ڪرڻ جي حالت ۾ "ڪئٽ انڊيا" (هندستان خالي ڪريو)جو نعرو بلند ڪري، عام قانوني انحرافي (Civil disobedience) جي ڌمڪي ڏني آهي. ڪانگريس اهو نعرو، ڏوڪي طور مالهن کي برغلائي حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ هٿي رهي آهي. مسلمان آزاديءَ جي حصول لاءِ گهٽ منتظر نه آهن. آزاديءَ جو حصول مسلم ليگ جي بنيادي مقصد ۾ شامل آهي، پر ان کي يقين ويهي ويو آهي ته ڪانگريس جي موجوده هلچل ملڪ جي اهڙيءَ آزاديءَ لاءِ شروع ڪيل نه آهي، جنهن ۾ ملڪ جي مکيه قومي عنصرن کي هڪجهڙي آزادي ملڻ واري هوندي. بلڪ ڪانگريس جي مرضي پاڪستان جي تجويز ختم ڪرائي، هندو راڄ قائم ڪرڻ آهي.

ورڪنگ ڪاميٽي انگريز حڪومت پاران ڏهه ڪروڙ مسلمانن جي قومي جذبات ۽ خواهش جي پورائي نه ڪرڻ واري روش ۽ پاليسيءَ تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪري ٿي. هڪ طرف ڪانگريس مسلمانن جي گهر کان انڪار ڪري، کين دٻائڻ چاهي ٿي، ٻئي طرف برٽش حڪومت مسلمانن جو تعاون قبولڻ لاءِ تيار نه آهي. برٽش سرڪار جو خاص ڌيان ڪانگريس کي رضامند ڪرڻ طرف پئي رهيو آهي. باوجود ان جي اها ان کي راضي ڪري نه سگهي آهي. مورڳو انهن (ڪانگريس وارن) قانوني انحرافي شروع ڪري ڏني آهي.

جنگ جي شروعات کان وٺي مسلم ليگ اڪيلي سر يا ٻين پارٽين جي شرڪت سان حڪومت جي جوابداري کڻي، ملڪ جا جملي وسائل هندستان جي بچاءَ لاءِ ڪتب آڻڻ لاءِ تيار ۽خواهشمند پئي رهي آهي، پر ان شرط تي ته حقيقي اختيار مرڪز ۽ صوبن ۾ موجود آئين جي دائري اندر ڏنا وڃن. انهيءَ ئي پاليسيءَ جي مدنظر مسلم ليگ اگسٽ ١٩٤٠ع واري برٽش سرڪار جي آڇ (offer) کي قبول ڪيو هو.

پر سرڪار پنهنجيءَ آڇ جي پوري ڪرڻ لاءِ اهڙي روش اختيار ڪئي، جو مسلم ليگ لاءِ سرڪار سان عزت ڀرئي نموني تعاون ڪرڻ ناممڪن ٿي پيو. مسلم ليگ جي تعاون واري آڇ کي برٽش سرڪار طرفان ٺوڪاري ڇڏڻ جي باوجود، جپانين جي خطري کي نظر ۾ رکي مسلم ليگ ٢٧ ڊسمبر ١٩٤١ع واري ٺهراءُ ۾ ڪيل آڇ کي وري هيٺين لفظن ۾ ورجايو ته :

"جنهن صورت ۾ جپان طرفان محوري طاقتن سان شامل ٿيڻ ڪري جنگ جو خطرو هندستان جي نزديڪ اچي پهتو آهي، ان ڪري هندستان جي بچاءَ جو سوال وڌيڪ اهميت حاصل ڪري ويو آهي. سو هيءَ ڪاميٽي ٻيهر ظاهر ڪري ٿي ته اها بچاءَ جي جوابداري کڻڻ لاءِ تيار آهي، جنهن جو اظهار آل انڊيا مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ نومبر ١٩٣٩ع ۾ ڪيو هو.

ورڪنگ ڪاميٽي وري به ظاهر ڪرڻ گهري ٿي ته اها ملڪ جي بچاءَ جي جوابداري اڪيلي يا ٻين پارٽين سان گڏ کڻڻ لاءِ تيار آهي، پر شرط آهي ته مرڪز ۽ صوبن ۾ ڪين موجوده آئين اندر حقيقي حصو ۽ جوابداري (اختيار) ڏني وڃي، ۽ ان جو مستقبل جي آئيني جوڙجڪ تي ڪو به اثر نه پوي."

برٽش سرڪار مسلم ليگ جي آڇ مڪمل طرح ٺڏي ڇڏي، پر سراسٽئفورڊ ڪرپس جي تجويزن ۾ ڪانگريس جي برٽش ڪامنويلٿ کان جدا ٿيڻ واري گهر قبولي وٺي هئي آئين ساز اسيمبلي هندو اڪثريت سان ٺاهڻ جو اصول به قبوليل هو، پر ان ۾ پاڪستان بابت رڳو صوبن جي نه شامل ٿيڻ واري رٽ جو اظهار ڪيل هو.

ان ڪري ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو پرزور رايو آهي ته جيڪڏهن مسلمانن کي جنگي مدد ۽ گهربل قربانين لاءِ تيار ڪرڻو آهي ته ڪين يقين ڏيارڻ ضروري آهي ته سندن پاڪستان جي گهُر قبول ڪئي ويندي. ان ڪري مسلم ليگ وري به برٽش سرڪار کان گهر ڪري ٿي ته بنا ڪنهن دير جي مسلمانن جي حقِ خوداراديت جو ڪين يقين ڏياريو وڃي ۽ وعدو ڪيو وڃي ته اها آل انڊيا مسلم ليگ جي ٢٣ مارچ

۱۹۴۰ع جي لاهور قرارداد موجب ڪين پاڪستان ڏيندي.

اتحادين (United nations) پاران باربار دنيا جي ننڍين قومن کي آزادي ڏيارڻ جي اظهار کي مدنظر رکي، ورڪنگ ڪاميٽي اتحادين جو ڌيان هندستان جي ڏهه ڪروڙن مسلمانن جي اڪثريت وارين ايراضين ۾ سندن حڪومتون قائم ڪرڻ طرف ڇڪائي ٿي.

ورڪنگ ڪاميٽيءَ کي ويساهه ويٺل آهي ته هندستان جي آئيني مسئلي جو حل صرف پاڪستان قائم ڪرڻ جي ذريعي ٿيندو. انهيءَ ذريعي ئي هندستان جي ٻن مکيه قومن -هندن ۽ مسلمانن کي انصاف پلئه پئجي سگهندو. جيڪڏهن متحده هندستان لاءِ ڪانگريسين جي گهر قبول ڪئي وئي ته ان سان هندستان جا ڏهه ڪروڙ مسلمان، هندو راڄ جي ڳٽ هيٺ اچي ويندا، ان طرح آخري طور بدامني ۽ ٻاجاگرڏي (دهشتگردي) وڌي ويندي ۽ هندستان مان مسلمانن ۽ اسلام جي پاڙ پٽجي ويندي.

مسلم ليگ وقت به وقت ظاهر پئي ڪيو آهي ته اها نه رڳو پاڪستان جي صورت ۾ مسلمانن جي آزاديءَ لاءِ گهر ڪري ٿي، پر هندستان ۾ هندن جي آزادي ٻڻ ساڳيءَ طرح چاهي ٿي ۽ ان لاءِ هر وقت ڳالهين لاءِ تيار آهي. مسلم ليگ، جنگ جي ڪاميابيءَ لاءِ ڪنهن به پارٽيءَ سان هڪجهڙائيءَ جي بنياد تي عارضي صوبائي حڪومتن قائم ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

انهن حالتن جي مدنظر ورڪنگ ڪاميٽي گهڻي غور ۽ فڪر ڪان پوءِ مسلمانن کي مشورو ڏئي ٿي ته ڪانگريس جي شروع ڪيل (ڪئٽ انڊيا) تحريڪ کان پاسو ڪن ۽ پنهنجو هميشه وارو امن پسند رويو قائم رکيو اچن. مسلم ليگ کي اميد آهي ته ڪانگريس پاران مسلمانن کي زوربار -ٻري تحريڪ ۾ حصي وٺڻ لاءِ مجبور نه ڪيو ويندو، ٻيءَ حالت ۾ مسلمان مجبور ٿي پنهنجي عزتن، ملڪيتن ۽ جانين جي تحفظ لاءِ هر قسم جي مقابلي لاءِ تيار ٿي ويندا."

جيتوڻيڪ بمبئي آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي انهي اجلاس جي ڪاروائيءَ مون کي دلشڪستو ڪيو، پر پوءِ به همت نه هاريم ۽ ڪن ڪميونسٽ دوستن (سجاد ظهير، ڊانگي، ڪامريڊ اشرف وغيره) جي چوڻ تي ته: "مسلم ليگ هاءِ ڪمان جي غلطين جي باوجود مسلم ليگ کي درست ڪري سگهجي ٿو،" مون سنڌ مسلم ليگ جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ پنهنجون سرگرميون جاري رکيون ۽ مسلم ليگ ۾ اصلاح آڻڻ ۽ ان کي مسلمان عوام جي ڀلائيءَ لاءِ

جاڪوڙڻ تي مجبور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهيس. ان سلسلي ۾ ۳ مارچ ۱۹۴۳ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ هڪ تاريخي قرارداد (Resolution) پيش ڪري پاس ڪرايم. هيءَ اهو وقت هو، جڏهن ڪانگريس جو وڏو طرفدار الهه بخش سومرو، وزارت تان برطرف ٿي چڪو هو ۽ ڪانگريس جا ميمبر، ڪئٽ انڊيا تحريڪ جي سلسلي ۾ يا تہ جيلن ۾ هئا يا اسيمبليءَ کان ٻاهر هئا.

هتي آءٌ اها قرارداد ۽ ان تي ڪيل منهنجي تقرير پيش ڪري رهيو آهيان.

## ۳ مارچ ۱۹۴۳ع ٺهراءُ وارو:

هيءَ اسيمبلي سنڌ سرڪار کي سفارش ٿي ڪري تہ وائسراءِ هند جي معرفت بادشاهہ سلامت جي حڪومت کي سنڌي مسلمانن جي هيٺين جذبات ۽ خواهشن کان واقف ڪري؛

"جيئن تہ هندستان جا مسلمان مذهب، فلسفہ حيات، معاشي رسمن، ادب، روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي جدا هئڻ سبب هڪ جداگانہ قوم آهن ۽ هڪ جدا قوم هئڻ جي حيثيت ۾ هندستان جي جنهن خطہ زمين ۾ هو اڪثريت رکن ٿا، اتي "آزاد ۽ خودمختيار قومي حڪومتن" قائم ڪرڻ جا حقدار آهن. ان ڪري صوبہ سنڌ جا مسلمان پروزور طريقي سان پنهنجي راءِ جو اظهار ڪن ٿا تہ ڪين ڪو بہ اهڙو آئين قبول نہ ٿيندو، جو کين هڪ مرڪزي حڪومت ۾ ٻيءَ اڪثريت واري قوم جي ماتحت رهڻ لاءِ مجبور ڪري، ڇاڪاڻ تہ مستقبل ۾ سندن آزادانہ زندگي گذارڻ ۽ علحده نظريہ حيات مطابق ترقي ڪرڻ لاءِ اهو ضروري آهي تہ کين پنهنجون "جدا آزاد قومي حڪومتون" قائم ڪرڻ ڏنيون وڃن.

ان ڪري ڪا بہ اهڙي ڪوشش جا کين زبردستيءَ هڪ مرڪزي حڪومت جي ماتحت رکندي، سا کين قبول نہ آهي. بلڪ اهڙي ڪوشش لازمي طور ملڪ ۾ خانہ جنگي ۽ ٻين خوفناڪ نتيجن جي صورت ۾ نمودار ٿيندي." ٺهراءَ جو انگريزي متن هن ريت هو.

"This House recommends to government to convey to His Majisty's Government through His Excellency the vicoroy, the sentiments and wishes of the Muslims of this province that religion, philosophy, social customs, litrature, traditions, political & economic theories of their own, quite different from those of the Hindus. They are justly entitled to

the right, as a single seperate nation, to have indepedent national states of their own, carvenout in the zones where they are in majority in the subcontinent of India.

"Where fore they emphatically declare that no constitution shall be acceptable to them that will place the Muslims under a centeral Government dominated by another nation, as in order to be aike to paly their part freely on their own distinet lines in the order of the things to come, it is necessary for them to have independent National states of their own and hence any attempt to subject the muslims of India under one central government is bound to result in civil war with grave un unhappy happy conseqauences."

[Text of resolution, published by Sindh Govt: Assembly proceedings, 3, Mar: 1943]

### ريزوليشن تي منهنجي ڪيل تقرير:

جناب صدر!

آءُ هن نهراءِ ذريعي سنڌي مسلمانن جي نمائندي جي حيثيت ۾ هندستان جي ڏهه ڪروڙ مسلمانن جي مطالبي "پاڪستان" کي هن عزت ماب ايوان ۾ پيش ڪري رهيو آهيان.

اهو مطالبو قومن جي بنيادي حق خوداراديت جي اصول مطابق مسلمانن جي حقن جي حفاظت لاءِ ضمانت جي صورت رکي ٿو.

دنيا اڄ سياست جي انهيءَ ارتقائي دور مان گذري رهي آهي، جو دور هر قوم لاءِ هڪ جهڙ حقن سان آزاديءَ جي نعمت مائڻ لاءِ اميدون ڏياري رهيو آهي. اها آزاديءَ جي تمنا ئي هئي، جنهن هندن ۽ مسلمانن کي خلوص دل سان جدوجهد ڪرڻ، تڪليفن سهڻ ۽ قربانيون ڏيڻ لاءِ آماده پئي ڪيو آهي.

سائين منهنجا! آءُ اوهان کي يقين ڏياريان ٿو ته مسلمان قوم، جنهن انگريزن جي اچڻ کان اڳ هندستان ۾ اٺ سؤ ورهيه حڪومت ڪئي هئي، تن کي سندن نفسياتي ساخت، قومي ڪردار ۽ روايات ڪري هندستان جي آزاديءَ لاءِ ايتري ئي خواهش ۽ جذبو آهي، جهڙو پين هندستان جي رهاڪن کي آهي.

پاڪستان جي گهر مسلمانن جي جدا قوم هئڻ جي بنياد تي ڪئي وڃي ٿي.

برصغير هندستان جاگي راافيائي طرح هڪ ملڪ شمار ڪري نٿو سگهجي. هندستان جي "جاگرافيائي وحدت" جو اڪثر ذڪر ڪيو وڃي ٿو، ليڪن ان کي هڪ ملڪ سڏڻ حقيقتن جي برعڪس ٿيندو. انگلنڊ ته ڇڏيو، جيڪڏهن يورپ کي انهيءَ نقطہ نگاهہ کان هڪ ملڪ سڏبو ته مثال نهڪي ايندو. پر يورپ هينئر بہ مختلف قومن جو مجموعو آهي. جي اڃا گڏجي فيڊريشن جي درجي تي نہ پهچي سگهيون آهن.

هتي جيڪڏهن سنڌ ۽ گجرات جي صوبن جا مثال وٺبا ته حقيقت تي پوري روشني پئجي ويندي. باوجود ٻنهي صوبن جون سرحدون مشترڪ هجڻ جي، هڪ صوبي مان ٻئي ۾ پهچڻ تي ٢٨ ڪلاڪ لڳي وڃن ٿا، ڇاڪاڻ ته سندن وچ ۾ هڪ وڏو رڻ پٽ حائل آهي. ٻئي طرف فرانس ۽ جرمنيءَ جو مثال وٺبو ته معلوم ٿيندو ته فرانس مان جرمنيءَ پهچڻ ۾ صرف ٥ منٽ لڳندا. مٿين مثال مان پتو پئجي ويندو ته "جاگرافيائي وحدت" جو دليل ڪيتريقدر غلط ۽ بي بنياد آهي.

هندستان، برصغير (Subcontinent) ٿي سگهي ٿو. يورپ، آفريقا، اتر ۽ ڏکڻ آمريڪا جا مثال ان سان پوري مشابهت رکي سگهن ٿا. انهيءَ هندستاني "جاگرافيائي وحدت" واري دليل جي بنياد تي يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا حق بجانب رهندي، جيڪڏهن اها هيءَ تقاضا ڪري ته ڪئناڊا ۽ ميڪسيڪو، جيڪي جاگرافيائي طور هن سان مليل آهن، سي ساڻس شامل ڪيا وڃن. اهڙيءَ طرح ارجنٽائين، پيرو ۽ چليءَ کي هڪ ٻئي کان جدا رهڻ لاءِ بہ ڪي سبب ڪو نہ رهندا. ڪئناڊا ۽ يونائيٽيڊ اسٽيٽس جا رهاڪو نہ رڳو ساڳين نسلن جا آهن، پر ٻولي بہ هڪ ڳالهائين ٿا، مذهب هڪ اٿن، لباس، رسمون ۽ رواج بہ ساڳيا اٿن، ادب ساڳيو اٿن، پاڻ ۾ مٽيءَ ماٽيءَ ۾ گڏجي سگهن ٿا. جاگرافيائي طرح هڪ ٻئي سان لاڳو ۽ مليل آهن. ليڪن باوجود انهيءَ جي ڪئنا ڊا پنهنجي جداگانہ هستي قائم رکيو اچي.

ساڳي طرح ڏکڻ آمريڪا جون مٿي ذڪر ڪيل قومون، جيڪي هڪ ئي جاگرافيائي خطي ۾ رهن ٿيون، سي گهڻو ڪري اسپيني نسل جون آهن، ٻولي ساڳي اٿن، لباس ساڳيو اٿن، مٽي ماٽيءَ ۾ گڏجي سگهن ٿيون، انهن ۾ ظاهري ڪا بہ اهڙي ڳالهہ نہ آهي، جيڪا هڪ ٻئي کان مختلف هجي، تہ بہ اهي پنهنجي نموني جُدا رهڻ کي پسند ڪن ٿا ۽ منجهن ڪا بہ اهڙي نشاني ڏسڻ ۾ ڪا نہ ٿي اچي، جو اهي فيڊريشن ناهڻ يا گڏجڻ لاءِ تيار هجن.

ساڳي حالت چين ۽ سائبيريا جي آهي. جاگرافيائي طور هڪ ٻئي سان نزديڪ آهن ۽ نسل بہ ساڳيا اٿن، تڏهن بہ سائبيريا چين سان گڏجي رهڻ جي عيوض يورال

جبلن جي ٻئي طرف واري ملڪ رشيا سان ٿي ڳنڍيل آهي.

انهن مثالن کي نظر ۾ رکندي صرف جاگرافيائي وحدت کي متحده قومي وجود لاءِ دليل ٺهرائي نه ٿو سگهجي.

هاڻي اچو ته خود لفظ "نيشن" (Nnation) جي معنيٰ تي غور ڪريون. "نيشن" لفظ "نيٽس" (Natus) ڌاتو مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ "ڄاول" آهي، جنهن جو لاڳاپو ۽ واسطو اصل نسل سان آهي.

اهو ثابت ٿيل امر آهي ته جرمن ۽ ماڻهو ساڳئي نسل مان آهن ۽ شارليمين (Charlemagne) جي فرانس ۾ ٻئي شامل آهن. اٺون مٿي ٻڌائي آيو آهيان ته فرانس ۽ جرمن جاگرافيائي طور هڪ ملڪ شمار ڪري گهرجن. ساڳي حالت سندن نسل بنسبت آهي. زبان جي نقطه نگاهه کان سندن زبانون انڊو- جرمنڪ يا انڊو- يوريين گروپ مان آهن. انهن ٻنهي ملڪن جي هڪ گڏيل جمهوري حڪومت ٺهي سگهي ٿي، پر جرمن توڙي فرانس ڪڏهين اها ڳالهه قبول نه ڪندا.

وڌيڪ اوهان کي ياد ڏيارينداس ته فرينچ ادب ٻن صدين تائين جرمنن پڙهيو ۽ پسند ڪيو. جرمن زبان جي ادب کي ترقي ڏيارڻ ۾ فرينچ ادب کي وڏو دخل آهي. جهڙيءَ طرح فرينچ ادب جرمنيءَ ۾ عام جام پڙهيو ويندو هو، اهڙيءَ طرح جرمن فلاسافي فرانس جي يونيورسٽين ۾ صديءَ تائين پڙهائي ويندي هئي. هو (جرمن ۽ فرينچ) مٽيءَ ماٽيءَ ۾ گڏجن ٿا، رسم ۽ رواج اڪثري ساڳيا اٿن، انهيءَ هوندي به جيڪڏهن "جمهوري طريقه حڪومت" ۾ انهن کي ملائڻ جي ڪوشش ڪبي ته ان جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو ته ٽن ڪروڙ فرينچن کي اٺ ڪروڙ جرمن ويڙهي ويندا ۽ توري وقت کان پوءِ فرينچ جُدا هستي وڃائي ويهندا.

ممڪن آهي ته ڪي ماڻهو هنن ٻن مخالف قومن جو مثال ٺيڪ نه سمجهن، ته ڪين هالينڊ، بيلجم، سوئيڊن ۽ ناروي جو مثال ياد ڏيارينداس؛

يورپ جي تاريخ تي هڪ سرسري نظر ڊوڙائڻ سان پتو پئجي سگهندو ته جمهوريت ۽ نيشنلزم يورپي ملڪن کي اتحاد ۽ ميلاپ طرف ڇڪڻ جي عيوض جدائيءَ جداگانه هستين قائم ڪرڻ طرف پئي گهليو آهي.

نيشنل ۽ جمهوري حڪومتن ۾ زوريءَ جو ڳانڍاپو ڪا معنيٰ ئي نه ٿو رکي، صرف باهمي سمجهوتي ۽ مسلسل لاڳاپن ذريعي ئي دائمي اتحاد قائم ٿي سگهي ٿو.

نيشنلزم جي اثر هيٺ ملڪن ۾ معاشرتي لاڳاپا به پوريءَ طرح قائم ٿي نه سگهيا آهن، هڪ جنسيت ۽ هڪ قوميت ته اجا پري رهي. فطري قانون پٽاندڙ

انساني اتحاد جي ترقي مقرر حد کان زياده تيز ٿي نہ سگھندي، جيڪڏھن انھيءَ درمياني عرصي کي، جيڪو قومن جي ميلاپ ۽ سمجھوتي لاءِ ضروري آھي، مصنوعي طريقن سان گھٽ ڪبو تہ فائدي عيوض نقصانڪار رد عمل پيدا ٿيندو.

اختلاف يا ڇنايپڻي اڻ ونندڙ ڳالھيون آھن، ليڪن ترقيءَ جي راھہ ۾ مقابلي جو ھئڻ ضروري سمجھيو وڃي ٿو. ڪليل مقابلي کان سواءِ مصنوعي اتحاد پيدا ڪرڻ قومي زندگيءَ ۾ جمود ۽ موت پيدا ڪرڻ جي برابر ٿيندو.

مٿي ذڪر ڪيل جاگرافيائي، معاشرتي، اقتصادي، مذھبي ۽ سياسي طور يورپ جي ھڪجھڙن ماڻھن جي تاريخ تي سرسري نظر ڊوڙائڻ بعد معلوم ٿيو تہ باوجود "نسلي ھمجنسيت" جي بہ اُھي ھڪ قومي قالب ۾ سمائجي نہ سگھيا آھن.

ھاڻي اچو تہ ھندستان جي حالتن تي نظر ڊوڙايون؛

مون اڳ ھندستان جي صرف ٻن صوبن گجرات ۽ سنڌ جو مثال پيش ڪيو ھو تہ انھن کي ھڪ "جاگرافيائي خطو" ليکي ھڪ قوم شمار ڪرڻ ڪيڏو نہ مشڪل آھي، تہ پوءِ، بنگال، وچين علائقن (Central provinces) ۽ مدراس وغيره جي مشابھت سنڌ سان ڪرڻ تہ اجا ئي وڌيڪ ڏکيو ڪم ٿي پوندو، جتي جا رھاڪو ھڪ ٻئي جي زبان بہ سمجھي نہ ٿا سگھن.

ھاڻي جيڪڏھن اسان انھن جي مذھبي نقطہ نگاھہ کان پيٺ ڪنداسون تہ معلوم ٿيندو تہ انھن مان ھڪ فرقو ٻي سان سوشل تعلقات بہ رکڻ نہ ٿو گھري. گجراتي برھمڻ جو نہ رڳو لباس مسلمان کان علحده آھي، پر جيڪڏھن مسلمان جو ھٿ يا صرف پاڇو ان جي کاڌي پيتي تي پوي ٿو تہ ھو اھو کائڻ جي عيوض اڇلائي ڇڏڻ کي زياده پسند ڪري ٿو. پاڻ ۾ مٿيون مائٽيون تہ قريباً ناممڪن آھن. پنگتي (سماجي) جدائي ھنن ۾ ھڪ عام مقبول ڪيل اصول بنجي ويل آھي. ان ۾ ئي سندن باھمي امن امان جي ضمانت آھي. ھڪ ٻئي جي ويجھي اچڻ يا پنگتي ملاوت جي ڪوشش پاڻ منجھن فسادن جي صورت پئي اختيار ڪئي آھي. ڪو پُڇي تہ سندن اختلافن جو بنيادي ڪارڻ ڪھڙوآھي تہ ان جو جواب ملڻ ڏکيو نہ آھي.

ھن زماني ۾ اسان جن ڳالھين کي "نظرين" جي نالي سان سڏيون ٿا، تن کي اڳئين زماني ۾ "مذھب" جو نالو ڏنل ھو. جماعتون بہ اڳي مذھبي نقطہ نگاھہ کان ٺھنديون ھيون.

يورپ جا ترقي پسند عناصر ۽ جديد خيالن جا حامل گھڻين تڪليفن ۽ قربانين کان پوءِ انھيءَ مذھبي تنگ خياليءَ جي پيدياون کان مس پاڻ ڇڏائي سگھيا آھن، پر پنھنجي

ٻيل ملڪن جا قدامت پسند فرقا اڃا تائين فرقي پسنديءَ ۽ سماجي ٻيدٻاون ۾ قائل هجڻ ڪري دنيا جي ارتقائي رفتار ۾ پوئتي پئجي ويا آهن.

هتي جي قدامت پسنديءَ جو ثبوت ان مان ملندو تہ ٻڌڌرم، جيڪو هندن جي مذهب ۾ هڪ ارتقائي قدم هو، جيڪو سماج (Society) جي گهٽين خامين کي مٽائي اڳتي وڌائي سگهيو ٿي، ان کي هتان جي قدامت پسندگروهہ قبولڻ جي عيوض مخالفت ڪري تڏي ملڪ مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو، ۽ ان (ٻڌڌرم) وڃي سيلون، برما، چين ۽ تبيٽ ۾ پناهہ ورتي آهي. جاهل برهمڻ اڃا تائين چون ٿا تہ گوتم ٻڌ هندو ڌرم کي ختم ڪرڻ آيو هو. بنيادي طرح برهمڻزم، نان مشنري ۽ قدامت پسند مذهب رهيو آهي. سندن چوڻ مطابق برهمڻ صرف جمي پيدا ٿيندو آهي، ٻين مذهبن مان شڌ ٿيڻ تي برهمڻ بڻجي نہ ٿو سگهي. ڪو بہ ماڻهو ڪيترين سروتين يا سمرتين ڪٿي ڄاڻندو هجي ۽ نسل بہ آريا مان چو نہ هجي، پر نہ برهمڻ ٿي سگهي ٿو ۽ نہ کتري، البت وئش ۽ شودر بنجڻ لاءِ رستا کليل اٿس.

جيڪڏهن ڪنهن نسل يا فرقي جي جوڙجڪ اهڙي محدود ۽ سخت نهيل هجي، جو ان ۾ ڪنهن قيرقار جي گنجائش نہ هجي تہ جيسين تائين انهن حالتن ۾ تبديلي نہ آئي آهي، اتي جمهوريت ۽ نيشنل حڪومت قائم ٿيڻ ۽ آسانيءَ سان ان تي عمل درآمد ٿيڻ مشڪل پيو نظر اچي.

هاڻ اچو تہ هندستان جي مکيہ مذهبن- هندو ڌرم ۽ اسلام تي بحث ڪري ڏسون تہ اهي پنهنجن پوئلڳن کي گڏي هڪ قوم بنجڻ لاءِ ڪيتريقدر پاڻ وٽ گنجائش رکن ٿا.

موجوده حالتن ۾ اهي هڪ ٻئي کان زندگيءَ جي ڪيترن مسئلن ۾ اختلاف رکن ٿا، سندن رواج ۽ رسمون، ادب ۽ اقتصادي نظريا جدا آهن. مسلم فلاسافي انسان کي آزاد فرد تسليم ڪندي، کيس زندگيءَ جي راهہ ۾ ترقي ڪرڻ لاءِ ڪشادي ميدان ۽ آزاد عمل جو سبق ڏئي ٿي. ٻئي طرف هندو فلاسافي "ڪرم" جي نظريي ۾ اعتقادرکندي، فرد جو دائره عمل محدود رکندي اچي ۽ کيس ڪرمن جي محتاج رهڻ جو درس ڏئي ٿي. مسلم فلاسافي جماعت ۽ فرد جي ٻين سان مساوات ۽ برابريءَ جي اصول تي تعلقات قائم ڪرڻ جي حامي آهي. هندو فلاسافي انسان ذات ۾ مختلف ارتقائي درجن جي حقيقت کي تسليم ڪندي، انهن کي دنياوي ڪاروبار ۽ عمل ۾ سهوليت خاطر چئن درجن يا ذاتين ۾ ورهائڻ کي وڌيڪ ڪارآمد سمجهي ٿي. ايتريقدر جو ڀڳوت گيتا جهڙي ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ: "جڏهن ذاتين جا فرق

ختم ٿيندا يعني (class less society) نهندي ته ٽرم ختم ٿي ويندو."

مذهبي فلاسافيءَ جي نقطہ نگاهہ کي هڪ طرف ڇڏي، جيڪڏهن پنگتي خيال سان ان مسئلي تي غور ڪنداسون ته باوجود هڪ هزار سال هڪ ٻئي سان گڏ رهڻ جي به هندو ۽ مسلمان پنگتي طور هڪ ٻئي کان جدا ٿيو بيٺا آهن. نه پاڻ ۾ مٽيون ماٽيون ڪن ٿا ۽ نہ گڏ کائين ۽ پيئن ٿا. مسلمان جو پاڇو اچا به ڪن هندن جي بدن يا ڪاڌي کي پليت ڪريو ڇڏي. سندن ڪاڌي جي اها حالت آهي، جو هڪ شيءِ هڪ ٽر وٽ کائڻ جي اجازت آهي ته ٻيءَ وٽ منع آهي. اهي اختلاف سندن روزمره جي زندگيءَ تي اثر ڪرڻ کان سواءِ رهي نہ ٿا سگهن. سو جيسين تائين ٻنهي مذهبن جي عوام مان مذهبي ڪٽرپڻو گهٽ نہ ٿيو آهي، ان وقت تائين انهن جو گڏجي هڪ قومي قالب ۾ سمائجڻ مشڪل نظر اچي رهيو آهي.

پروفيسر رينان، جيڪو نيشنلزم جي موضوع تي ماهر سمجهيو وڃي ٿو، ان جو چوڻ آهي ته:

"قوميت هڪ روحاني ۽ نفسياتي جذبات تي بڌل حقيقت ٿئي ٿي. هم جنسيت جو خيال ئي مختلف فردن کي هڪ ٻئي جي نزديڪ آڻي ٿو. اها هم جنسيت به ٿاري تلوار مثال آهي. جيڪا جيڪڏهن ڪن کي ملڪي حقيقتن جي بنياد تي گڏي ٿي ته ڪن کي هڪ ٻئي کان ڌاريون ثابت ڪري، جدا ڪري ٿي"

عام طرح اڄڪلهہ ائين چوڻ ۾ اچي رهيو آهي ته عوام لاءِ اقتصادي مسئلو مذهبي ۽ پنگتي نظرين جي ڀيٽ ۾ اهميت رکي ٿو، ۽ انهيءَ مسئلي کي پوريءَ طرح سلجهائڻ سان فرقيوار سوال ازخود ختم ٿي ويندا، ليڪن هندستاني سماج جي موجوده ذهني ۽ پنگتي پست حاليءَ جي ڪري، انهيءَ مسئلي جو ترت حل نظر نہ ٿو اچي.

جيڪڏهن اسان جو آخري مقصد هڪ آزاد ۽ ترقي يافتہ متحده قوم بنائڻ جو آهي ته ان جو بهترين ذريعو هيءَ آهي ته هندن ۽ مسلمانن کي سندن اڪثريت وارين ايراضين ۾ سندن ڪلچر، فلاسافي ۽ روايتن جي مدنظر ترقي ڪرڻ لاءِ مناسب موقعا ۽ سهوليتون ملڻ گهرجن، تہ پوءِ اڳتي هلي اهي خوشنما مرڪب جو مجموعو بنجي پوندا. ليڪن ڪو به عارضي ۽ زبردستيءَ مڙهيل اتحاد نہ رڳو ڪين قبول نہ پوندو، بلڪ رد عمل پيدا ڪري، منجهن وڌيڪ اختلافن پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ بنبو. مسلم اقليت کي هندو سوسائٽيءَ جي تنگ خياليءَ جي ڪري هميشہ خطرو رهي ٿو ته هندو اڪثريت سندن ڪلچرل ۽ اقتصادي واڌاري لاءِ موقعا پيدا ڪري ڏيڻ ۾ رڪاوٽون وجهندي رهندي. جمهوريت جي معنيٰ "عوام جي

حڪومت" آهي، پر ان عوام جو هر جنس هئڻ سبب کان ضروري ڳالهه آهي. انهيءَ لاءِ آزادانه طور بنا خوف خطري جي ڪم ڪرڻ لاءِ درمياني عرصي جي ضرورت آهي. ڪا به حڪومت صحيح معنيٰ ۾ عوامي حڪومت سڏي نه سگهبي، جيسيتائين انهيءَ جي عوام جون مرادون ۽ مقصد ساڳيا نه هوندا.

موجوده حالت ۾ جڏهين پنهي مذهبي فرقن جا اختلاف ايترا نمايان آهن، تڏهن جمهوري حڪومت ۾ هميشه اڪثريت جا مفاد اقليت مٿان غالب رهندا.

اسان اڄڪلهه هٽلر ۽ ٻين ڊڪٽيٽرن کي ڏوهه ڏيون ٿا ته اهي پنهنجي راءِ ماڻهن مٿان زوريءَ مڙهين ٿا. ليڪن ذرا غور ڪري ڏسندا ته هندستان ۾ جڏهين ۳۰ ڪروڙ هندو بنا سمجهوتي جي حڪومت جي واڳ وٺندا ته ڏهه ڪروڙ مسلمانن جي حالت ڪهڙي ٿيندي.

هن وقت جڏهين مکيه مذهبي گروهه سياسي طاقت جي حصول لاءِ مقابلو ڪري رهيا آهن، تڏهين انهن لاءِ ٻه طريقا ڪليل آهن. هڪ ته؛ وڏو گروهه ننڍي کي هضم ڪري پاڻ ۾ ملائي وجي، يا ٻنهي کي ڪي عارضي طرح جداگانه نشونما ڪرڻ جا موقعا ميسر ڪيا وڃن. ڪي ماڻهو اهو دليل ڏين ٿا ته مسلم اڪثريت وارن صوبن جا ماڻهو اقتصادي طرح پٺتي پيل هجڻ سبب آزاديءَ کان پوءِ ترقي ڪري ڪين سگهندا، ليڪن اهو دليل ڪا به قوم پنهنجيءَ آزاديءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ نه ٿي سمجهي. ڇا، پڪي صرف دالي خاطر جهنگل جي آزادي ڇڏي پڃري ۾ رهڻ قبول ڪندو؟ نه، هر گز نه! ان وانگر ڪا به قوم ٻين جي ماڙين تي هرڪجي، پنهنجي جهوپڙي ياهڻ لاءِ تيار نه ٿيندي.

ڇا افغانستان پنهنجيءَ آزاديءَ تان دستبردار ٿي، هندستان جي زرخيزيءَ مان فائدي وٺڻ خاطر ان سان ملي وڃڻ لاءِ تيار ٿيندو؟

ان ڪري، پاڪستاني (آزاد) رياستن لاءِ اقتصادي پستيءَ جو ڊپ پيدا ڪرڻ بي معنيٰ ڳالهه آهي. مون کي اميد آهي ته اسان جا هندو ڀائر، جيڪي آزاديءَ جي حصول خاطر هر طرح جون قربانيون ڏئي رهيا آهن، اهي ملڪي حالت کي مدنظر رکندي "مسلم ليگ جي (۱۹۴۰ع واري) لاهور واري نهراءَ" موجب مسلمانن کي سندن اڪثريت وارن صوبن ۾ "آزاد رياستن" ڏيڻ جو اصول قبول ڪري، هندستان جي سياست کي سُلجهائي، آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ رستو صاف ڪندا.

جناب صدر! آءُ پنهنجي تقرير ختم ڪرڻ کان اڳ هڪ اتفاقي واقعي جو هتي ذڪر ڪندس. اڄ ۳ مارچ، هندستان جي عظيم هستي مهاتما گانڌيءَ جي "ورت"

(روزي) ختم ڪرڻ جو ڏينهن آهي، جنهن ساري زندگي هندو مسلم اتحاد کي قائم ڪرڻ لاءِ جدوجهد پٺي ڪٺي آهي. مون کي اميد آهي تہ مهاتما کي هيترين ڪوششن کان پوءِ محسوس ٿيو هوندو تہ ملڪ جي پست حاليءَ جي ڪري "وحدت هندستان" (United India) پيدا ٿيڻ جو آسرو نہ آهي، جيستائين ڪِ ڪجهہ عرصي گذرڻ کان پوءِ ان لاءِ حالتون سازگار ٿين.

هندستان کي ڌارين جي غلاميءَ کان آزادي ۽ سامراجي حڪومت کان نجات تڏهن ٿي حاصل ٿي سگهندي، جڏهن مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ مسلمانن جي جدا آزاد حڪومتن برپا ڪرڻ جو اصول قبول ڪيو ويندو. هر اها ڪوشش، جيڪا باهمي سمجهوتي کان سواءِ سڌو انگريزن سان مسئلي حل ڪرڻ ذريعي ڪئي ويندي، سا معاملي کي درست ڪرڻ بدران پاڻ بگاڙيندي ۽ ملڪ ۾ انگريزي سامراجي حڪومت جي عرصي کي گهٽائڻ بدران وڌائڻ جو باعث بڻجندي".

[پڙهي ڏسو: سنڌ اسيمبليءَ جي ڪاروائي، ٣ مارچ ١٩٤٣ع ص ______]

هن ٺهراءَ کي اجلاس ۾ موجود جملي حاضر مسلمان ميمبرن جي تائيد حاصل هئي. خانبهادر الهہ بخش ڪراچيءَ ۾ ڪو نہ هو، ٻن هندو وزيرن ۽ هڪ ان جي پارليامينٽري سيڪريٽريءَ مخالفت ڪئي ۽ آزاد هندو گروپ جا ميمبر احتجاج طور اسيمبلي ڇڏي ٻاهر هليا ويا.

هتي هيءَ ڳالهہ واضح ڪندو هلان تہ سر حاجي عبدالله هارون جي وفات سبب سنڌ مسلم ليگ جون واڳون. خانبهادر ايوب کهڙي اشڪٽنگ صدر جي هٿ ۾ آيون. جڏهن خانبهادر کهڙو روينيو وزير ٿيو، ان وقت اسان مان جيڪي مسلم ليگ ۾ ترقي پسند ڪارڪن هئا، تن مسلم ليگ کي عوام جي مفادن جي رکپال ۽ صحيح نمائنده جماعت بڻائڻ گهريو ٿي ۽ چاهيو ٿي تہ ليگ جي ڪاروباري نظام کي وزارت جي اثر ۽ ضابطي کان آزاد رکڻ لازمي هو ۽ مسلم ليگ وزيرن کي جماعت جي ماتحت رهي ڪم ڪرڻو هو. پر خانبهادر کهڙو اسان جي ان راءِ جي ابتڙ قائم مقام صدر جي حيثيت ۾ وزارت سان گڏ هو. ان عرصي ۾ مسلم ليگ جي چونڊن (١٩٤٣) جو جيئن وقت نزديڪ ايندو ويو، تيئن ترقي پسند ۽ قدامت پسند گروپ ۾ رساڪشي شروع ٿي وئي، ترقي پسند گروهہ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي اڳواڻي ۾ ڪم ڪري رهيو هو. انهن اختلافن جي نبيري لاءِ اسان ٢٣ اپريل ١٩٤٣ع تي آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي دهليءَ واري اجلاس ۾ شرڪت لاءِ وياسون ۽ وزارت جي عوام مخالف ڪمن جي شڪايت ڪئي سون، پر جناح صاحب شڪايتن

تي ڏيان نہ ڏنو ۽ ان مسئلي تي سنڌ ۾ اڄي صورتحال جو جائزو وٺڻ جو واعدو ڪيائين.

اتان سنڌ موٽڻ کان پوءِ هڪ وڏو تاريخي سانحو، الهہ بخش سومري جي شهادت، عمل ۾ آيو، جنهن سڄيءَ سنڌ سان گڏ مون کي تمام وڏو صدمو رسايو. اسان جا مرحوم سان سياسي مسئلن تان ڪافي اختلاف هئا، پر هيءَ سنڌ جو محب وطن سياستدان ۽ سچو سپوت هو، پر اسان سنڌس زندگيءَ ۾ کيس صحيح طرح ڪو نہ سڃاتو. شهيد الهہ بخش مضبوط ارادي جو مالڪ، قابل سياستدان ۽ سچو دوست هو. ۱۹۴۲ع ۾ ڪئٽ انڊيا تحريڪ دوران سنڌ ۽ پوري برصغير ۾ انگريز جي دباءَ ۽ تشدد واري پاليسين خلاف الهہ بخش احتجاج طور پنهنجا لقب، خانبهادري ۽ او. بي. اي (Order of British Empire) ج.ا انگريزن کي ۲٦ سيپٽمبر ۱۹۴۲ع تي، وائسراءِ کي هڪ خط لکي واپس ڪيا. جنهن تان کيس ڊسمس ڪري، سر غلام حسين جي هٽ هيٺ نئين مسلم ليگ وزارت کي وجود ۾ آندو ويو هو.

سنڌس وائسراءِ کي لکيل خط جا ٽڪرا تاريخ جو رڪارڊ هئڻ سبب هتي ڏيان ٿو؛

"..... مون فيصلو ڪيو آهي تہ برٽش سرڪار کان مليل لقب، ملڪ جي عام راءِ ۽ عقيدن جي مدنظر پاڻ وٽ رکي نہ ٿو سگهان ۽ موٽائي ڏيان. هندستاني ملڪي آزاديءَ لاءِ گهڻي وقت کان جدوجهد ڪندا رهيا آهن، موجوده جنگ شروع ٿيڻ بعد اميد هئي تہ جن اصولن جي بنياد تي اتحادي قوتون فسطائي حڪومتن سان وڙهي رهيون هيون، انهن جي مدنظر هندستان کي آزادي ڏئي، ان کي جنگ ۾ آزادانہ طور حصي وٺڻ جو فخر ڏنو ويندو، پر ائين نہ ڪيو ويو.

"اهو منهنجو ايمان آهي تہ هندستاني آزادي حاصل ڪرڻ جو حق رکن ٿا. برٽش سرڪار جي بيانن ۽ عمل مان اهو ثابت ٿي رهيو آهي تہ هو هندستان جي مختلف سياسي پارٽين کي نهڻ ۾ رڪاوٽون وجهي، پنهنجو سامراجي تسلط ملڪ تي قائم رکن ٿا. تازو برٽش سرڪار جي وزيراعظم مسٽر ونسٽن چرچل جي ديوان عام ۾ ڪيل تقرير هندستان جي باشعور ۽ قومپرست ماڻهن ۾ نهايت نااميدي پيدا ڪئي آهي، ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ انگريز هندستان کي آزادي ڏيڻ جو ڪو بہ ارادو نہ ٿا رکن، ان ڪري آءُ اهڙيءَ حڪومت طرفان ڏنل لقب پاڻ وٽ نٿو رکي سگهان، ۽ موٽائي موڪليان ٿو."

خانبهادر قومپرست مسلڪ جو سياستدان هو، هن اپريل ۱۹۴۰ع ۾ دهليءَ ۾ "مسلم آزاد ڪانفرنس" جي صدارت ڪندي؟ جيڪي خيال ظاهر ڪيا هئا، اهي

تاريخ جو رڪارڊ آهن. ان ڪان سواءِ سنڌس مون سان ٿيل ان گفتگوءَ جو ڪجهه حصو هتي ڏيڻ تاريخ جي رڪارڊ جي درستيءَ لاءِ ضروري ٿو سمجهان، جيڪا منهنجي انهن پيچيل سوالن جي جوابن ۾ ٿي هئي، ته:

(١) جناح سان سنڌس ڪهڙا اختلاف آهن؟ (٢) ڪانگريس ۽ مسلم ليگ بابت ڪهڙي راءِ اٿو؟ (٣) علامه اقبال جي ١٩٣٠ع واري خطبي ۽ ١٩٤٠ع ۾ لاهور ٺهراءَ بابت توهان جو ڪهڙو رايو آهي؟

١- "جناح صاحب جو مسلمانن کي مذهب جي بنياد تي جدا قوم وارو تصور ۽ ان جي اڌار تي ملڪ جي ورهاڱي ڪرڻ وارو سوال مون کي قبول نه هو. اهو نظريو غير اسلامي، فرسوده ۽ دنيا جي موجوده تسليم ڪيل قومي نظرين مطابق صحيح نه هو......!"

٢- "....... ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻئي آل انڊيا جماعتون آهن، جيڪي سنڌ جي حالات ۽ حقيقتن کان بي خبر آهن. تنهنڪري انهن ۾ شموليت سنڌ جي جداگانه هستيءَ ۽ مفاد لاءِ نقصانڪار آهي. سنڌين مس مس محنتون ڪري سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرايو آهي، وري ڪين اهڙو قدم نه کڻڻ گهرجي، جو سنڌن خودمختياري ختم ٿي وڃي.

٣- " تون (جي- ايم- سيد) هينئر سمجهين ٿو ته پاڪستان قائم ٿيڻ سان سنڌ جي سيني مشڪلاتن، مصيبتن ۽ خرابين جو حل حاصل ٿيندو. اهو تنهنجو خيال غلط ۽ ملڪي حقيقتن کان پري آهي. اڳتي هلي تو کي معلوم ٿيندو ته اسان جي مصيبتن ۽ مشڪلاتن جي شروعات پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ ٿيندي. ڊاڪٽر شيخ محمد اقبال جي ١٩٣٠ع واري آل انڊيا مسلم ليگ جي (الهه آباد واري) خطبئي صدارت کي غور سان پڙهندين ته توکي معلوم ٿيندو ته ان موجب سنڌ جي آزادي ختم ڪري، ان کي پنجاب جي تابع بڻائڻو هو. هن وقت هن تو کي هندو عامل جي دماغ ۽ هندو سيٺيي جي لوٽ کسوٽ حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو آهي، پر اڳتي هلي توکي پنجابي سول سرونٽ، سولجر ۽ يوپيءَ جي دماغ جو مقابلو ڪرڻو پوندو ۽ پوءِ پتو پوندءِ ته ملڪ جو ورهاڱو مفيد هو يا مضر."

٤- ١٩٤٠ع جي ٺهراءَ بابت چيائين "تون خيالي دنيا ۾ رهين ٿو، ان ڪري سياست عمليءَ جي طريقن کان غير واقف آهين. سياست عمليءَ ۾ وعدن، ٺهرائن ۽ اصولن کي ڪو پڇيئي ڪو نه. تاريخ پڙهي ڏسندين ته توکي معلوم ٿيندو ته مذهبن جا احڪام، حڪومتن جا عهدناما، طاقت،حقيقتاً شخصي ۽ طبقاتي مفاد جي

ضرورتن ۽ مڪاني حالات جي گهرجن ۽ تقاضائن پٽاندڙ اڪثر ڪري قربان پئي ڪيا ويا آهن......

"اهو پاڪستان جنهن لاءِ تون رات ڏينهن ڳڻتيءَ ۾ رهين ٿو، سو اڳتي هلي مٽي جو سور ثابت ٿيندو. ان مان سنڌي جي آزادي، هندستاني اتحاد ۽ ايشيائي قومن جي امن ۽ ترقي کي خطرو رسندو. ان بدعت جي قيام کان پوءِ وري ان جي پيدا ڪيل خرابين کي دفع ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻي پوندي!"

شهيد الهه بخش جي شهادت جي سببن جو پتو پئجي نہ سگهيو آهي، ڪن ان کي خُون جي ڪاروائي قرار ڏنو تہ ڪن مسلم ليگ جي انتقامي پاليسيءَ جو نتيجو سڏيو.

ٿُرت ئي پوءِ جون ۱۹۴۳ع ۾ مون کي سنڌ مسلم ليگ اتفاق راءِ سان جناح صاحب جي موجودگيءَ ۾ صدر چونڊيو. جنهن عهدي تي حاجي صاحب جي وفات کان خانبهادر کهڙو ڪافي وقت تائين قائم مقام صدر جي حيثيت ۾ رهندو پئي آيو. آءٌ جيتوڻيڪ مسلم ليگ جو سرگرم ڪارڪن هئس، پوءِ بہ مون ڪافي ڪوشش ڪئي تہ اهو ذميواريءَ وارو عهدو قبول نہ ڪريان، ان ڪري جو مسلم ليگي وزارت عوام جي ڀلي جو ڪم ڪرڻ بدران عهدن سان چنبڙيو رهڻ پسند ٿي ڪيو ۽ پارٽيءَ جي فيصلن جي ڪا بہ پوئواري نہ ٿي ڪئي. ان جي باوجود جناح صاحب جي اصرار تي مون اهو سنڌ مسلم ليگ جي صدر جو عهدو قبول ڪيو ۽ ڪوشش ڪيم تہ جيئن وزيرن کي پارٽيءَ جي ماتحت هلائي سگهجي ۽ مسلم ليگ جي پاليسي رجعت پسندن جي هٿ مان ڪڍي عوام جي خادمن ۽ ترقي پسندن جي هٿن ۾ ڏجي. ان لاءِ مون تمام وڏي ۽ ڏکي جدوجهد ڪئي. وزارت جي بدعنوانين، بي پرواهين ۽ لاغرضين کان وقت بہ وقت جناح صاحب کي خطن/ رپورٽن رستي ۽ روبرو واقف ڪندو رهيس. پر ڪو بہ ڪرتيل نہ ٿي نڪتو، ڇو تہ انهن سيني بيمارين جي پاڙ ليگ جي هاءِ ڪمان جي ذهنيت ۾ ڪتل هئي. ان ڪري ڪو بہ تدارڪ تي نہ ٿي سگهيو ۽ عام راءِ، جمهوري فيصلن ۽ سنڌ جي صوبائي قيادت جي اپيلن ۽ فيصلن جو، ليگ جي هاءِ ڪمان جي آمرانہ ذهنيت ڪو بہ اثر قبول نہ ٿي ڪيو. پوءِ بہ آءٌ پنهنجي سر ۽ پنهنجي مخلص دوستن جي ذريعي ليگ کي سڌارڻ ۽ ان ۾ اصلاح آڻڻ جي ڪوشش ڪندو ٿي رهيس. مُنهنجي انهيءَ ڪوشش ۽ ليگ جي روش کي ڏسي منهنجي هڪ رفيقِ ڪار پير علي محمد راشديءَ مون کي ۱۵ نومبر ۱۹۴۳ع تي دهليءَ مان هڪ دردمندانہ خط لکيو، جنهن جا ڪجهہ ٽڪرا هت درج ڪريان ٿو:

"تون پنهنجي ۱۹۳۸ع جي خيالات تي نظر ڪر ۽ ويچاري ڏس تہ ۱۹۴۳ع ۾ بہ تون انهن ساڳين اعليٰ مقصدن لاءِ ڪوشش ڪري رهيو آهين، جي انهيءَ وقت تنهنجي اڳيان هئا يا تون انهن ڇهن سالن ۾ اصل اصولن کي ڇڏي پري وڃي پيو آهين؟ تو سياسي زندگي غريبن کي ظالمن جي چنبي کان ڇڏائڻ، مسلمانن جي جماعتي زندگي پاڪ صاف ڪري ترقي ڏيارڻ، ڳوٺائن کي قانوني سختين ۽ خرابين کان بچائڻ، ڍلن گهٽائڻ، ڪامورن جي رشوت ۽ رسائيءَ کي بند ڪرڻ لاءِ شروع ڪئي. انهي۴ وقت جون تحريرون ۽ تقريرون ياد ڪر ۽ پنهنجا هن وقت جا ڪم ۽ ٿلهڙي پاليسيءَ تي بہ نظر ڪر تہ توکي تفاوت معلوم ٿيندو:

اين راهہ ڪہ مي روي بترڪستان است!

[جنهن راه سان تون وڃي پيو، سا تہ ترڪستان جي راه آهي]

مون کي معاف ڪجانءِ جيڪڏهن آءٌ توکي ياد ڏياريان تہ ڇهن سالن جي محنت ۽ جفاڪشيءَ بعد تون ڪٿي وڃي پهتو آهين. ڇا تو پاڻ کي انهن طاقتن ۽ خرابين جو اوزار نہ بنايو آهي، جن جي ختم ڪرڻ کي تو پنهنجيءَ حياتيءَ جو مقصد ڪري ورتو هو؟، آخر صوبي جي سياست ۾ تنهنجي موجوده پوزيشن ڪهڙي آهي.

ڪرسي مرا بَدِه و ڪفش برسربزن

[ڪرسي ڏئي، مٿي تي موچڙا هڻندا رهو]

تو کي ان پوزيشن ۾ ان مراد سان رکيو ويو آهي تہ هو پنهنجا راڳا ڪندا رهن ۽ تون عوام وٽ سندن گيت ڳائي، ڪين طاقت ۾ رکندو اچين ۽ هو تنهنجن ۱۹۳۸ع جي مقصدن ۽ مرادن تي پاڻي ڦيري ڇڏين، رشوتون وٺن ۽ طرح طرح جا برا ڪم ڪن ۽ تون هنن کي پناهہ ڏين. ماڻهن اڳيان انهن جي عيبن کولڻ ۽ اپٽار ڪرڻ بدران انهن جي پرده پوشي ڪري ڪين قوم جو خادم ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪرين. اهو سڀ مسلمانن جي اتحاد ۽ اتفاق جي نالي ۽ پاڪستان جي پڙدي ۾ ٿي رهيو آهي. ڇو تہ اسلام جو حڪم آهي تہ ان جي نالي ۾ جماعتون ناهي، ڪين بيڄائيءَ جو اڏو ڪري، ڪتب آڻجي. ان تجويز موجب تہ خود اسلام کي چورن جي جاءِ پناهہ بنائي ڪتب آندو ٿو وڃي. منهنجي بي ايماني ٿيندي، جيڪڏهن توکي صاف چٽي نہ ٻڌايان تہ جڏهن تنهنجي ساري ڪوشش تي نظر ٿو ڪريان تہ مون کي ڀپ ونيو وڃي تہ هن وقت اهي ڪوششون مسلمان عوام جي فائدي بدران انهن جي دشمنن کي زور وٺائڻ لاءِ ڪتب اچي رهيون آهن. تون پنهنجن اصولن کان هيٺ ڪري پيو آهين. جيڪڏهن مسلم ليگ اسان جي حقن جو رکپال اهڙن ماڻهن

(وزيرن) کي ڪرڻ واري آهي، جي عوام جا دشمن آهن، تہ پوءِ اسان جي، زندگيءَ ۾ سڌاري جي اميد رکڻ اجائي آهي. اسان جا پويان نسل اسان کي اصول پرستيءَ جي آڙ ۾ ٺڳ ۽ بيوقوف ڪري سمجهندا. جن هڪ طرف وڏيون ڳالهيون ڪيون تہ ٻئي طرف انهن جي پاڙ پٽڻ لاءِ اسباب پيدا ڪيا. جيڪڏهن پاڪستان سٺي شيءِ آهي تہ اهو برائيءَ جي وسيلي هٿ اچي نہ سگهندو. چڱائي برائيءَ جي وسيلي هٿ اچي نہ سگهندي. منهنجي توکي نمائي صلاح آهي تہ جيڪڏهن تو ۾ ١٩٣٨ع وارن اعليٰ مقصدن تي هلڻ جي طاقت نہ رهي آهي تہ ڪم از ڪم تون پاڻ کي انهن جي زبون ڪرڻ جو ذريعو نہ بناءِ. تو کي هر ڳالهہ ١٩٣٨ع واري مقرر ڪيل سياسي معيار مطابق ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪا بہ ڳالهہ ان معيار کان هيٺ هجي، تنهن جو مڙس ٿي مقابلو ڪرڻ گهرجيئي، پوءِ ڪٿي ڀيا سڀ رفيق تو کي ان مقابلي ۾ ڇڏي وڃن ۽ تون اڪيلو رهجي وڃين. جيڪڏهن زمانو تنهنجي اعليٰ اصولن ۾ رنڊڪ وجهي تہ ان سان بہ لڙڻ گهرجيئي. رواجي ماڻهو (پوءِ ڪٿي هن وقت ڪهڙي بہ درجي تي هجن) سال ٻن ۾ پاڻهي مٽجي ويندا.

اگرغم لشڪرِ انگيزو خونِ عاشقان ريزد،
من و ساقي بهم سازيم کہ بنيادش براند ازيم.
جيڪڏهن ڏک جو لشڪر حملو ڪري، عاشقن جو رت وهائي،
پر جي ساقيءَ جو مون سان ساٿ هجي تہ ان جا بنياد ٻاهي ڇڏيون.

مون تنهنجي گذريل ٻن سالن جي سموري سياسي ڪارگذاريءَ تي نظر ڊوڙائي آهي تہ اها هڪ عجيب متاهيءَ تان هيٺ ڪري رهي آهي. تو هڪ انقلابي ۽ سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي علمبردار جي درجي تان لهي رشوتخور ۽ رجعت پسند طبقي جو پاڻ کي اوزار بنايو آهي. پنهنجي نئين رنگين لباسِ پريزيڊنسيءَ تي پُلجي نہ وڃ! غور ڪري ڏس تہ پتو پوندئي تہ اڳي جنهن شيءِ جو مقابلو ٿي ڪيئہ، هاڻ تون ان کي اسلام جي نالي ۾ مدد ڪندو ٿو وتين.

يا بہ آن شورا شوري يا بہ اين بي نمڪي.

هاڻ توکي هنن ڪفن چورن پنهنجيءَ جماعت جو نالي خاطر سردار ڪٿي مقرر ڪيو آهي. هنن ڇا وڃايو. تنهنجي ضمير خريد ڪرڻ لاءِ اها ٿوري قيمت ڏيڻ ڪا مشڪل ڳالهہ ڪا نہ هين. مون کي اج ڪلهہ عجب لڳي ٿو تہ ڪيئن نہ تنهنجي ضمير مٿان بي سمجهيءَ جو پردو چڙهي ويو آهي. ٿوري وقت کان مون کي هڪ مهلڪ دل جي بيماري ٿي آهي، شايد آءٌ ڪنهن وقت مري وڃان. ان ڪري هيءَ

خط لکيو اٿم تہ پنهنجيءَ دل جا بخار، جي گهڻي وقت کان مون کي ستائيندا رهن ٿا، تن کي جهڪو ڪريان. آءٌ توکي صرف هيءُ چوندس تہ جنهن رستي تان تون وڃين رهيو آهين، تون بہ دلشڪستو ٿي شايد مري وڃين ۽ تنهنجيءَ قبر تي هيءُ ڪتبو هوندو تہ:

"هن جڳهہ تي اهو انسان رکيل آهي، جنهن شر جي ذريعي خير کي هٿ ڪرڻ گهريو ٿي. جنهن جي ابتدا انقلابي هئي تہ ان جي انتها رجعت پسندي هئي. جنهن جي، ملڪ جي معاملي ۾ جدوجهدن، چٽائيءَ عيوض گمراهي پيدا ڪئي".

هيءُ خط منهنجي هڪ پراڻي رفيق پير علي محمد راشديءَ جو هيو، جيڪو ٢٨ سالن کان منهنجو ساٿي هو، جنهن مسلم ليگ جي پاليسين کي چڱي طرح سمجهي، مون کي تنبيهہ ڪئي هئي ۽ ان تنبيهہ مون تي ڪافي اثر بہ وڌو. پر اجا بہ منهنجي ذهن ۾ اها ڳالهہ ويٺل هئي تہ آءٌ جماعت کي درست ڪري ويندس ۽ ان کي صحيح معنيٰ ۾ عوام جي خدمتگار جماعت بنائيندس، ان ڪري مون ان خط کي ان وقت گهريل اهميت نہ ڏني ۽ پنهنجي تنظيمي ڪم ۾ لڳو رهيس. سگهوئي پوءِ آل انڊيا مسلم ليگ جو آخري اجلاس، ڪراچيءَ ۾ ڪوٺايوسين، ڪيترن مهينن جي مسلسل ڪوشش کان پوءِ هن اجلاس کي شايان شان نموني سان ڪري سگهياسون ۽ حقيقت هيءَ آهي تہ سنڌين پنهنجي روايتي مهمان نوازيءَ جو ان موقعي تي ڀرپور مظاهرو ڪيو ۽ اجلاس انتظامي طرح انتهائي ڪامياب ويو. مسلم ليگ جو، آل انڊيا مسلم ليگ جي حيثيت ۾ اهو آخري اجلاس هو، ان کان پوءِ ان جو ڪو بہ ساليانو اجلاس نہ ٿيو.

مسلم ليگ نواب بهادر يار جنگ جي تقريرن سان زندهہ هئي ۽ انهيءَ وقت کان ٿورو پوءِ ٿي نواب صاحب انتقال ڪري ويو، ۽ ان سان آل انڊيا مسلم ليگ جي جڻ پڄاڻي ٿي وئي.

اُنهيءَ اجلاس ۾ هڪ ڪاميٽي، ڪاميٽي آف ائڪشن جي نالي سان مقرر ڪئي وئي، جنهن ۾ ٻين سان گڏ مون کي بہ کنيو ويو. ان ڪاميٽيءَ جوچيئرمين نواب اسماعيل خان هو، جڏهن تہ سيڪريٽري لياقت علي خان کي مقرر ڪيو ويو ۽ ميمبرن ۾ آءٌ، نواب افتخار حسين ممدوٽ، سيٺ عبدالستار مدراس وارو ۽ قاضي محمد عيسيٰ هئاسون. ان ڪميٽيءَ ٢- فيبروري ١٩٤٤ع تي گڏجاڻي ڪري، ٻي هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي، جنهن تي هندستان جا ڪيترائي عالم ۽ سياستدان مقرر ڪيا ويا جن ۾ چوڌري خليق الزمان، مولانا عبدالوهاب، جمال ميان فرنگي محلي،

مولانا عبدالحامد بدايوني، سيد حاجي علي اڪبر شاهہ، مولانا غلام مرشد صاحب خطيب جامع مسجد لاهور، علامہ آءِ. آءِ قاضي، راجا صاحب محمود آباد، مولانا اڪرم خان آف بينگال شامل هئا. ان ڪميٽيءَ جو ڪم هو تہ جاچ ڪري ٻڌائي تہ مسلمانن ۾ سچو اسلامي روح ڪيئن پيدا ڪجي ۽ مسلم سوسائٽيءَ کي غير اسلامي رواجن ۽ اثرات کان ڪيئن آجو ڪري سگهجي. ان ڪميٽيءَ جو ڪنوينر مون کي مقرر ڪيو ويو. مون هڪ سوالنامو ۽ خط تيار ڪري، هندستان جي گوشي گوشي ۾ صوبائي مسلم ليگن معرفت سوين بهترين عالمن ڏانهن موڪليا. سوال نامي جو متن هيءُ هو:

## سوال نامو

مسلم فيلسوفن، عالمن ۽ مفڪرن کان جن نقطن تي روشني ۽ رهبريءَ جي ضرورت آهي، سي هيٺيان آهن:

ڪهڙن طريقن، بنيادن ۽ اصولن تي اسلامي احڪامن ۽ روايات کي نظر ۾ رکي، مسلمانن جي سماجي، سياسي، اقتصادي زندگي تبديل ڪري سگهبي. تنهن لاءِ مهرباني ڪري هيٺين سوالن جا مفصل جواب ڏيو:

(الف) اهڙي تجويز ڏيو، جنهن مطابق مسلمانن جي مختلف فرقن جي عقائد کي گڏي، ڪين منظم ڪري هڪ پليٽفارم تي آڻي، متحده قوم بنائي سگهجي.

(ب) مسلم سوسائٽيءَ کي ترقي پذير ۽ خوشحال بنائڻ لاءِ اسلامي اصولن کي نظر ۾ رکي، هڪ اقتصادي منصوبي جي تجويز ڏيو.

(ت) جڏهين هندستاني مسلمانن کي جدا قومي رياست حاصل ٿئي تہ ان ۾ معاشري جي تبديلِ حالات جي مدنظر، مذهب ۽ سياست کي گڏي هلائڻ جي ڪا تجويز ذهن ۾ اٿو؟ جي ها، تہ اها ممڪن العمل ٿي سگهندي؟

(ث) اسلامي اصولن‍ ۽ روايتن کي نظر ۾ رکي ڪا سماجي، ڪلچرل ۽ تعليمي بهتريءَ لا اسڪيم پيش ڪري سگهو ٿا يا نہ؟ جي ها، تہ اها ڏيو.

(ج) مسلمانن جي موجوده مختلف فرقن، طبقن، نقطہ نگاهن، جذبات، تعصبات ۽ مستقل مفاد کي نظر ۾ رکي، سندن مذهبي ذريعن کي هڪ مرڪزي نظام هيٺ آڻڻ لاءِ اهڙي تجويز ڏيو، جا اختلاف جو باعث نہ بنجي.

انهن اهم عالمن ۽ فاضلن مان ڪجهہ هي هئا:

(۱) هزهائينس سر آغا خان، خواجہ فرقي اسماعليہ جو اڳواڻ.

(۲) سيدنا سيف الدين طاهر، بوهرا فرقي اسماعليہ جو اڳواڻ.
(۳) علامہ عنايت الله خان مشرقي، خاڪسار تحريڪ جو اڳواڻ.
(۴) مولانا ابوالڪلام آزاد
(۵) خواجہ حسن نظامي.
(٦) مولانا حسين احمد مدني.
(۷) مختلف ڪاليجن ۾ فلسفي جا مسلم پروفيسر.
(۸) ڪاميٽيءَ جا ميمبر.
(۹) مڪيہ عربي مدرّسن جامهتمم ۽ جامع مسجدن جا خطيب.

جواب ۾ هندستان جي مختلف حصن مان ڪيترين ئي ڪارائتيون ڳالهيون مون کي موصول ٿيون، پر اهي اُتي ئي رهجي ويون، ڇو تہ ليگ ۾ اهڙين شين جي گنجائش ئي ڪٿي هئي. اها تہ اقتدار پرستن جو اسلام جي نالي ۾، مستقل مفادن جو انبوهہ هئي، ان ڪري انهن ڳالهين تي ويچارڻ ۽ انهن مطابق اسلامي معاشري جي تعمير خود سندن گروهي ۽ طبقاتي مفادن جي خلاف هو.

هاڻي آئون صوبائي مسلم ليگ جي سياست جي اختلافن ۾ وڪوڙجي ويو هوس، ڇو تہ منهنجو پراڻو رفيقِ ڪار ۽ بهترين سياستدان شيخ عبدالمجيد سنڌي مسلم ليگ جي افعالن کان بد دل ٿي، ان جي بنيادي ميمبر شپ تان استعيفا ڏئي ويو هو. هاڻي مخلص ۽ ترقي پسند ڪارڪنن جي رهنمائيءَ جو سمورو بار مون تي اچي پيو. هوڏانهن وزارت ۽ اسيمبليءَ جا ميمبر پنهنجي من مستين ۽ عوام دشمنيءَ جي ڪمن ۾ رڌل رهيا ۽ ۱۹۴۴ع جو سمورو سال مون تنظيمي ڪم ۾ صرف ڪيو. پر آءٌ ڪا بہ بهتري پيدا نہ ڪري سگهيس ۽ نہ ئي منهنجي باربار جي ياددهانين تي ليگ جي هاءِ ڪمانڊ ڪو ڌيان ئي ڏنو. پر پوءِ بہ مون مسلم ليگ مان هٽ ڪڍڻ مناسب نہ ڄاتو، ڇو تہ مون سمجهيو ٿي تہ منهنجي نڪري وڃڻ سان سنڌ مسلم ليگ بلڪل ئي مفاد پرستن ۽ عوام دشمن جي ٻانهي ٻنجي ويندي، جنهن کي جهڙيءَ طرح هو چاهيندا، استعمال ڪندا رهندا. ان ساري عرصي ۾، ليگ ۾ جيڪي ڪجهہ وهيو واپريو ٿي ۽ ان لاءِ مون جيڪا جدوجهد ڪئي ٿي، ان ۾ هڪ طرف مون کي سنڌ جي مخلص ۽ بي لوث ڪارڪنن جو تعاون حاصل هو تہ ٻئي طرف سموري برصغير مان ترقي پسند ۽ مخلص ڪارڪنن جو سهڪار ۽ حوصلي افزائي پڻ ملندي رهي ٿي، ان ڪري آءٌ نااميد نہ ٿيو هوس.

صوبہ سنڌ مسلم ليگ ۽ وزارت جا اختلاف چوٽ چڙهي چُڪا هئا، آئون

ناتجربيڪاريءَ ۽ سادگيءَ سبب انهيءَ اثر هيٺ رهندو آيس تہ جناح صاحب کي جيڪڏهن روبرو ڳالهين جو پتو پوندو تہ هو حالتن کي درست ڪرڻ لاءِ ضرور قدم کڻندو. ان ڪري هر ٽن مهينن بعد صوبائي مسلم ليگ طرفان ٽماهي رپورٽ ذريعي آل انڊيا مسلم ليگ جي صدر جناح صاحب کي مڪاني حقيقتن کان واقف ڪندو آيس. ان وچ ۾ ۲۵ جولاءِ ۱۹۴۴ع تي لاهور ۾ جناح سان سنڌ اسيمبلي پارٽيءَ ۽ صوبائي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جو هڪ وفد ملڻ لاءِ آيو. مون کي وقت وٺي ڏيڻ لاءِ چيو ويو. جناح صاحب سائن ملڻ کان انڪار ڪيو ۽ مون کي چيائين تہ "سنڌين نقطہ نگاهہ معلوم ڪري، تون اچي مون وٽ پيش ڪر." جنهن ڪري مجبور ٿي، وفد جي ترجماني مون کي ڪرڻي پئي. مون ڪيس تفصيلي طرح وزارت جي شڪايتن کان آگاهہ ڪيو، پر هن چيو تہ "جنگ جو زمانو آهي، سنڌ جو وزيراعليٰ انگريزن وٽ پسند پيل آهي ۽ هن وقت مسلم ليگ وزارتون، انگريز عملدارن جي مدد سان هلي رهيون آهن، ان ڪري حالتن کي آڏو رکي اوهان کي وزيرن جا اهڙا ڪارناما برداشت ڪرڻا آهن ۽ وزارت صرف مرڪزي هاءِ ڪمانڊ (جناح) وٽ جوابدار آهي، ان ڪري صوبائي مسلم ليگ کي اسيمبلي پارٽين جي وزارتي ڪاروبار ۾ دست اندازي نہ ڪرڻ کپي ۽ هر حالت ۾ وزارت کي قائم رکڻ گهرجي!!"

ان تي مون کيس چيو تہ "آءٌ اها حيثيت قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيان، نہ صوبائي مسلم ليگ جي اڪثريت ۽ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جو باغيرت گروهہ اها ڳالهہ قبول ڪندو." ان تي ڪاوڙجي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ چيائين تہ "آءٌ اهڙي گفتگو ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آهيان." ان تي مون کيس چيو تہ "سنڌ مان مسلم ليگ جو وفد ۽ آءٌ اوهان وٽ صوبي جو ڪيس ان اميد تي پيش ڪرڻ آيا هئاسون تہ مسلم ليگ جي وڏي ۾ وڏي جج سامهون پنهنجو نقطہ نگاهہ پيش ڪري انصاف حاصل ڪنداسون، پر مون کي افسوس سان ظاهر ڪرڻو پوي ٿو تہ هتي اچڻ کان پوءِ مون کي اهو معلوم ٿيو آهي تہ مون سنڌ (صوبي) جو ڪيس هڪ منصف مزاج جج جي سامهون ڪو نہ پيش ڪيو آهي، پر سر غلام حسين جي ڊفينس ڪائونسل اڳيان پيش ڪيو آهي".
ان تي جناح ڳاڙهو ٿي ويو ۽ چيائين تہ "مسلم ليگ جي مرڪزي صدر آڏو اهڙي گستاخانہ گفتگوءَ لاءِ معافي وٺ". جنهن جي وٺڻ کان مون انڪار ڪيو ۽ هو ڪاوڙجي ڪمري ۾ هليو ويو. اها ڳالهہ مون وفد سان ڪئي، جن تمام گهڻي ناراضگي ڏيکاري ۽ مسلم ليگ ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي ويا، پر مون کين ائين ڪرڻ نہ ڏنو،

جو تہ سمجهيم تہ اها تڪڙ، اصل مقصد (پاڪستان) کي نقصان رسائيندي.

انهن ئي حالتن ۾ مٿان ١٩٤٥ع جو سال اچي پهتو. ٻي مهاڀاري لڙائي ختم ٿي. برٽش سرڪار پاران وائسراءِ هند لارڊ ويول کي هندستان جي ليڊرن سان سمجهوتي ڪرائڻ ۽ هندستان ۾ عارضي حڪومت ٺاهڻ جا اختيار ڏنا ويا ۽ هن ٢٥ جون ١٩٤٥ع تي شملي ۾ هندستاني ليڊرن جي ڪانفرنس سڏائي. ان کان اڳ ڪانگريس ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا باندي ميمبر، ١۵ جون ١٩٤٥ع تي آزاد ڪيا ويا هئا ۽ وائسراءِ هند لارڊ ويول ١٤ جون ١٩٤٥ع تي هڪ بيان جاري ڪيو هو، جنهن جا اهم ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا:

"هندستانين کي نئين آئين ٺاهڻ واسطي سمجهو، تي تي اچڻ لاءِ سڏ ڏيڻ واسطي برٽش سرڪار تمام منتظر آهي. برٽش سرڪار پنهنجي طرفان هندستانين تي ڪو بہ آئين مڙهڻ نہ ٿي گهري ۽ اها (سرڪار) هندستان جي مکيہ جاتين ۾ سمجهوتن ٿيڻ کان سواءِ آئين ۾ ڪابہ تبديلي آڻڻ جو ارادو نہ ٿي رکي. مٿي ذڪر ڪيل راين جي باوجود عارضي وقت لاءِ ڪي تجويزون مکيہ پارٽين جي قبولڻ لاءِ پيش ڪري، جنگ جي ڪاميابيءَ لاءِ ڪم آڻڻ چاهي ٿي.

برٽش سرڪار جي رٿ آهي تہ وائسراءِ هند پنهنجي انگزيڪيوٽو ڪائونسل نئين سر مرتب ڪري، جنهن ۾ هندستان جي مکيہ پارٽين مان هندن ۽ مسلمانن کي هڪ جيترا نمائندا ڏنا ويندا. ان سلسلي ۾ وائسراءِ سيني سياسي پارٽين جي ڪانفرنس سڏائي، سندن مشوري سان ايگزيڪيوٽو ڪائونسل تي نمائندن جي چونڊ ڪندو. اهي سيئي ميمبر، وائسراءِ ۽ ڪمانڊر انچيف کان سواءِ، سڀ هندستاني هوندا وغيره."

ان سلسلي ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ پنهنجي پنهنجي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جون گڏجاڻيون شملي ۾ سڏايون. مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبر هئڻ سبب مون کي بہ شملي وڃڻو پيو. آءُ صلاح مصلحت لاءِ سنڌ مان پاڻ سان علي محمد شاھ راشدي، يوسف هارون، هاشم گزدر ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي بہ پاڻ سان وٺي ويس.

٢٥ جون تي شملي ڪانفرنس ۾ هيٺين اهم اڳواڻن شرڪت ڪئي:

١- مولانا ابوالڪلام آزاد —— پريزيڊنٽ، انڊين نيشنل ڪانگريس.

٢- ٻي- اين- بينرجي —— نيشنلسٽ پارٽي.

٣- ڀلوڀائي ڊيسائي —— ليڊر، ڪانگريس اسيمبلي پارٽي.

٤- سر غلام حسين هدايت الله —— وزير اعليٰ سنڌ.

٥- مسٽر حسين امام ـــــ ليڊر، مسلم ڪائونسل اسٽيٽ پارٽي.
٦- محمد علي جناح ـــــ پريزيڊنٽ، آل انڊيا مسلم ليگ.
٧- نوابزاده لياقت علي خان ـــــ ڊپٽي ليڊر مسلم ليگ، اسيمبلي پارٽي.
٨- سر خضر حيات ٽوانہ ـــــ وزير اعليٰ پنجاب.
٩- بي. جي کير ـــــ اڳوڻو وزير اعليٰ بمبئي.
١٠- ج- ايس موتيلعل ـــــ انڊين نيشنل ڪانگريس.
١١- خواجہ ناظم الدين ـــــ اڳوڻو وزيراعليٰ بنگال.
١٢- پنڊت جي. بي پنت ـــــ اڳوڻو وزيراعليٰ گڏيل علائقا.
١٣- مهاراجا پارلڪنڊي ـــــ اڳوڻو وزير اعليٰ اوڙيسا.
١٤- راجا گوپال آچاريا ـــــ اڳوڻو وزيراعليٰ مدراس.
١٥- مسٽر هينري رچرڊس ـــــ ليڊر، يورپين گروپ.
١٦- سر سيد محمد سعد الله ـــــ وزيراعليٰ آسام.
١٧- ڊاڪٽر خانصاحب ـــــ وزيراعليٰ سرحد.
١٨- مسٽر آر. ايس شڪلا ـــــ وزيراعليٰ سينٽرل علائقا.
١٩- ماستر تارا سنگهہ ـــــ ليڊر، اڪالي دل ( سک گروهہ).
٢٠- مسٽر ايس- ڪي سنها ـــــ اڳوڻو وزيراعليٰ صوبہ بهار.
٢١- اين- جي شوراج ـــــ ليڊر، شيڊيولڪاسٽ.

ان ڪانفرنس جون ڪيتريون ئي ويهڪون ٿيون. جن ۾ برٽش سرڪار پاران رٿ پيش ڪئي وئي تہ هندستان جي مڪمل آزادي ۽ آزاد هندستان لاءِ نئين آئين ساز اسيمبليءَ جي چونڊ تائين هڪ عبوري حڪومت قائم ڪئي وڃي، جنهن ۾ ليگ ۽ ڪانگريس جي هڪ جيتري نمائندگي هجي ۽ باقي ميمبر اڇوتن، يورپين وغيره مان کنيا وڃن.

انهيءَ موقعي تي مون کي مسٽر آصف علي ۽ پنڊت پنت ٻڌايو تہ، جناح، انگريزن جي چُرچ تي عبوري حڪومت جي راهہ ۾ رڪاوٽون وجهي رهيو آهي. جيئن تہ انگريزن جي راءِ آهي تہ ان عبوري حڪومت ۾ پنج ميمبر ڪانگريس جا ۽ پنج ميمبر مسلم ليگ جا نامزد ڪرڻا آهن. پر جناح صاحب جو ان ڳالهہ تي ضد آهي تہ ڪانگريس پنهنجن ميمبرن ۾ ڪنهن بہ مسلمان کي شامل نہ ڪري، ڇو تہ اها صرف هندن جي نمائنده جماعت آهي ۽ مسلمان ميمبر جيڪي بہ نامزد ٿيندا، اهي پنج ئي مسلم ليگ جا مقرر ڪيل هوندا، ڇو تہ مسلم ليگ، مسلمانن جي واحد

نمائنده جماعت آهي. جيتوڻيڪ ان وقت سرحد، پنجاب ۽ بنگال صوبن ۾ مسلم ليگ جي حڪومت نہ هئي، پوءِ بہ جناح صاحب پنهنجي ضد تي برقرار هو. هن بنهي (آصف علي ۽ پنڊت پنت) جو چوڻ هو تہ جناح صاحب جو اهو شرط بي واجبي آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪانگريس هندستان جي قومي جماعت آهي، جنهن جو پريزيڊنٽ بہ هڪ مسلمان (مولانا ابوالڪلام آزاد) آهي. ان صورت ۾ جيڪڏهن ناهہ نہ ٿيندو تہ هندستان جي آزاد مستقبل کي نقصان رسندو. ڪانفرنس هلڻ وارو اهو سمورو وقت آءٌ شملي ۾ هوس ۽ جناح صاحب نالي ماتر ورڪنگ ڪاميٽيءَ سان صلاح ڪندو هو، پر وائسراءِ ۽ سندس وچ ۾، ۽ ڪانگريس ۽ سندس وچ ۾ جيڪي ڪجهہ وهندو واپرندو هو،ان کان ورڪنگ ڪاميٽي قطعاً بيخبر هوندي هئي.

نواب اسماعيل خان، چوڌري خليق الزمان ۽ راجا صاحب محمود آباد اڳ ۾ جناح صاحب سان ڳالهائي چڪا هئا، پر هو راضي ٿيڻ وارو نہ هو. پر جڏهن مون بہ ساڳي ڳالهہ ڪيس چئي تہ "هِتڻ ۾ آيو آهي تہ ڳالهيون ناڪام ٿي رهيون آهن. ڪانگريسي سمجهوتي لاءِ تيار آهن، پر اوهان تيار نہ آهيو. اسان جو ان ڳالهہ سان واسطو نہ هئڻ گهرجي تہ ڪانگريسي ميمبر مسلمان آهن يا هندو، ڇو تہ اهو ڪانگريس جو اندروني مسئلو آهي" – تہ ان تي جناح صاحب ڪاوڙجي چيو تہ "آءٌ ثابت ڪرڻ ٿو چاهيان تہ ڪانگريس هندو جماعت آهي."

اسان جي گفتگوءَ دوران نوابزادو لياقت علي خان اچي نڪتو، جنهن کي جناح چيو تہ "راجا صاحب ۽ هي (جي. ايم. سيد) هڪ ٻئي جي پٺيان اچي، مون کي ڪانگريس سان سمجهوتي ڪرڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا، جيڪا ڳالهہ مون کي پسند نہ آهي." ان تي نواب زادي ڪيس چيو تہ "سيد صاحب جو رُخ ۽ پاليسي ناقابلِ برداشت ٿيندا ٿا وڃن." مٿان وري غلام حسين هدايت الله بہ ڪيس اچي دانهن ڏني. ان تي جناح صاحب مون کي ڳاڙهو ٿي چيو تہ "سيد! تنهنجو رويو هاڻي برداشت کان ٻاهر ٿي ويو آهي. بهتر آهي تہ پاڻ کي جُدا ٿيڻ گهرجي."

بهرحال جناح بضد رهيو، اسان جي ڳالهہ نہ مڃيائين ۽ سمجهوتي کي ناڪام بنائڻ لاءِ سندرو ٻڌي بيٺو. جڏهن تہ اسان هندستان جو مستقبل، ڪانگريس ۽ ليگ سمجهوتي تي مدار رکندڙ سمجهيو ٿي.

انهيءَ ساڳئي ڏينهن صبح جو، آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي ٿي هئي، جنهن ۾ صوبائي مسلم ليگن جا اختيار گهٽائي، مرڪزي آل انڊيا

مسلم ليگ کي وڏيک اختيار ڏنا ويا ٿي. گڏجاڻيءَ ۾ مون مرڪزي مسلم ليگ کي گهڻن اختيارن ڏيڻ جي مخالفت ڪئي ۽ چيو ته اها ڳالهه صوبائي حق خوداختياريءَ خلاف آهي، جنهن لاءِ اسان وڙهي رهيا آهيون. ان ڪري اهو فيصلو اسان مڃڻ لاءِ تيار نه ٿينداسون. ۽ جيڪڏهن زوريءَ اها پاليسي اسان تي مڙهي وئي ته اسان جُدا ٿي وينداسون. لياقت علي خان، جناح کي ان سڄيءَ ڪارروائيءَ کان واقف ڪيو. جنهن تي ئي جناح ترش لهجي ۾ مون کي چيو هو ته "سيد! هاڻي پاڻ جُدا ٿيڻ جي رستي تي اچي پهتا آهيون." مون ان تي کيس وراڻيو هو ته "جيڪڏهن اها ئي ڳالهه آهي ته ان لاءِ آءٌ به تيار آهيان."

اهڙيءَ ريت اسان جا اختلاف وڌندا ويا. پر ان وقت ساده دل ۽ ناتجربيڪار هئڻ سبب مسلم ليگ کان جدا ٿيڻ جو فيصلو نه ڪري سگهياسون، نه ته مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿيڻ لاءِ پاڻ کي جوابدار نهرائڻ جو ارمان نه ٿئي ها.

اهڙيءَ طرح شملا ڪانفرنس جناح صاحب جي هٺ ڌرميءَ ۽ انگريز نواز پاليسيءَ سبب ناڪامياب ٿي. مولانا ابوالڪلام آزاد، آل انڊيا ڪانگريس جي صدر جي حيثيت ۾ ان وقت بيان ڏنو هو ته "ڪانفرس جي ناڪاميابيءَ جي جوابدار مسلم ليگ هئي. جناح صاحب سمورن مسلمان ميمبرن جي نامزدگيءَ جو حق مسلم ليگ لاءِ گهريو ٿي. جيڪڏهن ڪانگريس سندس اها گهُر قبول ڪري ها ته ان موجب اها غير مسلم جماعت شمار ٿئي ها. جيڪا ڳالهه ڪانگريس جي ٥٠ سالہ روايات جي خلاف هئي. هو پاڻ مسلمان آهي ۽ ڪانگريس ۾ رهي ڪري، هو اها ڳالهه قبولڻ لاءِ تيار نه هو."

ان ڪانفرنس جي ناڪاميابيءَ کان پوءِ اهم ڳالهه اها ٿي ته انگلنڊ ۾ نيون چونڊون ٿيون، جن ۾ مسٽرونسٽن چرچل جي ٽوري پارٽي هارائي وئي ۽ ان جي جاءِ تي مسٽر اٽلي جي قيادت ۾ ليبر پارٽي اقتدار ۾ آئي.

نئين حڪومت سان نئدي ڪنڊ جي مستقبل جي باري ۾ صلاح مشورو ڪرڻ لاءِ وائسراءِ هند انگلنڊ روانو ٿيو ۽ هن انگلنڊ وڃڻ کان اڳ ۾ هندستان جي سيني صوبن جي گورنرن سان هڪ ميٽنگ ڪئي ۽ ان ميٽنگ کان پوءِ هن سياري ۾ هندستان ۾ مرڪزي ۽ صوبائي اسيمبلين جي اليڪشن جو اعلان ڪيو. وائسراءِ ٢٣ اگسٽ ١٩٤٥ع تي انگلنڊ روانو ٿي ويو، جتي هن تفصيلي طرح برٽش سرڪار سان صلاح مشورا ڪيا، ۽ طئي ڪيو ويو ته نين چونڊن کان پوءِ هندستاني ليڊرن کان هندستان جي نئين آئين بابت رايا ورتا وڃن. اهو طئي ڪري هو ١٦

سيپٽمبر ١٩٤٥ع تي هندستان موٽي آيو ۽ ١٩ سيپٽمبر ١٩٤٥ع تي برٽش سرڪار طرفان هيٺيون اعلان جاري ڪيائين؛

"بادشاهہ سلامت، نئين پارليامينٽ جي افتتاح وقت تقرير ڪندي پڪو ارادو ظاهر ڪيو آهي تہ هندستانين جي صلاح مشوري سان، جلد ۾ جلد کين خودمختيار حڪومت ڏني ويندي. منهنجي لنڊن ۾ رهائش وقت برٽش سرڪار سان ان مسئلي تي مفصل بحث ٿيو آهي. مون اڳيئي اعلان ڪيو آهي تہ چونڊون سياري ۾ ڪرايون وينديون. ان کان پوءِ برٽش سرڪار کي اميد آهي تہ سمورن صوبن ۾ ڪامياب ٿيندڙ پارٽيون وزارتي جوابداري قبول ڪنديون.

برٽش سرڪار فيصلو ڪري چڪي آهي تہ جلد ۾ جلد آئين ساز اسيمبلي ٺاهي وڃي. هن مون کي اجازت ڏني آهي تہ چونڊن پورين ٿيڻ بعد صوبن جي عيوضين سان مشورو ڪري فيصلو ڪريان تہ برٽش سرڪار جي ١٩٤٢ع واري اعلان ۾ ڏنل تجويزون کين قبول آهن يا نہ، يا ڪا بي ترميم شده تجويز کين قبول پوندي. هندستاني رياستن جي عيوضين سان بہ گفتگو ڪئي ويندي تہ اُهي ڪهڙي ريت آئين ساز اسيمبليءَ ۾ حصو وٺي سگهندا.

برٽش سرڪار ان عهدنامي تي بہ غور ڪري رهي آهي، جيڪو هندستان ۽ سرڪار جي وچ ۾ ڪيو ويندو. انهيءَ عرصي اندر هندستان جي حڪومت موجوده طريقي تي هلائي، ملڪ جي سماجي ۽ اقتصادي تعمير جو ڪم جاري رکيو ويندو، هن کان پوءِ هندستان کي بين الاقوامي معاملات ۾ حصو وٺڻو پوندو.

برٽش سرڪار مون کي اجازت ڏني آهي تہ اليڪشن مڪمل ٿيڻ بعد سڀني پارٽين جي مڪمل حمايت سان ايگزيڪيوٽو ڪائونسل ٺاهي، حڪومت جو ڪاروبار هلايان.

نئين برٽش سرڪار پنهنجي آڏو وڏن مسئلن هئڻ جي باوجود سڀ کان پهرين هندستان جو سوال هٿ ۾ کنيو آهي، ان مان سرڪار جي ان مسئلي جي ترت حل بابت نيت ۽ ارادي جو پتو پوي ٿو. هندستان جي آئين ٺاهڻ ۽ ان کي عمل ۾ آڻڻ جو مسئلو نهايت مونجهاري وارو ۽ مشڪل نظر پيو اچي. ان جي حل لاءِ سڀني پارٽين جي ٿڌي ويچار ۽ همدرديءَ جي ضرورت آهي. هندستان جي راءِ معلوم ڪرڻ لاءِ چونڊون ڪرائڻ ضروري آهن. چونڊن کان پوءِ هندستاني ليڊرن سان گفتگو ڪئي ويندي تہ آئين ساز اسيمبليءَ کي ڪهڙي صورت ڏني وڃي. بهترين رستو اهو آهي تہ کين موقعو ڏنو وڃي تہ پنهنجي مستقبل جو پاڻ فيصلو ڪن. ان رستي ۾ جيڪي مشڪلاتون درپيش آهن، تن کان برٽش سرڪار ۽ وائسراءِ بخوبي واقف آهن. باوجود

ان جي اهي ان کي حل ڪرڻ لاءِ مستقل ارادو ڪري چڪا آهن."

ساڳئي ڏينهن مسٽر اٽلي، پرائيم منسٽر انگلنڊ پنهنجي نشري تقرير ۾ پڌرو ڪيو ته:

جيتوڻيڪ مون کي معلوم آهي ته "ڪرپس تجويزون" هندستاني پارٽين قبول نه ڪيون آهن، پوءِ به برٽش سرڪار انهن تجويزن جي بنياد تي وڌيڪ قدم کڻڻ جو ارادو رکي ٿي.

آءٌ اها خاطري ڏياريان ٿو ته هندستان ۽ انگلنڊ جي وچ ۾ ٿيڻ واري عهدنامي ۾ ڪابه اهڙي ڳالهه داخل نه ڪئي ويندي، جيڪا هندستان جي مفادن جي خلاف هوندي.

آءٌ هندستاني ليڊرن کي اپيل ڪريان ٿو ته سيئي پارٽيون گڏجي، باهمي رضامنديءَ سان آئين ٺاهين."

٢١ سيپٽمبر ١٩٤٥ع تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ، بمبئيءَ ۾ ٺهراءُ پاس ڪري لارڊ ويول جي اظهار ڪيل تجويزن کي اڻپورو ۽ غيرتسلي بخش قرار ڏيندي ظاهر ڪيو ته مڪمل آزاديءَ کان سواءِ هندستانين کي ڪا به رٿ قبول نه هوندي، هن اجلاس ۾ چونڊن ۾ حصي وٺڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

ان کان پوءِ سڀني پارٽين چونڊن ۾ حصي وٺڻ لاءِ تياريون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. ڪانگريس سنڌن اڪثريت وارن صوبن ۾ نئين سر وزارتن قائم ڪرڻ جي گهر ڪئي، پر مسلم ليگ ۽ گورنرن طرفان مخالفت ڪرڻ سبب ائين نه ڪيو ويو.

مسلم ليگ پاڪستان جي سوال تي چونڊون لڙڻ گهريون، ان کي مدنظر رکي مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ (جناح صاحب) اهو فيصلو ڪيو ته ايندڙ چونڊن ۾ آزاد خيال، ترقي پسند ۽ وسيع نظر مسلم ليگي ڪارڪنن کي حتي الامڪان ڪثرت تعداد ۾ چونڊجڻ نه ڏجي. ان ڪري هن ظاهر ڪيو ته جيڪڏهن مسلم ليگ بجليءَ جي ٿنڀي کي ووٽ ڏيڻ لاءِ حڪم ڪري ته به مسلمانن کي ان کي ووٽ ڏيڻ گهرجي.

هوشيار سياستدانن هوا جو رخ تاڙي ورتو ته انگريزي حڪومت جي مدد مسلم ليگ سان هئڻ ڪري، مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ مسلم ليگ ۾ موجود "جي حضوري" ڪارڪن فائدو حاصل ڪري سگهندا. ان ڪري ڪيترا ڪانگريسي مسلمان، مسلم ليگ ۾ داخل ٿي ويا، جن مان خان عبدالقيوم خان مکيه هو.

سنڌ ۾ اسان جو گروهه ٿي هو، جيڪو ساده دلي ۽ اصول پرستيءَ جي ڪري حالتن جو صحيح اندازو نه ڪري، مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ (جناح صاحب) جو "جي حضوري" به نه بڻيو ۽ مسلم ليگ ۾ به، پاڪستان خاطر رهندو آيو.

اگسٽ ١٩٤٥ع جي آخر ڌاري مولانا ابوالڪلام آزاد، مهاتما گانڌيءَ وٽ

فرقيوار تصفيي لاءِ هڪ تجويز پيش ڪئي، جنهن جا اهم جزا هيٺيان هئا؛

١- يونيٽري فارم حڪومت جي ڪوشش نہ ڪرڻ گهرجي.

٢- ملڪ جو ورهاڱو مسلمانن جي مفاد خلاف آهي.

٣- مستقبل جو آئين فيڊرل قسم جو هئڻ گهرجي، جنهن ۾ رڳو اهي اهم معاملا مرڪز جي حوالي ڪيا وڃن، جن لاءِ صوبا رضامندي ڏيکارين ۽ صوبن جي "حق خوداراديت" وارو حق قبول ڪيو وڃي.

۴- مرڪزي اسيمبليءَ ۽ ايگزيڪيوٽو ڪائونسل تي هندن ۽ مسلمانن کي ان وقت تائين هڪ جيتري نمائندگي ڏني وڃي، جيستائين فرقيوارانہ فضا ختم ٿئي ۽ سياسي پارٽيون اقتصادي ۽ سياسي بنيادن تي ڪم ڪرڻ لڳن.

۵- اهڙو ڪنوينشن قائم ڪيو وڃي، جنهن موجب هندستاني فيڊريشن جو سربراهہ (مدارالمهام) واري سان هندو ۽ مسلمان ٿئي. اهڙيءَ ريت جيڪڏهن مسلمانن کي هڪ دفعو يقين ويهي ويو تہ هندن طرفان ڪي بہ فيصلا مٿن مڙهيا نہ ٿا وڃن تہ ممڪن آهي تہ اهي ورهاڱي جو خيال ڦٽو ڪري ڇڏين ۽ پنهنجو مفاد "متحده هند" ۾ سمجهڻ لڳن. ان ريت هڪ ڀيرو هندستانين کي اختيار مليا تہ اڳتي هلي اقتصادي، سياسي ۽ طبقاتي مسئلا، فرقيوارانہ مسئلن تي حاوي پئجي ويندا."

ورڪنگ ڪاميٽيءَ، مولانا آزاد جي تجويز بابت ڪهڙو فيصلو ڪيو، ان جي خبر نہ آهي. ليڪن سيپٽمبر ١٩۴۵ع ۾ ورڪنگ ڪميٽيءَ "متحده هند" جي حق ۾ اڳ وانگر ٺهراءُ پاس ڪري، ان ۾ صرف ايترو اضافو ڪيو تہ "ڪنهن بہ صوبي کي مرڪز سان زوريءَ نہ ملائبو. ليڪن هڪ مضبوط قومي حڪومت بنائڻ لاءِ هرڪا ڪوشش ڪئي ويندي." ان سان گڏ مسلم ليگ سان سمجهوتي ڪرڻ جي عيوض مسلم عوام سان سڌا تعلقات قائم ڪرڻ جي ناندي ۾ راءِ پڻ ظاهر ڪئي وئي.

هن سال جي آخر ۾ مرڪزي اسيمبليءَ جون چونڊون ٿي گذريون ۽ نتيجا ظاهر ٿيا. ڪانگريس غير مسلم آباديءَ جو ٣ء ١٩ سيڪڙو ووٽ ۽ مسلم ليگ مسلمانن جا ٦ء ٥٦ سيڪڙو ووٽ حاصل ڪيا. جنهن موجب:

ڪانگريس ۵٧، مسلم ليگ ٣٠، آزاد ۵، اڪالي سک ٢، يورپين ٨، ڪل ١٠٢ ميمبر چونڊيا.

هتي ڪجهہ نظر سنڌ جي حوالي سان وجهڻ ضروري سمجهان ٿو. اسان صوبائي مسلم ليگ کي ازسرنو منظم ڪري ٣- ۴ جون ١٩۴۵ع تي صوبائي چونڊون ڪرايون هيون ۽ صوبي جو صدر وري بہ مون کي چونڊيو ويو هو. چونڊ وقت

جيڪي ٺهراءُ پاس ڪيا ويا هئا. تن ۾ مرڪزي ليگ طرفان صوبہ سنڌ مسلم ليگ جي معاملن ۾ دست اندازي ۽ اختيار ڪيل روش تي صدائي احتجاج بلند ڪيو ويو هو ۽ مرڪزي پارليامينٽري پارٽيءَ جي صوبي جي هر ڳالهہ ۾ دست اندازيءَ کي سنڌ جي مفاد خلاف ڄاڻايو ويو هو.

انهن ڳالهين جي رپورٽ شملي ڪانفرنس کان اڳ مون جناح صاحب کي موڪلي هئي ۽ اتي ڪانفرنس جي مسئلي توڙي مرڪزي مسلم ليگ کي وڏيڪ اختيار ڏيڻ وارن معاملن تي اسان جي وچ ۾ تلخ ڪلامي بہ ٿي هئي، پر سنڌ موٽڻ بعد صوبائي چونڊن ۾ حصي وٺڻ جي حوالي سان ”نئون پارليامينٽري بورڊ“ چونڊيو، اينڊرڙ اسيمبلين ۾ ترقي پسند ۽ آزاد خيال ميمبر چونڊائڻ جو فيصلو ڪيو ويو- جو تہ آئين ساز اسيمبلي ٺهڻ واري هئي، ان ۾ اهڙا باصلاحيت ماڻهو چونڊائڻا هئا، جيڪي مستقبل جي بهتر آئين جوڙڻ ۾ مدد ڏئي سگهن ۽ پاڪستان ٺهڻ بعد حڪومت جي واڳ، ڪن ايماندار ماڻهن جي هٿ ۾ اچي. پر ان پارليامينٽري بورڊ تي وزارت گروهہ اعتراض ورتو ۽ جناح صاحب کي سنڌ ۾ گهرايو. جنهن مون کي چيو تہ ”پارليامينٽري بورڊ کي بدلائي، وزارت ڌر کي ان ۾ اڪثريت ڏياريان“ . مون ان تي مسلم ليگ جي مکيہ صوبائي ميمبرن کي گهرائي مشورو ڪيو، جن ان ڳالهہ جي مخالفت ڪئي، پر مون ڪجهہ سنڌي زميندار ميمبرن جي ڪمزورين کي نظر ۾ رکي، ڪجهہ جناح صاحب سان وعدي جي ڏوڪي ۾ اچي، ڪين منٿ ڪري وزارت ڌر کي پارليامينٽري بورڊ ۾ ۷ مان ۴ ميمبرن ڏيڻ جو ٺهراءُ. صوبائي مسلم ليگ کان پاس ڪرائي، اڳ ۾ قائم ڪيل پارليامينٽري بورڊ تبديل ڪرايو. اهڙيءَ طرح پنهنجن هٿن سان صوبائي مسلم ليگ کي وزارت جي ماتحت ڪري ڇڏيم.

سال جي آخر ۾ جڏهن ٽڪيٽن ڏيڻ جو وقت آيو تہ وزيرن پنهنجن ڇاڙتن کي ٽڪيٽون ڏيڻ شروع ڪيون، جنهن تي صوبائي مسلم ليگ بغاوت ڪئي. وزيرن وري جناح صاحب کي گهرايو، جنهن اسان کي چيو تہ ”ٽڪيٽن ڏيڻ جو ڪم مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي حوالي ڪريو.“

هاڻي اسان جو مسلم ليگ جي مرڪزي ليڊرن، خصوصاً مرڪزي هاءِ ڪمانڊ يعني جناح صاحب تان اعتماد کڄڻ لڳو هو، ان ڪري مون جناح صاحب جو حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو، ڇو تہ مون ائين ڪرڻ کي عوام جي حق سان غداري تصور ٿي ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ائين ڪرڻ سان سنڌ جو مستقبل آل انڊيا مفادن تي قربان ڪرڻو ٿي پيو، سو بہ ان وقت جڏهن ملڪ جي تاريخ ۾ مستقبل کي درست ڪرڻ

جو اميدون برثواب ٿيڻ کي اچي ويجهو ٿيون هجن. ان کان سواءِ مسلم ليگ ۾ شامل سمورن ترقي پسند ڪارڪنن جو اڳواڻ آءُ هئس ۽ هنن ليگ اندر اڻٿڪ محنت ڪئي هئي، انهيءَ اميد سان تہ عوام جي بيداري، ليگ کي اڳين ماحول مان ڪڍي نئون رنگ ڏيندي ۽ ساڳيون پراڻيون حالتون وري دهرايون نہ وينديون.

مون ان بعد ۱۴ آڪٽوبر ۱۹۴۵ع تي صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل جو اجلاس سڏايو، جيڪو وڏي جوش واري ماحول ۾ گڏ ٿيو. جنهن ۾ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي اپيل ڪئي وئي تہ سنڌ ۾ مسلم ليگ جون ٽڪيٽون صوبائي ڪائونسل طرفان مقرر ڪيل پنجن ڄڻن (جي. ايم. سيد، خير شاهہ، آغا غلام نبي پٺاڻ، سيد محمد علي شاهہ ۽ رئيس غلام مصطفيٰ ڀرڳڙيءَ) جي مشوري سان ڏنيون وڃن.

جڏهن جناح صاحب ڪراچيءَ ۾ سر غلام حسين جي بنگلي تي اچي مهمان ٿيو ۽ کيس صوبائي مسلم ليگ ڪائونسل جي ٺهراءَ کان مون واقف ڪيو تہ هن انتهائي ڪاوڙ ۾ اچي چيو تہ "ڪائونسل جا ميمبر بي جوابدار ماڻهن جو ميڙهڪا، جن جو انهن ڳالهين سان ڪو بہ واسطو ڪو نہ هو، ان ڪري هاڻ جدا ٿيڻ جي حد کي اچي پهتا آهيون."

هاڻي منهنجي لاءِ فيصلي جي گهڙي اچي پهتي هئي. ڪجهہ وقت کان آءُ ٻن ٻيڙين جي وچ ۾ پيل هئس ۽ دل تي گهڻو مونجهارو ۽ بار هو. هڪ طرف اهو شخص هو، جنهن کي ڪنهن وقت قائدِ اعظم ۽ مسلمانن جي مستقبل جو علمبردار سمجهندو هوس ۽ جنهن جي هڪ دفعي قتل ٿيڻ جي غلط خبر ٻڌي، رڙندي غش ٿيڻ جي ويجهو وڃي ٿيو هوس؛ ۽ ٻئي طرف منهنجي سنڌو ديش سان محبت هئي، جنهن ۾ ڄائو نپنو هوس؛ جتي منهنجي ويهن پيڙهين جو قبرستان هو؛ جنهن جي آزاديءَ، ڀلائيءَ ۽ خوشحاليءَ لاءِ هزارين درويشن ۽ سورهين پنهنجون زندگيون صرف ڪيون هيون ۽ جنهن ملڪ جي سچار، سادن، بي زبان، مظلوم ۽ غريب رهواسين جي ڀلائي ۽ بهتري منهنجي ساري سياسي زندگيءَ جو بنياد ۽ اساس هئي.

ان ڪشمڪش دوران مون تي واضح طرح ذهن نشين ٿي ويو تہ مون کي هڪ شيءِ کي ضرور ڇڏڻو پوندو.

جناح جي آمرانہ ۽ فرعون صفت گفتگوءَ بعد اختلاف ۽ بغاوت ڪرڻ منهنجو فرض هو. هتي هيءَ واضح ڪرڻ گهران ٿو تہ هي اختلاف ٻن وڏين شخصيتن جي وچ ۾ نہ هو (جيئن ڪن ماڻهن جو خيال آهي) جن پنهنجي خودسريءَ موجب هلڻ گهريو ٿي، پر هي اٽر مقابلو ٻن سياسي نقطہ نگاهن ۽ نظرين جي وچ ۾ هو. آل انڊيا مسلم ليگ جي صدر جي سچي نگاهہ، آسماني بلنديءَ تي هئي، جنهن وٽ

صوبائي ڳالهين ۽ سنڌ جي مفادن جي ڪا اهميت ڪا نہ هئي. هن ڪي پنهنجي پلئن موجب رڳو حڪم ڪرڻو هو ۽ ٻين کي ميڻو هو. پر آءٌ سنڌ جي سرزمين جو رهاڪو هوس، مڪاني مصيبتن، مشڪلاتن ۽ عوامي امنگن جو گهرو احساس هوم. تجربي جي بنياد تي ان راءِ تي پهچي چڪو هوس تہ ڪا بہ شاندار عمارت پڪيءَ پيڙهہ کان سواءِ پائدار نہ ٿي سگهندي.

مون جناح جي فيصلي کي مڃڻ کان انڪار ڪندي، کيس ڪُتو جواب ڏنو. ان تي جناح صاحب ٿڌي دماغ ۽ حڪمي لهجي سان مون کي چيو تہ: "انهيءَ انڪار جي نتيجن جو توکي احساس آهي؟ مسٽر سيد! توکي صلاح ڏيندس تہ معاملي تي وري بہ خيال ڪري جواب ڏي!"

مون کيس ورندي ڏني تہ "آءٌ انهيءَ معاملي تي گذريل ٻن سالن کان غور ڪندو رهيو آهيان ۽ مون کي خبر آهي تہ ڇا ڪري رهيو آهيان. منهنجي پهرين جوابداري صوبي جي جماعت سان آهي ۽ انهيءَ جي اجازت کان سواءِ ٻئي ڪنهن جو فيصلو مڃي نہ ٿو سگهان."

منهنجي ان انڪار کي جناح پنهنجي حڪم جي انحرافي ۽ مسلم ليگ ضابطي جي ڀڃڪڙي سمجهي، ۽ وري بہ هڪ دفعو ساري معاملي تي فڪر ڪرڻ ۽ ان مان نڪرندڙ اگرن نتيجن تي غور ڪرڻ لاءِ مون کي چيو. سندس همدردانہ صلاح لاءِ شڪرگذاري ڪندي کيس چيم تہ "گذريل ملاقات کان وٺي جڏهين توهان جدا ٿيڻ کي ويجهو اچڻ جو اشارو ڏنو هو، مون ان مسئلي تي پٺي ويچاريو آهي ۽ آخران راءِ تي پهتو آهيان تہ صوبائي ڪائونسل جي فيصلي جو انحراف نٿو ڪري سگهان ۽ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي يڪطرفي فيصلي کي قبول ڪرڻ مون لاءِ مشڪل آهي."

منهنجي سياسي زندگيءَ لاءِ اها هڪ نازڪ گهڙي هئي، جنهن جا اگرا نتيجا آءٌ چڱيءَ طرح محسوس ڪري ٿي سگهيس. جنهن وقت آءٌ مسلمانن جي وڏي ليڊر سان هن فيصلي جي گهڙيءَ ۾ منهن مقابل ٿيو هوس، خوددار ۽ ايماندار جي حيثيت ۾ مون لاءِ ٻيو رستو ئي ڪو نہ بچيو هو. هاءِ ڪمانڊ کان جدا ٿيڻ جي گهڙي اچي مٿان بيٺي هئي، صرف آخري موڪلائي ڪرڻي هئي، سا ڪئي وئي.

جناح صاحب جي نظر ۾ صوبہ سنڌ مسلم ليگ، آل انڊيا مسلم ليگ جي شاخ هئڻ ڪري اُنهيءَ جي ماتحت هئي ۽ ان کي ڪا بہ آزادانہ هستي نہ هئي. آءٌ سنڌ لاءِ اها پوزيشن قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئس. اهڙيءَ حالت ۾ صوبائي مسلم ليگ کي مرڪز کان جدا ڪرڻ بهتر سمجهيم، بنسبت ان جي تہ مرڪز جي ٻُڄ ۾ اٽڪي

اندروني آزادي ختم ڪري ڇڏجي ۽ ان طرح سان سنڌ جي مستقبل لاءِ ترقيءَ ۽ بهتريءَ جا سڀ خواب بنا تعمير جي رهجي وڃن. هاڻ تہ صاف ظاهر ٿي چڪو هو تہ جدا ٿيڻ جو وقت سڄ پچ نزديڪ اچي پهتو هو.

هيءَ ليگ جي مرڪزي پريزيڊنٽ سان منهنجي آخري ملاقات، مون لاءِ آزمائش ۽ امتحان جو وقت هو. پريزيڊنٽ جو رعب ۽ شان، سندس زبردست جماعت، لکين پوئلڳ ۽ انهن جي گڏيل طاقت منهنجي سامهون هئي. جيڪڏهن سندس اڳيان سر نمايان ها تہ ڪيترن شخصي فائدن ۽ عارضي ڪاميابيءَ جي اميد هئي، پر اهو سڀ ضمير ۽ خودداريءَ کي وڪڻي پوءِ ڪريان ها. لکين عوام جون مصيبتون ۽ ترقي پسند گروهہ جون ڪيل لاڳيتيون محنتون، منهنجي اکين اڳيان پئي ڦريون. اهي ڇا چوندا؟ پويان نسل ڪهڙي راءِ ڏيندا تہ سنڌين ۾ ڪو بہ اهڙو ڪو نہ هو، جو سنڌ جي شان برقرار رکڻ لاءِ مشڪلاتن جو مقابلو ڪري ها؟

مون کي خبر هئي تہ ڪهڙين زبردست طاقتن جو مقابلو ڪري رهيو هوس. نہ صرف جماعت جي ليڊر ۽ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ، ان جي مددگارن ۽ ساري آل انڊيا مسلم ليگ جو غُصو پاڻ تي کڻي رهيو هيس، گڏوگڏ لکين مسلم عوام جي بہ ڪاوڙ کڻي رهيو هوس. پر آءٌ اهو سڀ ڪجهہ سهڻ لاءِ تيار ٿي ويس. جناح صاحب مون لاءِ صرف بہ رستا ڇڏيا هئا. بناشرط جي بيعت ڪريان يا جُدا ٿيان. مون جُدا ٿيڻ قبوليو.

جناح صاحب آخري پيرو وارننگ طور مون ڏي ليگ هاءِ ڪمانڊ جي چونڊيل اميدوارن جي لسٽ ڏياري موڪلي ۽ حڪم ڪيو تہ آءٌ سندن مدد ڪريان. جنهن کان مون انڪار ڪيو ۽ بهتر سمجهيم تہ هڪ بيان پريس ۾ ڪڍي عوام اڏو پنهنجو نقطہ نگاهہ پيش ڪريان. ان لاءِ ۲۸ آڪٽوبر ۱۹۴۵ تي هڪ طويل بيان جاري ڪيم، جنهن ۾ مون سر غلام حسين وزارت سان اختلافن جي بنياد،مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي ان نسبت روش، وزيرن مان ڪيترن جون گذشتہ روايات ۽ سنڌن اينڊڙ اليڪشن جي سلسلي ۾ سازشون ۽ منصوبا، هاءِ ڪمانڊ جي رجعت پسند طبقي لاءِ ڪُليل طرفداريءَ ۽ صوبہ مسلم ليگ ۽ عام راءِ جي خلاف واضح طور حقيقتون بيان ڪيون هيون. ان بيان جو متن (نقل ڪاپيءَ جي صورت ۾) هتي پيش ڪجي ٿو:

**سيد غلام مرتضيٰ شاهہ، صدر، صوبہ سنڌ مسلم ليگ جو بيان.**

(جيڪو ۲۹ آڪٽوبر ۱۹۴۵ع تي اخبارن ۾ شايع ٿيو)

**موجوده حالتون:** ٢٧ آڪٽوبر ١٩٤٥ع تي جناب قائد اعظم طرفان مڪاني اخبارن ۾ جيڪو بيان شايع ٿيو، تنهن مون لاءِ اهڙي مجبوري پيدا ڪئي آهي، جو آئون بادل ناخواسته هي چند حقيقتون محض هن مقصد سان عوام جي اڳيان پيش ڪريان ٿو، ته جيئن هرڪو ماڻهو صحيح حالتن کان واقف ٿئي- جاڪاڻ ته عنقريب جيڪي چونڊون ٿيڻ واريون آهن، سي ايتريقدر ته اهميت واريون آهن، جو هڪ طرف هندستان جي ڏهن ڪروڙ مسلمانن جي مستقبل جو، انهن سان واسطو آهي، ته ٻئي طرف صوبه سنڌ جي باشندن جي بهتريءَ ۽ برتري جو سمورو دارو مدار پڻ انهن ئي چونڊن تي آهي. جيڪڏهن انهن ٻن مسئلن متعلق ڪا به غلط فهمي يا غلط راءِ پيدا ٿيندي ته ان جو نتيجو نهايت ئي اگرو نڪرندو. انڪري ئي سنڌ جي موجوده سياسي حالتن بابت عام ماڻهن اڳيان صحيح معلومات پيش ڪرڻ لاءِ آئون پاڻ کي مجبور ٿو سمجهان.

## مسلم ليگ جي مقصدن سان اسان جي وابستگي:

پنهنجي بيان شروع ڪرڻ کان اڳ آءٌ ضروري ٿو سمجهان ته هيءَ حقيقت هر ڪنهن کي پوريءَ وضاحت ۽ صفائيءَ سان سمجهڻ گهرجي ته جيتريقدر آل انڊيا مسلم ليگ جي نصب العين، خواهه ان جي مقصد جو واسطو آهي، يا سندس هيءَ دعوي ته هندستان جي ڏهن ڪروڙ مسلمانن جي نمائندگيءَ جو سمورو حق ڪيس ئي حاصل آهي، تن بابت آل انڊيا مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ سان منهنجو خواهه اهي ماڻهو، جن جي نمائندگي ڪرڻ جو مون کي حق آهي، تن جو ڪو به اختلاف ڪو نه آهي. انهن مقصدن حاصل ڪرڻ، خواهه انهيءَ دعوي جي سچائي ثابت ڪرڻ لاءِ جيڪا به جدوجهد ڪرڻي آهي، تنهن ۾ آل انڊيا مسلم ليگ سان اسين آخر تائين پوري طرح ٻڌل آهيون ۽ ان سلسلي ۾ اسين هر ڪنهن قسم جي قرباني ۽ جانفشاني ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

مگر جيتريقدر هنن چونڊن جو صوبه سنڌ سان واسطو آهي، اوتريقدر حالتن جو صحيح اندازو لڳائڻ لاءِ ضروري آهي ته اهي حقيقتون بيان ڪجن، جيڪي موجوده حالتن پيدا ڪرڻ جو سبب بڻيون آهن:

**سنڌ جون حالتون:** جيڪي ماڻهو سنڌ جي حالتن کان ٿورو به واقف آهن، سي هيءَ حقيقت تسليم ڪندا ته ١٩٣٧ع ۾ جيڪي چونڊون ٿيون هيون، تن ۾ سنڌ اسيمبليءَ اندر گهڻو ڪري اهڙا ماڻهو چونڊجي آيا هئا، جي عام ماڻهن جي ڀلائيءَ، سرڪاري ڪاروبار جي پاڪيزگيءَ، سياسي اخلاق، وزارت جي مضبوطيءَ ۽

مسلم ليگ سان وفاداريءَ جي نقطهءِ نگاهه کان غير موزون هئا.

اها ڳالهه مون لاءِ ڪا نئين ڪانه آهي ۽ نه وري اها ڳالهه آءٌ هن ڪري هينئر محسوس ڪرڻ لڳو آهيان، جو مرڪزي پارليامينٽري بورڊ، جن ماڻهن کي هنن چونڊن لاءِ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ ڏني آهي، تن ۾ منهنجا ڪي خاص ماڻهو نظر انداز ڪيا ويا آهن. مگر حقيقت هيءَ آهي ته گذريل اٺن ورهين اندر اسان جيڪي به ڪوششون ڪيون آهن، سي ثابت ٿيون ڪن ته انهيءَ سموري عرصي اندر سنڌ جي موجوده حالتن تي نه فقط آءٌ، مگر سنڌ جو هرهڪ خير خواهه پنهنجي دل جون خون ٻيئندا رهيا آهيون.

گذريل مارچ ۾ جيڪو خط مون جناب قائد اعظم جي خدمت ۾ عرض رکيو هو، تنهن مان آءٌ هڪڙو ٽڪرو ظاهر ڪريان ٿو، جنهن مان نه فقط سنڌ جي موجوده حالتن جي تصوير جا ڪي حصا صاف نظر ايندا، مگر هيءُ به ثابت ٿيندو ته جيڪا شڪايت اسين هينئر ڪري رهيا آهيون، يا جيڪا بي قراري اسان ۾ پيدا ٿيل آهي، اها ڪا ٿوري وقت کان يا ڪن شخصي سببن سان واسطو هرگز نٿي رکي.

**رشوتخوري، ظلم ۽ زوري:** ”هيءَ حقيقت ثابت ٿي چڪي آهي ته سنڌ جي موجوده وزارت سنڌ جي ماڻهن لاءِ وبال آهي ۽ هڪ مجسم خرابي ۽ ناقابل برداشت جنجال آهي. جيڪڏهن ڪنهن به ماڻهوءَ کي انهي حقيقت کان انڪار هجي ته آءٌ خود مسلم ليگ طرفان ان باري ۾ تحقيقات ڪرڻ لاءِ عرض ڪندس. اها ڳالهه سنڌ جي بدبختيءَ جو سبب آهي جو مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ طرفان جيڪي به ماڻهو سنڌ ۾ اچن ٿا، سي ڪڏهن به سنڌ جي اندرين ڀاڱن ۾ ڪو نه ويا آهن ۽ وزارت بابت ماڻهن جا ڪهڙا رايا آهن، تنهن باري ۾ ڪو به ويچار ڪونه ڪيو اٿن. هو فقط ڪراچي ۾ اچي رهندا آهن ۽ سندس تحقيقات جو دائرو صرف ڪراچيءَ تائين ئي محدود رهندو آهي.

**وزارت جا افعال:** ”وزارت بابت مختصر حقيقت هيءَ آهي ته وزارت ۾ خرابي گهر ڪري وئي آهي ۽ نه فقط وڏن عهدن وارا ماڻهو انهيءَ خرابيءَ ۾ مبتلا آهن، پر انهن وڏن ماڻهن جا افعال ڏسي، ننڍا ڪامورا به رشوتخوريءَ جي مرض ۾ گرفتار آهن. جنهن جو نتيجو هيءُ نڪتو آهي جو سرڪاري ڪاروبار هلائيندڙن جي وڌندڙ حرص کي پوري ڪرڻ خاطر هر سال عام ماڻهن جا لکين رپيا ضايع ٿيندا رهن ٿا. انهيءَ رشوتخوريءَ مان جيڪي ٻيون خرابيون پيدا ٿين ٿيون، انهن جي ذڪر ڪرڻ جي ضرورت ڪا نه آهي. ڳوٺن مان امن امان، عدل انصاف ۽ سک ۽ آرام

لڏي ويا آهن. آءُ تہ ايترو بہ چوندس تہ بهراڙيءَ جا ماڻهو ۽ خاص ڪري مسلمان بلڪل ننڍڪا ٿي چڪا آهن ۽ هنن لاءِ جنسي قيامت برپا ٿي چڪي آهي. سنڌ ۾ اناج تي ڪنٽرول وجهي جيڪا سنڊيڪيٽ قائم ڪئي وئي آهي، تنهن سنڌ جي آبادگارن ۾ سخت ناراضگي پيدا ڪئي آهي. حالانڪ ڳرين ڍلن سبب هو اڳ ۾ ئي ڪاني پيڙجي چڪا آهن. مسلم ليگ طرفان سنڌ جي عوام کي اسان جيڪي وعدا ڏنا هئا ۽ سائن اقرار ڪيا هئا، انهن جي بلڪل ابتڙ عمل ٿي رهيو آهي. جنهن ڪري عوام اسان کي ڪاوڙ ۽ ڌڪار سان ڏسي رهيا آهن. سرڪار پنهنجن ڪامورن جي باري ۾ جيڪا ڪمزور پاليسي اختيار ڪئي آهي، تنهن ڪامورن کي چتو ڪري ۽ چڙواڳ ڇڏي ڏنو آهي، جنهن ڪري ماڻهو ائين ٿا سمجهن تہ قوم جي عيوضين جي حڪومت بدران سنڌ جي مٿان ڪنهن قديم زماني جو ڪو مست حاڪم حڪومت هلائي رهيو آهي.

مطلب تہ هن وزرت اهڙا ڪم ڪيا آهن، جو جيڪي بہ ماڻهو سندس حمايتي آهن، سي پاڻ شرمسار آهن ۽ مسلم ليگ جنهن جي نالي سان هيءَ وزارت مشهور ٿي رهي آهي، سا بہ عام ماڻهن ۾ بدنام ٿي رهي آهي.

منهنجو عرض هيءُ آهي تہ مسلم ليگ وزارت جو جيڪو اثر عوام تي پيدا ٿي رهيو آهي، سو بہ مسلم ليگ خيال ۾ نہ آئي ۽ عوام جي بهتري لاءِ وزارت ڇا ڪري ٿي يا ڇا نٿي ڪري، سو نقطو بہ مسلم ليگ ڌيان ۾ نہ آئي. پر فقط هن ڳالهہ ڏانهن ڏسي تہ اڳتي هلي سنڌ جي اندر مسلم ليگ ڪيتريقدر مقبول ٿي سگهندي؟ تہ جيڪر مسلم ليگ ههڙيءَ وزارت کي هڪ منٽ بہ وڌيڪ قائم رکڻ گوارا نہ ڪري!

اوهان صاحب، خواهہ مرڪزي پارليمنٽري بورڊ ۽ ٻين جماعتن کي (جن جو اوهان صاحبن ذڪر ڪيو آهي) آءُ هر وقت هن ضرورت ڏانهن متوجهہ ڪندو رهيو آهيان تہ سنڌ جي موجوده حالتن کي سڌارڻ ۽ سنڌ جي عام ماڻهن سان انصاف ٿيڻ لاءِ ڪجهہ ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ وزارت جي رشوتخوريءَ، ظلم ۽ زوريءَ کان هتي جا عام ماڻهو بلڪل تنگ اچي چڪا آهن. انهيءَ باري ۾ مون ڪيترائي دفعا روبرو خواهہ لکيت ۾ اوهان صاحبن کي شخصي طرح استدعائون بہ ڪيون آهن. مرڪزي ورڪنگ ڪاميٽيءَ خواهہ مجلس عمل ۽ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ اڳيان پڻ مون اهڙيون التجائون ڪيون آهن.

هالي تازو بہ نواب محمد اسماعيل خانصاحب ۽ چودري خليق الزمان صاحب

جڏهن هت آيل هئا، تڏهن مون هنن صاحبن اڳيان به سڀ ضروري حقيقتون رکيون هيون. جيڪڏهن هنن ٻن سالن جي عرصي اندر به اهي سيئي صاحب سنڌ جي حالتن سڌارڻ ۽ عام ماڻهن جي اهنجن ايذائن دور ڪرڻ لاءِ خواهه پرڳڻي جي عام ماڻهن ۽ چند خود غرض ۽ رشوت خور فردن جي ٽولي جي وچ ۾ ڪنهن فيصلي تي پهچڻ لاءِ ڪو به قدم ڪٿي نه سگهيا آهن ته ان لاءِ آئون جوابدار ٿي نٿو سگهان. مرڪز وٽان اهڙي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ شخصي طرح نه فقط آئون ڪوشش ڪندو رهيو آهيان، مگر صوبائي ڪائونسل ۽ ورڪنگ ڪميٽيءَ به گذريل ٻن سالن ۾ هڪ طرف وزارت کي ۽ ٻئي طرف مرڪزي، ليگ کي زوردار استدعائون ڪيون آهن ته سنڌ ۾ پيدا ٿيل حالات تي دوباره غور ڪيو وڃي، اهڙيءَ حالت ۾ ائين ڪيئن ٿو چئي سگهجي ته جيڪو قدم اسان ٻن سالن جي متواتر التجائن کان پوءِ کنيو آهي، سو ڪنهن اوچتي وهم سببان يا سازش ڪرڻ جي ارادي سان کنيو ويو آهي؟ منهنجو خواهه مسلم ليگ جي ٻين ميمبرن مان گهڻن جو، عقيدو پئي رهيو آهي ته مسلم ليگ جي عزت تڏهن وڌي سگهي ٿي، جڏهن عارضي ۽ مصنوعي وسيلن سان تسلي حاصل ڪرڻ عيوض، عام مسلمانن جي ڀلي ۽ بهتريءَ خاطر سرڪاري ڪاروبار نقط ڪن اخلاقي اصولن تي هلايو ويندو. بهر حال منهنجو اهو عقيدو نه اڳي هو ۽ نه هينئر آهي ته ههڙي وزارت قائم رکڻ ۽ ان نموني سنڌ جي عام مسلمانن جي مفاد کي نظر انداز ڪرڻ سان، مسلم ليگ جي عزت ۾ اضافو هرگز نه ٿي سگهندو. مسلم ليگ جي عزت حقيقي معنيٰ ۾ تڏهن ئي وڌي سگهندي، جڏهن عام ماڻهن ۾ سچ پچ مقبول ۽ عزت جي لائق ٿيندي. هن صوبي ۾ اهڙي وزارت کي قائم رکڻ مسلم ليگ جي عزت خواهه عام ماڻهن ۾ سندس مقبوليت لاءِ سخت نقصانده آهي."

جنهن وزارت ڏانهن مون مٿي ذڪر ڪيل خط ۾ اشارو ڪيو هو، سا سنڌ اسيمبليءَ جي اڪثر ميمبرن جو آئينو هئي ۽ انهيءَ ڪري جيڪي حقيقتون وزارت سان لاڳو هيون، سي اهڙن اسيمبلي ميمبرن سان وڌيڪ لاڳو هيون، جن جي حمايت سان اها وزارت قائم رهي هئي.

انهن صاحبن مان ڪي صاحب، نه فقط سرڪاري ڪاروبار جي خراب ٿيڻ لاءِ جوابدار هئا، مگر انهن جيڪو رخ مسلم ليگ ڏانهن اختيار ڪيو هو، سو به اهڙوئي افسوسناڪ هو. ڇاڪاڻ ته هو شخصي سهولتن ۽ ذاتي غرضن لاءِ ڪڏهن مسلم ليگ ۾ شريڪ ٿي رهيا هئا ته ڪڏهن مسلم ليگ کي ڇڏي هليا ٿي ويا. هت آئون

فقط انهن چند مکيہ ماڻهن جو ذکر ڪرڻ ڪافي ٿو سمجهان، جن کي مرڪزي پارليامينٽري بورڊ پنهنجي حمايت ۽ تائيد جي لائق سمجهيو آهي. سنڌ جو موجوده وزيراعليٰ ظم، سر غلام حسين، سن ١٩٣٨ع ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ ٻئي سال هو مسلم ليگ مان نڪري ويو. نہ فقط ايترو پر مسلم ليگ ۽ پاڪستان جي خلاف بيان بہ جاري ڪندو رهيو. وري سال ١٩٤٢ع ۾ جڏهن مرحوم مسٽر الله بخش کي سنڌ جي گورنر، ڊسمس ڪري وزير اعليٰ ظم جي عهدي تان برطرف ڪيو، تڏهن سر غلام حسين ڏٺو تہ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ کان سواءِ ڪيس وري وزير اعليٰ عظم ٿيڻ جو ڪو بہ آسرو ڪو نہ آهي. ان وقت هو مسلم ليگ ۾ شريڪ ٿيو. سر غلام حسين مسلم ليگي هئڻ جي باوجود خان بهادر مولابخش کي، شڪارپور واري تڪ مان نہ فقط ڪامياب ڪرايو، پر ڪيس وزارت ۾ شريڪ ڪري روينيو وزير بہ ڪيائين ۽ وري ڪيس وزارت مان تڏهن ڪڍيائين جڏهن اسان سندس شرط مڃيا. اهڙيءَ طرح خانبهادر مير غلام علي خان ٽالپر ۽ پير الاهي بخش صاحب بہ جيڪو عرصو مسلم ليگ سان واسطيدار رهيا آهن، تنهن ۾ هو ڪڏهن مسلم ليگ کي ٽڏيندا رهيا آهن تہ ڪڏهن ان کي چنبڙندا رهيا آهن. هيءَ ڳالهہ سنڌ جي عام ماڻهن کان مخفي نہ آهي تہ جڏهن حيدرآباد جي هندن طرفان مير صاحب کي فقط ضلع لوڪلبورڊ جي پريزيڊنسيءَ جي آڇ ٿي، تڏهن مير صاحب ان خسيس لالچ تي مسلم ليگ کي ڇڏي هليو ويو.

هتي هيءَ ڳالهہ وڏي معنيٰ واري آهي، جو مرڪزي پارليامينٽري بورڊ وارن مٿي ذڪر ڪيل صاحبن کي نہ فقط مسلم ليگ جي ٽڪيٽ عطا ڪرڻ فرمائي آهي، پر انهن جي قديم، خواهہ جديد حمايتن سان بہ ساڳي نوازش ڪرڻ فرمائي آهي. انهن صاحبن مان ڪي تہ اهڙا بہ آهن، جي مسلم ليگ جا ٻن آنن وارا رواجي ميمبر بہ نہ آهن، ڪي فقط هڪ مهيني کان مسلم ليگ ۾ آيل آهن، ڪن مسلم ليگ سان هميشہ ڏوڪي بازي ۽ مخالفت پئي ڪئي آهي، ڪي پنهنجن تڪن اندر بہ عوام ۾ ناراضپو پيدا ڪري چڪا آهن ۽ ڪي تہ بلڪل اڻپڙهيل يا نالي ماتر تعليم يافتہ آهن. ۽ عجب اهو آهي جو اهڙن ماڻهن جي مقابلي ۾ اهي ماڻهو نظر انداز ڪيا ويا آهن جي شروع کان وٺي پنهنجيءَ قومي جماعت سان سچا، وفادار ۽ ثابت قدم پئي رهيا آهن يا مسلم ليگ کي مدد ڪندا رهيا آهن يا وڏيءَ علمي لياقت وارا ۽ عوام ۾ پيارا آهن. جيڪڏهن سنڌ اسيمبليءَ لاءِ اميدوار مٿي ذڪر ڪيل قسم جا ماڻهو چونڊيا ويندا تہ ان جو نتيجو ا... يا نڪرندو، سا ڳالهہ ڪنهن بيان جي محتاج نہ آهي.

هائي آئون انهن حقيقتن جو ذڪر ڪندس، جن جو صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي مقرر ٿيڻ ۽ وري ان جي رد ٿيڻ سان واسطو آهي، جنهن ڏانهن جناب قائد اعظم پنهنجي بيان ۾ اشارو فرمايو آهي.

هن باري ۾ هيءَ ڳالهه ياد رکڻ جهڙي آهي ته نين چوندن جي اعلان ٿيڻ کان اڳ اسان جڏهن به سنڌ جي موجوده حالتن بابت شڪايت جو آواز اٿاريندا هئاسون، تڏهن مرڪزي مسلم ليگ طرفان اسان کي اهو دلاسو ڏنو ويندو هو ته جڏهن نيون چوندون ٿينديون، تڏهن سنڌ اسيمبليءَ لاءِ اهڙا سٺا ماڻهو چونڊيا ويندا، جي موجوده خامين ۽ خرابين کي درست ڪري سگهن. جنهن جو مطلب هيءَ هو ته نين چوندن لاءِ اهڙا اميدوار منتخب ڪيا ويندا، جي اڳوڻن ميمبرن کان بهتر هوندا. انهيءَ اميد جي بنياد تي جون ۱۹۴۵ع ۾ صوبه سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل پنهنجي سالانه ميٽنگ ۾ پنهنجي مرضيءَ موجب صوبائي پارليامينٽري بورڊ تي ميمبر مقرر ڪيا، جن بابت ڪائونسل کي يقين هو ته مرڪزي اسيمبليءَ خواهه سنڌ اسيمبليءَ لاءِ هو موزون اميدوار چونڊيندا. مگر ان کان پوءِ ڇا ٿيو، تنهن جو سمورو احوال ۱۰ آڪٽوبر ۱۹۴۵ع تي جيڪو خط صوبه سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل جي مقرر ڪيل پنجن عيوضين مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي چيئرمن ڏانهن لکيو هو، تنهن جي هيٺ ڏنل اقتباس مان معلوم ٿيندو:

"گذريل آگسٽ ۱۹۴۵ع ۾ جڏهن قائد اعظم ڪراچيءَ ۾ تشريف فرما ٿيو هو، تڏهن خان بهادر مير غلام علي خان ٽالپر، خانبهادر محمد ايوب خان کهڙو ۽ سنڌن دوستن اها حجت اٿاري هئي ته جيڪو پارليامينٽري بورڊ صوبي جي ڪائونسل مقرر ڪيو آهي، سو اسان کي ان لاءِ ناپسند آهي، جو ان بورڊ ۾ انهن ماڻهن جي اڪثريت آهي، جن جي صوبه سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل ۾ اڪثريت آهي. تنهنڪري اسان کي به ان بورڊ ۾ صوبه سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل جي اڪثريت وارن جيترو حق ڏنو وڃي. ان کان اڳ خانبهادر مير غلام علي خان ٽالپر پنهنجي خطن ۽ بيانن ذريعي ۽ خانبهادر محمد ايوب خان کهڙي زباني گفتگوءَ جي وسيلي صوبه سنڌ مسلم ليگ پارليامينٽري بورڊ ۾ نه فقط پنهنجا هڪ جيترا ميمبر هٿ ڪرڻ لاءِ، مگر پنهنجي اڪثريت قائم ڪرڻ لاءِ هاءِ گهوڙا مچائي ڏني هئي. خانبهادر مير غلام علي خان وري بلوچ پارٽيءَ جي نالي ۾ پنهنجن اميدوارن بيهارڻ جو اعلان ڪيو هو ۽ انهن هٿان مسلم ليگ اميدوارن جي مخالفت ڪرڻ جي مهم شروع ڪئي هئي. هنن اختلافات بابت ڪراچي ۾ جناب قائد اعظم جي تشريف آوريءَ ناتين صوبه سنڌ

مسلم ليگ ڪائونسل جي مراد اها هئي تہ جنهن صورت ۾ مسلم ليگ اميدوارن جي ڪاميابيءَ جي جوابداري صوبہ سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل تي آهي، تنهن صورت ۾ صوبائي پارليامينٽري بورڊ تي اهي ئي ماڻهو هئڻ گهرجن، جيڪي مسلم ليگ طرفان مناسب ۽ موزون ماڻهو چوندي، ڪين ڪامياب بنائي سگهن.

ڪائونسل جي راءِ حقيقت ۾ هيءَ هئي تہ جيڪڏهن صوبائي پارليامينٽري بورڊ تي مختلف ۽ متضاد ذرين جا ماڻهو مقرر ڪيا ويندا تہ نتيجو هيءُ نڪرندو جو انتخاب جو ڪم خاطر خواهہ نموني سان نہ هلي سگهندو ۽ جيڪو مکيہ مقصد حاصل ڪرڻو آهي يعني مسلم ليگ طرفان مقرر ٿيل اميدوار موزون هجن ۽ اهي چونڊن ۾ ڪامياب ٿي اچن، سو مقصد بہ حاصل ڪو نہ ٿي سگهندو. تنهنڪري جڏهن جناب قائد اعظم ڪراچيءَ ۾ تشريف فرما ٿيو، تڏهن مٿيون حقيقتون سندس خدمت ۾ پيش ڪيون ويون. جنهن تي اها راءِ اظهار فرمايائين تہ جيڪي نوان قانون ٺاهيا ويا آهن، تن جي مدنظر صوبہ سنڌ پارليامينٽري بورڊ کي وري نئين سر ٺاهيو وڃي ۽ ساڳئي وقت مير غلام علي خان ٽالپر ۽ خانبهادر کهڙي ۽ پين صاحبن جي مرضي بہ مٿي ذڪر ڪيل نموني رکي وڃي. مگر هنن صاحبن جي خواهش اها هئي تہ انهيءَ بورڊ تي ڪين ڪائونسل جي عيوضين کان زياده عيوضي ڏنا وڃن. انهيءَ تي جناب قائد اعظم کي صوبہ سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل جي اڪثريت جي راءِ کان آگاهہ ڪري انهن مشڪلاتن طرف اشارو ڪيو ويو، جيڪي نئينءَ طرح صوبائي پارليامينٽري بورڊ کي مٿي ذڪر ڪيل نموني سان ڦيرائڻ ڪري پيدا ٿيڻ واريون هيون. مگر قائد اعظم جي روبرو هنن صاحب اهو ويساهہ ڏنو تہ نئون بورڊ اميدوارن کي چونڊڻ وقت پنهنجا فرائض بي طرفداريءَ ۽ منصفاڻي نموني ۾ سرانجام ڪندو. تنهن ڪري ١٦ سيپٽمبر ١٩٤٥ع تي صوبہ سنڌ ڪائونسل پنهنجي ٺهراءَ موجب نئون بورڊ ٺاهيو، جنهن ۾ ڪائونسل طرفان (١) مير غلام علي خان ٽالپر (٢) پير الاهي بخش عيوضي رکيا ويا ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي مسلم ليگ پارٽيءَ طرفان خان بهادر محمد ايوب کهڙو عيوضي رکيو ويو. اهڙيءَ طرح اهو نئون بورڊ مصالحتي اصول جي بنياد تي قائم ڪيو ويو.

قائداعظم جڏهن ڪراچيءَ کان روانو ٿي ويو، تڏهن صوبہ سنڌ مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ نئين بورڊ جي ميمبرن سان صلاح مصلحت ڪرڻ بعد اميدوارن کان درخواستون گهرايون ۽ اميدوارن جي چونڊ بابت سرشتو مقرر ڪيو. حقيقت ۾ نئون بورڊ انهيءَ بنياد تي ٺاهيو ويو هوتہ پنهنجو ڪم غير جانبداريءَ سان بجا آڻيندو ۽

پارٽي بازيءَ جا سڀ خيال ترڪ ڪري ڇڏيندو. مگر قائداعظم جي رواني ٿي وڃڻ شرط نئين بورڊ ۾ آندل صاحبن پنهنجون پارٽيبازيون اڳي کان به وڌيڪ تيزيءَ سان شروع ڪري ڏنيون، جنهن بابت مختصر حقيقتون بيان ڪرڻ ڪافي ٿينديون.

مير غلام علي خان نئين بورڊ تي جڏهن مقرر ٿيو، تڏهن هن صاحب اهي سرگرميون هڪدم شروع ڪيون ۽ نئين اسيمبليءَ اندر پنهنجي طاقت وڌائڻ جي ارادي سان هن پنهنجا شخصي ماڻهو اسيمبليءَ ۾ چونڊائڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪري ڏني. ٻئي ڏينهن تي هو صاحب پيرالاهي بخش جي جاءِ تي سر غلام حسين هدايت الله ۽ ٻين صاحبن سان گڏيو، جتي اميدوارن جي چونڊ بابت هن پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪري هڪ فيصلو ڪيو، جنهن موجب هن شهميرخان ڪاڇيءَ کي صوبه سنڌ مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ خلاف اسيمبليءَ جي چونڊ ۾ مدد ڪرڻ جو ٺهراءُ ڪيو. انهيءَ مجلس ۾ هالن جو مخدوم صاحب به هن صاحبن سان شريڪ هو، جنهن کي وري اشاري ڪيائون ته پريزيڊنٽ جي تڪ ۾ جيڪي به مخدوم صاحب جا مريد آهن، تن کي مخدوم صاحب خط لکي موڪلي ته هو پريزيڊنٽ جي مخالف جي مدد ڪن. هيءَ حقيقت جناب قائد اعظم کي آگسٽ واري مهيني ۾ اچا جڏهن ڪراچيءَ ۾ هو، تڏهن پيش ڪئي ويئي هئي.

هن صاحبن وڌيڪ اها تجويز ڪئي ته صوبائي ليگ جي ڪن مکيه ميمبرن جي برخلاف پنهنجا ماڻهو بيهارين، ڇاڪاڻ ته هو سندن هم خيال نه هئا. انهيءَ تجويز جي مدنظر هالن جي مخدوم صاحب، مير غلام علي خان ٽالپر، پير الاهي بخش ۽ خان بهادر کهڙي خط لکي روانا ڪيا ۽ اڃا نئين پارليامينٽري بورڊ پنهنجي ڪارروائي شروع ئي ڪا نه ڪئي هئي ته پنهنجي ماڻهن جي تائيد لاءِ اپاءَ ورتائون. هن سلسلي ۾ مير غلام علي خان ٽالپر خاص طرح سان نواب شاهه وچي اتي سيد خير شاهه جي مخالف، جي فائدي ۾ ڪم ڪرڻ لڳو، جيتوڻيڪ سيد خير شاهه پاڻ به صوبائي مسلم ليگ پارليامينٽري بورڊ جو ميمبر هو.

خانبهادر محمد ايوب خان کهڙو وري سيٺ يوسف هارون کي پاڻ سان وٺي سنڌ جي گشت تي ويو، جتي هن عام جلسن ۾ سيٺ يوسف ۽ قاضي فضل الله جي حمايت ۾ تقريرون ڪيون ۽ سيٺ يوسف جي مدد لاءِ ماڻهن کي خط لکي موڪليا ۽ تارون ڪيون، حالانڪ اميدوارن جي چونڊ جو سوال اڃا صوبائي پارليامينٽري بورڊ خواهه مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي ويچار هيٺ آيو ئي ڪو نه هو.

مير غلام علي خان وري بلوچن جي جلسي ۾ عام اعلان ڪيو ته جيڪڏهن

ڪراچي شهر جي لياريءَ واري تڪ لاءِ ڪنهن بلوچ اميدوار کي مسلم ليگ جي ٽڪيٽ نہ ملي تہ آءٌ مسلم ليگ مان نڪري هليو ويندس.

مسٽر جي. ايم. سيد جي برخلاف جيڪو منصوبو رٿيو ويو هو، تنهن ۾ پير الاهي بخش بہ شامل رهيو. تنهن کان سواءِ پنهنجي پارٽي ۽ کهڙي پارٽيءَ جي وچ ۾ اختلافن وقتائتي سان گڏهن خانبهادر مولابخش سان بہ ساز باز رکي، شڪارپور تڪ ۾ لوڪلبورڊ جي واردن ۾ تبديل ڪرائي تہ جيئن اسيمبلي اليڪشن ۾ خانبهادر مولابخش جي طاقت وڌيڪ مضبوط ٿئي.

اهڙيءَ طرح سر غلام حسين پنهنجي عهدي جي زور تي خان بهادر مولا بخش کي، سکر ضلعي ۾ اهي آفيسر بدلي ڪري رکي ڏنا، جن لاءِ خان بهادر پاڻ طلب ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح مير غلام علي خان ٽالپر جي مقصدن کي ڪامياب بنائڻ لاءِ پڻ مير صاحب کي سر غلام حسين مدد ڪئي ۽ ٽئين پارليامينٽري بورڊ مقرر ٿيڻ کان پوءِ بہ هن صاحب پنهنجي طريقہ عمل ۾ تبديلي ڪا نہ آندي ۽ ساڳيءَ طرح پارٽيبازيءَ جي لحاظ سان مخفي ميٽنگن ۾ شريڪ ٿيندو رهيو.

هن چئن صاحبن جي انهن سرگرمين ڪري اميدوارن کي لازمي طور شبها پيدا ٿيا. جنهن ڪري ڪائونسل جي ٢٥ ميمبرن مجبور ٿي، پهرين آڪٽوبر ١٩٤٥ع تي لکيل درخواست پيش ڪري مطالبو ڪيو تہ ڪائونسل جي فوري ميٽنگ سڏائي، مٿيون حقيقتون ان جي سامهون پيش ڪيون وڃن. ڪائونسل جي ايترن ميمبرن جي لکيل درخواست جي آڌار تي، جنهن ۾ سخت الزام رکيا ويا هئا، صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي ميٽنگ صوبائي پريزيڊنٽ مهمل ڪئي. مگر ميٽنگ مهمل ٿي وڃڻ بعد هن چئن صاحبن وري وڃي خانبهادر کهڙي جي بنگلي تي ويهي پنهنجي ميٽنگ هلائي ۽ جيڪي اصول اميدوارن جي چونڊ لاءِ اڳي منظور ڪيا ويا هئا، تن کي نظرانداز ڪري، ڪن پنهنجن مائٽن کي ٽڪيٽون ڏنائون. جن مائٽن کي اهڙيءَ طرح ٽڪيٽ ڏني ويئي، تن مان ڪي صاحب تہ مسلم ليگ جا بي آني وارا ميمبر بہ ڪين هئا. تنهن کان سواءِ انهن صاحبن هڪ گڏيل بيان صوبائي مسلم ليگ پريزيڊنٽ جي برخلاف اخبار ۾ پڻ شايع ڪرايو، جنهن ۾ هن جي اها مراد رکيل هئي تہ مسلم ليگ جي شان جي گهٽتائي ٿئي. ٢ آڪٽوبر ١٩٤٥ع جي ڊيلي گزيٽ اخبار ۾ هيءُ بيان هن طرح سان شايع ٿيو:

"سر غلام حسين هدايت الله، خان بهادر مير غلام علي خان ٽالپر، پير الاهي بخش ۽ خان بهادر کهڙي هيءُ گڏيل بيان اخبار ۾ شايع ڪرايو آهي:

"اڄ جيڪو بيان جي. ايم. سيد شايع ڪيو آهي، سو پڙهي اسان کي تمام گهڻو ڏک ٿيو آهي. اهو بيان مسٽر جي. ايم. سيد انهن ماڻهن جي اشاري تي ڏنو آهي، جيڪي ڪيس تائين ۾ نوڙي وجهي هلائي رهيا آهن. مسٽر سيد انهيءَ ڪري ڪاوڙيو آهي جو ٿرپارڪر ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ سنڌس دل گهرين، مان ڪن کي بورڊ جي گهڻن ميمبرن ٽڪيٽ ڏيڻ مناسب نه سمجهيو، ڇاڪاڻ ته هو انهيءَ ٽڪيٽ جا لائق نه هئا ۽ ڪين چونڊ ۾ ڪاميابيءَ جي اميد بلڪل ڪا نه آهي. اسان انهن اميدوارن جي چونڊ لاءِ زور رکي رهيا آهيون، جيڪي لائق آهن ۽ جن کي چونڊن ۾ ڪامياب ٿيڻ جي واجبي اميد آهي.

مسٽر جي. ايم. سيد جي چاڙتن جي مرضي هئي ته ڪنهن به طرح سان ڪين مسلم ليگ جي ٽڪيٽ ملي، مگر جڏهن ڏٺائون ته پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن مان گهڻا واجبي رخ اختيار ڪري رهيا آهن ۽ مسلم ليگ کي سيد ٽولي جي اوزار بنائڻ لاءِ تيار نه آهن، تڏهن هنن مسٽر سيد کان هيءَ غلط ۽ بي قاعدي رولنگ ڏياري. هي سڀ ڪجهه مسٽر راشديءَ جي اڳواڻ رٿيل منصوبي موجب ڪيو ويو آهي ۽ هي راشدي اهو آهي جو ليگ جي دشمن جي اشاري تي مسلم ليگ جماعت اندر فتنو ۽ اختلاف پيدا ڪري رهيو آهي."

هتي هيءَ ڳالهه به قابل ذڪر آهي ته اميدوارن جي چونڊ ڪرڻ لاءِ صوبائي پارليامينٽري بورڊ هيٺيان اصول مقرر ڪيا هئا:

(۱) ڪاميابي جو وڌيڪ امڪان (۲) مسلم ليگ سان وفاداري ۽ قومي خدمت (۳) علمي لياقت (۴) جيڪڏهن بيون ڳالهيون برابر هجن ته پوءِ جيڪو اميدوار اڳيئي اسيمبلي جو ميمبر هجي، تنهن کي ترجيح ڏجي (۵) مسلم ليگ جو ڇهه مهينا ميمبر ٿي رهڻ جو شرط، انهيءَ صورت ۾ نظرانداز ڪجي، جڏهن اميدوار ساري هندستان يا ساريءَ سنڌ ۾ مشهوريءَ وارو هجي ۽ سنڌس سامهون ڪنهن بئي اميدوار کي جملي ووٽن جو چوٿون حصو هٿ ڪرڻ جو امڪان به نه هجي.

وڌيڪ اهو اصول به تسليم ڪيو ويو هو ته جيترقدر ٿي سگهي بورڊ سيئي فيصلا يڪراءِ ڪري، مگر جيڪڏهن يڪراءِ فيصلو ٿي نه سگهي ته پوءِ اهو فيصلو بحال سمجهڻ گهرجي، جنهن ۾ بورڊجي ميمبرن جي وڏي اڪثريت اهو فيصلو ڪري، مگر جيڪڏهن ۳ ميمبر هڪ طرف ۽ ۴ ميمبر ٻئي طرف ٿين ته پوءِ اهو سوال مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي حوالي ڇڏي ڏجي.

مگر صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي پهرين ئي ٻن نشستن ۾ مٿي ذڪر ڪيل

اصول نظرانداز ڪيا ويا، جن جو مثال (١) خان بهادر غلام محمد اسراڻ (٢) مسٽر نبي بخش پٽي ۽ (٣) الهه ڏني شاهه راشديءَ بابت ٽيل فيصلن مان ملي ٿو.

صوبه ڪائونسل جي ميٽنگ ١۴ آڪٽوبر ١٩۴٥ع تي ٿي، جنهن ۾ صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي ڪن ميمبرن خلاف بي اعتماديءَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. انهيءَ ٺهراءَ جي فائدي ۾ ٣٥ ميمبرن ووٽ ڏنو ۽ فقط ٥ ميمبرن، خلاف ووٽ ڪيو ۽ صوبائي ڪائونسل طرفان هيٺ ڏيکاريل ٥ ميمبر مقرر ڪيا ويا ته مرڪزي پارليامينٽري بورڊ کي اميدوارن جي چونڊ جي باري ۾ مشورو ڏين.

(١)مسٽر جي. ايم. سيد (٢) سيد خير شاهه (٣) آغا غلام نبي خان پٺاڻ (۴) سيد محمد علي شاهه (٥) مسٽر غلام مصطفيٰ پرگڙي.

انهيءَ کان ٿورو پوءِ جناب قائد اعظم ڪراچيءَ ۾ تشريف فرما ٿيو ۽ جڏهن آءٌ ساڻس مليس، تڏهن منهنجي رخ بابت ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي فرمايائين ته آءٌ هن حالت کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيان ۽ پاڻ هينئر هڪ ٻئي کان الوداع ڪرڻ تي پهچي چڪا آهيون. مون ڪيس صوبائي ڪائونسل جي رخ کان آگاهه ڪيو، جنهن تي وري ائين فرمايائين ته ڪائونسل کي اهڙيءَ طرح ڀورن وانگر هلڻ ڪو نه ڏيو. قائد اعظم جي انهيءَ ارشاد تي آءٌ ڪجهه وڌيڪ ڪو نه ڪچي سگهيس.

ائين برابر آهي ته مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جا ميمبر صاحب ڪراچيءَ ۾ ١٢ ڏينهن تشريف فرما رهيا، مگر هنن مان اها اميد هئي ته انهي عرصي اندر هو صاحب صوبائي ڪائونسل جي مقرر ڪيل پنجن عيوضين سان مشورو ڪندا، اميدوارن کي روبرو گهرائيندا گذريل وقت ۾ انهن اميدوارن مان ڪن صاحبن جي روش سبب جيڪي حالتون پيدا ٿيون، تن جو مطالعو ڪندا ۽ هر هڪ اميدوار جا گذشته ڪارناما، لياقتون ۽ ڪاميابيءَ جي امڪان جاچڻ بعد پنهنجا فيصلا ڏيندا. مگر هنن صاحبن ائين بلڪل نه ڪيو. هنن صاحبن خاص طرح سان انهن ماڻهن سان صلاح مصلحت ڪئي، جن جي خلاف صوبائي ڪائونسل بي اعتماديءَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو هو ۽ انهن ماڻهن کي ٽڪيٽون ڏنيون، جن جو بيان ڪافي انداز ۾ مٿي اچي چڪو آهي. درحقيقت مرڪزي پارليامينٽري بورڊ وارن به اهي ئي فيصلا ڏنا آهن، جيڪي صوبائي پارليامينٽري بورڊ جي انهن چئن ميمبرن ڏيڻ گهريا ٿي، جيڪي بورڊ جي ڪارروائي مهمل ٿيڻ بعد خانگي جاءِ تي گڏ ٿي ٽڪيٽون ورهائڻ وينا هئا. آئون هيءَ حقيقت خاص طرح قابل ذڪر سمجهان ٿو ته مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جا ميمبر صاحب، اميدوارن جي چونڊ بابت سنڌ جي عام مسلمانن جي راءِ معلوم ڪرڻ لاءِ

ڪراچيءَ مان هڪ قدم بہ ٻاهر ڪو نہ نڪتا. نڪي وري ڪائونسل جي مقرر ٿيل پنجن عيوضين سان انهيءَ باري ۾ ڪا صلاح ڪيائون ۽ جيڪي سفارشون ڪائونسل طرفان انهن پنجن عيوضين، مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي ميمبرن کي لکي موڪليون، سي جيتوڻيڪ انهيءَ مراد سان ڏنيون ويون هيون تہ سيني ڌرين کي راضي ڪجي، تڏهن بہ نظرانداز ڪري ڇڏيائون ۽ خاص ڪري جيڪي سفارشون مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي دل پسند چئن صاحبن جي دل وڻان نہ هيون، سي رد ڪري ڇڏيائون.

جڏهن مرڪزي پارليامينٽري بورڊ سيئي فيصلا پنهنجي مرضيءَ موجب ڪري ڇڏيا، تڏهن مون کي قائد اعظم جي خدمت ۾ سڏائي سوال ڪيو ويو تہ جيڪي بہ فيصلا پارليامينٽري بورڊ ڪري ڇڏيا آهن، سي توهان تسليم ڪرڻ لاءِ تيار آهيو؟ جيئن تہ مون کي انهن فيصلن بابت ڪا بہ خبر ڪا نہ هئي، تنهنڪري مون اهڙي وعدي ڏيڻ کان مجبوري ظاهر ڪئي ۽ ائين ڪرڻ لاءِ مون کي فقط صوبائي ڪائونسل جي اڪثريت جي راءِ جو سبب هو، جنهن ڪري مون چيو تہ چونڊيل اميدوارن جي نالن معلوم ڪرڻ کان اڳي آءٌ انهن جي ڪاميابيءَ جي جوابداري پاڻ تي هموار ڪرڻ لاءِ راضي نہ آهيان. ان بعد مون کي بند ٿيل لفافو هٿ ۾ ڏنو ويو، جنهن ۾ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جا فيصلا داخل ڪيل هئا.

هيءَ آهي مختصر احوال انهن واقعن جو، جيڪي هينئر تي چڪا آهن. هاڻي سوال هيءَ آهي تہ جيڪي فيصلا مرڪزي پاليامينٽري بورڊ ڪيا آهن، سي عام مسلمانن جي قابل قبول آهن ۽ جيڪڏهن اهي چونڊيل اميدوار اينڊڙ اسيمبلي اليڪشن ۾ ڪامياب ٿي آيا تہ سنڌ جون موجوده حالتون، جن جي خلاف سنڌ جا عام مسلمان هميشہ نالان رهندا آيا آهن، تن کي سڌارڻ جي ڪا اميد ٿيندي؟ انهيءَ بابت آءٌ چاهيان ٿو تہ پهريائين سنڌ جي عام مسلمانن جو رايو معلوم ڪريان ۽ انهيءَ بعد جيڪو بہ رخ مون کي واجبي نظر ايندو، تنهن بابت ٿوري وقت ۾ وري پڌرائي ڪندس.“

(هي بيان جدا چوپڙيءَ جي صورت ۾ پاڪستان پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ ۾ بہ ڇپيو هو.)

هيءَ صرف جدا ٿيڻ ڪو نہ هو، پر ان ۾ پوري مقابلي جو سامان سمايل هو. اهڙيءَ طرح صوبائي مسلم ليگ طرفان اميدوار بيهاري، اسان اليڪشن جي ڪم ۾ مشغول ٿي وياسون. ان وچ ۾ اسان ۽ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي وچ ۾ سمجهوتي

جون گهڻيون ئي ڪوششون ٿيون. پنجاب مسلم ليگ جي ليڊرن به ڪوششون ڪيون، پر سڀ ناڪام ٿيون. مون کي سڄي هندستان مان تارون ۽ خط، دوستن، مسلم ليگ ورڪرن ۽ نوجوان ڪارڪنن طرفان پهتا. سيني منهنجي اخلاص ۽ صداقت جي ساراهه ڪري، اهو تسليم ڪيو ٿي ته اسان حق تي آهيون ۽ هاءِ ڪمانڊ جي زيادتي آهي. پر آخر ۾ وري عرض ڪيل هو ته مسلم قوم جي مفاد خاطر آءٌ بناشرط جي هاءِ ڪمانڊ جي اڳيان پيش پوان.

نامينيشن پيپر پرائڻ کان اڳ، نوابزادي لياقت علي خان ۽ قاضي عيسيٰ خان سنڌ اچي مون سان سمجهوتو ڪيو، پر جڏهن آءٌ نامينيشن پيپر پرڻ لاءِ دادوءَ ويس ته اتي مون کي معلوم ٿيو ته هنن، باقي رهيل ڇهن ترقي پسند گروهه جي ميمبرن کي مرڪزي ليگ طرفان ڏنل ٽڪيٽون به رد ڪري ڇڏيون، ۽ ترقي پسند گروهه مان صرف منهنجي ئي هڪ ٽڪيٽ قائم رکيائون.

مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي هن قدم اسان جي جُدائيءَ کي مڪمل ڪري ڇڏيو ۽ مون آل انڊيا مسلم ليگ ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۽ ڪاميٽي آف ائڪشن جي ميمبرين تان استعيفا ڏني ۽ پنهنجي مليل ٽڪيٽ تان به هٿ ڪڍي، هڪ بيان ٢٦ ڊسمبر ١٩٤٥ع تي اخبارن کي جاري ڪيم، جنهن جو مڪمل متن هيٺ ڏجي ٿو:

”افسوس جو نيٺ ائين ئي ٿيو، جيئن اسان کي انديشو هو ۽ جن ماڻهن جي هٿ ۾ مسلم ليگ جون واڳون آهن، تن جي رجعت پسند ليڊريءَ بابت جيڪي به خطرا مون محسوس ٿي ڪيا، سي صحيح ثابت ٿيا. سنڌ اسيمبلي لاءِ جيڪي به اميدوار آل انڊيا مسلم ليگ جي مرڪزي پارليامينٽري بورڊ چونڊيا آهن، تن مان جيڪو به ترقي پسند عنصر هو، سو سمورو خارج ڪيو ويو آهي ۽ پڇاڙيءَ ۾ جن ڇهن اميدوارن کي ٽڪيٽون مليون هيون، سي چارئي پڻ ٽڪيٽ کان محروم ڪيا ويا آهن- حالانڪ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ جي چيئرمين نوابزادي لياقت علي خان وعدو ڪيو هو ته انهن ڇهن ڄڻن خلاف ڪو به قدم نه کنيو ويندو. اها ڳالهه صاف معنيٰ رکي ٿي ته آءٌ انهيءَ وعدي ملڻ کان پوءِ ١٩ تاريخ تي جڏهن ڪراچي، مان روانو ٿي هليو ويس، تنهن کان پوءِ مرڪز وارن پنهنجي ڏنل وعدي جي خلاف اهو قدم کنيو ۽ اهڙي پڌرائي ٢٠ تاريخ جي شام جو ظاهر ڪئي.

جيتوڻيڪ مون کي ذاتي خبر هئي ۽ پورو يقين هو ته مرڪز طرفان جيڪي اميدوار سنڌ اسيمبليءَ لاءِ چونڊيا ويا آهن، سي سيئي انهن ماڻهن جي مرضيءَ موجب چونڊيا ويا آهن، جيڪي مسلم ليگ کي پنهنجي ذاتي غرضن ۽ شخصي فائدن لاءِ استعمال ڪرڻ گهرن ٿا، تڏهن به مٿي ذڪر ڪيل وعدي جي آثار تي انهن چونڊيل

اميدوارن کي قبول ڪرڻ لاءِ راضي ٿيس. تنهن کان سواءِ مون کي اها به اميد هئي ته منهنجو اهو قدم مسلم ليگ اندر اتحاد قائم رکڻ جو سبب ٿيندو. مگر مرڪز وارن جيڪو فيصلو ٢٠ تاريخ تي ظاهر ڪيو، تنهن تي مون کي نهايت عجب ۽ افسوس ٿيو، جو مون ڏٺو ته هنن مون کي ڌوڪو ڏنو، هنن چئن ڇئن جون ٽڪيٽون کسي، انهن جي عيوض اهڙن ماڻهن کي ٽڪيٽون ڏنيون، جن مان ڪي ته مسلم ليگ ۾ داخل به نه ٿيا آهن يا جن وٽان مسلم ليگ جي ٽڪيٽ لاءِ درخواست به ڪانه آيل هئي! مرڪز وارن جو اهو فيصلو ڪيتري قدر غيرموزون آهي، تنهن جو اندازو هن هڪڙيءَ حقيقت مان ئي ڪري سگهجي ٿو، جو مسٽر محمد علي شاهه جهڙي لائق شخص جي خلاف مسلم ليگ ٽڪيٽ اهڙي ماڻهوءَ کي ڏني وئي آهي، جنهن کي بدمعاشيءَ جي قلم هيٺ اڳ به سزائون مليل آهن ۽ اڄ به مٿس بدمعاشيءَ جي قلم هيٺ ڪورٽ ۾ ڪيس هلي رهيو آهي.

مرڪزن وارن سان منهنجا اختلاف وڌي ڪيئن هن منزل تي پهتا آهن، تنهن بابت پنهنجي مسلمان ڀائرن کي آءٌ هن وقت آگاهه ڪرڻ مناسب ٿو ڄاڻان. سڀ ڪنهن کي خبر آهي ته اڳي آءٌ ڪانگريس ۾ هوندو هوس. مگر جيئن ته ڪانگريس جي آل انڊيا پاليسيءَ جي مدنظر سنڌ جي بهتريءَ ۽ بهبوديءَ کي وساري، ڪانگريس وارا سنڌ جي حڪومت ۽ ڪاروبار ۾ وري وري دست اندازي ڪندا رهيا ٿي، تنهنڪري ڪانگريس کي ڇڏي آءٌ ۽ منهنجا دوست مسلم ليگ ۾ شامل ٿياسين ۽ ائين ڪرڻ سان اسان کي اها اميد هئي ته سنڌ جي عام مسلمانن کي سرمايه دارن ۽ عملدارن جي دست وبُرد کان بچائي، آزاد هندستان ۾ آزاد پاڪستان قائم ڪرڻ جو مقصد وڏيڪ آسانيءَ ۽ آزاديءَ سان حاصل ڪري سگهنداسين.

مسلم ليگ لاءِ اسان هر طرح سان جانفشاني ڪئي ۽ انهيءَ اعليٰ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان هر ڪنهن قسم جي قرباني ڪئي ته جيئن سنڌ جي عام مسلمانن جي ڀلي جو ڪم ٿي سگهي، مگر اسان جي اها اميد اجائي ثابت ٿي. اسان ڏٺو ته مسلم ليگ جي نالي ۾ اسان کان عام مسلمانن جي بهتريءَ جي ڪم وٺڻ عيوض اسان کي مجبور ڪيو ويو ته مسلم سرمائيدارن ۽ وڏن لقبن وارن جو ۽ انگريزي عملدارن جي دادلن جو تسلط قائم رهي ۽ هندو سرمائيدارن ۽ رت چوسيندڙن کان ڇڏائي، عام غريب مسلمانن کي وري مسلم سرمائيدارن جي غلاميءَ ۾ ڦاسايو وڃي يعني ته جيتريقدر عام غريب مسلمان جو تعلق آهي، تن جي حالت ساڳي اڳئين وانگر ابتر رهي ۽ انهن غريبن جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ کي بلڪل وساري ڇڏجي اسان جي اختلاف جا مکيه سبب هي رهيا آهن:

(١) اسان کي وقت بوقت ائين حڪم ڏيڻ ۾ آيو آهي تہ آل انڊيا وارن جي ڦرندڙگهرندڙ، مبهم ۽ غيرواضح پاليسيءَ جي مدنظر سنڌ جي عام غريبن جي ڀلي کي وساري ويهي رهون. حالانڪہ آل انڊيا مسلم ليگ جي پاليسي انهن مسلم ليڊرن جي هٿ ۾ ۽ اثر هيٺ آهي، جيڪي مسلم اقليت وارن پرڳڻن جا باشندا آهن. اسان جا اهي دوست دعويٰ اها ڪندا رهن ٿا تہ اسان مسلمانن کي هندن جي غلاميءَ کان بچائڻ گهرون ٿا، مگر دراصل هو گهرن ٿا تہ سنڌ جو پرڳڻو ۽ ٻيا مسلم اڪثريت وارا پرڳڻا، سندن اثر ۽ تسلط هيٺ رهن ۽ مرڪز جون واڳون پنهنجي وس رکڻ واسطي هو سنڌ ۾ نہ فقط رجعت پسند طاقتن کي همٿائين ٿا، پر سنڌ جي عوام کي انهن طاقتن جو شڪار بنائڻ لاءِ هو پنهنجي حڪمت عمليءَ کان ڪم وٺن ٿا.

(٢) خرابيءَ ۽ رشوتخوريءَ جون طاقتون، جن سنڌ ۾ باهہ ٻاري ڇڏي آهي، انهن کان مسلم ليگ جماعت کي صاف ڪرڻ لاءِ ڪابہ ڪوشش ورتي ڪا نہ ٿي اچي ۽ انهيءَ جي بدران ٻاڻ اهڙين خراب طاقتن کي سنڌ ۾ زور وٺائڻ جو ڪو بہ موقعو ڇڏيو نٿو وڃي ۽ عام غريب مسلمانن جي خدمت لاءِ جيڪي بہ اپاءَ ورتا وڃن ٿا تن کي بي تحاشا بي اثر ڪيو ٿو وڃي. انهن ڪوتاهين کان عام ماڻهن کي بيخبر رکڻ لاءِ فقط هندو قوم خلاف نفرت ۽ حقارت جا واچٽ وڄايا ٿا وڃن. انهيءَ پاليسيءَ سبب اسان عام مسلمانن جي خدمت کان محروم رهجي ويا آهيون ۽ جيئن تہ فقط نوابن ۽ جاگيردارن ۽ ٻين اهڙين سرمائيدارن جي طاقت کي همٿايو پيو وڃي، حالانڪ اهڙن ماڻهن کي انگريزن جي مقابلي ڪرڻ جي نڪا همت آهي، نڪا اهليت آهي، تنهنڪري انگريزن کان پنهنجي وطن جي آزادي حاصل ڪرڻ جي جدوجهد کان بہ اسان کي روڪيو ٿو وڃي ۽ ٻئي طرف مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي اختلافن ۾ هر روز اضافو ٿيندو ٿو رهي. جنهنڪري نہ فقط پاڪستان ۽ هندستان جي آزاديءَ ۾ رڪاوٽ رهندي ٿي اچي، مگر مشرق جا ٻيا ملڪ ٻڻ جيڪي آزاديءَ لاءِ ٻاڻ پتوڙيندا رهن ٿا، تن جي آزاديءَ ۾ ٻڻ مشڪلاتون قائم رهنديون ٿيون اچن.

(٣) جيڪي اسان ۾ دولتمند ۽ سرمائيدار آهن، تن جي طاقت کي قائم رکڻ لاءِ مرڪز وارا وڏيڪ ائين چاهين ٿا تہ صوبائي اسيمبلين اندر اهڙا مردار ماڻهو چونڊجي اچن، جيئن هندستان جي آئيندي حڪومت جو دستور العمل ٺاهڻ واريءَ مجلس ۾ اهڙا جاهل، اڻ پڙهيل، خود غرض ۽ غريبن جو رت چوسڻ وارا ماڻهو چونڊجي وڃن تہ پاڪستان قائم ڪرڻ کان پوءِ بہ انهن سرمائيدارن ۽ ستمگارن جي طاقت محفوظ رهي. يعني صوبائي اسيمبلين لاءِ مرڪز طرفان اهڙي قسم جا اميدوار بيهاريا ويا

آهن، جن جي فطرت خواهہ دماغ ۾ سندن ذاتي فائدي کان سواءِ خدا جي خلق جي خوشنودي خواهہ سياسي شعور جهڙي ڳالهہ سمائجي نٿي سگهي. مسلمانن جي جمهوري اتحاد جي نالي ۾ اسان کان اها تقاضا ڪئي ٿي وڃي تہ سرمائيدارن جي طاقت کي قائم رکڻ لاءِ سڀ ڪجهہ درگذر ڪري ڇڏيون! جڏهن اسان مان ڪو بہ ماڻهو ڪانئن اهو سوال ٿو ڪري تہ فقط خان بهادرن ۽ نواب بهادرن سردارن ۽ سرمائيدارن جي فائدي لاءِ اسان کي پاڪستان حاصل ڪرڻو آهي ڇا؟ تڏهن اسان کي ڌمڪائي حڪم ڏنو ٿو وڃي تہ جيستائين پاڪستان حاصل نہ ٿي وڃي، تيستائين اهڙا ڏکيا سوال اسان کان نہ پڇو اهڙي طرح جيڪڏهن سوال اٿارجي ٿو تہ پاڪستان جي حڪومت ۾ ڪهڙن ماڻهن جو پلو ڳرو ٿيندو تہ اسان کي خاموش رهڻ لاءِ چيو ۽، اسلام جو دشمن سڏيو ٿو وڃي مسلم ليگ جا سرمائيدار ليڊر تمام چالاڪ ماڻهو آهن، جن کي ايمانداريءَ ۽ صداقت جو قطرو ڪونهي. جيڪڏهن سنڌ صوبائي مسلم ليگ جو پريزيڊنٽ سنڌ جي نادار ۽ بدحال هارين جي حق لاءِ آواز اٿاري تہ خود انهيءَ کي بہ قاعده شڪني ۾ آڻي نظربند ڪري ڇڏڻ کان سنڌ جي مسلم ليگ جا معتبر عهديدار عار نٿا ڪن جيڪڏهن سندن مخالفن کي برباد ڪرڻ لاءِ ڪو بہ بيجڙي ۾ بيجڙو ظالمانہ طريقو هنن کي خيال ۾ اچي ٿو تہ اهڙي طريقي کان ڪم وٺڻ ۾ ڪين ڪو بہ حياءُ ڪو نہ ٿو ٿئي ۽ پوءِ بہ مرڪز طرفان اسان کي حڪم ملندو ٿو رهي تہ اهڙن ماڻهن ۾ ڀروسو رکي، سندن طاقت وقائڻ ۾ مدد ڪندا رهون. درحقيقت آل انڊيا مسلم ليگ کان ڇڄي ڌار ٿيڻ جو سبب گهڻي وقت کان پيدا ٿيل هو. مگر سنڌ اندر اسان هميشہ اها ڪوشش پئي ڪئي تہ ڪو عزت ۽ شان ڀريو ناهہ وارو سمجهوتو پيدا ٿي پوي، مگر مون کي افسوس آهي جو هينئر مون لاءِ ثابت ٿي چڪو آهي تہ جنهن اتحاد جا واسطا اسان کي وڏا ويندا هئا، تنهن اتحاد کان هو ڇرڪن ٿا. هينئر ظاهر ٿي چڪو آهي تہ جڏهن نوابزادي لياقت علي خان ۽ قاضي عيسيٰ مون سان، زبان سان واعدو ٿي ڪيو، تڏهن ڪين دل ۾ ڪا بہ ڳالهہ هئي، ڇاڪاڻ تہ هنن مسلم ليگ جا سڀ قانون ۽ قواعد، اصول ۽ مقاصد بلڪل وساري سنڌ صوبائي مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ کي نظرانداز ڪري پنهنجا ڪمَ ڪاريون سندن ڇاڙتن جي سپرد ڪري ڇڏيا آهن ۽ اها روش مون جهڙي خادم سان اختيار ڪئي اٿن، جنهن ڪيترا دفعا سنڌ جي عام مسلمانن جي طعني ۽ تنبيهہ کي سر تي وسائي، آل انڊيا مسلم ليگ وارن جو شان برقرار رکيو آهي. اهڙين حالتن هيٺ مون کي گهڻي ڏک سان هيٺ ڏيکاريل طرح قدم کڻڻ جو فيصلو ڪرڻو پيو

آهي:

(١) جيڪا ٽڪيٽ سنڌ اسيمبليءَ لاءِ مرڪز طرفان مون کي عنايت ٿي آهي، سا آءٌ واپس ٿو ڪريان تہ منهنجي مخالفن کي پلي جيئن وٺي تيئن انهيءَ ٽڪيٽ مان فائدو وٺن. حقيقت اها آهي تہ انهن يارن اڳيئي منهنجي خلاف ڪم ڪرڻ لاءِ پنهنجا چاڙتا بچي چڏيا آهن ۽ انهيءَ ڪري منهنجي مرضي نہ آهي تہ سندن انهيءَ ڪارروائيءَ ۾ ڪا بہ رنڊڪ يا رڪاوٽ باقي رهي.
(٢) آءٌ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۽ اليڪشن ڪاميٽيءَ تان استعفا ٿو ڏيان.
(٣) جيستائين آل انڊيا مسلم ليگ تي موجوده قسم جا رجعت پسند ليڊر برسراقتدار رهندا، تيستائين سنڌ صوبہ مسلم ليگ خود مختيار ۽ آزاد جماعت ٿي ڪم ڪندي رهندي.
(٤) مرڪزي پارليامينٽري بورڊ طرفان جيڪي بہ ٽڪيٽون سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن لاءِ ڏنيون ويون آهن، تن کي سنڌ صوبہ مسلم ليگ جي ڪائونسل جي گذريل ميٽنگ ۾ پاس ڪيل ٺهراءَ موجب سنڌ صوبہ مسلم ليگ طرفان قائم رکڻ يا ڦيرائڻ يا رد ڪرڻ يا واپس وٺڻ يا انهن جي عيوض ٻيون ٽڪيٽون ڏيڻ لاءِ اپاءَ ورتا ويندا.

مٿي ظاهر ڪيل فيصلي موجب مون اڄ آل انڊيا مسلم ليگ ڏانهن خط لکي موڪليا آهن تہ آءٌ آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۽ اليڪشن ڪاميٽيءَ جي ميمبريءَ تان استعفا ڏيان ٿو ۽ مرڪزي پارليامينٽري بورڊ وارن جيڪا ٽڪيٽ مون کي سنڌ اسيمبليءَ لاءِ ڏني آهي، اها واپس ڪريان ٿو.

سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن لاءِ آءٌ اعلان ٿو ڪريان تہ هيٺ ڏيکاريل ٽڪن مان سنڌ صوبہ مسلم ليگ طرفان هيٺ ڏيکاريل اميدوار بيهاريا ويا آهن:

| نالو ٽڪ جو | نالو سنڌ صوبہ مسلم ليگ طرفان مقرر ڪيل اميدوار جو |
|---|---|
| (١) نواب شاهہ اتر | آنريبل سيد محمد علي شاهہ. |
| (٢) نواب شاهہ اولهہ | سيد حسن بخش شاهہ. |
| (٣) نواب شاهہ اوير | سيد خير شاهہ. |

| | |
|---|---|
| (۴) نواب شاهہ اتر اولهہ | پير قربان علي شاهہ. |
| (۵) حيدرآباد اتر | پير بقادار شاهہ. |
| (٦) حيدرآباد ڏکڻ | پير عالي شاهہ. |
| (۷) حيدرآباد اوڀر | مخدوم پير غلام نبي. |
| (۸) ٿرپارڪر اولهہ | مسٽر غلام مصطفيٰ پرڳڙي. |
| (۹) ٿرپارڪر اتر | سيد غلام حيدرشاهہ. |
| (۱۰) دادو ڏکڻ | جي. ايم. سيد. |
| (۱۱) ڪراچي اوڀر | پير غلام حيدرشاهہ. |
| (۱۲) سنڌ زميندار ۽ جاگيردار | مسٽر غلام رسول پرڳڙي. |

وڌيڪ نالا پڻ عنقريب ظاهر ڪيا ويندا.

مرڪزي مسلم ليگ جي موجوده پاليسيءَ ۽ طريقي کان مجبور ٿي، سنڌ صوبہ مسلم ليگ کي الڳ ڪرڻ لاءِ هيءُ فيصلو جيڪو مون ڪيو آهي، تنهن جيڪو ڏک ۽ درد مون کي پهچايو آهي، سو آءٌ پنهنجي عام مسلمان ڀائرن کان هرگز لڪائي نٿو سگهان. مرڪز وارن جي روش سنڌ صوبہ مسلم ليگ سان خواهہ ٻين مسلم اڪثريت وارن پرڳڻن سان گهڻو ڪري ساڳي رهي آهي. جنهن موجب هو سرمائيدارن تي پنهنجي عنايت جي نظر رکي، بي زبان عام غريب مسلمانن تي ڪين سوار رهڻ ۾ مدد ڪن ٿا ۽ وڏن لقبن ۽، ملڪيتن، زمينن جي مالڪن. عهدن ۽ وزارتن جي شائقن، خود غرضن ۽ غريبن جي رت چوسڻ ۽ انهن تي ظلم ڪرڻ ۾ مدد ڪن ٿا. آءٌ بخوبي ڄاڻان ٿو تہ انهن جي طاقت بلڪل زبردست طاقت آهي. مگر جيتريقدر مون کي طاقت آهي، اوتري قدر آءٌ انهيءَ پاليسيءَ جي پردي ۾ جيڪي آهن، تن کي ختم ڪرڻ جي ڪو شش ڪندس، پوءِ ڀلي مون کي انهيءَ لاءِ ڪيتري بہ قرباني ڪرڻي پوي. مون کي يقين آهي تہ هن نيڪ ڪم ۾ عام غريب مسلمانن جي همدردي ۽ دلي دعا مون سان مددگار رهندي. جنهنڪري مون کي پورو ويساهہ آهي تہ خدا تعاليٰ مون کي نيڪ ڪاميابي عطا فرمائيندو. جيتوڻيڪ ممڪن آهي تہ وچ ۾ مون کي ڪيتريون مشڪلاتون ۽ رنڊڪون درپيش اچن. جيئن تہ هيءُ قدم، جيڪو مون کنيو آهي، سو آءٌ ايمانداريءَ سان صحيح ۽ حق تي سمجهان ٿو، تنهنڪري مون کي اها بہ تسلي آهي تہ الله تعاليٰ هميشه حق جي حمايت ڪندو آهي ۽ مون کي بہ سندس حمايت حاصل ٿيندي. آمين".

مورخہ ٢٦ ڊسمبر ١٩٣٥ع

منهنجي ان بيان کان پوءِ مسلم ليگ هاءِ ڪمان جي طرفان ظاهر ڪيو ويو تہ منهنجي برخلاف انتظامي قدم کڻي، مون کي مسلم ليگ مان خارج ڪيو ويو آهي. ساڳئي وقت مسلم ليگ هائي ڪمانڊ جيڪي انتهائي جابرانہ طريقا اختيار ڪيا، تن جو اسان کي اڳ تجربو نہ هو. هنن غنڊن جو هڪ ٽولو موڪلي، صوبائي مسلم ليگ جي آفيس تي زوريءَ قبضو ڪرڻ گهريو. پر اسان موٽ ۾ ساڳيو طريقو اختيار نہ ڪيو، ڇو تہ اسان ڪنهن بہ صورت ۾ فسادن ڪرائڻ لاءِ تيار نہ هئاسون. سنڌ اهڙن قدمن مان خبر پئي ٿي تہ نوابن، جاگيردارن ۽ لقب بردارن جي ڪشتيءَ کي ترقي پسند سوچ رکندڙن مان ڪيڏو نہ خطرو محسوس ٿي رهيو هو. پر اسان ڪو بہ غير جمهوري طريقو اختيار نہ ڪيو. بلڪ شرافت سان صرف عوام کي بيدار ڪري حق ۽ ناحق کي سڃاڻڻ جو رستو اختيار ڪيو، ڇو تہ اسان جو سنڌي عوام (هارين ۽ مزدورن) جي پنهنجي مفاد لاءِ آخربيدار ٿي مقابلي ڪرڻ ۾ ڪامل ايمان هو. اسان کي يقين هو تہ عوام عارضي طرح ٺڳجي يا گمراهہ ٿي سگهي ٿو، ڪين هميشہ بہ سگهجي ٿو، پر ڪڏهن نہ ڪڏهن سٺل شير ننڊ مان ضرور جاڳندو.

اسان چونڊن ۾ (جيڪي ٢١ جنوري ١٩٤٦ع تي ٿيون) مسلم ليگ جي ٽاڪيل اميدوارن سان سڌي مقابلي ۾ ١٦ اميدوار بيهاريا. رجعت پسندن اسان جي خلاف مذهب جي نالي کي گهڻو استعمال ڪيو ۽ ائين ظاهر ڪيو تہ جيڪڏهن جي. ايم. سيد ۽ ان جا ساٿي ڪامياب ٿيا تہ اسلام کي شڪست اچي ويندي. شهرن مان پاڙي تي مبلغ گهوٽن ۾ ڪاهي پيا ۽ اسان کي اسلام جو دشمن ۽ هندن جو چاڙتو سڏيو ويو. اسان بہ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مسلم ليگ وزارت ۽ سنڌن حامين جا ڪارناما پڌرا ڪيا. مخالف ڌر سنڌ جي تعليم يافتہ مسلم طبقي کي اخبارن رستي غلط پروپيگنڊا ذريعي ڪاني گمراهہ ڪيو. اهڙيءَ طرح مذهب جي استعمال، پيسي، اثر رسوخ ۽ غلط طريقن جي استعمال سبب اسان جا صرف چار اميدوار ڪامياب ٿي سگهيا ۽ حاجي مولابخش سومري جي آزاد گروپ جا ٣ ميمبر چونڊيا. بنهي ڌرين جي اتحاد بعد مون کي ليڊر ۽ حاجي مولا بخش کي ڊپٽي ليڊر چونڊيو ويو. چونڊن جي پوزيشن هن ريت هئي:

مسلم ليگ ٢٧، ڪانگريس ٢١، اسان ۽ آزاد گروپ ٧، مزدور ليڊر ١

اسان ڪانگريس ۽ مزدور ميمبر کي پاڻ سان ملائي ڪوليشن ٺاهي، ان ريت اسان جملي ٢٩ ميمبر ٿياسون ۽ گڏجي حڪومت ٺاهي سگهياسون ٿي. پر سنڌ جي ڀلي خاطر اسان مناسب سمجهيو ٿي تہ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي وچ ۾

سمجهوتي سان ڪارائتي ۽ مضبوط وزارت نهي سگهندي. ان لاءِ هر ممڪن مدد لاءِ تيار هئاسون. مسلم ليگ جي تاڦيل صدر محمد هاشم گزدر، ٻهرين اسان جي گروهه ۽ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي وچ ۾ حڪومت ناهڻ نسبت سمجهوتي جي ڪوشش ڪئي، بعد ۾ ابوالڪلام آزاد ۽ سردار پٽيل سان، سندن سنڌ آمد جي موقعي تي مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ سمجهوتي ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي، ان ارادي سان تہ سنڌ اندر فرقيوار مسئلي جو خاطر خواهہ حل نڪري اچي. اسان بہ ان سلسلي ۾ هر ممڪن مدد ۽ سهڪار جو يقين ڏياريو، جنهن جو ثبوت مسٽر گزدر جي اسيمبليءَ اندر ڪيل تقريرن مان ملي سگهندو. اسان مسلم ليگ، ڪانگريس سمجهوتي ٿيڻ جي صورت ۾ وزارت کان ٻاهر رهڻ لاءِ تيار هئاسون، پر سر غلام حسين ان لاءِ ذهني طرح تيار نہ هو. ڪيس مسلمان قوم جي نام نهاد اتحاد جي نالي ۾ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي مدد ۽ تعاون حاصل هو. هن ڪرائي جي مبلغن ذريعي نہ رڳو اسان جي خلاف اسلام دشمنيءَ وغيره جا لقب ڏيارائي- پروپيگنڊا ڪرائي، پر مسلم ليگ جي تاڦيل پريزيڊنٽ کي بہ نہ بخشيو ۽ ان کي غنڊا موڪلي ڌمڪايو.

اسان ڪانگريس سان ڪوئليشن جي حيثيت ۾، مسلم ليگ کان اڪثريت ۾ هئاسون ۽ وزارت ٺاهي سگهياسون ٿي. سنڌ جي نئين گورنر سر فرانسز موڊي مون کي گهرايو. مون سندس آڏو اسيمبليءَ ۾ پارٽين جي سچي تصوير پيش ڪئي، پر هن مون کي مسلم ليگ ۾ داخل ٿيل لاءِ چيو. سندس راءِ هئي تہ اسان ليگ کان ٻاهر رهي، مسلمانن جي اتحاد کي نقصان پئي پهچايو. مون کي انگريز گورنر جي اهڙيءَ گفتگوءَ تي حيرت ۽ عجب لڳو تہ هن پنهنجي فرض ادائيءَ بدران مسلم ليگ جو سرپرست بڻجي، مون کي منٿ پئي ڪئي. منهنجي انڪار بعد، اسان جي حيرت جي حد نہ رهي، جڏهن گورنر باوجود اقليت ۾ هجڻ جي سر غلام حسين کي گهرائي، يورپين ميمبرن جي مدد ڏياري، مسلم ليگ جي وزارت ٺهرائي. اتي اسان لاءِ اها ڳالهہ سمجهڻ مشڪل نہ هئي تہ خود جناح صاحب جو ترقي پسند گروهہ تي هن (ابن الوقت) گروهہ کي ترجيح ڏئي رهيو هو.

اسان اسيمبليءَ ۾ بجيٽ سيشن وقت وزارت خلاف بي اعتباريءَ (عدم اعتماد) جي ووٽ جو نوٽيس ڏنو. ان تي ليگ وارن هڪ نئون طريقو اختيار ڪيو، جو اسيمبليءَ هلندي قاضي مجتبيٰ (جيڪو ڪميونسٽ مشهور هو، پر هن وقت هارون خاندان جي اثر سبب مسلم ليگ جي دامن ۾ اچي لڪو هو) کي منهنجي دروازي

تي مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال تي ويهاريو ويو. ان کان سواءِ عيدگاهہ ميدان (ڪراچيءَ) ۾ هر رات اسان جي خلاف ماڻهن کي اشتعال ڏياريندڙ تقريرون ڪرائي نفرت ڦهلائي پئي وئي.

جڏهن اسيمبليءَ جو سيشن، بجيٽ پاس ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيو، تڏهن اسان جي پارٽيءَ وزارت خلاف بي اعتماديءَ جي رٿ پيش ڪئي. اسيمبليءَ ۾ بحث هلندي، مون پنهنجي پارٽي پوزيشن جي صفائيءَ لاءِ هيٺين تقرير ڪئي:

”هن ڳالهہ کان ڪو بہ انڪار ڪري نہ سگهندو تہ مون پاڻ کي مسلم ليگ مان پئي شمار ڪيو آهي. درحقيقت سنڌ ۾ مسلم ليگ کي زور وٺائڻ ۾ منهنجو گهڻو حصو آهي. جيڪڏهن مون کي مجبور ڪري هن حالت ۾ آندو ويو آهي تہ اها جوابداري انهن جي ڪلهن تي آهي، جن گذشتہ اليڪشن ۾ ترقي پسند گروہ کي مسلم ليگ مان خارج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن منهنجي ترقي پسند گروهہ جي ميمبرن کي هڪ هڪ ڪري خارج ڪيو ويو، تڏهن مون احتجاج طور مسلم ليگ ٽڪيٽ ڇڏي ڏني ۽ اهو منهنجو قدم ناقابلِ معافي گناهہ سمجهي، مون کي مسلم ليگ مان خارج ڪيو ويو.

اليڪشن دوران اسان جي خلاف هر قسم جي غلط پروپيگينڊا ڪئي وئي. اسان کي اسلام ۽ مسلم قوم جو دشمن سڏيو ويو ۽ چيو ويو تہ اسان پاڻ کي هندن وٽ وڪڻي ڇڏيو آهي. پر باوجود ان جي چوندن پوري ٿيڻ کان پوءِ اسان هر ان شخص کي، جنهن اسان کي بدنام ڪيو هو يا نقصان پهچايو هو، معاف ڪرڻ ۽ اڳيون ڳالهيون وسارڻ لاءِ تيار هئاسون. پر اسان کي چيو ويو تہ بناشرط شروط جي پيش پئو، جڻ تہ اسان کان وڏو گناهہ سرزد ٿيو هو- ۽ جن اسان کي مجبور ڪري مسلم ليگ مان ٻاهر ڪڍيو ۽ اسان جي برخلاف هرڪا مخالفت ڪئي، سي پاڪ ۽ صاف هئا.

تنهن هوندي بہ اسان جڏهن ڏٺو تہ اسان جي گروهہ ۾ صرف چار ميمبر آهن، تڏهن مون هڪ بيان رستي مکيہ پارٽين ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي پاڻ ۾ ملي، ايماندار ۽ سنڌ جي ڀلي لاءِ دلچسپي رکندڙ وزارت ٺاهڻ جي اپيل ڪئي ۽ ان ڪم ۾ کين مدد ڪرڻ جو وعدو ڪيم. پر آفيشل مسلم ليگ، ڪانگريس ۽ اسان مان ڪنهن سان وزارت ٺاهڻ واسطي ڪا بہ ڳالهہ ڪانہ ڪئي. مسلم ليگ پارٽيءَ جي انهيءَ رويي ڪري اسان لاءِ ٻيو ڪو بہ طريقو ڪو نہ بچيو، سواءِ هن جي تہ باقي پارٽيون پاڻ ۾ ٺاهہ ڪري آئين کي مسپيند ٿيڻ کان بچائين. ڪوئليشن پارٽي ٺاهڻ

وقت مون بيان ڪيدي صاف ظاهر ڪيو هو تہ آءٌ مسلم ليگ جي بنيادي اصولن جو مجيندڙ آهيان ۽ انهيءَ وقت جيڪي چيو هوم، ان تي اڄ بہ قائم آهيان. آنريبل مسٽر گزدر تڏهن ڪوشش ڪئي، جڏهن ڪوئليشن پارٽي منهنجي ليڊريءَ هيٺ اڳ ۾ نهي چڪي هئي. انهيءَ وقت صرف آل پارٽي وزارت نهي سگهي ها، جنهن جو ليڊر اتفاق راءِ يا ڪثرت راءِ سان چوندجي ها. پر مسلم ليگ وارن ڪا بہ تجويز قبول نہ ڪئي، جنهن جا سبب ڪين معلوم بہ هوندا. ان ڪان پوءِ موجوده وزارت نهي ۽ باوجود ان جي، جو اسيمبلي ميمبرن جي يورپين ميمبرن ڪان سواءِ گهڻائي مون سان هئي ۽ هن وقت بہ آهي.

اهو صحيح آهي تہ وزيراعظم ٿيڻ ڪان پوءِ سرغلام حسين رڳو ڪانگريس پارٽيءَ کي دعوت ڏني تہ ڪيس بہ هندو وزير چوندي ڏئي وزارت ۾ شامل ٿئي، پر هڪ جهونو ۽ تجربيڪار سياستدان هجڻ جي صورت ۾ کيس معلوم هئڻ گهربو هو تہ جڏهن ڪانگريس اسان جي گروپ ۽ قومپرست مسلم گروپ (حاجي مولابخش سومري وارن) سان ڪوئليشن ڪري چڪي هئي تہ ان حالت ۾ ائين ڪري نہ ٿي سگهيا. اسان يا ڪانگريس پارٽي مسلم ليگ وزارت کي موجوده صورت ۾ مدد ڪري نہ ٿا سگهون، جيستائين ان کي بدلائي سيني جي رضامندي موجب نہ ناهيو ويو آهي. ان سلسلي ۾ آءٌ "هائوس" کي تازي خبر ٻڌائڻ گهران ٿو، جا مون کي دير سان پهتل آهي.

جڏهن بي اعتماديءَ جو ٺهراءُ پهرئين ڏينهن پيش ٿيو هو تہ ڪن وزارت ڌر جي ميمبرن ۽ هڪ يورپين ميمبر اسان جي پارٽيءَ کي اپيل ڪئي هئي تہ صوبي جي ڀلائيءَ خاطر اسان کي ڪنهن ناهہ تي اچڻ گهرجي. ان ڳالهہ کي مدنظر رکي پارٽيءَ جي صلاح سان آءٌ سر غلام حسين سان سندس بنگلي تي ملڻ ويس. مون کي معتبر ذريعي خبر پهتي آهي تہ سرغلام حسين مسلم ليگ پارٽيءَ جي ليڊر ۽ خانبهادر کهڙي مسلم ليگ پارٽيءَ جي ڊپٽي ليڊر، مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ کي هڪ تار ڪئي تہ صوبي ۽ مسلم قوم جي مفاد خاطر مون (جي. ايم. سيد) تان ۽ منهنجي گروپ جي ميمبرن تان مسلم ليگ ۾ داخل ٿيڻ جي بندش لاٿي وڃي. مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ وٽان جيڪا تار هنن کي جواب ۾ پهتي آهي، تنهن مان مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي ذليل ذهنيت جوپتو پئجي سگهي ٿو، ڇا انهيءَ ذهنيت سان هو مسلمانن ۾ اتحاد آڻي سگهندا؟

هو ڪانگريس يا مهاسيا (جي پاڪستان جي کُليو کُلايو برخلاف آهن) سان

ڪوئليشن ڪرڻ لاءِ تيار آهن، پر اسان جي خيالن ۽ اخلاق وارن ماڻهن سان، جي سنڌ جي خونِ جگر آهيون، اتحاد ڪرڻ جي برخلاف آهن. سنڌ موڪليل تارون هيٺيون آهن، جي مون کي مڪاني ليگ وارن کان مليون آهن:

### ١- تار جناح صاحب کان، سنڌ پريمئر جي نالي:

"تنهنجي تار پهتي، منهنجي نظر ۾ سيد ۽ ٻين تان بندش لاهي نه ٿي سگهجي. هنن کي معافي وٺڻ گهرجي ۽ بناشرط شروط جي پيش پوڻ گهرجي. ڪو به شرط يا گفتگو سيد سان ڪري نه ٿي سگهجي، جيستائين هو دشمن جي ڪئمپ ۾ آهي". -"جناح"

### (٢) تار نوابزادو لياقت علي خان کان مسٽر غلام حسين ڏانهن:

تنهنجي ۽ کهڙي جي گڏيل تار پهتي. سيد کي ضرور بناشرط شروط جي پيش پوڻ گهرجي ۽ هن کي ليگ جي ضابطي ۽ فيصلي جي انحرافي ڪرڻ بابت معافي وٺڻ گهرجي ۽ مستقبل ۾ وفاداريءَ جو انجام ڪرڻ گهرجي، تنهن کان پوءِ سنڌس بندش لاهڻ جي سوال تي غور ڪيو ويندو. - لياقت علي

هي آهي رويو، جنهن سان مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ وارا مسلمانن ۾ اتحاد آڻڻ جا خواهان آهن ۽ اسان مان اميد رکي ٿي وڃي ته مسلم ليگ وزارت جي مدد ڪريون. ليگ پارٽيءَ جون اخبارون مون کي يا منهنجي گروپ کي بدنام ڪرڻ لاءِ جيڪي وٺين سو ڪن، پر پبلڪ (عوام) کي معلوم هجڻ گهرجي ته مون کي يا منهنجي گروپ مان ڪنهن کي به عهدي حاصل ڪرڻ جي خواهش نه آهي.

آءٌ صرف ايترو پڇڻ ٿو گهران ته سنڌ ۾ ملڪ جي ڀلي لاءِ بي رشوت وزارت ناهڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ ڏوهه آهي ڇا؟

آءٌ طاقت هٿ ڪرڻ جي پٺيان نه آهيان، منهنجو، ماضيءَ جو رڪارڊ ان لاءِ شاهد آهي. پبلڪ کي وڌيڪ تسلي ڏيڻ جي ضرورت نه آهي. اسان مخالفت نه ڪنداسون، جيڪڏهن مسلم ليگ پاڻ مان ئي هن وزارت کي بدلائي، عوام جي ڀلي لاءِ ڪا سٺي وزارت ناهي، مسلم ليگ جي اصولن ۾ اعتقاد رکڻ جي معنيٰ اها نه آهي ته مسلم ليگ جي نالي ۾ هر ڪا ڳالهه قبول ڪجي، پوءِ ڪٿي اها ملڪ لاءِ نقصان واري هجي. آءٌ سرڪاري عملي مان رشوت ۽ رسائي ڪڍي، بدامني دور ڪرڻ، فرقيوار اتحاد پيدا ڪرڻ ۽ عوام جي اقتصادي ۽ تعليمي ترقيءَ جي فائدي ۾ آهيان.

ٻلهي جماعت جي نالي کان مون کي اهي ڳالهيون وڌيڪ پياريون آهن. منهنجي، مسلم ليگ مان ڪڍڻ، بدناميءَ ۽ سختيءَ جي طريقن سان مون کي منهنجي اختيار

ڪيل رستي کان هٽائي نہ ٿو سگهجي.

منهنجو ضمير صاف آهي، آءٌ ڪڏهن بہ سنڌ ۽ ان جي عوام جي خدمت ڪرڻ کان نہ گسندس. آءٌ مسلم ليگ مان خوشيءَ سان ڪو نہ نڪتو آهيان، مون کي مسلم ليگ مان زبرستيءَ خارج ڪيو ويو آهي.

آءٌ اهو چوڻ کان رهي نہ ٿو سگهان، تہ ڪو بہ ايماندار، خوددار ۽ بااصول ماڻهو حق جي رستي کان زبردستيءَ ۽ دڙڪن سان ڦيرائي نہ ٿو سگهجي.

جيڪڏهن مسلم ليگي، جيڪي چون ٿا، ان ۾ سچا آهن ۽ اگر ڪين جماعت جي عزت ۽ احترام آهي (جنهن لا مون بہ گهڻو پتوڙيو آهي ۽ اجا تائين احترام اٿم-) تہ انهن کي يڪدم وزارت ۾ تبديلي آڻي- نااهل ۽ بي ايمان وزير ڪڍي، ايماندار ماڻهن جي وزارت ٺاهڻ گهرجي. پوءِ منهنجو ساٿن جهڳڙو نہ رهندو، پر جيڪڏهن هو عهدن جي لالچ خاطر مسلم ليگ ۾ آيا آهن تہ پوءِ پلي ان کي چنبڙيا پيا هجن ۽ جيترو وقت رهي سگهن، اوترو رهن. اهڙيءَ حالت ۾ هو مون کان مدد جي ڪا بہ اميد رکي نہ ٿا سگهن. انهن حالتن هيٺ منهنجي لاءِ ڪو بہ رستو ڪونهي، سواءِ ان جي تہ هن وزارت برخلاف پيش ڪيل بي اعتماديءَ جي ووٽ جي تائيد ڪريان."

بي اعتماديءَ جو ٺهراءُ ڪامياب نہ ٿيو. وزارت جي طرف، يورپين ميمبرن جي ووٽن سميت ٣٠ ووٽ ٿيا ۽ اسان جي طرف ٢٩ ٿيا. پر سيشن جي پوري ٿيڻ کان ٿورو اڳ ميربنده علي خان ٽالپر مسلم ليگ وزارت جي خلاف بيان ڪڍي، ٻئي ڏينهن وزارت جي خلاف ڪُتر جي رٽ تي ووٽ ڪيو. اهڙيءَ طرح مير غلام عليءَ جي ووٽ تي غلام حسين جي وزارت کي شڪست آئي، پر گورنر سر غلام حسين کان استعيفا وٺڻ بدران ميربنده علي ٽالپر کي پنهنجو سيڪريٽري موڪلي، ڪيس گهرائي، وزير بنائي حال وزارت کي ڍهڻ کان بچائي ورتو. اهڙيءَ ريت هڪ طرف اسان سان مسلم ليگ هائي ڪمانڊ جا رويا اصولي مخالفت وقت کهڙا هئا تہ ٻئي طرف مسلم ليگ جي خلاف بيان ڏيندڙ ۽ ٽرڻن گهرڻن ماڻهن کي وزارت جا انعام ڏنا ٿي ويا. شايد مسلم ليگ ليڊرن جي دستور موجب سزا ۽ ضابطي جي پابندي رڳو اصول پرست ۽ ترقي پسندن لاءِ هئي، پر سنڌن هم جنس رجعت پسند هر پُڇائي کان آجا هئا ۽ ڪين هر ڪُڏي فعل ڪرڻ جي اجازت هئي.

انهيءَ وقت (٢٣ مارچ ١٩٣٦ع ڌاري) برٽش سرڪار جي "ڪئبينٽ مشن" هندستان (دهليءَ) پهتي. هيءَ مشن ان لاءِ آئي هئي تہ هندستان کي آزادي ڪهڙيءَ ريت ڏجي. ان لاءِ گڏيل سمجهوتي سان عارضي انتظامن جو بندو بست ڪرڻو هو.

مون کي پڻ سنڌ اسيمبليءَ ۾ ڪانگريس- ڪوليشن پارٽيءَ جي مخالف ليڊر جي حيثيت ۾ دهليءَ گهرايو ويو. ٢- اپريل ١٩٤٦ع تي مون ڪئبينٽ مشن اڳيان پنهنجي گروپ جو آل انڊيا سوالن تي نقطہ نگاھہ پيش ڪيو. اسان هر هڪ رياست لاءِ حق خودارادي ۽ انهن جي مڪمل خودمختياريءَ جي گهر ڪئي. اسان ڪي ان تجويز ۾ هندستان جي سياسي مسئلي جو صحيح حل ۽ وڌندڙ فرقيوار ڇڪتاڻ جي روڪڻ لاءِ اڪيلو علاج ڏسڻ ۾ آيو. اُھا هتي وضاحت ڪريان تہ جيتوڻيڪ مسلم ليگ هائي ڪمانڊ سان منهنجا اختلاف هئا، پر مسلم ليگ جي بنيادي مقصد "پاڪستان" جو مخالف نہ هئس. ان ڪري مون ڪئبينٽ مشن آڏو پاڪستان جي حمايت ڪئي، پر منهنجي تجويز ۾ مسلم ليگ جي تجويز کان هيءَ تفاوت هو تہ "آزاد هندستان ۾ آزاد پاڪستان بنايو وڃي، جنهن ۾ صوبن (رياستن) کي مڪمل خودمختياري ڏيڻ جو اصول قبول ڪيو وڃي-" ان جي معنيٰ اها نڪتي تي تہ مسلم اڪثريت وارن صوبن ۽ هندو اڪثريت وارن صوبن جون ٻہ فيڊريشنون بنايون وڃن. جيڪي ڪن خاص معاملن لاءِ ڪنفيڊريشن ۾ هڪ جيتري تعداد جي ميمبرن ۽ وزيرن سان شامل ٿي، ڪاروبار هلائين. اها تجويز ذري گهٽ ڪئبينٽ مشن جي تجويز ڪيل "ريجنل پلئن" سان مشابهت رکندڙ هئي.

ڪئبينٽ مشن سان ٣ اپريل ١٩٤٦ع تي مولانا ابوالڪلام آزاد ملاقات ڪئي. هن جي راءِ ۾ هندستان جي آزاديءَ، هڪ آئين ساز اسيمبليءَ ۽ حال مرڪز ۾ عارضي حڪومت قائم ڪرڻ جون تجويزون شامل هيون. هن جي راءِ موجب ڪانگريس،هندستان جي ورهاڱي جي هر حالت ۾ خلاف هئي ۽ مستقبل لاءِ هڪ فيڊرل حڪومت جي حق ۾ هئي، جنهن کي صرف بچاءُ، خارجي معاملات ۽ آمدورفت جي ذريعن جا کاتا پاڻ وٽ رکڻا هئا.

مهاتما گانڌيءَ، شخصي حيثيت ۾ ڪئبينٽ مشن سان ملاقات ڪري، پاڪستان جي سوال کي ڏوڪو قرار ڏنو. هن جي نظر ۾ ٻہ-قومي نظريو ملڪ لاءِ هاڃيڪار هو. هن اها راءِ رکي تہ ٻهرين هندستاني سرڪار ناھڻ جو موقعو جناح کي ڏنو وڃي ۽ ان جي نہ ناهڻ جي صورت ۾ ڪانگريس کي وزارت ناهڻ جو موقعو ڏنو وڃي.

جناح صاحب ۴ اپريل ١٩٤٦ع تي ڪئبينٽ مشن سان ملاقات ڪئي ۽ چيو تہ موجوده حالتن ۾ ملڪ جي ورهاڱي کان سواءِ ٻيو ڪو بہ حل نہ آهي. پاڪستان جي اصول قبول ڪرڻ بعد ٻئي ڪنهن ناھہ لاءِ سوچي سگهجي ٿو.

لبرل ليگ جي اڳواڻن سرتيج بهادر سپرو ۽ مسٽر ايم- آر- جيڪر، ٽرت

عارضي حڪومت ٺاهڻ تي زور ڏنو ۽ انديشو ڏيکاريو تہ ورهاڱي جي صورت ۾ وڏا نقصان ٿيندا.

ڪئبينٽ مشن سان اجا ڳالهيون هلندڙ هيون تہ جناح صاحب دهليءَ ۾ جملي مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي چونڊجي آيل ميمبرن جي ڪانفرنس سڏائي، جنهن ۾ ۴۰۰ کن ميمبرن حصو ورتو- اتي پنهنجي مرضيءَ ۽ منصوبي مطابق هڪ ٺهراءُ پاس ڪرايائين، جنهن ۾ چيو ويو تہ:

"بنگال، آسام، سنڌ، بلوچستان، پنجاب ۽ صوبي سرحد تي مشمل هڪ جُدا پاڪستان حڪومت قائم ڪرڻ جي گهر ڪئي وئي. ان واسطي جدا آئين ساز اسيمبلي قائم ڪرڻ جي ضررت جاڻائي وئي. ان راءِ جي خلاف جيڪڏهن ڪو بہ حل زوريءَ مڙهيو ويو تہ ان جي هر طرح مخالفت ڪئي ويندي."

هيءُ ٺهراءُ ۱۹۴۰ع جي لاهور ۾ پاس ٿيل "پاڪستان ٺهراءَ" جي خلاف هو، جنهن ۾ اولهہ ۽ اوڀر هند جي مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ آزاد ۽ خودمختيار حڪومتن قائم ڪرڻ جو ذڪر ڪيل هو، پر هن ٺهراءَ وسيلي هڪ "مرڪزي حڪومت" جي گهر ڪئي وئي، جيڪا ڳالهہ نہ رڳو ۱۹۴۰ع واري ٺهراءَ ۽ ۳ مارچ ۱۹۴۳ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاس ٿيل ٺهراءَ جي روح جي خلاف هئي.

(هتي تقابلي مطالعي لاءِ ۱۹۳۸ع ۽ ۱۹۴۰ع وارن ٺهرائن جي متن جون ڪاپيون درج ڪجن ٿيون)

## آڪٽوبر ۱۹۳۸ع ۾ مسلم ليگ ڪانفرنس ۾ پاس ڪيل ٺهراءُ (۸-۹-۱۰ آڪٽوبر ۱۹۳۸ع) جو متن

"جنهن صورت ۾ آل انڊيا نيشنل ڪانگريس، مسلم ليگ کي مسلمانن جي واحد نمائنده جماعت تسليم ڪري هندو مسلم مسئلي تي سمجهوتي ڪرڻ کان انڪار ڪيو آهي، ان مان سندن مراد مسلمانن کي ويڙهائي راج ڪرڻ جي پٺي نظر اچي. جنهن ڪري مسلم ليگ طرفان گذريل ۱۵ سالن کان سمجهوتي ڪرڻ لاءِ ٿيل ڪوششن جو دروازو بند ٿي چڪو آهي.

جنهن صورت ۾ ڪانگريس، پريس ۽ پيسي جي وسيلي مسلمانن کي پاڻ ڏانهن ڇڪي، مسلمان ڪئمپ ۾ نفاق وجهي، مسلم ليگ کي ڪمزور ڪري، ان جي نمائنده پوزيشن ختم ڪري رهي آهي تہ جيئن دنيا کي اهو گمراه تاثر ڏجي تہ ڪانگريس ئي هندستان جي سمورين قومن جي واحد نمائنده جماعت آهي.

جنهن صورت ۾ ڪانگريس جاني والي ڪن صوبن ۾ هندو راج قائم ڪيو آهي،

جن مان ڪن وزارتن ۾ ته ڪو مسلمان وزير به ڪو نه آهي ۽ جي ڪن ۾ نالي ماتر ڪو مسلمان وزير آهي به ته اهو مسلم ميمبرن جو نمائندو نه آهي. جيڪا ڳالهه گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ ١٩٣٥ع جي روح، لکيت ۽ گورنرن جي ڏنل هدايتن جي خلاف آهي.

جنهن صورت ۾ اهڙيءَ طرح قائم ڪيل وزارتن، مسلمانن تي سختي ڪرڻ ۽ بددليءَ پيدا ڪرڻ جو نمونو اختيار ڪيو آهي، جنهن ۾ سندن مقصد مسلمانن جي صحت بخش، تعميري ۽ قومي نشونما کي ختم ڪرڻ، مسلمانن جي مذهبي رسم و رواجن کي دٻائڻ، مذهبي فرائض پوري ڪرڻ کان روڪڻ ۽ سندن سياسي حقن کي جداگانه فرقي جي حيثيت ۾ ختم ڪرڻ آهي.

جنهن صورت ۾ ڪانگريس مچيل جمهوري اصولن خلاف مڪمل اڪثريت وارن صوبن جهڙوڪ: صوبه سرحد، بينگال، پنجاب ۽ سنڌ ۾ مسلم اڪثريت جي مفاد خلاف اهڙين ڪوليشن وزارتن کي طاقت ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي، جن کي مسلم عوام جو اعتماد حاصل نه آهي.

جنهن صورت ۾ ڪانگريس پنهنجي وزارتن مٿان هائي ڪمانڊ جا اختيار قائم ڪري فسطائي ڊڪٽيٽر شپ جو طريقو اختيار ڪيو آهي، جنهن پارليامينٽري دستورن ۽ مقرر ٿيل آئيني روايتن موجب مسلم ميمبرن کي وزارتن ۾ نئين سر شريڪ ٿيڻ کان محروم ڪري ڇڏيو آهي،

جنهن صورت ۾ ڪانگريس اهو فيصلو ڪري چڪي آهي ته:

(الف): مسلمانن جي مخالفت جي باوجود "ويامندر اسڪيم" کي مٿن زوري مڙهيو وڃي.

(ب): مسلمانن ۽ ٻين فرقن جي جذبات خلاف "بندي ماترم" جي گيت کي قومي ترانې جي حيثيت ۾ زوريءَ رائج ڪيو وڃي، جيڪو بت پرستانه عناصر تي ٻڌل ۽ مسلمانن خلاف نفرت پيدا ڪرڻ لاءِ تيار ڪيل هو.

(ت): هندو اڪثريت جي زور تي مسلمانن کي سندن صحيح نمائندگيءَ کان محروم ڪرڻ خاطر لوڪلبادبز ۾ گڏيل چونڊون رائج ڪيون وڃن.

(ٿ): ته اردو زبان کي ختم ڪرڻ جي نقطه نگاهه کان اردو اسڪولن جي بند ڪرڻ يا ان جي فروغ جي راهه ۾ رنڊڪون وڌيون وڃن.

(هنديءَ کي ديوناگري رسم الخط ۾ هندستان جو قومي رسم الخط مقرر ڪيو وڃي، جيتوڻيڪ اقليتن ان تجويز جي سخت مخالفت ڪئي آهي)

(ج): قاعدي قانون بحال ڪرڻ ۽ تشددي ڪاروائين کي روڪڻ جي بهاني پريس،

تقرير ۽ تحرير جي آزاديءَ کي ختم ڪيو ويو.

(ح): مسلمانن کي جيڪي مذهبي حق وڏي عرصي کان حاصل آهن، تن جي خلاف دست درازي ڪئي وڃي.جنهن صورت ۾ هندستان واري اڪثريتي فرقي (هندن) هندستان ۾ هزارن ورهين کان "جاتي سسٽم" قائم ڪري، ملڪ جي ڪروڙين ماڻهن جي حالت غلامن جهڙي بنائي ڇڏي آهي. جيڪو دستور قومپرستيءَ، مساوات، جمهوريت ۽ جديد زماني جي خيالن جي خلاف آهي ۽ معاشري ۾ ويڇا (عدم مساوات) پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ بنجي ٿو، ۽ جنهن صورت ۾ گڏيل خواهشن ۽ نظرين جي بنياد تي متحده هندستان ۾ متحده قوم جي ارتقا جو تخيل اڪثريت واري فرقي جي فرقيوارانه ذهنيت ۽ مسلم دشمن پاليسيءَ سبب ناممڪن نظر اچي رهيو آهي، خاص ڪري ان حالت ۾ جڏهن ٻنهي جاتين جا مذهب، زبانون، رسم الخط، ڪلچر، معاشرتي دستور ۽ ڪٿي نسل ۽ زندگيءَ بابت نقطہ نگاهہ علحده آهن.

هيءَ ڪانفرنس برصغير هند جي امن، اقتصادي ۽ سماجي ترقيءَ ٻنهي جاتين جي سياسي خودراديءَ لاءِ هيءَ ڳالهہ ضروري ڄاڻي ٿي تہ آل انڊيا مسلم ليگ کي سفارش ڪئي وڃي تہ هندستان جي مستقبل ۽ سياسي جوڙجڪ بابت مسلمانن لاءِ عزت ڀرئي طريقي اختيار ڪرڻ لاءِ نئين سر ويچاري، ڪا تجويز رٿي. ان ڪري هيءَ ڪانفرنس آل انڊيا مسلم ليگ کي سفارش ڪري ٿي تہ مسلمانن لاءِ اهڙو آئين ترتيب ڏنو وڃي، جنهن ۾ کين مڪمل آزادي نصيب ٿئي. وڌيڪ هيءَ ڪانفرنس آل انڊيا فيڊريشن اسڪيم تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي، ملڪ مٿان زوريءَ مڙهڻ خلاف برٽش سرڪار کي چتاءُ ڏئي ٿي تہ اها اسڪيم هندستان جي عام طرح ۽ مسلمانن جي خاص طرح مفاد جي خلاف آهي.

هيءَ ڪانفرنس وڌيڪ اعلان ڪري ٿي تہ هندستان جي مستقبل بابت تيار ڪيل ڪو بہ آئين، ڪنهن جو بہ تيار ڪيل کين قبول نہ پوندو، جيسين تائين ان کي مسلم ليگ قبول نہ ڪيو آهي.

ٺهراءُ پيش ڪندڙ: شيخ عبدالمجيد سنڌي

تائيد ڪندڙ: حاجي عبدالله هارون، سيد رئوف شاهہ ۽ عبدالحامد بدايوني.

## لاهور مسلم ليگ جو ٺهراءُ

## ٢٣ مارچ ١٩٤٠ع

١- هيءَ آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس، ان جي ڪائونسل ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ٢٧ آگسٽ، ١٧- ١٨ سيپٽمبر، ١٢ آڪٽوبر ١٩٣٩ع ٣٠ فبروري ١٩٤٠ع تي پاس ڪيل ٺهرائن کي منظور ڪري صاف طور ٻڌائڻ گهري ٿو ته ١٩٣٥ع جي ائڪٽ جي فيڊرل اسڪيم، هندستاني حالتن جي مدنظر ناقابلِ عمل آهي، ان ڪري هندستاني مسلمان ان کي قبولي نه ٿا سگهن.

٢- "هيءَ اجلاس وڌيڪ راءِ ظاهر ڪري ٿو ته ١٨ آڪٽوبر ١٩٣٩ع تي وائسراءِ هند جو برٽش سرڪار طرفان ڏنل بيان ڪجهه قدر اطمينان بخش آهي، جنهن ۾ هن چاٺايو آهي ته ١٩٣٥ع جي ائڪٽ جي طريقه ڪار ۽ پلان تي وري هندستان جي مختلف پارٽين، مفادن ۽ جاتين جي صلاح سان نئين سر غور ڪيو ويندو. ليڪن هيءَ ظاهر ڪرڻ کان رهي نه ٿو سگهجي ته هندستان جا مسلمان تيسين تائين راضي نه ٿيندا، جيسين تائين سموري آئيني مسئلي تي نئين سر غور نه ڪيو ويو آهي ۽ ڪو به درست ٿيل منصوبو مسلمانن کي قبول نه پوندو، جيسين تائين اهو سندن منظوريءَ، ۽ رضامنديءَ سان پاس نه ڪيو ويو آهي.

٣- وڌيڪ هن اجلاس جو غور شده رايو آهي ته ڪو به آئيني منصوبو هن ملڪ ۾ هلڻ جهڙو نه ٿيندو ۽ مسلمانن کي قبول نه پوندو، جيستائين اهو هيٺين بنيادي اصولن تي رٿيو نه ويو آهي:

جنهن ۾ ملڪ جون جاگرافيائي پرواريون ايراضيون، نئين سر قيرقار ڪري اهڙيءَ طرح بيهاريون وڃن، جو، جن حدن ۾ مسلمان اڪثريت ۾ آهن، جيئن: الهندي ۽ ايرندي هندستان ۾- تن کي گڏيل آزاد رياستون بنايون وڃن؛ جن ۾ گڏجندڙ صوبا، آزاد ۽ خودمختيار رياستون رهن. انهن رياستن جي آئين ۾ اقليتن جي تحفظ لاءِ مؤثر، آئيني طور عمل ۾ اچڻ جهڙا فقرا داخل ڪيا وڃن، جن ۾ اقليتن جي مذهبي، ثقافتي، اقتصادي، سياسي، انتظامي، ٻين حقن ۽ مفادن جو بچاءَ سندن مشوري سان رکيو ويندو.

وڌيڪ هيءَ اجلاس ورڪنگ ڪاميٽي مسلم ليگ کي اختيار ڏئي ٿو ته مٿي ذڪر ڪيل بنيادي اصولن مطابق آئيني مسودو تيار ڪري، جنهن ۾ سيئي ڪاتا جهڙوڪ بچاءَ، امورخارجه، رسل ورسائل، ڪسٽمس ۽ ٻيا انهن جدا رياستن کي ڏنا وڃن.

**پيش ڪندڙ:** مولوي فضل الحق.

**تائيد ڪندڙ:** سر سڪندر حيات ۽ ٻيا.

ڪئبينٽ مشن ان وچ ۾ ڪانگريس ۽ ليگ جي وچ ۾ هندستان جي مستقبل

بابت مشورا ۽ گڏجاڻيون ڪرايون. ١٢ مئي ١٩٤٦ع تي ٻنهي جماعتن جي ميٽنگ ٿي، پر ڪو بہ سمجهوتو نہ ٿيو. ان هوندي بہ ڪئبينٽ مشن طرفان ڪوشش جاري رهي. نيٺ تنگ ٿي، ١٦ مئي ١٩٤٦ع تي ڪئبينٽ مشن، هڪ ڊگهي بيان ذريعي پنهنجي طرفان آخري تجويز پيش ڪري ظاهر ڪيو تہ هر حالت ۾ هندستان ۾ عارضي حڪومت قائم ڪئي ويندي.

## بيان جو متن

"اسان ملڪ جي ورهاڱي جي سوال تي پوريءَ طرح غور ڪيو آهي، جنهن ۾ جدا پاڪسان واري تجويز ۽ گروپن جي صورت ۾ نيم پاڪستان جي سوال تي بہ ويچاريو آهي.

ٻهرئين تجويز جي فائدي ۾ اسان ان ڪري نہ آهيون، جو ان ڪري انهن ايراضين ۾ غير مسلم اقليتن جا وڏا حصا اچي ٿا وڃن، جنهن ڪري فرقيوار مسئلي جو پوريءَ طرح حل ٿي نہ سگهندو. ٻي تجويز وري مسلم ليگ کي قبول نہ هئي، ڇو تہ ان ڪري امبالا ۽ جلندر ڊويزنون پنجاب مان ۽ مغربي بنگال ڪلڪتي سوڌو بنگال مان نڪري ٿي ويا- جيڪا ڳالهہ اتي جي هندو مسلم رهاڪن ۽ سکن جي مفادن خلاف هئي.

ان ڪري ڪئبينٽ مشن سفارش ڪري ٿي تہ نئون آئين هيٺين بنيادن تي ٺاهيو وڃي:

١- ساري هندستان جي هڪ يونين ٺاهي وڃي، جنهن ۾ رياستون ۽ برٽش انڊيا ٻئي شامل هوندا. جيڪا هنن ڪاٽن- (بچاءَ، خارجي تعلقات ۽ آمدرفت جا ذريعا)- کي پاڻ وٽ رکندي ۽ انهن جي سنڀال لاءِ انهن کي نندن پيدا ڪرڻ جا اختيار حاصل هوندا.

٢- انهيءَ يونين کي اسيمبلي ۽ وزارت هوندي. جيڪا رياستن ۽ برٽش انڊيا جي نمائندن تي مشتمل هوندي، جنهن ۾ ڪو بہ مکيہ فرقيوار سوال، هندو مسلم فرقن مان هرهڪ اڪثريت کان سواءِ پاس نہ ٿي سگهندو.

٣- يونين کي سپرد ڪيل معاملن کان سواءِ باقي سڀ کاتا رياستن جي حوالي رهندا.

٤- اهڙيءَ طرح رياستن کي بہ انهن سيني کاتن تي مڪمل اختيار هوندا، سواءِ انهن جي جيڪي رياستن پاران يونين کي سپرد ڪيا ويا هوندا.

٥- رياستن کي پنهنجا گروپ ٺاهڻ جا اختيار هوندا، جن کي جدا اسيمبليون ۽ وزارتون هونديون. انهن گروپن کي رياستون پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق کاتا سپرد ڪنديون.

٦- يونين ۽ گروپن جي آئين ۾ هڪ اهڙي قانوني داخلا بہ هوندي، جنهن مطابق ڪو بہ صوبو پنهنجي اسيمبليءَ جي اڪثريت سان ڏهن سالن کان پوءِ ان جي

اختيارن ۾ ترميم ڪرائڻ جي گهُر ڪري سگهندو.

## ڪئبينيٽ مشن جون آئين سازيءَ لاءِ پيش ڪيل تجويزون:

١- سڀ ڪنهن صوبي کي ان جي آباديءَ جي لحاظ کان ڏهن لکن پويان هڪ نمائندو ڏنو ويندو.

٢- اها نمائندگي هر هڪ صوبي ۾ مکيه فرقن کي آباديءَ پٽاندڙ ڏني ويندي.

٣- هر هڪ فرقي جا ميمبر پنهنجا نمائندا چونڊيندا، ۽ اهي ٽي مکيه گروهه هيٺيان هوندا:

١- جنرل ٢- مسلمان ٣- سک

جنرل گروهه ۾ مسلمانن ۽ سکن کان سواءِ ٻيا سڀ شامل هوندا. ننڍين اقليتن لاءِ هڪ صلاحڪار ڪاميٽي هوندي، جيڪا آئين ساز اسيمبليءَ کي سندن مسئلن تي مشورا ڏيندي. اهڙيءَ طرح چونڊيل نمائندا رياستن جي نمائندن سان گڏ پهرين دهليءَ ۾ ملندا، جتي ابتدائي ميٽنگ ۾ چيئرمن جي چونڊ کان پوءِ هيٺين ٽن ڀاڱن ۾ ورهائجي، آئين سازيءَ جو ڪم شروع ڪندا.

**الف- سيڪشن:** مدراس، بمبئي، گڏيل علائقا، بهار، مرڪزي علائقا ۽ اوڙيسا.

**ب- سيڪشن:** پنجاب، اتر اولهه سرحد ۽ سنڌ.

**ت- سيڪشن:** بنگال ۽ آسام.

آئين ساز اسيمبليءَ جا اهي ٽئي ڀاڱا، پنهنجن صوبن ۽ گروپن جا آئين ناهيندا. هر هڪ صوبي کي اختيار هوندو تہ گروپ کان آئين ٺهڻ ۽ عمل ۾ اچڻ بعد جدا ٿي سگهي. ٽئي گروپ بعد ۾ رياستن جي نمائندن سان گڏ يونين جو آئين ناهڻ شروع ڪندا. يونين اسيمبليءَ ۾ ڪو بہ ٺهراءُ ڪئبينيٽ مشن جي تجويز خلاف يا مکيہ فرقيوار مسئلي تي ٻنهي فرقن جي اڪثريتي ووٽن کان سواءِ پاس ٿي نہ سگهندو. يونين ۽ برٽش سرڪار جي وچ ۾ عهدنامو ڪيو ويندو، جنهن ۾ اختيارن سپرد ڪرڻ واري مسئلي تان ايرندڙ سوالن بنسبت ڳالهيون درج ڪيون وينديون.

وڏيڪ ڪئبينيٽ مشن وائسراءِ کي عرض ڪري ٿي تہ آئين ساز اسيمبليءَ جي نمائندن جون چونڊون جلد از جلد ڪرائي. جيستائين آئين نهي تيار ٿيندو، ان وقت تائين هندستاني حڪومت جي انتظام هلائڻ لاءِ عارضي حڪومت ناهي، سيٽي پورٽ

قوليا هندستانين جي هٿ ۾ ڏنا ويندا."

اسان جي نظر ۾ ڪئبينيٽ مشن جي هيءَ زوريءَ گروپنگ واري تجويز بي انصافيءَ تي ٻڌل هئي، ان ڪري سنڌ جي آزادي، پنجاب جي وڏي صوبي جي هٿ هيٺ اچڻ ڪري ختم ٿي وڃي ها. ان موجب صوبن (رياستن) جي خوداراديءَ جي اصول کي ختم ڪيو ٿي ويو.

جناح صاحب ٦ جون ١٩٤٦ع تي مسلم ليگ ڪائونسل کان ڪن شرطن تي ڪئبينيٽ مشن جي اها تجويز قبول ڪرائي، وائسراءِ سان ڳالهين ڪرڻ جا اختيار حاصل ڪري ورتا. اهڙيءَ طرح هن اها زوريءَ گروپنگ واري تجويز قبول ڪرڻ سان لاهور واري "پاڪستان ٺهراءَ" يا تجويز کي جڻ ته ڇڏي ڏنو هو. ان مان پتو پئجي ٿو ته مسلم ليگ سياست ڪيڏانهن وڃي رهي هئي. مسلم قوم جي فرضي نالي ۾ سنڌ جا مفاد ڪيئن نه قربان ڪيا ٿي ويا. هيءَ ڳالهه گهڻن سنڌين محسوس ڪئي ٿي، پر ان جي مخالفت ڪرڻ جو، ڪيترن ۾ دم نه هو.

سنڌ اندر طاقت اهڙن خود مطلب ۽ ردي ليڊرن جي هٿ ۾ هئي، جن کي ٻيروني سازش جي مخالفت ڪرڻ لاءِ نه دل هئي ۽ نه دماغ هو. نتيجي طور ڪجهه عرصي کان سنڌ ۾ غير سنڌي گهڻي تعداد ۾ اچي ويا هئا. زمين، واپار ۽ نوڪرين وغيره ۾ مڪاني ماڻهن کي نقصان پهچي رهيو هو. فرقيوار ڇڪتاڻ به گهڻيءَ حد تائين انهن جي پيدا ڪيل هئي. مسلم ليگ جا فرقيوار ڇڪتاڻ پيدا ڪرڻ لاءِ مقرر ۽ مسلمانن ۾ نفاق ڦهلائيندڙ مبلغ به گهڻو ڪري ٻاهران آيل ماڻهن مان هئا. اهڙيءَ طرح ٻيروني سازشين لاءِ سنڌ ۾ رستو صاف هو ۽ مسلم ليگ، اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ هڪ منظم طريقي سان ٻاهران ايندڙ فرقيواريت ڦهلائي، پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ گهريو پئي.

اسان جو گروپ ان تسلط کي روڪڻ ۽ سنڌ جي قديم روايتن کي زنده ڪرڻ لاءِ هر طرح جي ڪوشش ڪري رهيو هو. منهنجي دهليءَ رهڻ واري عرصي ۾ پنجاب جي ترقي پسند مسلم ليگين (ميان بشير احمد ۽ ميان افتخار الدين) ڪوشش ڪئي ته اسان ۽ مسلم ليگ هائي ڪمانڊ جي وچ ۾ سمجهوتو ٿئي، پر مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي هٺ ڌرمي آڏو پئي آئي. اسان ۽ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي وچ ۾ اختلافن کي هڪ خاص تاريخ هئي، ان ڪري سنڌ جي مفادن سان واسطو رکندڙ بنيادي اصولن بابت سمجهوتي ڪرڻ کان سواءِ اسان ساڻن شامل ٿي نه ٿي سگهياسون. ان ڪري اسان جي مخلص دوستن جون ڪوششون ڪامياب نه ٿيون.

اسان جيڪي سنڌ جا خيرخواهه هئاسون، تن جي آڏو انهيءَ سموريءَ مهيءَ ولوڙ دوران جيڪي خدشا ۽ انومان ڪَرُ ڪڻي بيٺا هئا، تن جو دردناڪ نقشو پير علي محمد راشديءَ جي مون ڏانهن پنهنجي هڪ موڪليل مضمون (٢ جون ١٩٤٦) ۾ پيش ڪيو آهي. جيڪو مضمون ١٣ جون ١٩٤٦ع جي "قرباني" اخبار ۾ ڇپيو هو:

## سنڌ جي سياسي زندگيءَ ۾ نازڪ دور:

"سنڌي پوريءَ طرح فڪر ڪري ڪو جلد قدم کڻڻ لاءِ تيار آهن يا نه؟ ڪئبينٽ مشن جي تجويز جي اعلان ٿيڻ بعد، سنڌ جي مستقبل کي هڪ نازڪ دور ۽ مشڪلات سان مقابلو مُنهن پيو آهي. اڳئين قسم جو دور ختم ٿي، نئون دور شروع ٿيڻ وارو آهي، نئين دور کي ڪير شڪل ڏيندو؟ اهو نئون دور ڪهڙي قسم جو ٿيڻ وارو آهي؟ ڪير ان کي هلائيندو ۽ ڪهڙيءَ طرح؟ سنڌ جي مستقبل لاءِ اهو دور ڪيتري قدر مفيد ٿيڻ جو امڪان آهي؟ انهن ڳالهين تي روشني وجهڻ لاءِ ڪئبينٽ مشن جي تجويز پيش ڪري، پوءِ مختصر تبصرو ڪندس.

ڪئبينٽ مشن جي تجويز مطابق امورخارجيه، مواصلات ۽ دفاع، صوبن جي طرفان، آل انڊيا مرڪزي حڪومت جي هٿن ۾ هوندا، باقي سڀ کاتا سب فيڊريشن جي هٿن ۾ هوندا. سب فيڊريشن ٽي ٿينديون: هڪ پنجاب، سنڌ، فرنٽيئر ۽ بلوچستان جي هوندي، ٻي وچ هندستان جي، ۽ ٽين آسام ۽ بنگال جي هوندي. اسان واريءَ سب فيڊريشن تي اڪثريت پنجاب جي هٿ ڪري قبضو پنجاب جو رهندو.

انهيءَ بنيادي رٿا کي نظر ۾ رکي، ان جو تفصيلي آئين، آئين ساز اسيمبليءَ طرفان فيصل ڪيو ويندو، جا ان جو ٻن طريقن جي نست ۾ فيصلو ڪندي- هڪ طريقو سڄي هندستان جي گڏيل نست جو هوندو ۽ هڪ مسلم اڪثريت وارن صوبن جي نست جو هوندو. سنڌ جي قسمت جو فيصلو هن پوئين گروپ جي اجلاس ۾ ٿيڻ وارو آهي.

## سنڌ جي پوزيشن، آئين ساز اسيمبليءَ ۾:

آئين ساز اسيمبليءَ ۾ جملي ٣٨٩ ميمبرن جون جايون هونديون، جن مان سنڌ کي چار ميمبر ملندا. اهي به ٻن گروهن ۾ ورهايل هوندا، جن مان ٽي مسلمان ۽ هڪ هندو هوندو، يعني هڪ ڪانگريسي ۽ ٽي مسلم ليگي، هي بيٺي سنڌن آل انڊيا هاءِ ڪمانڊ جي حڪمن جا تابعدار هوندا. ان جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟ انهيءَ صورتحال مان پڌرو پيو آهي ته پوئين سب فيڊريشن ۾ پنجابي، ڪثرت ۾ هئڻ ڪري

پنهنجيءَ مرضيءَ مطابق ۽ فائدي موجب آڻين ٿاهيندا. جنهن ۾ سنڌ پنجاب جي ماتحت ۽ غلام ٿي رهندي. هو سنڌين جي آزادي، خودمختياري، خواهشن ۽ ارادن تي بندش وجهي ڇڏيندا. اهي سڀ ڳالهيون هڪ ٻئي پٺيان اهڙيءَ طرح سرزد ٿينديون، جهڙيءَ طرح ڏينهن کان پوءِ رات ايندي آهي.

ڇا اسان اها پوزيشن قبول ڪنداسون، ته ٻيا اسان لاءِ آئين ٺاهين؟ جنهن جا نتيجا پڌرا پيا آهن؟ ڇا، پنجابي هيءَ اولهه واري فيڊريشن، الله خاطر هلائيندا؟ ان جو عيوضو ۽ بدلو نه وٺندا؟ اهو بنيادي نقطو آهي، جو اسان کي ذهن ۾ رکڻو آهي.

## سنڌ جي ڏاڪهه چڙهڻ لاءِ ڪاٿين جو ڇيو:

جيڪڏهن اسان اها پوزيشن قبول ڪنداسون ته ٣٨٩ عيوضين ۾ ٻه چار ۽ ٣٦ عيوضين ۾ ٻه چار عيوضي اسان کي ڏنا ويندا. انهيءَ آڌار تي انهن حڪومتن ۾ اسان جي وزارتن جو ڪيترو عيوضپڻو ٿيندو؟ ان بنياد تي سنڌ جو ڪو عيوضي يونين وزارت ۾ وجهي سگهندو يا نه؟ گروپ وزارت ۾ ان جي عيوضين جي پوزيشن ڪهڙي هوندي؟ ڪئبينٽ مشن جي تجويزن تي غور ڪرڻ بعد آءٌ هن نتيجي تي پهتو آهيان ته اها تجويز سنڌ کي قربان ڪرڻ لاءِ ڏاڱهه چاڙهڻ جي سماڌي آهي. ڇا سنڌ کي اها تجويز قبولڻ گهرجي؟ سنڌ کي ڇالاءِ اها تجويز قبولڻ نه گهرجي، ان لاءِ ڪيترائي سبب ۽ دليل آهن:

**اسان جو ماضي:** سنڌ پنهنجي خاص جاگرافيائي حدن، آبهوا، تاريخي پسمنظر، روايات، ڪلچر، زبان، رسم الخط ۽ سوشل ۽ ايڪنامڪ طريقن موجب گذشته زماني کان وٺي جدا ۽ آزاد زندگي بسر ڪندي آهي. سواءِ ڪن ٿورن وقتي حادثن ڪري آزاديءَ وڃائڻ جي عارضي دورن جي- سنڌ ۽ هند سدائين ٻه جدا ملڪ ٿي رهيا آهن، جا ڳالهه قديم جاگرافيءَ ۽ تاريخ مان ظاهر ٿئي ٿي. سنڌ تي حملا ٿيا آهن، ۽ ڪجهه وقت ڌارين جي ماتحت گذاريو اٿس، پر ڪڏهن به ان تي مات نه ويني آهي. ٻهرئين موقعي ملڻ تي وري وڃايل آزادي ٻئي حاصل ڪئي اٿس. هيءُ ان جي تاريخ جو خاص نمايان ورق ٿي رهيو آهي ته غلاميءَ تي ڪڏهن به رضامند ٿي نه ويني آهي. ڇا، هاڻي اسان پنهنجو قديم قيمتي ورثو هٿن مان قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿينداسون؟

## سنڌ جو مستقبل:

سنڌ جي مستقبل جي نقطي نگاهه لاءِ ڪئبينٽ مشن واري تجويز تباهه ڪن ٿيندي. سنڌ، هندستان جي انهن خاص ملڪن مان آهي، جنهن کي قدرت سنڌس

ترقيءَ لاءِ نهايت وسيع ۽ زرخيز ذريعا موجود ڪري ڏنا آهن. اها سون جي کاڻ آهي، جا اڃا ڇهي پٽي آهي. آءٌ جڏهن غور ڪندو آهيان ته معلوم ٿيندو اٿم ته قدرت ڪيئن نه هن ننڍڙي ٽڪر زمين کي پنهنجي مهربانين ۽ سخاوتن سان مالامال ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن اسان پنهنجي ڪوشش ۽ قربانين سان سنڌ کي سنڌين جي مفاد لاءِ محفوظ رکي سگهون، ته اها تمدن جي اعليٰ درجي تي پهچي، سنڌس رهاڪن جو معيار زندگي بلند ڪري سگهي ٿي. سنڌس ڪپهه، ڪڻڪ، سارين ۽ ڪمند جي لائق زرخيز زمين، ان جو سدا پريل سنڌو درياءُ ۽ ان جا بيراج، ان جون زمين ۾ ڇُپيل کاڻيون، يورپ جي نزديڪ سامونڊي ۽ هوائي بندر ۽ انهن جون واپار لاءِ سهوليتون، جدا جدا قسم جي هنري ڪارخانن لاءِ موزون جڳهه ۽ سهوليت، هي سڀ سنڌس چاليهه لک (۴۰,۰۰۰۰۰) ماڻهن لاءِ ڪافي کان وڌيڪ پيدائش ڏيئي سگهن ٿا. جيڪڏهن اسان پنهنجي ڪوشش سان سنڌ کي آزاد رکي، سنڌس حڪومت کي ماڻهن جي مفاد لاءِ، سواءِ ٻاهرينءَ دست اندازيءَ جي، ڪتب آڻي سگهون، ته ملڪ باغ بهار ٿي پوندو. جيڪڏهن ملڪي حڪومت لالچي ۽ خود مطلب ماڻهن جي چنبي مان آزاد ٿي، مخلص، خادم قوم، محب وطن ۽ سالم فڪر وارن ڪارڪنن جي هٿ ۾ اچي وڃي، جي سنڌن تعميري صلاحيت سان ساري ملڪ جا اقتصادي ذريعا استعمال ڪري سگهن ۽ پراڻن ۽ نقصانڪار نظرين کي ڦٽو ڪري ڪم ڪرڻ لاءِ تيار هجن، ته ڇا نه ٿي سگهي ٿو.

## سنڌ جي ترقيءَ جون وٿاڻون:

جيڪڏهن اسان جي نئين سنڌ جي وزارت عوام سان جوابداري محسوس ڪندي، ته سنڌ جي ايڪانامي نئينءَ طور هيٺين طريقن تي منظم ڪري سگهندي:

پورٽ ٽرسٽ ۽ ڪسٽمس جي پيدائش، جا اٽڪل چاليهه ڪروڙ ٿيندي، ۽ انڪم ٽيڪس، پوسٽ ۽ ريلوي جي جملي پيدائش کي صوبي جي پيدائش سان گڏيندي ته ان جي آمدني وڌي وڃي هڪ سئو ڪروڙ ٿيندي، جا هوءَ سنڌ جي نون براجن جي زمين جي مشنريءَ ذريعي آباد ڪرائڻ، ۽ ڪپڙي ۽ ٻين شين جي تاهڻ لاءِ ملون لڳائڻ لاءِ صرف ڪري سگهي ٿي. اها هنري درسگاهون کولي، سنڌي شاگردن کي سرڪاري خرچ تي ٻاهرين ملڪن ۾ اعليٰ تعليم لاءِ موڪلي سگهي ٿي. سنڌ جون نوڪريون سنڌين لاءِ مخصوص ڪري، غير سنڌين کي سنڌ ۾ نوڪري ڏيڻ تي بندش وجهي، نه صرف موجوده صوبائي کاتن ۾ بلڪ ريلوي، پوسٽ، ڪسٽمس، هوائي جهازن ۽ سامونڊي ٻيڙي ۾ سنڌ جا لکها ماڻهو روزگار

سان لڳائي سگهي ٿي. اها سنڌ ۾ ڪاٿين ڪونائڻ جا انتظام ڪري سگهي ٿي. اها سنڌ لاءِ آل انڊيا يونين جي نوڪرين ۾ حصو وٺي، ۽ مڪمل آزاديءَ جي حالت ۾، پنهنجا ٽريڊ ايجنٽ، سفير ۽ ڪائونسل ٻاهر موڪلي ۽ لشڪر رکي سگهي ٿي، جنهن مان نہ صرف سنڌ جو سياسي درجو وڌندو، بلڪ سنڌين کي دنيا جي ڊپلوميٽڪ ورلڊ ۾ پنهنجي لياقت ڏيکارڻ جو موقعو ملندو. سنڌ جي نقطہ نگاهہ کان اهو سڀ ان جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ جو باعث ٿيندو.

منهنجيءَ سمجهہ ۾ اسان جي آزاد سنڌ جي ساليانی بجيٽ ڪئين سو ملين رپين جي ٿي ويندي. اهڙيءَ طرح سان اسان جو معيار زندگي بلند ٿي ويندو. اسان تعليم ۽ صحت عام جو مفت انتظام ڪري سگهنداسون. اسان هتي ننڍي آمريڪا پيدا ڪري وجهنداسون. اهو سڀ تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن سنڌ کي آزاد ڪري، سنڌس قسمت جي واڳ سنڌين جي هٿ ۾ ڏيون.

**فرقيوارانہ فساد نہ ٿيندا:**

انهيءَ حالت ۾ نہ بيروزگاري ٿيندي، نہ قانون انتقال اراضي ۽ قرضن جي فيصل ڪرڻ جي بلن جي ضرورت ٿيندي ۽ نہ وري انهن سببن ڪري هندو مسلم فساد ٿيندا، جن جو مکيہ ڪارڻ بيروزگاري ۽ غربت ٿئي ٿي. ان ڪري بدامني، ڌاڙا، خون وغيره سڀ گهٽجي ويندا.

**ٻي حالت:**

اهو تصوير جو هڪ رُخ پيش ڪيم. ٻيو اهو ٿيندو، جو ڪئبينٽ مشن تجويز کي عمل ۾ آڻڻ جي نتيجي ۾ نڪرندو. ان حالت ۾ اسان کي پنهنجي ماضيءَ کي وسارڻو پوندو. مستقبل جي ترقيءَ جا سڀ خيال ترڪ ڪرڻا پوندا. پنهنجي قومي وجود کي ختم ڪرڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو. ڌاريا ماڻهو توهان تي سنڌن مرضيءَ مطابق آئين مڙهيندا. سنڌ جي جملي پيداوار جا ذريعا پنهنجي مفاد لاءِ ڪتب آڻيندا. سنڌ پنجاب جي ڪالوني ٿي ويندي، جهالت ساڳي رهندي، هندو مسلم ساڳيءَ طرح پاڻ ۾ وڙهندا رهندا.

هي تصوير جا ٻئي رُخ سيني سنڌين کي صاف طرح ذهن ۾ ويهارڻ گهرجن، ڇاڪاڻ تہ ڪين جلدي فيصلو ڪرڻو پوندو تہ ڪهڙو طريقو اختيار ٿا ڪن؟

**سنڌ جي آزادي:**

منهنجا رايا ان بابت صاف ۽ مستقل صورت وٺي چڪا آهن. سنڌ کي ڪڏهن بہ ٻنهي فيڊريشنن ۾ داخل ٿيڻ نہ قبولڻ گهرجي. ڪنهن بہ مرڪز سان شامل ٿي،

پيداوار جو ٽڪو بہ انهن کي ڏيڻ تي رضامند نہ ٿيڻ گهرجي. پنهنجو آئين ڪيس پاڻ بنائي آزاد ٿي رهڻ گهرجي. ان کي ڪنهن بہ صورت ۾ پنجاب جي ڪالونيءَ واري گروپ ۾ داخل نہ ٿيڻ گهرجي. سندس آزاديءَ جي راهہ ۾ جيڪا بہ رڪاوٽ پوي، ان کي ٽڪرائي ڇڏڻ گهرجي. ان کي پنهنجيءَ مرضيءَ موجب عهدنامو ڪري، يونين ۾ بچاءَ ۽ امورخارجيہ لاءِ داخل ٿيڻ گهرجي. ان لاءِ پنهنجي خرچ جو حصو ڏئي، باقي سڀ پيدائش پاڻ وٽ رکڻ گهرجي.

## خوف جو پوت:

هن وقت هندو ۽ مسلمان ٻئي انهيءَ سوال تي غلط نقطي نگاهہ سان نظر ڪن ٿا، ان جو مکيہ ڪارڻ سندن هڪ ٻئي مان خوف آهي. مسلمانن کي اهو وهم ويٺل آهي تہ پنجاب جي گروپ سان گڏجڻ ڪري، هنن جي پوزيشن هندن جي دست درازين کان بچي ويندي. هندن کي وري اهو خيال ويٺل آهي تہ سنڌ جي آل انڊيا سان ملحق ٿيڻ ڪري، سندن حالت انڊيا جي هندن جي مدد سان مسلماني ناجائز تسلط کان بچي ويندي.

پر ٻنهي ترين جا ماڻهو هيٺيون ڳالهيون ڀلجي وڃن ٿا:

١- هيءَ ذهني حالت خوف ۽ گهرج ڪري پيدا ٿئي ٿي. جڏهن هندن ۽ مسلمانن کي سندن گهرجن کان وڌيڪ ملندو، تہ هنن ۾ اقتصادي مقابلو ڪونہ ٿيندو ۽ نہ ان ڪري فرقيوار اختلاف ئي پيدا ٿيندا.

٢- باهمي شڪ ۽ شبها ان وقت تائين آهن، جڏهن ٽين پارٽي اسان جي وچ ۾ موجود آهي. جڏهن هيڪر اهو عنصر اسان وٽان نڪري ويو، تہ سنڌي وري اطمينان بخش ۽ باهمي اعتبار واريءَ حالت ۾ ايندا. جيستائين سنڌين جي حڪومت سنڌ تي هئي ۽ ٽين پارٽي ويڙهائڻ لاءِ وجود ۾ ڪا نہ آئي هئي، تہ هندو مسلم اختلاف پيدا ئي ڪو نہ ٿيا هئا. ٽينءَ پارٽيءَ جي مصيبت ضرور ڪڍڻ گهرجي، پوءِ اها ٽين پارٽي انگريزن جي هجي يا پنجابي مسلمانن جي يا هندستاني هندن جي، اسان لاءِ سڀ ساڳي حيثيت رکن ٿا.

٣- اها ڳالهہ بيوقوفيءَ جي ٿيندي تہ باهمي اعتبار نہ هئڻ ڪري، اسان پنهنجي گهر جي واڳ ٻاهرين جي هٿ ۾ ڏيئي ڇڏيون. اسان جا ايندڙ نسل اسان کي پٽيندا، ۽ اسان پنهنجي قسمت جون واڳون پاڻ کان مضبوط ماڻهن جي هٿن ۾ ڏيڻ سان پنهنجو حال اهڙو ڪنداسون، جهڙو، ڪو ماڻهو ڪتن کي مارڻ لاءِ گهر کي باهہ ڏئي.

٤- سنڌ جي اقتصادي تعبير جا پلئن ڪڏهن بہ ڪامياب نہ ٿيندا، جيسين تائين

سنڌ پنهنجي آزادي حاصل نہ ڪئي آهي. هيڪر جيڪڏهن اسان پنهنجا ذرائع پيداوارين ٻين جي حوالي ڪيا تہ پوءِ اهي اسان جي هٿن مان هميشہ لاءِ ويندا هليا.
هي موقعو نازڪ آهي. وقت ٿورو بچيل آهي، سنڌين کي ان بابت اهم فيصلا جلد ڪرڻا آهن."

(پير علي محمد راشديءَ جا خط ۽ مضمون- ص ۱۲۲- خط ۽ مضمون)

اڳتي هلي جڏهن ڪئبينٽ مشن جي ۱٦ مئي ۱۹۴٦ع واري تجويز سڪن توڙي ڪانگريس رد ڪئي تہ جناح صاحب ان کي مسلم ليگ سان ڪيل وعدي جي خلاف ورزي سڏيو. بهرحال ڪئبينٽ مشن هندستان جي عارضي حڪومت بابت ڳالهين ناڪام ٿيڻ بعد ۲۹ جون ۱۹۴٦ع تي واپس انگلنڊ موٽي ويو.

٦ جولاءِ ۱۹۴٦ع تي آل انڊيا ڪانگريس جو پريزيڊنٽ مولانا ابوالڪلام آزاد جي جاءِ تي پنڊت جواهر لعل نهرو چونڊيو ويو، جنهن ڳڏجاڻيءَ ۾ تقرير دوران واضح ڪيو تہ:

"اسان جي ڪئبينٽ مشن پلئن قبول ڪرڻ مان مراد رڳو آئين ساز اسيمبليءَ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ رضامندو هو، باقي اسان ۱٦ مئي واري تجويز جي ڪنهن بہ ڳالهہ سان ٻڌل نہ آهيون..... آئين ساز اسيمبليءَ ۾ اسان آزاد هونداسون تہ جيڪي بہ وڻي سو ڪريون........"

هن اهو بہ چيو تہ "اتر اولهہ سرحد صوبو گروپنگ ۾ داخل ٿيڻ جي مخالفت ڪندو ۽ آسام ۽ بنگال بہ ممڪن آهي گروپن ۾ داخل ٿيڻ قبول نہ ڪن"

اڳتي هلي مسلم ليگ ورڪنگ ڪميٽيءَ آئيني جدوجهد کي خيرباد چئي، تحريڪ هلائڻ جو فيصلو ڪيو.

برٽش سرڪار جي فيصلي موجب هندستان ۾ جولاءِ ۱۹۴٦ع جي آخر ۾ آئين ساز اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. سنڌ اسيمبليءَ جو خاص سيشن، ان سلسلي ۾ آئين ساز اسيمبليءَ جي ميمبرن چونڊڻ لاءِ ۱۱ جولاءِ ۱۹۴٦ع تي سڏايو ويو. ان موقعي تي بہ ممسلم ليگ ميمبر اسان جي طرف اچي نڪتا ۽ اسان کي ۳۱ ميمبرن جي حمايت حاصل ٿي وئي ۽ اسان مسلم ليگ وزارت خلاف بي اعتماديءَ جي رٿ بحال ڪرائڻ جو نوٽيس سيشن دوران پيش ڪرڻ لاءِ ڏنو. پر بي اعتباريءَ جي رٿ ڪڄڻ واري ڏينهن، گورنر خاص آرڊر موڪلي اسيمبلي مهمل ڪري ڇڏي. ان غلط ۽ غير جمهوري چال پٺيان انگريزن جو پنهنجي منظورِ نظر اقليت واري مسلم ليگ وزارت کي قائم رکڻ کان سواءِ ٻيو ڪو بہ سبب نہ هو.

هتي واضح ٿئي تہ ساڳئي وقت ۾ ساڳئي مقصد لاءِ پنجاب اسيمبليءَ جو اجلاس گڏ ٿيو. اتي مسلم ليگ مخالفت ۾ هئي ۽ سر خضر حيات جي خلاف پيش ٿيل بي اعتماديءَ جي ٺهراءَ کي اُتي جي انگريز گورنر بحث هيٺ آڻڻ ڏنو. ان مان پتو پئجي سگهندو تہ انگريزن ڪيئن نہ پنهنجي مسلم ليگ ايجنٽن کي پٺي ورسايو. اسان گورنر جي غير دستوري ۽ بي قاعدي قدم لاءِ گورنر جنرل ۽ سيڪريٽري آف اسٽيٽس کي واقف ڪيو، پر ڪا بہ داد رسي نہ ٿي. جولاءِ کان سيپٽمبر ١٩٤٦ جي اوائل تائين گورنر ۽ سرڪاري عملدارن مسلم ليگ کي اڪثريت ڏيارڻ لاءِ هر طريقو استعمال ڪيو. آخر ٥ سيپٽمبر ١٩٤٦ع تي سپليمينٽري گرانٽن جي منظوريءَ لاءِ اسيمبليءَ جو سيشن گڏ ٿيو. اسان جي ميمبرن کي پنهنجي طرف ڪرڻ جا سڀ طريقا، خون جي دڙڪن سميت اختيار ڪيا ويا، پوءِ بہ مسلم ليگ وٽ هڪ ووٽ گهٽ هو. آخر اسيمبلي سيشن هلڻ واري ڏينهن اسپيڪر ميران محمد شاهہ کان استعيفا ڏيارائي، وزارت کي عارضي طرح بچايو ويو. اسان بہ مجبور ٿي ڊپٽي اسپيڪر مس جيٺي سپاهيملاڻيءَ کان ڊپٽي اسپيڪر جي عهدي تان استعيفا ڏياري. نتيجي ۾ ٻنهي طرفن ٣٠، ٣٠ ميمبر هئڻ سبب آئيني تعطل پيدا ٿي پيو ۽ گورنر اسيمبلي مهمل ڪري ڇڏي. هن دفعي وزارت اسيمبليءَ کان سپليمينٽري گرانٽ پاس نہ ڪرائي سگهي، نہ اسپيڪر يا چيئرمن چونڊي سگهي. ان حالت ۾ آئيني طرح گورنر کي، اسان کي وزارت ناهڻ جو موقعو ڏيڻو هو، پر جانبدار گورنر مان اها اميد اجائي هئي. اڳتي هلي جڏهن ٻيا ميمبر بہ مسلم ليگ وزارت خلاف ٿي ويا ۽ وزارت ڊهڻ واري هئي تہ گورنر اسيمبلي ختم ڪري نين چونڊن جو اعلان ڪيو. چونڊن ۾ اسان حاجي مولابخش سومري سميت ١٦ اميدوار بيهاريا. جيئن تہ گورنر مڪمل تر هو، ان ڪري اليڪشن ۾ ڌانڌلين ۽ بي قاعدگين کي محسوس ڪندي، مرڪزي حڪومت کي غير جانبدار اليڪشن ڪرائڻ جي بندوبست لاءِ لکيو ويو، پر ٻوٽواري ڪانہ ٿي.

هن اليڪشن، هٽلر جي نازي طريقن کي بہ مات ڪري ڇڏيو. اليڪشن ۾ ٿيل ڌانڌلين جو مختصر وچور هيٺ ڏجي ٿو:

١- خاص هنڌن تي مسلم ليگ جا حامي آفيسر بدليون ڪري رکيا ويا، جيڪي نہ رڳو مسلم ليگ اميدوارن جي ورڪ ڪندا رهيا، پر مخالفن کي بہ دٻائيندا رهيا.

٢- فرنٽيئر ريگيوليشن قلم ١٠٧ ۽ ١١٠ هيٺ اسان جي مکيہ ڪارڪنن کي ڪيسن ۾ ڦاسايو ويو ۽ کن کي جيل ۾ رکيو ويو.

٣- پولنگ اسٽيشنون تبديل ڪري،مسلم ليگ جي اميدوارن جي ايجنٽن جي بنگلن ۽ جاين ۾ رکيو ويون، جتي اسان جي ووٽرن کي اچڻ نه ڏنو ويو.
٤- پرزائيڊنگ ۽ پولنگ آفيسرن ووٽن جون پيٽيون ۽ ڪتاب مسلم ليگ اميدوارن جي حوالي ڪري ڇڏيا.
٥- بئلٽ پيپر رات جو آڳونا هئي، ڪتابن مان ڦاڙي گهڻي تعداد ۾ مسلم ليگ اميدوارن جي حوالي ڪيا ويا. ڪٿي ووٽن جي وقت گذرڻ بعد رات جو ووٽ پيٽين ۾ وڌا ويا، ۽ اسان جي ايجنٽن جا اعتراض نه ٻڌا ويا.
٦- ١٤٤ قلم سنڌ جي وڏي حصي ۾ لاڳو ڪري، مسلم ليگ جي مخالفن کي تقريرن ۽ ميٽنگن ڪرڻ کان روڪيو ويو، پر مسلم ليگ وارن کي مڪمل اجازت هئي.
٧- وزيرن، عملدارن ۽ مسلم ليگ جي اهم ڪارڪنن کي پولنگ بوٿن ۾ ڇڏيو ويو، جيڪي ووٽرن کان بئلٽ پيپر کسي، پاڻ ووٽ ڏئي پيٽين ۾ وجهندا رهيا.
٨- پرزائيڊنگ ۽ پولنگ آفيس مسلم ليگ جا طرفدار يا سندس عزيز ۽ چيف ورڪر هئا.
٩- ڪن پولنگ اسٽيشنن تي پوليس، رينجرز ۽ ملٽريءَ ذريعي پرزائيڊنگ آفيسرن، پولنگ آفيسرن ۽ مسلم ليگ جي ايجنٽن کي مدد پهچائي وئي.
١٠- هندستان جي مختلف هنڌن تان ڪي گوندا ۽ ڪوڙا ووٽر گهرائي، زبردستيءَ ڪوڙا ووٽ ڏياريا ويا.
١١- جتي مڪاني ماڻهو سجاڳ هئا ۽ ٺڳيءَ جا امڪان گهٽ هئا، اتي پرزائيڊنگ آفيسرن جي صلاح سان مسلم ليگ جي ايجنٽن ذريعي رنڊڪن وجهڻ جا اهڙا طريقا اختيار ڪيا ويا، جو اسان جا سوين ووٽر ووٽ ڏئي نه سگهيا.
١٢- مثلن، جيل ۾ ويل ۽ غير حاضر ماڻهن جا ووٽ، اعتراض جي باوجود ڏياريا ويا.
١٣- ڪوڙن ووٽرن کي پڪڙي ثبوت سميت پرزائيڊنگ آفيسرن جي حوالي ڪيو ٿي ويو ته انهن کي مسلم ليگ اميدوارن جي سفارش تي ڇڏي ڏنو ويو ٿي.
١٤- وڏي وزير، ٻين وزيرن، ڪليڪٽرن ۽ ڊپٽي ڪليڪٽرن، پولنگ اسٽيشن جو دورو ڪري ماڻهن کي ڪوڙن ووٽن جي ترغيب ڏني. بلڪ پاڻ ۽ پنهنجي پٽيوالن کان ڪوڙا ووٽ، ڏناءون ۽ ڏياريائون.
١٥- مسلم ليگ وارن ڪوڙا فوٽا ڇپرايا ۽ نفرت وارا ڪارٽون ڇپائي ورهايا.
١٦- مخالفن کان بندوقن جا ليسن ۽ ڪنٽرول جا دڪان کسيا ويا.

١٧- مخالفن جي زمينن جو پاڻي بند ڪيو ويو ۽ ڪين مليل زمينون رد ڪيون ويون.
١٨- ووٽن جون پيتيون پيچي يا کولي، انهن ۾ ڪوڙا ووٽ وڌا ويا، ۽ مخالفن جي ووٽن کي خراب ڪيو ويو.
١٩- ووٽن ڳڻپ واري ڏينهن ڪيترن هنڌن تي بئلٽ پيپرن جا بدل بندل پيتين مان لڌا ويا.

اهڙين حالتن ۾ نتيجن جو اڳڪٿي پٽو هو. اسان جا صرف ٻه اميدوار چونڊجي سگهيا. يعني ١- حاجي مولا بخش سومرو ٢- خان صاحب سردار خان کوسو، جيڪو صرف ١٦ ووٽن تي کٽي سگهيو. مون کي هارائڻ لاءِ جيڪي ذليل طريقا اختيار ڪيا ويا، ان لاءِ تفصيل ڏيڻ ضروري نہ ٿو سمجهان، هتي رڳو ٽربيونل جي فيصلي (گورنمنٽ گزيٽ) جي نقل ڪاپي پيش ڪريان ٿو، جنهن جي بنياد تي منهنجو مخالف اميدوار قاضي محمد اڪبر ۽ سندس ٻہ ساٿي پير الاهي بخش ۽ مير محمد شاهہ ١٩٤٩ع ۾ ڇهن سالن لاءِ نااهل قرار ڏنا ويا. پير الاهي بخش کي ان فيصلي موجب وزارت اعليٰ جي عهدي تان لاٿو ويو:

جسٽرڊ نمبر ايس ٤٣٦

سنڌ گورنمينٽ گزيٽ.

(تمام خاص)

بااختيار اداري طرفان ڇپرايو ويو

سومر- ١٤ فبروري ١٩٤٩ع

ڀاڱو پهريون.

حڪومت سنڌ

قانون وارو کاتو

سنڌ سيڪريٽريٽ ١٣ فبروري ١٩٤٩ع.

نمبر ٢٩٠- آر/ ٤٧- جيئن تہ مسٽر جي ايم سيد، اميدوار سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي، چونڊ جو تڪ، مسلمان ڀهراڙي، دادو ڏکڻ، عزت ماب گورنر وٽ گورنميٽ آف انڊيا جي (صوبائي چونڊ ۾ ڏانڌلين ۽ ٺڳين بابت پٽيشن) جي آرڊر ١٩٣٦ع، فقرو ٣ ڀاڱو III ۽ سنڌ ليجسليٽو اسيمبلي اليڪٽورل (اليڪشنس پٽيشن) جي ضابطي ٦١ ۽ ٦٢ تحت هڪ اليڪشن پٽيشن داخل ڪئي آهي، جنهن ۾ هن اهو سوال اٿاريو آهي تہ مذڪوره تڪ ۾ تاريخ ٩ ڊسمبر ١٩٤٦ع تي چونڊ ڪرائي وئي هئي ۽ سندس مخالف اميدوار قاضي محمد اڪبر کي قانوني طور

ڪامياب اميدوار هجڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي.

اهڙيءَ ڳالهه کي نظر ۾ رکي قانون کاتي طرفان سرڪاري پڌرائي (نوٽيفڪيشن) نمبر ۲۹۰، آر- ۴۷، تحت جيڪو ۸ جون ۱۹۴۷ع تي جاري ڪيو ويو، جناب سي. ايم. لوبو، بي. پي. دلال ۽ جناب محمد بخش. اي. ميمڻ کي مذڪوره اليڪشن پٽيشن کي اڪلائڻ واسطي اليڪشن ڪمشز مقرر ڪيو ويو آهي.

قانون کاتي جي سرڪاري پڌرائي (نوٽيفڪيشن) نمبر ۲۹۰- آر/ ۴۷، تاريخ ۱ سيپٽمبر، ۱۹۴۷ع تحت، جناب محمد بخش. اي. ميمڻ جي جاءِ تي، جناب رحيم بخش، الاهي بخش شيخ کي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو آهي.

قانون کاتي جي سرڪاري پڌرائي نمبر ۲۹۰-آر- ۴۷- تاريخ ۲۹جون ۱۹۴۸ موجب، جناب سي. ايم. لوبو استعفا ڏني آهي، جنهن جي جاءِ تي، بي. پي. دلال کي پريزيڊنٽ مقرر ڪيو ويو آهي. بي. پي دلدل جي جاءِ تي جناب حسن علي عبدالرحمان بار- ائٽ- لا کي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو آهي.

قانون کاتي جي سرڪاري پڌرائيءَ نمبر ۲۹۰- آر/ ۴۷ ۱۰ جولاءِ ۱۹۴۸ع موجب، جناب حسن علي عبدالرحمان جي استعفيٰ ڏيڻ ڪري جناب فيروز غلام علي نانا کي سندس جاءِ تي ڪمشنر مقرر ڪيو ويو آهي.

L (IV) 1270- 1- 33-A

90B- سنڌ حڪومت جي خاص پڌرائي. ۱۴ فبروري ۱۹۴۹ (Part-1)

جيئن تہ مذڪوره ڪميشن مٿي بيان ڪيل ضابطي جي ڀاڱي III جي فقري ۸ جي ماتحت فقري (۳) تحت، دائرڪيل اليڪشن پٽيشن جي عدالتي تحقيقات ڪئي آهي، جنهن جا تفصيل ضميمي ۾ ڇاپي پڌرا ڪيا ويا آهن.

تنهن ڪري مٿي ڏنل ضابطي جي ڀاڱي III ۽ فقري ۸ جي ماتحت فقري (۳) موجب ۽ اليڪشن ڪميشن جي ڏنل فيصلي مطابق، گورنر، مهرباني ڪري هن ريت حڪم صادر ڪري ٿو.

(الف) تہ ڪامياب اميدوار مدعاعليهہ قاضي اڪبر جي چونڊ غير قانوني ۽ ڪالعدم قرار ڏجي ٿي.

(ب) چونڊ دوران ڏانڌلي ۽ نڱي ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ مدعاعليهہ قاضي اڪبر کي ڇهن سالن لاءِ چونڊن ۾ بيهڻ کان نااهل قرار ڏنو وڃي ٿو.

(ت) تہ مدعاعليهہ قاضي اڪبر پٽيشن داثر ڪرڻ جو هرجانو. اٺ هزار روپيا،

مسٽر جي. ايم. سيد کي ادا ڪندو.

(ث) ته پير الهي بخش نواز علي کي سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ بيهڻ کان ڇهن سالن تائين نااهل قرار ڏنو وڃي ٿو.

(ج) ته مير محمد شاهه کي ڇهن سالن لاءِ نااهل قرار ڏجي ٿو.

فقري (الف)، (ب)، (ث) ۽ (ج) ۾ جيڪي حڪم ڪيل آهن، سي هڪدم، ۳ فيبروري ۱۹۴۹ع جي شام کان ئي نافذالعمل هوندا.

(ح) سيد گل محمد شاهه جي چونڊ بابت به ڪميشن پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو آهي. ان تي فيصلو به مناسب وقت تي ظاهر ڪيو ويندو.

سنڌ جي گورنر جي حڪم سان جاري ڪيو ويو.

محمد بخش. اي. ميمڻ،

سيڪريٽري حڪومت سنڌ.

انهيءَ ڌانڌلين وارين چونڊن ذريعي ڪٽي آيل نئين مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ ۾ خانبهادر کهڙي کي ۳۵ ميمبرن مان ۲۵ ميمبرن جي وزير اعظمؑ ٿيڻ لاءِ حمايت حاصل هئي، پر مسلم ليگ جي هاءِ ڪمانڊ (جناح صاحب) سر غلام حسين کي قائم رکڻ جو حڪم ڪيو. اهڙيءَ ريت سرغلام حسين وري به انگريز گورنر جي مهربانيءَ ۽ جناح صاحب جي حڪم سان سنڌ جو وزيراعظمؑ مقرر ڪيو ويو. ڏهه سال اڳي رڳو مٿس انگريز گورنر جي مهرباني هئي، پر هاڻي مسلمانن جي نام نهاد واحد نمائنده جماعت مسلم ليگ جي ڪرتا ڌرتا جو به مٿس هٿ هو. انگريز هندستان مان وڃڻ وارا هئا، پر جمهوريت جو هن جهڙو يادگار (سر غلام حسين) نشانيءَ طور ڇڏي وڃي رهيا هئا.

هندستان ۾ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس کي راضي ڪرڻ لاءِ انگريزن جيڪي ڪوششون ڪيون، تن مان هندستان کي متحد رکڻ جي آخري ڪوشش، ڪئبينٽ مشن طرفان گروپ- پلاننگ اسڪيم هئي، جنهن مطابق سموري هندستان کي ٽن گروپن يا زونن- اي- بي ۽ سي (A.B.C) ۾ ورهائڻو هو.

گروپ اي ۾: پنجاب، سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان.

گروپ بي ۾: آسام ۽ بنگال. ۽

گروپ سي ۾: باقي سمورو هندستان.

ان گروپنگ واري اسڪيم جي گروپ (A) ۾ ته سڀ مسلم اڪثريت وارا صوبا هئا ۽ گروپ (B) ۾ هڪ مسلم اڪثريت ۽ ٻيو هندو اڪثريت وارو صوبو

شامل هو ۽ گروپ (C) ۾ سڀ غير مسلم اڪثريت وارا صوبا شامل ٿيڻا هئا. پر اها اسڪيم به ڪامياب نه ٿي سگهي. ان جا ڪيترائي سبب هئا، جن مان هڪ آسام جو گروپ (C) ۾ شامل نه ٿيڻ به هو، ۽ ٻيو سبب ڪانگريس جي پريزيڊنٽ نهروءَ پاران اهو اعلان، ته "اسان آئين ساز اسيمبليءَ ۾ غير مشروط طريقي سان وينداسون ۽ ڪنهن به اڳ ۾ طئي ڪيل معاهدي جي پابنديءَ لاءِ پٻڌل نه آهيون،" به هو- جنهن تي جناح ان اسڪيم کي قبول ڪرڻ واري فيصلي تان ڦري ويو ۽ هن ملڪ ورهائڻ واري پنهنجي گهر زورشور سان ڪئي ۽ ١٦ آگسٽ ١٩٤٦ع تي سموري هندستان ۾ مسلم ليگين کي "ڊئريڪٽ ائڪشن" ڪڻڻ جو حڪم ڏنو. جنهن ۾ ڪا به وضاحت ٿيل نه هئي ته مسلمانن کي انهيءَ ڏينهن تي ڇا ڪرڻ گهرجي. نتيجي طور فرقيوارانه فساد بنگال، آسام ۽ بهار ۾ وڏي پيماني تي شروع ٿي ويا، جن ۾ اٽڪل ۵ هزار جانيون ضايع ٿيون، ١۵٠٠٠ ماڻهو زخمي ٿيا ۽ هڪ لک کان وڌيڪ ماڻهو بي گهر ٿيا.

اهو حال ڏسي ڪئبينٽ مشن پنهنجي ناڪاميءَ جو اعلان ڪيو ۽ وائسراءِ هندلارڊ ويول پنهنجو مدو پورو ڪري برطانيا روانو ٿيو ۽ ان جي جاءِ تي شاهي خاندان جو هڪ فرد ۽ ڏور اوير ۾ برطانوي بحري ٻيڙي جو اڳوڻو ڪمانڊر لارڊ مائونٽ بيٽن هندستان جو نئون وائسراءِ ٿي آيو ۽ اهو هندستان جي مسئلي جو حل به پاڻ سان کنيو آيو؛ جيڪو هندستان جي ورهائڻ جو هو. جيتوڻيڪ انگريز ننڍي کنڊ جي ورهاڱي جو فيصلو ڪري چڪا هئا، پر پوءِ به لارڊ مائونٽ بيٽن ڪجهه وقت هندستان کي متحد رکڻ لاءِ مسلم ليگ ۽ ڪانگريس سان ڳالهيون ڪندو رهيو، پر هاڻي جناح ايترو اڳتي وڌي چُڪو هو، ۽ ڪيس وڏو اعتماد حاصل ٿي چڪو هو، ان ڪري هن مائونٽ بيٽن جي هر دليل جي جواب ۾ اهو ٿي چيو ته "جيڪڏهن ماچيس جي دٻيءَ جيترو پاڪستان به ملي، ته به آءٌ ان جي حاصل ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهندس-" يا اهو ته؛ "مون کي پاڪستان کپي، پوءِ اهو صرف سنڌ جي ٿر جي ريگستان تي مشتمل ڇو نه هجي-"

حالتون اهڙي درجي تي پهچي چڪيون هيون، جو انگريزن کي ورهاڱي کان سواءِ ٻيو ڪو رستو ئي نظر نه ٿي آيو. جيتوڻيڪ ڪانگريس جي ڪن ليڊرن جواهو خيال هو ته جيستائين فرقيوارانه مسئلو متحده هندستان اندر حل نه ٿو ٿئي، تيستين تائين انگريزن کي پنهنجون ڪوششون جاري رکڻ کپن. پر انگريز ٻي مهاڀاري جنگ جي ڪري مالي طرح انتهائي ڪمزور ٿي چڪا هئا. ٻيو، مٿن آمريڪي دٻاءُ به وڌندو پئي

ويو تہ هندستان کي آزاد ڪريو ۽ ٻيون سبب اهو ٿيو جو خود انگريزن جي هندستاني فوج ۾ پڻ بغاوت جا اهڃاڻ نظر اچڻ لڳا هئا. جنهن جي شروعات بمبئي ۽ ڪراچي جي بحري ملازمن جي بغاوت ۽ هڙتال جي صورت ۾ سامهون اچي چُڪي هئي. ان ڪري، انگريزن ڏٺو ٿي تہ متان هندستان ۾ ڪو خوني انقلاب اچي، تنهنڪري هن ٣ جون ١٩٤٧ع تي هندستان جي ورهاڱي جو اعلان ڪيو، جنهن اعلان جون مکيہ ڳالهيون هيٺيون هيون:

١- موجوده انڊيا جو هندستان ۽ پاڪستان جي حصن ۾ ورهاڱو.

٢- انهن ٻنهي حصن ۾ آئين، سندن جُدا آئين ساز اسيمبليون ٺاهينديون.

٣- صوبي سرحد جي رهاڪن کان ريفرينڊم ورتو ويندو تہ هندستان واري حصي سان گڏجڻ گهرن ٿا يا پاڪستان سان.

٤- اتر- الهندي سرحد جي صوبي ۾ نيون چونڊون ڪونہ ٿينديون، بلڪ اتي ماڻهن کان هندستان يا پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ رايو ورتو ويندو.

٥- پنجاب ۽ بنگال جي صوبن کي ورهايو ويندو.

٦- آسام صوبي جي ضلع سلهٽ جي رهاڪن جي راءِ وٺڻ بعد ڪين سندن راءِ ظاهر ڪيل بينڪ سان گڏيو ويندو،

٧- ڪلڪتو الهندي بنگال کي ڏنو ويندو، جو هندستان سان شامل هوندو ۽ لاهور الهندي پنجاب سان شامل ٿيندو، جو پاڪستان ۾ ايندو.

٨- ورهاڱي بابت حدن مقرر ڪرڻ لاءِ هڪ ڪميشن مقرر ٿيندي.

٩- پيسو، سامان، اسلحو وغيره ورهائڻ واسطي جدا ڪميٽيون مقرر ڪيون وينديون.

١٠- ڏيهي رياستن تان انگلنڊ جي شهنشاهہ جي تسلط لهڻ بعد هر هڪ ڏيهي رياست کي فيصلو ڪرڻو پوندو تہ ڪهڙي حصي/ ملڪ سان شامل ٿئي. انگريز سرڪار انهن کي هندستان ۽ پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ ترغيب ڏيندي.

١١- اگسٽ ١٩٤٧ع تاري انگريز سرڪار سموريون واڳون مٿين حڪومتن ۾ سندن مکيہ ٻن جماعتن جي حوالي ڪندي.

ورهاڱو، فرقيوارانہ مسئلي جو آخري حل سمجهي، ڪانگريس ۽ ٻين قومپرست اڳواڻن قبول ڪيو هو، پر ان سان فرقيوارانہ مسئلو حل تہ ڪو نہ ٿيو،ويتر وڌيو. سموري ننڍي کنڊ ۾ رت ۽ باهہ تي مذهبي مجنونن جو وحشيانہ رقص شروع ٿي

ويو، جنهن جي نتيجي ۾ بيپناهہ انساني جانيون ضايع ٿيون؛ ملڪيتون ۽ جائدادون تباهہ ٿيون؛ عورتن جون لڄون لٽيون ويون؛ معصوم ٻارن کي بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو ۽ لکين انسانن کي پنهنجا آبائي وطن ۽ ڏاڏاڻا ڏيهہ ڇڏڻا پيا- ۽ ٻنهي طرفن ميٺ ۽ محبت بدران نفرت ۽ وحشت پنهنجي عروج تي پهچي وئي. انهيءَ سڄيءَ رتوڇاڻ ۽ لٽڦرلاٽ کان اسان جي سنڌ بہ الڳ رهي نہ سگهي ۽ سنڌي قوم ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي ۽ ان جي تقريباً ۱۳ لک ماڻهن کي مذهب جي نالي تي پنهنجي ماتريوميءَ سنڌ ۽ سنڌو درياهہ جا ڪنارا روئيندي ڇڏڻا پيا. اسان ان وقت اهڙي بيوسيءَ واريءَ حالت ۾ هئاسون، جو انهيءَ سڄي طوفانِ بدتميزيءَ جي سامهون ڪو بہ بند ٻڌي نہ ٿي سگهياسون ۽ نہ ٿي ان کي جهڪو ڪري ٿي سگهياسون. ان ڪري، خاموشيءَ سان ويهي آئيندي واقع ٿيندڙ حالتن تي غور ويچار ۾ لڳي وياسون، تہ آخرڪار هيءَ پاڪستان، جنهن جي لاءِ اسان بہ پنهنجي حياتيءَ جا بهترين ڏينهن جدوجهد ۾ صرف ڪيا هئا. سو ڪهڙا تو رنگ ڏيکاري- ۽ پڻ حيران هئاسون تہ ڇا هيءَ آزادي، اها آزادي آهي، جنهن آزاديءَ لاءِ سموري ننڍي کنڊ سان گڏ اسان جي ديش سنڌ جي بهادر ۽ مجاهد مردن ۽ عورتن پنهنجون حياتيون گهوريون ۽ بي پناهہ قربانيون ڏنيون هيون. جنهن آزاديءَ جا اسان خواب ڏٺا هئا، اها حسين پري تہ زندگيءَ، خوشي ۽ مسرت جي راڻي هئي، پر جيڪي ڪجهہ اسان کي مليو، سو تہ موت، نفرت، قتل ۽ غارتگريءَ جو وحشي ديو هو. ان ديو جي خونخوارين کان ڪهڙي طريقي سان پنهنجي معصوم ۽ اڻڄاڻ ماڻهن کي بچائجي، آئيندي منهنجيءَ سياسي جدوجهد جو اهوئي مرڪزي نقطو ٿيڻو هو. پر آءٌ هتي توهان کي ٿوري زحمت ڏيندس تہ اڳتي وڌڻ کان پهرين آءٌ ان پاڪستان جي قيام جي پسمنظر تي روشني وجهندس تہ آيا اهو مطالبو شعوري طرح سوچيل سمجهيل ڪنهن پروگرام جو حصو هو يا تاريخ جي حادثن آخري چاره ڪار طور ليگي ليڊرن جي جهوليءَ ۾ انگريزن طرفان اهو تحفو اڇليو ويو، جنهن جي سنڀالڻ جا اُهي اهل نہ هئا ۽ نہ ٿي ان کي هلائڻ لاءِ وٽن ڪا مضبوط حڪمت عملي ۽ اهليت ئي هئي. اهوئي سبب آهي جو اڳتي هلي هيءُ ملڪ بحرانن پٺيان بحرانن جو شڪار ٿيندو رهيو آهي ۽ ٿيندو رهندو.

پاڪستان جي تخيل ۽ مطالبي کي اسان ٽن نقطہ نظرن- تاريخي، مذهبي ۽ انگريز حڪمت عمليءَ جي نقطہ نگاهہ سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪنداسون:

تاريخي طرح پاڪستان نالي ملڪ، ۱۴ آگسٽ ۱۹۴۷ع کان اڳ ۾ دنيا جي نقشي ۾ ڪڏهن بہ موجود نہ رهيو آهي. اهو لفظ سڀ کان پهرين انگلستان جي

ڪئمبرج يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ هڪ پنجابي شاگرد، چوڌري رحمت عليءَ، پنهنجي شاگردي سرگرمين دوران ١٩٣٠ع ڌاري پمفليٽ ۾ استعمال ڪيو هو، جنهن تي ننڍي ڪنڊ جي ڪنهن بہ هندو يا مسلمان سياستدان توجهہ نہ ڏنو هو. ويندي ان حدتائين، جو آخر وقت ۾ تحريڪِ پاڪستان جي چيمپئن جناح صاحب ان مطالبي يا تجويز کي انِ لائق ئي نہ سمجهيو هو تہ ان تي ڪو تبصرو ڪري. ان لاءِ ثابتي اها آهي تہ رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس ۾ جڏهن هندو مسلم مسئلي جي حل طور مسلمانن جي وفد کان پڇيو ويو هو تہ، رحمت عليءَ جي "پاڪستاني اسڪيم" بابت اوهان جو ڇا خيال آهي؟، تہ ان وفد جي اڳواڻ سختيءَ سان ان رٿ کي رد ڪندي چيو هو تہ "اها ٻارائي حرڪت آهي". اها سڄي ڳالهہ جناح صاحب جي موجودگيءَ ۾ ٿي هئي. ثبوت طور ڪن دستاويزن ۽ ڪتابن جا نقل پيش ڪجن ٿا؛

انڊين رائونڊ ٽيبل ڪانفرنس جي پنجين پلينري ميٽنگ، جيڪا ٢٠ نومبر ١٩٣٠ع تي لنڊن ۾ ٿي هئي، ان ۾ جناح صاحب "متحده هند" جو تصور "ڊومينين آف انڊيا" (Dominion of India) جي اصطلاح ۾ هن طرح بيان ڪيو هو؛

"I say the cordial principle which will guide us through the delibarations of this conference is that: India wants to be mistress in her own house, and I can not conceive of any constitution, that you may frame which will not transfer responsbility in the central Govt: to a cabinet requisible to the legislature"

(India Round table conference, 12 Nov: 1930-19th Jan proceedings) ١٩٣٠

ساڳيءَ ريت، اها ڳالهہ، ڪتاب "جناح جو الميو" (Tragedy of Jinnah) ۾ فاضل ليکڪ "ڪيلاش چندر" هن طرح بيان ڪئي آهي؛

At the first Round table conference, when a joint depution of the Muslim legue & Muslim conference was giving evidence beofore Indian constitutional reforms committee, a memeber of the committee, Sir Reginald craddock put a question as to "What the Muslim legue and Muslim conference thought about the Pakistan Scheme." The leader of the tow deputations replied, "As far as I know it is only a stu-

dent's scheme. No responsible people have put it forward so for as we have CONSIDERED IT, we have considered it CHIMERICAL and UNPRACTICABLE. It means the fee-dration of certain provinces".

On being further pursued by Sir Reginald the depution replied, "Perhaps it would be enough to say that no such scheme has been considered by any representative gentle men or association so far." Most of the present day supporters of the Pakistan idea chaffed at it and condemned it in most severe language. Mr M.A Jinnah was also opposed to it. At the very frist speach that he delivered at the Round table conference, he thought of a united India.

He was thinking in term of a Dominion of India. ١٩٣٠ , Speaking at the 5th Plenary meeting on 20th NOV: Mr: Jinnah Said, "The cardinal principle is that India wants be mistress in her own house and I can not Conceive any constitution that you mary frame, which will not transfer Responsibility in the center al Government to a cabinet responsible to the legislature."

Jinnah sahib was himself a member of Federad structrue committee and did not appose the idea of an Indian feedration,

The Pakistan idea would died it's natural death, but it got a very sympathetic response in some notorious die-hearted quarters in England, in time of the second R.T. conference. (Tradegy of Jinnah P 221-22)

ترجمو؛ (ٻهرين گول ميز ڪانفرنس جي موقعي تي جڏهن مسلم ليگ ۽ مسلم ڪانفرنس جو گڏيل وفد، هندستاني آئيني سڌارن واريءَ ڪاميٽيءَ آڏو شاهدي ڏيڻ آيو ته ڪاميٽيءَ جي هڪ ميمبر سر رجنالڊڪرئڊلڪ ڪانئن هڪ سوال پڇيو ته؛ "مسلم ليگ ۽ مسلم ڪانفرنس "پاڪستان اسڪيم" بابت ڪهڙو رايو رکن ٿيون؟" ٻنهي وفدن جي اڳواڻ ورائيو ته "جيتري قدر مون کي ڄاڻ آهي ته اها هڪ شاگرد

جي رٿ (Scheme) آهي ۽ ڪنهن جوابدار ماڻهوءَ ان رٿ کي اڳيان نہ آندو آهي، ان ڪري جيتريقدر اسان جي معڻ جو سوال آهي تہ اسان ان کي "ڏڙ ريڊيو سسي ٻاڪري" جي مصداق عمل جوڳو نہ ٿا سمجهون. ان جو مطلب متعلقہ صوبن جي فيڊريشن آهي."

سر ريجنالڊ ڪرئڊلڪ ان وفد کان وڌيڪ وضاحت جي گهر ڪئي تہ وفد وراڻيو، "شايد اهو چوڻ ڪافي ٿيندو تہ اهڙي ڪا بہ اسڪيم ڪنهن نمائنده معزز ماڻهوءَ يا جماعت وٽ قابل قبول نہ آهي". اڄ جيڪي پاڪستان جي نظرئي جا وڏا حمايتي نظر اچن ٿا، تن ان کي سخت لفظن ۾ ننديو ۽ مضحڪہ خيز سمجهيو هو. مسٽر جناح خوده ان تصور جي مخالفت ڪئي هئي. هن گول ميز ڪانفرنس ۾ پنهنجي ابتدائي تقرير ۾ "متحده هند" بابت خيال آرائي ڪئي ۽ "هندستاني ڊومينڻ" جو اصطلاح استعمال ڪيو هو. ٢٠ نومبر ١٩٣٠ع تي پلينري ميٽنگ ۾ تقرير ڪندي جناح چيو تہ "اُها اصولي ڳالهہ آهي تہ هندستان پنهنجي گهر جو مالڪ بنجڻ گهري ٿو ۽ آءٌ اهڙو ڪو بہ آئين معڻ لاءِ تيار نہ ٿيندس، جيڪو اوهان طرفان تيار ڪيو وڃي ۽ جنهن ۾ مرڪزي حڪومت جي ڪئبينٽ کي اختيارات سونپيل نہ هجن، جيڪا ليجسليٽو اسيمبليءَ ڏانهن جوابدار هجي."

جناح پاڻ فيڊرل اسٽرڪچرڪاميٽيءَ جو ميمبر هو ۽ هندستاني فيڊريشن جي خيال جي مخالفت نہ ڪيائين. پاڪستاني آئيڊيا پنهنجو فطري موت مري چڪو هو، پر ان تصور کي انگلنڊ جي ڪن اهم حلقن وٽ ہي گول ميز ڪانفرنس جي موقعي تي پذيرائي حاصل رهي".

(The tragedy of Jinnah P 221-22)

ان ڳالهہ جي وڌيڪ شاهدي، هندستان جي پهرين پريزيڊنٽ راجندر پرشاد پنهجي ڪتاب (India Divided) ۾ وڌيڪ تفصيلي انداز ۾ بيان ڪئي آهي. ملاحظہ ڪريو:

In 1933 for the first time the Muslims, hithert called a minority community, were called "a nation" by a Punjabi Muslim, Chaudhri Rahmat Ali (an under graduate of cambridge) who gave the movement a shape and a form. He proposeed the Idea that the Punjab, N.W.F.P (Afgan provinçe), Kashmir, Sindh and Baluchistan should be formed into a separate Muslim state called Pakistan. This

proposal was different from that Dr: Iqbal in that while Dr: Iqbal proposed the amalgamation of those provinces into a single state forming a unit of the All India Federation. Chaudhry Rahmat Ali proposed that these provinces should have an independent federation of thier own. Leaflets advocating Pakistan were distributed by chaudhry Rahmat Ali to the members of Parliament and the members of the Round table conference, but no Indian, Hindu or Muslim, took any interest in them. Muslim witness described the Parliamentary Pakistan scheme in August 1933, to the jonit select committee as follows:

A. Yusuf Ali: "As far as I know it is only a student scheme, no responsible people have put it forward."

Ch: Zafrullah Khan: "So far as we have considered it, we have considered it chimerical and impracticable."

Dr: Khalifa suja-u-din: "Perhaps it will be enough to say that no such scheame has been considered by any representative gentle man or association so far."

"It is significant that questions about Pakistan were asked at this conference. It is still more singnificant that the initiative came from the british- they seem, from the record, to have pressed their questions while the Indian (Muslim) deligates seem uninterested and anxious to pass on to the next point..... Al though in India no one had heard of or talked of Pakistan and the Muslim Delegation showed no interest in it. Yet the dichard Press and the churchill- Lloyd group of the conservative party waxed eloquent over it and saw in it a suggetion of the gravest import with the result that questions were asked in the houses of Parliament on several occasions"

(Shaukatulla Ansari "Pakistan- the Problem of India" pp 4-7)

بيو تہ چڏيو، پر ڊاڪٽر اقبال، جنهن کي "مصور پاڪستان" يا پاڪستان جو تصور ڏيندڙ سڏيو ويندو آهي، ان وٽ بہ پاڪستان جو ڪو واضح تصور نہ هو. هن تہ اٽلندو پنهنجي پيش ڪيل ورهاڱي واريءَ تجويز، جيڪا هن ١٩٣٠ع ۾، الهہ آباد ۾، مسلم ليگ جي ساليانہ اجلاس ۾ پيش ڪئي هئي، تنهن کي برصغير جي هندن، مسلمانن ۽ خود انگريز سرڪار خلاف هاڃيڪار سمجهيو ٿي. ايڊورڊ ٿامپسن، پنهنجي ڪتاب "Enlist India for freedom" ۾ علامہ اقبال جا خيال بيان ڪندي لکيو آهي تہ "ڊاڪٽر اقبال پاڪستان جي حق ۾ نہ هو" ۽ هن جو چوڻ هو تہ:

"On my vast undisciplined and starving land, Pakistan would desastrous to the British Government, desastrous to the Hindu community, desastrous to Muslims. But I am president of the Muslim legue and there fore it is my duty to support it."

("Enlist India for freedom- page 58")

(Tragedy of Jinnah- page 220)

ترجمو: (منهنجي وسيع، منتشر ۽ افلاس زده ڌرتيءَ تي، پاڪستان برطانوي حڪومت لاءِ نقصانڪار آهي، هندو جاتيءَ لاءِ نقصان ده آهي ۽ مسلمان لاءِ ڇيهو رسائيندڙ آهي. پر آءٌ (جيئن تہ) مسلم ليگ جو صدر هئس، ان ڪري منهنجو فرض هو تہ ان (اسڪيم) جي حمايت ڪريان."

هاڻي اڳتي وڌون ۽ مسلم ليگ جي ڪارگذارين کي ڏسندا هلون تہ پاڪستان جي تصور کي سنجيدگيءَ سان هن ڪڏهن بہ ننڍي کنڊ جي مسلمانن جو نصب العين نہ ٿي سمجهيو، پر هن ان کي رڳو انڊين نيشنل ڪانگريس تي دٻاءُ جو ذريعو سمجهيو ٿي.ا ن لاءِ ١٩٣٩ع ۾ مسلم ليگ جي پريزيڊنٽ جناح صاحب ۽ سندس دوست سر ظفرالله خان، نواب سريامين ۽ ڊاڪٽر سر ضياءُالدين جي وچ ۾ ٿيل گفتگو پيش ڪجي ٿي، جيڪا سر يامين پنهنجي ڪتاب جي صفحي ٧٢٥ تي هن ريت درج ڪئي آهي:

"١ مارچ ١٩٣٩ع تي ڊاڪٽر سر ضياءُ الدين منجهند جي مانيءَ تي مون کي، مسٽر جناح، سر ظفرالله خان، سيد محمد حسين بيرسٽر الهہ آباد کي سڏايو... ماني کائيندي، سيد محمد حسين رڙيون ڪندي چوڻ شروع ڪيو تہ چوڌري رحمت عليءَ جي اها اسڪيم، جنهن موجب: "پنجاب، ڪشمير، صوبہ سرحد، سنڌ ۽ بلوچستان کي ملائي، هندستان کان جُدا ڪرڻو آهي، ان سان پاڪستان هن ريت

ٿهي ٿو تہ .... "ب" سان پنجاب، "الف" سان افغانستان ......"

سر ظفرالله خان سندس ڳالهہ ڪٽيندي ۽ مخالفت ڪندي چيو تہ "اها رٿ عمل جوڳي نہ آهي." مسٽر جناح ٻنهي جي تقرير غور سان ٻڌندرو رهيو. ان ڪان پوءِ مون کي چيائين تہ "ان رٿ کي چو نہ ڪٽون ۽ ان کي مسلم ليگ جو اصول بنايون. اجاتائين (پاڪستان) اسان جي گهُر نہ آهي. جيڪڏهن ان رٿ کي هٿ ۾ ڪندا سون تہ ڪانگريس سان سودي بازي ٿي سگهي ٿي، ٻيءَ صورت ۾ اهي نہ ڪندا". مون کيس وراڻيو تہ "هي الهندن علائقن لاءِ چٽي رهيا آهن، اُيرندن علائقن جو ڇا ٿيندو؟" جناح ٿورو غور ڪيو ۽ چوڻ لڳو "اسان ٻنهي طرفن جي علائقن کي جدا ڪرڻ جو سوال ڪندا سون، چو تہ ان ڪان سواءِ ڪانگريس وٽ ۾ نہ ايندي." مون وراڻيو "ٿورائي ڏينهن ٿيندا، جو پاڻي پرمانند بہ اهو انديشو ڏيکاريو هو ۽ اوهان صحيح جواب ڏنو هو. جيڪڏهن بارگيننگ (سوديبازي) لاءِ هيءُ مسئلو مسلم ليگ جي اصولي گهُر بنائي ڪنيو ويندو تہ پوءِ پوئتي هٽڻ ڏکيو ٿي پوندو." جناح چيو تہ "اسان ڪانگريس جو رد عمل ڏسنداسون".

(نامہ اعمالِ ص ٧٢٥بحوالہ: "تحريڪ پاڪستان ڪا ايڪ باب، تاليف: محمد سنده ساگر اڪادمي لاهور، جون ١٩٧٥ع - ص ٦٦- ٦٧)

مسلم ليگ جي لاهور واري اجلاس (٢٣ مارچ ١٩٤٠ع) شروع ٿيڻ ڪان اڳ ۾ بہ جناح صاحب، ورهاڱي واري ريزوليشن پاس ڪرائڻ يا پاڪستان جي گهر ڪرڻ جي فائدي ۾ نہ هو، بلڪ هن کي انگريزن طرفان تيار ڪيو ويو تہ اهڙو ٺهراءُ پاس ڪرائي، جيئن ٿيڪ اهو ڪٺي هندن تي دباءُ وجهڻ لاءِ ٿي هُجي. اُن جي ثبوت لاءِ مولانا غلام رسول مهر جي هڪ خط مان ٽڪرو ڏجي ٿو، جيڪو هن ١٩٦٣ع ۾ سيد انيس شاهہ جيلاني بهاولپوريءَ کي لکيو هو:

"توهان کي گهٽو ڪري اها خبر ناهي تہ ١٩٣٩ع جي پڇاڙيءَ ۽ ١٩٤٠ع جي شروعات تائين خود قائد اعظم بہ هندستان جي ورهاڱي جو قائل نہ هو، ۽ جنهن ڪميٽيءَ ورهاڱي جي تفصيلي اسڪيم تيار ڪئي هُئي، آئون بہ اُن جو هڪ ميمبر هوس ۽ اها اسڪيم اجا تائين مون وٽ موجود آهي. اُن اسڪيم ۽ سيٺ حاجي عبدالله هارون جي ڪوشش ۽ جدوجهد سان قائداعظم ورهاڱي طرف مائل ٿيو."

(ڪتاب "خطوط"، ص ٩٩، المهر - ٣، وحدت روڊ لاهور - ١٩٨٣ع)

هيڪٽر بولٽو (Hector Bolitho) جنهن پاڪستان سرڪار جي چوڻ ۽ خرچ تي جناح صاحب جي سوانح عمري، بعنوان "Jinnah - Creater of Paki-

"stan لکي آهي، اُن ۾ هو ايم. ايچ. سيد جي ڪتاب "محمد علي جناح
-پولٽيڪل اسٽڊي" جي حوالي سان لکي ٿو تہ: " جناح هڪ آرٽيڪل & Time"
"Tide" اخبار ۾، ۹ مارچ ۱۹۴۰ع تي شايع ڪرايو هو. اُن آرٽيڪل جي آخر ۾
جناح صاحب ڇٽو فقرو "ٻہ قومون" استعمال ڪيو. هُن لکيو:

"هڪ اهڙو آئين جڙڻ کپي، جنهن ۾ اها ڳالهہ مڃيل هجي تہ هندستان ۾ ٻہ
قومون رهن ٿيون، جن کي پنهنجي "مشترڪ مادر وطن" (Common Mother
land) ۾ اقتدار ۾ شريڪ ٿيڻ کپي". هيءُ آخري وقت هو، جو جناح "مشترڪ
مادروطن" جا لفظ استعمال ڪيا هئا. اُن کان ٻہ هفتا پوءِ هن آل انڊيا مسلم ليگ جي
(لاهور واري) اجلاس جي ۲۳ مارچ ۱۹۴۰ع تي صدارت ڪئي هُئي.

(Jinnah Creater of Pakistan p-127)

هتي سوال پيدا ٿو ٿئي تہ جيڪا جماعت (مسلم ليگ) ۽ اُن جو سربراه
(جناح)، ۱۳ مارچ ۱۹۴۰ع تائين ۽ اُن کان ٻہ اڳتي بقول غلام رسول مهر تہ لاهور
سيشن شروع ٿيڻ کان اڳ تائين ورهاڱي جو مخالف هو، سو ڪهڙيءَ ريت ورهاڱي
جو حامي بنجي ويو؟ نہ رڳو حامي بنجي ويو، پر ان کي ممڪن الحصول سمجهڻ
لڳو، جڏهن تہ هُن صاحب اڳ ۾ پهرين ورهاڱي جي ڳالهہ کي باراڻي حرڪت
سمجهيو ٿي ۽ پوءِ ان کي ڪانگريس تي دٻاءُ وجهڻ جو هٿيار بنايو ٿي، سو آخرڪار
ان نتيجي تي ڪيئن پهتو ۽ سختيءَ سان اهو موقف (پاڪستان جي گُهر) ڇو اختيار
ڪيائين؟

تاريخ ڏاڍي بي رحم شيءِ آهي، وقت گذرڻ سان اُها نہ رڳو لڪل راز فاش
ڪريو ڇڏي، پر انساني ارادن ۽ نيتن جي ڳجهن کي بہ اسڪرين تي آڻيو ڇڏي ۽
بظاهر مقدس نظر ايندڙ شخصيتون بہ قبيح ۽ مڪروهہ ايجنٽن وارو ڪردار ادا
ڪندي نظر اچن ٿيون. هن سموري ڊرامي ۾ اسان کي جناح ۽ اُن جي جماعت
انگريزن جي آلہ ڪار تي ڪم ڪندا نظر اچن ٿا، ۽ اهو ئي سبب آهي، جو هُن
(جناح) ورهاڱي جي موقف تي سختيءَ سان، مسلم عوام جي مفاد خاطر نہ، پر
انگريزن جي حڪم ۽ اشاري تي شدت سان اصرار ڪرڻ شروع ڪيو. اُن جي
ثبوت ۾ ڪافي ڪاغذات موجود آهن، پر آئون هتي صرف ٻن ٽن ثبوتن تي اڪتفا
ڪريان ٿو:

(۱) ان مان پهرين لارڊ لنلٿگو جي اسڪيم آهي، جنهن ۾ سر ظفر الله خان کي
چيو ويو هو تہ تُون هندستان جي ورهاڱي جي اسڪيم ٺاهي، برطانوي سرڪار کي

موڪل. هن اُها اسڪيم انگريزن جي چوڻ تي تيار ڪئي ۽ لارڊ لنلتگو ذريعي وزير هند کي موڪلي، پر جيئن تہ ظفر الله خان قادياني هو ۽ انگريزن کي ڊپ هو تہ هڪ قادياني جي نالي تيار ٿيل اسڪيم نندي ڪنڊ جا مسلمان قبول نہ ڪندا، اُن ڪري اُن جي هڪ ڪاپي جناح صاحب کي انهيءَ يقين دهانيءَ سان ڏياري موڪلي وئي تہ هُو مسلم ليگ جي منشور جي حصي طور مسلم عوام وٽ پيش ڪري ۽ اُهائي اسڪيم اڳتي هلي "لاهور ٺهراءُ" جو بنياد بني. ثبوت طور ولي خان جي ڪتاب "Facts are Facts" مان باب ٽئين بعنوان "Different nterpretations of Pakistan" جي "سب ٽاپڪ" (پاڪستان جو برطانوي تصور) کي پيش ڪجي ٿو:

## پاڪستان جون ڌارڌار تشريحون

هندستان جي وائسراءِ لارڊ لنلتگو مسلم ليگ جي اڳواڻن کي چتاءُ ڏنو هو تہ برطانيہ سرڪار منفي سياست ڪڏهن بہ برداشت ڪا نہ ڪندي. سر سڪندر حيات جي معرفت اهڙو اطلاع مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽيءَ کي ڏنو ويو. تنهنڪري مسلم ليگ جي گهڻين سب- ڪميٽين پنهنجي لاءِ هڪ لائحہ عمل تيار ڪرڻ شروع ڪيو. وائسراءِ، سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا ڏانهن هڪ خط لکيو، جنهن ۾ ڪيس ٻڌايو ويو تہ بمبئي جي گورنر مسٽر ليوملي (Lumley) کي اها صلاح ڏني وئي آهي تہ هندستان کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو وڃي. شايد سندس مقصد اهو آهي تہ هڪ هندن لاءِ، ٻيو مسلمانن لاءِ ۽ ٽيون ڏيهي راجائن لاءِ هجي. اتر- اولهہ سرحدي صوبي جي گورنر سر جارج ڪننگهام، وائسراءِ ڏانهن لکيو هو تہ، "مسلم ليگ جي ڪنوينشن کان موٽڻ بعد سردار اورنگزيب ڪيس ٻڌايو تہ هاڻي مسلم ليگ جي تجويز اها آهي تہ هندستان کي ڇهن يا ستن حصن ۾ ورهايو وڃي.... ۽ پاڪستان جي اصلي رٿ کان هن نئين تجوير کي وڌيڪ اهميت ڏني وڃي ٿي."

سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا، لارڊ زيٽ لئنڊ، سر فيروز خان نون سان هن موضوع تي تفصيلي بحث ڪيو آهي. هن صلاح ڏني آهي تہ هندستان جي اتر- اولهہ واري علائقي کي برما جيان هندستان کان الڳ ڪري پاڪستان بنايو وڃي. سيڪريٽري آف اسٽيٽ چيو تہ جيڪڏهن اسان اها حڪمت عملي قبول ڪئي تہ اهڙا مشڪل مسئلا منهن ڪيندا، جيڪي نبري ڪو نہ سگهندا. فيروز خان نون جو هن حڪمت عمليءَ بابت اهڙو رويو هيو، جو هو هندستان پهچي، هن تجويز جي

حمايت ڪو نہ ڪندو.

(خط- ١٣- ڊسمبر ١٩٣٨ع)

ڪئمبرج جي شاگرد چوڌري رحمت عليءَ پاڪستان لاءِ پنهنجي نئين تجويز پيش ڪئي هئي. ڊاڪٽر اقبال پاڪستان لاءِ هڪ جدا رٿ ڏني هئي. هاڻي باقي ڏسڻو اهو هو تہ پاڻ برطانيہ سرڪار وٽ پاڪستان ٺاهڻ جو ڪهڙي قسم جو منصوبو هو.

## برطانيہ وٽ پاڪستان جو ڪهڙو تصور هو

مٿي ڏنل تجويزون تہ مسلمانن طرفان ڏنيون ويون، پر آخري فيصلو تہ برطانيہ سرڪار جي هٿن ۾ هو. جڏهن برطانيہ ڏٺو تہ سر سڪندر حيات يا مسلم ليگ ورڪنگ ڪميٽيءَ جي پيش ڪيل تجويزن مان سندس مقصد پورو نہ ٿو ٿئي تہ مسلمانن طرفان پيش ڪيل سڀ رٿون هڪدم رد ڪيون ويون. چوڌري ظفر الله تنهن زماني ۾ وائسراءِ جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو رڪن هو ۽ کيس ٻنهي ملڪن جي نقشن پيش ڪرڻ جو حڪم ڪيو ويو. هندستان جي وائسراءِ هن موضوع تي سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا ڏانهن ١٢ مارچ ١٩٤٠ع تي هيءُ خط لکيو:

”منهنجي هدايتن تحت چوڌري ظفر الله ٻنهي ملڪن متعلق هڪ دستاويز تيار ڪيو آهي. اهو مون اوهان ڏانهن اڳيئي موڪلي ڇڏيو آهي. مون کيس اهو تاڪيد ڪيو آهي تہ ان دستاويز کي اڃا بہ ڪجهہ وڌيڪ چٽو ڪري لکي. هن چيو آهي تہ اهو ٻيهر لکيل دستاويز جلدئي لکي مون ڏانهن موڪليندو. هن معاملي ۾ هيءُ ڏاڍو محتاط آهي تہ جيئن اها ڪنهن کي خبر نہ پوي تہ اهو منصوبو ۽ دستاويز هن تيار ڪيو آهي. البت هن مون کي اهو اختيار ڏنو آهي تہ مان ان منصوبي ۾ ترميم ۽ تبديلي ڪري سگهان. ان منصوبي جي هڪ ڪاپي اوهان ڏانهن موڪلڻ جي بہ اجازت ڏني اٿائين. ڪجهہ ڪاپيون جناح ۽ سر اڪبر حيدري ڏانهن موڪليون ويون آهن. چوڌري ظفر الله هن ڳالهہ کان بلڪل انڪاري ٿي ويندو تہ اهو پاڪستان وارو منصوبو ڪو هن ناهيو آهي. مسلم ليگ بہ اهو ظاهر ڪندي تہ پاڪستان جو ظفر الله هٿان تيار ٿيل منصوبو ۽ دستاويز، مسلمانن جي هن پارٽيءَ جانفشاني ۽ محنت ڪري پاڻ جوڙيو آهي ۽ پنهنجي طرفان ئي اخبارن کي ڏئي شايع ڪرائيندي.

وائسراءِ اڳتي هلي سمجهائيندي چوي ٿو تہ ظفر الله قادياني آهي، تنهن ڪري ڏاڍو محتاط آهي. سندس خيال آهي تہ مسلمانن کي جيڪڏهن پتو پوندو تہ

پاڪستان جو نقشو ۽ منصوبو تيار ٿي هڪ قاديانيءَ ڪيو آهي ته هتي مان نڪري ويندا ۽ تمام گهڻي ردعمل جو اظهار ڪندا. وائسراءِ اهو به چوي ٿو ته ان منصوبي جي هڪ ڪاپي جناح کي به ڏني وئي آهي، انهي لاءِ ته جيئن سمجهيو وڃي ته پاڪستان جو نقشو ۽ منصوبو خود مسلم ليگ تيار ڪيو آهي ۽ جيڪڏهن پاڻ ئي اخبارن ۾ ڏيندا ته ڳالهه وڌيڪ سگهاري ٿي ويندي. سر اڪبر ڏانهن ڪاپي ان ڪري موڪلي وئي هئي، جو هن صاحب پاڪستان واسطي چندو گهڻو ڪنو ڪيو هو. هن مامري ۾ تاريخن کي وڏي اهميت آهي. وائسراءِ، سيڪريٽري آف اسٽيٽ ڏانهن ۱۲ مارچ ۱۹۴۰ع تي خط لکيو. پاڪستان بابت نقشو ۽ رٿ ڪيس گهڻو وقت اڳي موڪلي ڏني هئائين. ٻارنهن ڏينهن پوءِ مسلم ليگ جي لاهور واري ساليانه اجلاس ۾ لارڊ لنلٿگو جي هدايتن تي چوڌري ظفر الله هٿان تيار ڪيل منصوبو، مسلم ليگ پنهنجي تيار ڪيل رٿ جي صورت ۾ پيش ڪيو، جنهن کي قرارداد پاڪستان سڏيو ويندو آهي.

وائسراءِ جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل طور ظفر الله جي ملازمت جو مدو مارچ ۾ پورو ٿيڻو هو. هو برطانيه سرڪار جو وفادار هو، ان ڪري سندس عهدي جي مدي ۾ توسيع ڪئي وئي هئي. لاهور واري پاڪستان جي قرارداد پاس ٿيڻ کان ٻه ڏينهن پوءِ تاريخ ۲۵ مارچ ۱۹۴۰ع تي وائسراءِ لکيو آهي ته.

"ڪانگريس وارا فطرت خلاف هڪ دعويٰ ڪري رهيا آهن، جيڪا هو پاڻ به سمجهن ٿا ته قبول ڪرڻ جي لائق ڪا نه آهي. جواب ۾ جناح به هڪ ناقابل قبول دعويٰ ڪندو، جنهن ڪان هو به پوري ريت باخبر آهي. هتي اهڙو وايو منڊل موجود آهي، جو ڪانگريس جي ڏنل تجويزن خلاف مسلمانن جو رويو مخالفانه هوندو آهي. هن مان سندن اهو به مقصد هوندو ته هن وقت تائين ڪانگريس، مسلم ليگ تي الزام هڻندي آئي آهي ته وٽس پنهنجون تيار ڪيل تعميري تجويزون موجود ڪو نه آهن، سو اها تهمت مٽائڻ لهي ويندي.

## مسلم ليگ، برطانيه جي ڪيسي ۾ پيل پارٽي.

جڏهن مسلم ليگ، وائسراءِ جو ڏنل منصوبو قبول ڪيو، جيڪو سر ظفر الله تيار ڪيو هو ته برطانيه سرڪار هن کي پنهنجي خاص اعتماد جوڳي پارٽي سمجهيو. ان ڪري اها هڪ فطري ڳالهه بڻجي وئي ته برطانيه سرڪار مسلم ليگ کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ پارٽيءَ کي مسلمانن جي نمائنده پارٽي ڪو نه ٿي سمجهيو.

ان زماني ۾ مسلمان قومپرستن جو وڏو ميڙ دهلي ۾ اچي ڪٺو ٿيو هو، ان اجتماع جي صدارت سنڌ جي تڏهوڪي وزير اعليٰ، الله بخش سومري ڪئي هئي. سيڪريٽري آف اسٽيٽ، لارڊ زيٽ لئنڊ هندستان جي وائسراءِ ڏانهن، ان اجلاس بابت رپورٽ ڏيڻ لاءِ لکيو. ۱۴ مئي ۱۹۰۴ع تي وائسراءِ هن ريت جواب موڪليو:

"۽ ٿي ڏينهن اڳ، جيڪا دهليءَ ۾ مسلمانن جي ڪانفرنس ٿي هئي، تنهن کي آءٌ اهميت ڪو نہ ٿو ڏيان. ان ميڙ جو انتظام ڏاڍي بهتر نموني سان ڪيو ويو هو. ڪانگريس پريس ان کي گهڻو ساراهيو هو. اسان ٻئي هن حقيقت کان پوريءَ ريت باخبر آهيون تہ اهڙيون اهم مسلمان شخصيتون بہ آهن، جيڪي مسلم ليگ کان ٻاهر آهن، پر اسان جي لاءِ ضروري آهي تہ جناح کي ئي مسلمانن جو نمائندو سمجهون."

برطانيہ سرڪار چالي ٻجهي انهن مسلمانن کي اهميت ڪانہ ٿي ڏني، جيڪي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڪانگريس سان گڏ هئا. سندن ايمان کي اعتراض جوڳو قرار ڏنو ٿي ويو. هڪ چونڊيل وزير اعليٰ جي سڏ تي مسلمانن جون سؤڪن وڏيون شخصيتون اچي دهليءَ ڪٺيون ٿيون هيون، پر ڪين نج مسلمان بہ ڪو نہ سمجهيو ويو هو. هندستان جي وائسراءِ پنهنجي واضح لفظن ۾ اهو لکيو هو، "جناح اسان جو پنهنجو ۽ اعتماد جوڳو ماڻهو آهي، تنهنڪري اسان ڪيس هندستان جي مسلمانن جو اڪيلو نمائندو مڃيون ٿا."

خاڪسارن جي بہ خاص حيثيت هئي. هنن لاءِ ٻين مسلمانن کي اعتراض اهو هو تہ هو انگريز سرڪار جي مدد ڪو نہ ڪري رهيا آهن. اها حقيقت ائين ڪانہ هئي. هنن ڏاڍي عاجزانا طريقي سان انگريزن کي مدد ڏيڻ جي آڇ ڪئي هئي. تاريخ ۲۴ مئي، ۱۹۴۰ع تي وائسراءِ لکيو آهي تہ، "خاڪسارن هلنڊڙ جنگ ۾ پنهنجي ۵۰۰۰۰ ماڻهن جي مدد ڏيڻ جي مون کي نئين آڇ ڪئي آهي."

خاڪسارن جرمنيءَ خلاف لڙڻ جي، انگريزن کي جيڪا پنهنجي مدد جي آڇ ڪئي هئي، جناح جي انڪاري رويي ڪارڻ قبول ڪا نہ ڪئي وئي. ان لاءِ وائسراءِ جا لفظ آهن تہ: "جناح، خاڪسارن جي ذميداري قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪو نہ آهي. ان جو سبب اهو آهي تہ هنن سندس هڪ بہ صلاح قبول ڪا نہ ڪئي هئي." ان ڪري وائسراءِ هينئين خيالن تي قائم رهيو.

"پنجاب ۾ خاڪسارن جي طرز عمل کي نظر ۾ رکندي، مان مناسب اهو سمجهان ٿو تہ انهن سان يا سندن اڳواڻن سان ڪا لکپڙهہ نہ ڪريان. اهو بہ ارادو ڪيو آهي تہ سندن موڪليل ٽيليگرامن جو جواب بہ نہ ڏيان." برطانيا سرڪار

پنهنجي رويي مان هندستان جي مسلمانن کي اهو جتائي رهي هئي تہ مسلم ليگ کان سواءِ ٻيءَ ڪنهن کي مسلمانن جي نمائنده پارٽي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ڪا نہ هئي. برطانيا سرڪار جي راضپي واسطي مسلمان مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مجبور هئا. ڪجهہ عرصو اڳ برطانيا سرڪار هن سبب ڪري ڪانگريس سان تعلقات ڇني ڇڏيا، ڇاڪاڻ تہ هن پارٽيءَ هلندڙ جنگ ۾ انگريزن جي مدد ڪرڻ کان ڪليو انڪار ڪيو هو. انگريزن جي رويي ۾ تضاد ۽ منافقي هن مان بہ ظاهر هئي تہ هنن جنگ ۾ امداد طور خاڪسارن جي ٥٠٠٠٠ ماڻهن جي آڇ کي رد ڪري ڇڏيو. ٻيءَ طرح ڪانگريس کان ان ڪارڻ ناراض هئا، جو ان جنگ ۾ پنهنجي پنجاهہ هزار ماڻهن ڏيڻ کان انگريزن کي ڪتو جواب ڏنو هو.

(ص ٢٨- ٣١) Facts are facts

(٢) ١٩٤١ جي آخر ڌاري خانبهادر کهڙي مون کي ٻڌايو تہ پنجاب جو وزيراعظم سر سڪندر حيات مصر وڃڻ لاءِ ڪراچي آيل آهي، سائس ملجي تہ بهتر آهي. آئون، خانبهادر کهڙو، الهہ بخش سومرو ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڪارلٽن هوٽل ڪراچي صدر ۾ سائس ملياسون ۽ مختلف مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪئي سون. ٻين ڳالهين کان سواءِ هن الهہ بخش کي چيو تہ "ڏاڍو سٺو ٿيو جو اوهان جي قيادت ۾ سنڌ اندر آل پارٽيز حڪومت ٺهي آهي ۽ مون کي (جي. ايم. سيد کي) چوڻ لڳو تہ "تو ڏاڍو سُٺو ڪيو، جو آل پارٽيز حڪومت قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ هاڻي توهان سنڌ جي مفادن وارا بِل (قانون انتقال ايراضي، قرضن جي معافي ۽ ٽيننسي ائڪٽ وارا بل) آسانيءَ سان پاس ڪرائي سگهندؤ." ڳالهيون هلندي هُن الهہ بخش کي چيو تہ "توهان کي هاڻي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ گهرجي." اُن تي ڪيس الهہ بخش جواب ڏنو تہ "آئون مسلم ليگ ۾ شامل ڪونہ ٿيندس، ڇو تہ منهنجيءَ سمجهہ مطابق مسلم ليگ جو وجود سنڌ، برصغير جي مسلمانن جي مفادن ۽ خود اسلام جي لاءِ نقصانڪار آهي." سر سڪندر حيات ان تي ڪيس چيو تہ "آئون جو مسلم ليگ ۾ آهيان." اُن تي الهہ بخش چيس تہ "اوهان ڪجهہ ڏينهن اڳ پنجاب اسيمبليءَ ۾ پاڪستان اسڪيم جي خلاف تقرير ڪئي آهي، مون کي اها خبر نہ ٿي پوي تہ توهان پاڪستان جي اسڪيم جا بہ مخالف آهيو ۽ مسلم ليگ ۾ بہ رهو ٿا. گهٽ ۾ گهٽ منهنجو ضمير اهڙي ٻٽي پاليسي اختيار ڪرڻ جي مون کي اجازت نہ ٿو ڏئي. آئون سمجهان ٿو تہ پاڪستان مسلمانن لاءِ نقصان ڪار ٿيندو ۽ سنڌ جي مفادن لاءِ پڻ زهر قاتل ثابت

ٿيندو.“ اُن تي سر سڪندر حيات وراڻيو: ”اٿين ته مسلم ليگ جو مرڪزي صدر مسٽر جناح به پاڪستان جي فائدي ۾ نه آهي، جنهن جي لاءِ راڻونڊ ٽيبل ڪانفرنس جون شاهديون موجود آهن. مُون به جناح جي نئي پاليسيءَ تحت پاڪستان جي مخالفت ڪئي آهي.“ ان تي الهه بخش کيس چيو ”ته مون کان اها منافقي نه ٿيندي. اوهان ۽ جناح صاحب ڪري سگهو ٿا.“

اُن کان پوءِ سر سڪندر حيات سڌو قاهره (مصر) هليو ويو. هيءُ اُهو وقت هو، جڏهن جرمن جنرل روميل سوويئز ڪئنال تي قبضي ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي رهيو هو ۽ اُن جي مقابلي ۾ پنجابي، سک ۽ مسلمان لشڪر، جنرل منٽگمريءَ جي قيادت ۾ وڙهي رهيو هو. سر سڪندر حيات پنجابي فوجن جو مورال وڌائڻ لاءِ تقريرون ڪرڻ واسطي گهرايو ويو هو. سر سڪندر حيات تمام وڏي وفاداريءَ سان هندستاني فوجن کي خطاب ڪيو. ڪجهه وقت کان پوءِ جنرل روميل جو حملو پسپائيءَ ۾ بدلجي ويو. انهيءَ صلي ۾ سر سڪندر حيات سان قاهره ۾ سرونسٽن چرچل (وزيراعظم انگلستان) ملاقات ڪئي ۽ سندس ٿورو مڃيو ته ”اوهان اسان جي مشڪل وقت ۾ مدد ڪئي آهي، ۽ ڪانگرس ڏکئي وقت ۾ اسان جي مشڪلاتن ۾ بي پناهه واڌارو ڪيو آهي. اُن ڪري ڪانگريس ڪنهن به طرح اسان جي توجهه ۽ سات جي لائق نه آهي، تنهنڪري اسان فيصلو ڪيو آهي ته ننڍي کنڊ ۾ هاڻي ۴۰ ڪروڙ ماڻهن جي مخالفت سبب اسان وڌيڪ وقت رهي نه سگهنداسون. جنگ (ٻي مهاڀاري لڙائيءَ) جي خاتمي کان پوءِ ڪانگريس کي سبق سيکارڻ لاءِ هندستان جو ورهاڱو ڪري، ”هندو هندستان“ ۽ ”مسلمان هندستان“ نالي ننڍو کنڊ خالي ڪري ويندا سون. تُون، جناح صاحب کي منهنجو نياپو وڃي ڏي ته ”ڏڄڻ جي ڪا به ڳالهه ڪانهي، اسان توهان جا سڀ مطالبا پورا ڪنداسون. اهڙي تصديق تون وائسراءِ کان وٺي سگهين ٿو.“ اهو نياپو کڻي سر سڪندر حيات قاهره کان سڌو بمبئيءَ پهتو ۽ جناح صاحب سان ملاقات ڪيائين. جناح صاحب چرچل جي پيغام جي بمبئيءَ جي گورنر وسيلي وائسراءِ کان تصديق ڪرائي. وائسراءِ، جناح صاحب کي دهليءَ گهرايو ۽ کيس چيائين ته ”اسان هندستان جي ورهاڱي وارو آئين اڳ ۾ ئي ناهڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي. اُن جي تصديق تون مسٽر ظفر الله وٽان ڪري سگهين ٿو. پر شرط اهو آهي ته ڪانگريس سان تون ڪنهن به قسم جو ناهه نه ڪندين.“ جناح صاحب سائس وعدو ڪيو ۽ ڪانگريس جي خلاف ويتر وڌيڪ سرگرم ٿي ويو.

ممڪن آهي تہ منهنجي انهيءَ بيان کي ايجادِ بنده سمجهيو وڃي، اُن ڪري اَئون پنهنجيءَ انهيءَ ڳالهہ جي تصديق لاءِ هڪ ڪتاب جو اقتباس پيش ڪري رهيو آهيان. ڪتاب آهي "مارشل سي مارشل لاتڪ" اُن جو ليکڪ "سيد نور احمد" لکي ٿو تہ:

"سر سڪندر حيات "قرارداد لاهور" کان پوءِ ذهني طرح اُن کي قبول ڪري نہ سگهيو هو، جو تہ هو صوبائي خودمختياريءَ جو قائل هو، نہ ڪِ مسلم قوم جي خودمختياريءَ جو، جنهن جو ذڪر "قرارداد لاهور" ۾ ڪيو ويو هو. هُو (سر سڪندر حيات) ورهاڱي جي مقصد جو حامي هو، پر سندس ڪوشش هُئي تہ پنجاب بهرحال متحد (سالم) رهي. هُن جي نظر ۾ ورهاڱو اهڙو ٿيڻ گهرجي، جو پنجاب ۽ اُن جون مارشل قومون پنڊتن ۽ برهمڻن جي اڪثريتي مرڪزي حڪومت جي اثر کان آجيون رهن. شايد هن کي اميد هُئي تہ پنجاب جي سالميت واري مسئلي ۾ پنجابي هندو ۽ سک، سندس نقطئہ نظر مڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندا. هن اُن مقصد لاءِ مسلم ليگ کان الڳ هڪ عجيب ڪوشش ڪئي. برطانوي حڪومت جي چوڻ تي هو ٻہ دفعا جنگ جي محاذن تي هندستاني (پنجابي) سپاهين جي همت وڌائڻ لاءِ ويو هو. ٻئي دوري ۾ جيڪو 42-1941ع جي سياري ۾ ٿيو، هن کي قاهره ۾ چرچل سان ملاقات ۽ گفتگوءَ جو موقعو مليو. هن واپسيءَ تي پنهنجي ڪابينا جي ڪجهہ ساٿين (جن ۾ چوڌري چوٽو رام بہ شامل هو) ۽ ڪجهہ ٻين دوستن کي ٻڌايو تہ چرچل سان هن جي گفتگوءَ جو هڪ موضوع هندستان جو آئيني مسئلو بہ هو. سر سڪندر جو چوڻ مطابق هن چرچل تي ٻہ ڳالهيون واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي:

(١) برطانوي دولت مشترڪہ جي جنگين جي فتح لاءِ هندستان جو جيڪو صوبو حقيقي مدد ڏئي ٿو، سو پنجاب آهي، ۽ جيڪو طبقو دلي وفاداريءَ سان تعاون ڪري ٿو، اُهي پنجاب جون مارشل قومون آهن. جيڪڏهن هندستان جي آزاديءَ جي نالي تي اهڙو آئين ٺاهيو ويو، جنهن تحت ڪانگريسي پنڊت ۽ برهمڻ مرڪزي حڪومت جي ذريعي پنجاب ۽ اُن جي قومن تي حڪومت ڪرڻ جا مجاز هُجن تہ اُها بي انصافيءَ ۽ احسان فراموشيءَ جي انتها ٿيندي.

(٢) وفادار پنجاب ان ڳالهہ جو حقدار آهي تہ اُن کي هڪ الڳ بيٺڪ (Dominon) جو سربراهہ بڻايو وڃي، جنهن ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ صوبو سرحد شامل هجن. اهو مقصد سولائيءَ سان حاصل ٿي سگهي ٿو، بشرطيڪ برطانوي سرڪار جا مدبر اُن مقصد جي فائدي جا قائل ٿي وڃن، تہ اُها بيٺڪ

(Dominon) هر حالت ۾ برطانيا جي پروسي جوڳي دوست ثابت ٿيندي. اُن بينڪ (Dominon) ۽ هندستان جي باقي حصن جي دفاع جو انتظام ڪجهه عرصي تائين برطانيا جي زيرنگراني گڏيل رهڻ گهرجي. پوءِ گڏيل سمجهوتن مطابق عمل ٿيندو رهندو. اقتصادي لحاظ کان ان بينڪ (Dominon) جي خود ڪفيل ٿيڻ ۾ ڪو به شڪ شبهو ٿي نه ٿو سگهي.

سر سڪندر جي ان گفتگوءَ مان چرچل ڪهڙو اثر قبول ڪيو، اُهو چوڻ مشڪل آهي. جيڪي ڳالهيون سر سڪندر چيون، اهي ظاهر ۾ ته چرچل جي دل ۾ ويهي وڃڻ واريون هيون ۽ اُن لاءِ ئي چيون ويون هيون. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته ان کان ڪجهه مهينا پوءِ (مارچ ۱۹۴۲ع ۾) چرچل مختلف طرفن کان دباءَ هيٺ هندستان جي لاءِ جنگ کان پوءِ آزاديءَ جي هڪ اسڪيم پنهنجي جنگي ڪابينه جي هڪ رُڪن سر اسٽئفورڊ ڪريس جي هٿان هتي موڪلي. هن اسڪيم جو بنياد اِهو هو ته صوبن کي ان ڳالهه جو موقعو ڏنو ويندو ته جيڪڏهن اُهي چاهين ته هندستان جي يونين کان الڳ ٿي سگهن، برطانوي سرڪار انهن کي الڳ بينڪ (Dominon) جو درجو ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندي. جيڪڏهن برطانوي ڪابينا جي اها اسڪيم سر سڪندر جي خانگي اپيل جو نتيجو هُئي ته حالتن سر سڪندر کي ڀيهر مايوس ڪيو، ڇو ته اُن اسڪيم کي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻنهي رد ڪري ڇڏيو. پر اُن اسڪيم سان "پاڪستان" جي اُن مقصد کي اُن حد تائين تقويت ضرور ملي، ته برطانوي سرڪار جي آڇ جي ذريعي ملڪ جي ورهاڱي جي رٿ، عملي سياست جي دائري ۾ شامل ٿي وئي."

(مارشل سي مارشل لا تک - ص 204-5 سيد نور احمد - بروايت راجا غضنفر - چيپل ۱۹۶۵)

هن اقتباس ۾ ٻه ڳالهيون غور طلب آهن. پهرين ته جيڪي ڪجهه مون بيان ڪيو آهي، اُن ۾ چاٿايو اٿم ته ورهاڱي جي تجويز چرچل پنهنجي طرفان پيش ڪئي ۽ اُن تي عمل ڪرڻ جو يقين ڏياريو. جڏهن ته ڪتاب مطابق اها تجويز سر سڪندر حيات پيش ڪئي، جنهن کي چرچل عملي روپ ڏيڻ جو نه رڳو وعدو ڪيو، پر سراسٽئفورڊ ڪريس "Crepsunission" جي ذريعي اُن جو عملي ثبوت به ڏنو.

ٻي اها ته سڪندر حيات جي تجويز ۾ سنڌ، سرحد، بلوچستان ۽ پنجاب جو گڏيل وفاق، جنهن جي سربراهي پنجاب وٽ هجي ۽ جيڪو انگريزن (سامراج) جو مڪمل طرح وفادار هجي. ڇا، موجوده پاڪستان ۽ اُن جي هُوبهو شڪل نه آهي؟

يقيناً آهي، تہ پوءِ ليکک کيئن ٿو چوي تہ سڪندر حيات کي مايوس ٿيڻو پيو. اُن ڪري اسان اِهو وسهڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ هيءُ سمورو ڊرامو انگريز سامراج اسٽيج ڪيو ۽ اسان جا مسلمان سياستدان اُن ۾ ڀرپور اداڪاري ڪندا رهيا.

جناح صاحب اهو ڪردار چڱيءَ طرح ادا ڪندو رهيو، جيستائين مسٽر چرچل، برطانيا جي وزارت اعظميٰ تي فائز رهيو. پر جيئن ئي چرچل جنگ کان پوءِ اليڪشن ۾ شڪست کاڌي ۽ مسٽر اٽلي اقتدار ۾ آيو تہ جناح صاحب ليبر پارٽيءَ ۽ اُن جي ليڊرن جو رويو ڏسي، يڪدم ورهاڱي تان هٿ کڻي ويو ۽ هُن ڪئبنٽ مشن پلان قبول ڪري ورتو، جيڪو ڪامياب صرف ڪانگريس جي ضد جي ڪري نہ ٿي سگهيو ۽ جناح وري پنهنجي پراڻي مطالبي تي موٽي آيو – چو تہ ڪيس برطانوي دوستن يقين ڏياريو تہ هاڻي انگريز گهڻو وقت هندستان ۾ نہ رهندا، اهي ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ هن جنجال مان جان ڇڏائڻ چاهين ٿا. اُن مان هُن (جناح) سمجهيو تہ ليبر پارٽي بہ چرچل جي سمورين پاليسين کي رد ڪرڻ مناسب نہ ٿي سمجهي ۽ برصغير ۾ اڳتي جي لاءِ برطانوي اثر رسوخ برقرار رکڻ لاءِ ورهاڱو ضروري سمجهي ٿي. اُن ڪري هو (جناح) وري موٽي ورهاڱي واري موقف تي شدت سان اصرار ڪرڻ لڳو.

آئون جيڪي ڪجهہ چئي آيو آهيان، اُن مان اها ڳالهہ چٽيءَ طرح ظاهر ٿئي ٿي تہ پاڪستان تاريخ جي ڪنهن بہ دور ۾ ملڪ نہ هو ۽ نہ ئي وري ١٩٣٠ع تائين ان ملڪ کي حاصل ڪرڻ جو ڪنهن جماعت وٽ واضح پروگرام ئي هو. اها تہ انگريزن جي مهرباني ٿي، جو هنن پنهنجي وفادارن کي نوازڻ لاءِ هڪڙو علائقو ڏئي ڇڏيو، جيڪو اسان جي موجوده مصيبت جو ڪارڻ بڻيو آهي.

مُون مٿي اهو چيو آهي تہ اها (پاڪستان) انگريزن جي مهرباني آهي، ان سلسلي ۾ آئون پاڪستان جي هڪ اڳوڻي وزيراعظم سر فيروز خان نون جي ڪتاب "چشم ديد" مان هي اقتباس پيش ڪريان ٿو: "چا جي مسلم ليگ يا جي ڪانگريس، يا جي آزادي؟ پهرين جنگ عظيم ۾ اسان پنجابين انگريزن جي فتح ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو هو ۽ وفاداريءَ سان وڙهياسون. نتيجي ۾ انگريزن اسان جي وفاداريءَ جو صلو ١٩٣٥ع جي انڊيا ائڪٽ جي صورت ۾ ڏنو ۽ ٻي مهاڀاري جنگ اسان ساڳيءَ ئي وفاداريءَ واري جذبي سان انگريزن لاءِ وڙهياسون ۽ برطانوي اقتدار کي دنيا تي قائم رکڻ لاءِ اسان پنهنجا بهترين فرزند آفريقا، ايشيا ۽ يورپ ۾ مارايا ۽ انهيءَ ئي وفاداري جي صلي ۾ هنن اسان کي پاڪستان ڏنو."

[ڪتاب: چشم ديد، مصنف فيروز خان نون]

واضح رهي تہ هيءُ ڪتاب سر فيروز خان نون، وزيراعظميءَ تان لهڻ کان پوءِ لکيو آهي. اِن مان "نظريہ پاڪستان"، "نظريہ اسلام" ۽ "جدوجهدِ آزادي" جي باري ۾ پاڪستاني حڪمرانن جو نقطئہ نظر اوهان جي سامهون اچي سگهي ٿو.

ان ڪري منهنجو نقطئہ نظر هيءُ رهيو آهي تہ پاڪستان جي نالي مُلڪ، تاريخ جي ڪنهن بہ دور ۾ دنيا جي نقشي تي ڪا موجود نہ رهيو آهي، نہ ئي ان نالي واري ملڪ جي انساني تاريخ جي تهذيبي دور ۾ ڪائي تهذيب، زبان ۽ جاگرافي موجود رهي آهي. هيءُ صرف انگريزن پنهنجي مفادن ۽ پنهنجي وفادار مائٽن جي مفاد کي پوري ڪرڻ لاءِ ٺاهيو هو، تہ جيئن اُهي پنهنجي عالمي بالادستيءَ لاءِ مختلف علائقن ۾ پنهنجا اڏا قائم رکي سگهن. هيءَ بہ ڳالھ آهي تہ انگريزن برصغير جي عوام سان جيڪو دوکو ڪيو، تاريخ هن کان اِن جو شديد انتقام ورتو ۽ ٻي مهاڀاري لڙائي ختم ٿيڻ کان پوءِ سندس عالمي بالادستيءَ واري حيثيت بہ ختم ٿي وئي ۽ سندن قائم ڪيل اڏا نئين اُڀرندڙ آمريڪي سامراج جي ڪتب اچڻ لڳا.

مون کي يقين آهي تہ جهڙي طريقي سان تاريخ ڏاڍي بي رحميءَ سان برطانوي سامراج جو سج، بحرِ هند جي گهرين پاڻين ۾ ٻوڙي ڇڏيو، اهڙي ئي طريقي سان سندن ايجنٽن جي برپا ڪيل نظام جو سج بہ عربي سمنڊ (سنڌي سمنڊ) جي گهراين ۾ هميشہ لاءِ غروب ٿي ويندو.

پاڪستان قائم ڪرڻ لاءِ مذهب کي هٿيار طور استعمال ڪيو ويو ۽ چيو اهو ويو تہ هن ملڪ ذريعي اسلامي نظام حڪومت قائم ڪيو ويندو ۽ مسلمان دُنيا جي ٻين قومن کان سڌريل آهن، اُن ڪري ڪين دنيا جي امامت ڪرڻ جو حق آهي ۽ اُهو حق هنن کي پاڪستان ذريعي وڌيڪ حاصل ٿيندو تہ جيئن اُهي صحيح طريقي سان دنيا جي اِمامت ڪري سگهن. پر اِهو تصور سراسر غير سياسي، غير مذهبي ۽ غير انساني ۽ ڏوڪي تي ٻڌل هو. ان ڪري، جو نہ مسلمان دُنيا جي چونڊيل ۽ ڏٺيل قوم هئا ۽ نہ ئي مذهب ۽ سياست جي امتزاج سان ڪا اسٽيٽ ئي اڄ ڏينهن تائين وجود ۾ آئي هُئي.

اسلام جي ڪجھ ابتدائي سالن کان پوءِ جيڪي بہ مسلم حڪومتون رهيون آهن، سي مسلمانن جون "قومي حڪومتون" تہ ضرور هيون، جن جو بنياد آمريت، استبداد ۽ وحشيانہ قتل و غارتگريءَ تي هو. پر اُهي عام مسلمانن بدران بادشاهن جون ذاتي جاگيرون هيون، جن سان اسلام جو ڪو بہ واسطو نہ هو. پيغمبر اسلام

حضرت محمد صلي الله عليه وسلم، انسان جي اخلاق ۽ روحاني رهبريءَ جو پغيمبر هو، نہ ڪِ هڪ ظالم حڪمران، جيڪو تشدد ۽ تلوار جي زور تي مسلمانن کي حڪومتون وٺي ڏيڻ لاءِ وڙهندو ٿي رهيو. حڪومتن ۽ حڪومتي نظام جي سلسلي ۾ رسول اڪرم صلعم جا واضح اشارا ۽ ارشاد موجود آهن، جن جي ذريعي معلوم ٿئي ٿو تہ حڪومتي معاملن سان سندن ڪو بہ سروڪار ڪونہ هو. اِن سلسلي ۾ پهريون واقعو "هجرت حبشيہ" جو پيش ڪريان ٿو، جنهن جو تعلق مسلمانن جي هڪ هجرت سان آهي:

"سن ۵ هہ نبوي ۾ مڪي وارن جي ظلم ۽ زيادتيءَ کان تنگ ٿي مسلمانن جو هڪ گروهہ حضرت جعفر طيار جي اڳواڻيءَ ۾ حبش جي بادشاه نجاشيءَ جي دربار ۾ پناه حاصل ڪرڻ لاءِ پهتو ۽ اُهو وفد پاڻ سان رسول الله صلعم جو هڪ خط بہ کنيو ويو، جنهن ۾ نجاشيءَ کي اسلام قبول ڪرڻ جي دعوت ڏنل هُئي - ۽ اُها دعوت هن قبول ڪئي ۽ مسلمان ٿي ويو. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ رسول اڪرم صلعم هن کي ائين نہ چيو تہ تون پنهنجي ملڪ ۾ "قرآني نظام" نافذ ڪر ۽ بادشاهت تان دستبردار ٿي منهنجي ماتحت ٿي. پر ان کي بادشاهت تي برقرار رهڻ ڏنائون ۽ سندس نظام حڪومت ۾ ڪنهن بہ تبديلي جي خواهش نہ ڏيکاريائون".

(ڪتاب سيرت النبي از مولانا شبلي نعماني حصو - ١

بحوالہ: سياسي وثيقہ جات - از ڊاڪٽر محمد حميد الله ص 47-48)

ان مان خبر پوي ٿي تہ رسول اڪرم صلعم نظام حڪومت بابت ڪا بہ مداخلت ڪرڻ يا قومن جي آزادي کسڻ جي ڪوشش ڪڏهن بہ ڪانہ ڪئي.

ان کان سواءِ پاڻ مختلف بادشاهن ڏانهن اِسلام جي دعوت جي سلسلي ۾ جيڪي خط لکيا اٿن، تن جي آخر ۾ هيءُ جُملو ضرور لکيو اٿن "اَسلم تَسلِم مرّتين" (اسلام قبول ڪر، سلامت رهہ بہ دفعا). انهيءَ جُملي جي تشريح ڪندي ممتاز عالمِ دين ۽ برصغير جي آزاديءَ جو هڪ مجاهد، مولانا حفظ الرحمان سيهاروي لکي ٿو: "بہ دفعا سلامت رهڻ." جو مطلب هيءُ آهي تہ پنهنجي بادشاهت تي برقرار رهہ ۽ آخرت ۾ بہ سلامت رهہ (ڪتاب البلاغ المبين - دارالمصنفين، دهلي)

اسلام جي ان ابتدائي نموني مان اسان کي خبر پوي ٿي تہ رسولؐ اڪرم کان پوءِ عربن جيڪي بہ جنگيون ڪيون ۽ ملڪ فتح ڪيا، سي عرب سلطنت جي توسيع ۽ هوس گيريءَ لاءِ هُئا، نہ ڪِ "اسلامي حڪومت" قائم ڪرڻ لاءِ. هيءَ بي

ڳالهه آهي تہ رسول الله صلي الله عليه وسلم کي سندن زندگيءَ ۾ ئي جزيره عرب تي اقتدار حاصل ٿي ويو ۽ اُن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي "علمِ نبوت" مطابق ماڻهن کي زندگيءَ گذارڻ تي رضاڪارانہ تيار ڪيو. اِن ڪري اسان سمجهون ٿا تہ اسلام جي نالي ۾ زمين جو ڪو خطو مخصوص ڪرڻ ۽ اُن جو نالو "پاڪستان" رکڻ خود نبوي تعليمات جي خلاف آهي. جيتوڻيڪ جزيره عرب کي رسول الله جي پيدائش ۽ قرآن پاڪ جي نزول جي ڪري هڪ قسم جو تقدس حاصل هو ۽ آهي، پر پوءِ بہ اُن جو نالو رسول الله صلي الله عليه وسلم "پاڪ آستان" ڪونہ رکيو. اِن سلسلي ۾ برصغير جو مشهور عالم ۽ ننڍي کنڊ جي جنگ آزاديءَ جي سپهہ سالارن مان هڪ، مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجي مشهور ڪتاب "انڊيا ونس فريڊم" ۾ لکي ٿو؛

"مون کي ان جو اعتراف آهي تہ پاڪستان جو نالو ئي منهنجيءَ نڙيءَ مان نٿو لهي. ان مان اهو خيال پيدا ٿئي ٿو تہ دنيا جا ڪجهہ حصا پاڪ ۽ ڪجهہ ناپاڪ آهن. پاڪ ۽ ناپاڪ علائقن جي هيءَ ورهاست سراسر غير اسلامي آهي، بلڪ اسلام کان انحراف آهي. اسلام اهڙيءَ ڪنهن ورهاست کي تسليم نٿو ڪري. حضرت محمد صلعم فرمائي ٿو تہ "خدا سڄيءَ دنيا کي منهنجي لاءِ مسجد بنايو آهي." (انڊيا ونس فريڊم ص ١٤٢)

انهيءَ سلسلي ۾ هو اڳتي وڌيڪ لکي ٿو تہ؛

"مختلف اهڙن علائقن کي جيڪي جاگرافيائي، اقتصادي، لساني ۽ سماجي لحاظ کان هڪ ٻئي کان جدا هجن، تن کي صرف مذهب جي بنياد تي گڏ رکڻ وارو نظريو عوام کي دوکي ڏيڻ کان سواءِ ڪا حيثيت نٿو رکي. هن ڳالهہ ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ اسلام هڪ اهڙي معاشري قائم ڪرڻ لاءِ زور ڀريو آهي، جيڪو نسلي، لساني، معاشي ۽ سياسي حدبندين کان مٿاهون هجي، پر تاريخ شاهد آهي تہ اسلام جي ابتدائي چاليهن سالن يا وڌ ۾ وڌ هڪ صديءَ کي ڇڏي، اسلام ڪڏهن بہ سڀني مسلمان ملڪن کي رڳو مذهب جي بنياد تي گڏ رکي نہ سگهيو آهي. اها صورتحال اڳ بہ هئي ۽ هاڻي بہ آهي."

(India Wins Freedom: p 227)

برصغير جو ورهاڱو "ٻہ قومي نظريي" (Two Nation Theory) جي اصول تي قبول ڪرائي، پاڪستان جو قيام عمل ۾ آندو ويو هو ۽ اِن سلسلي ۾ تاريخ ثابت ڪيو آهي تہ مسلم قوم ۽ اسلامي نظام حڪومت جو نعرو هٿنڌڙن پنهنجن طبقاتي مفادن جي حاصلات ۽ حفاظت لاءِ مسلم عوام کي دوکي ڏيڻ لاءِ هنيو هو.

مسلم قوم جو نظريو غلط ۽ فرسوده آهي، ۽ اُن جي بنياد تي پاڪستان جو استحڪام ۽ يڪجهتي ناممڪن آهي. اسلامي (مذهبي) نظام حڪومت پڻ هڪ وڏو ڏوڪو آهي. اها راءِ رڳو منهنجي نہ آهي، پر اسلامي تعليمات جي وڏن ڄاڻن ۽ عالمن جي راءِ آهي. مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي سرزمين سنڌ ۽ برصغير ۾ علمي ۽ سياسي حيثيت سان وڏو مقام حاصل آهي. مولانا پهرين مهاڀاري لڙائيءَ کان ٿورو اڳ هندستان ڇڏي افغانستان ويو، جتان ترڪستان، روس، ترڪي ۽ حجاز ۾ رهي، ٢٢ سالن جي تجربي بعد موٽي وطن (سنڌ) آيو. انهن ملڪن ۾ رهڻ، مختلف ماڻهن سان ملڻ ۽ دنيا ۾ نين تبديلين بعد هن مذهبي ۽ سياسي مسئلن بابت ڪي نتيجا ڪڍيا هُئا. سندس چوڻ هو تہ:

"هندستاني مسلمانن جي ذهن تي پنهنجي "شخصيت" بنسبت هڪ وهمي تصور ويٺل آهي، جنهن جو عملي دنيا ۾ ڪو وجود ئي ڪونہ آهي.

اسان ڪنهن زماني کان هڪ اهڙي اسلامي جماعت ۽ قوم جو نالو وٺي رهيا آهيون، جنهن بابت نہ اسان جي ذهن ۾ ڪو صحيح نقشو موجود آهي، نہ اُهي دنيا ۾ ڪٿي وجود ۾ آهن. اسان پاڻ کي هڪ اهڙيءَ خيالي دنيا ۾ محدود ڪري ڇڏيو آهي، جو نہ رڳو اسان ٻين مسلمان ملڪن جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ جدوجهد جي تاريخ کان غيرواقف رهجي ويا آهيون، پر خود پنهنجي ملڪ ۾ اسان جي سامهون ڪو مقرر ٿيل عملي نظريو موجود نہ آهي."

(ملفوظات – مولانا عبيدالله سنڌي)

مولانا جي اخذ ڪيل نتيجن جو اختصار هن ريت آهي:

(١) صحيح اسلامي سوسائٽيءَ جو وجود يا اُن نسبت ڪو مستقل نظريو، اڄڪلهہ دنيا جي مسلمانن وٽ نہ آهي ۽ نہ ڪا مسلمان حڪومت ان مطابق هلي رهي آهي.

(٢) موجوده بين الاقوامي حالتن ۽ مسلمان ملڪن جي پست حاليءَ ڪري پئن اسلامزم جي تجويز لائق عمل نہ رهي آهي، تنهنڪري مسلمان ملڪن جو نظام جديد قومپرستيءَ جي بنياد تي ٺاهڻ گهرجي.

(٣) هندستان مختلف خطن ۾ ورهايل ماڻهن جو برصغير آهي، ان ۾ رهندڙ ماڻهو زبانن، ڪلچرن، قديم روايات، جاگرافيائي حدود ۽ سياسي ۽ اقتصادي مفادن جي بنياد تي جدا قومون آهن.

انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ جو عالم ۽ منهنجو روحاني استاد، علامہ آءِ. آءِ قاضي، مذهب جي بنياد تي نفرت پيدا ڪري پاڪستان قائم ڪرڻ جو مخالف هو. سندن

ان سلسلي ۾ هڪ مضمون، سنڌي اخبار "قرباني" ۾، ٢٢ فيبروري ١٩٣٧ع تي ڇپيو هو، جنهن جا ڪجهه حصا هتي ڏيڻ چاهيان ٿو:

"هن وقت اسان کي هڪ پليٽفارم (مسلم ليگ) تي ڪٺو ڪيو ويو آهي. اُميد اها هُئي تہ ان طريقي سان اسان چڱائيءَ جي ڪمن سرانجام ڪرڻ ۾ هڪ ٻئي سان ڪلهو ڪلهي ۾ ڏئي هلڻ جي لائق ٿينداسون. پر افسوس تہ اُن اُميد جي پوري ٿيڻ جي علامت نظر ڪانہ ٿي اچي... ان تنظيم جو مثال اهڙو آهي، جيئن ڪو ماڻهو سموريءَ مخلوق کي هڪ ڇت هيٺان ڪٺو ڪري، مٿن بم اڇلرائي، سمورن کي هڪ ئي وقت ختم ڪرائي... هندستاني مسلمانن کي ڪٺو ڪري تباهيءَ جي اوڙاهہ ۾ اُڇلائڻ درد انگيز ڳالهہ آهي، پر ان کان ڪئين حصا دردانگيز هيءَ قصو آهي تہ مسلمانن کي تباهہ ڪرائڻ سان گڏوگڏ قرآن پاڪ جي معيارن ۽ مقصدن کي بہ ختم ڪرايو پيو وڃي. اِهو نقصان تنها مسلمانن جو نہ، مگر انسان ذات جو ٿيندو...

چوڻ ۾ پيو اچي تہ پاڪستان وسيلي اسلامي مقاصد جي بچاءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ ۾ ايندي. پاڪستان ئي اسان جي تنظيم جو بنيادي پٿر آهي.مگر پاڪستان جي انهيءَ تصور متعلق خود قرآن ڇا پيو چوي؛

سارو قرآن اِن تصور خلاف ڌانهون پيو ڪري!

ان جي چند هدايتن تي غور ڪريو:

(١) فانتشروا في الارض – "زمين ۾ پکڙجي وڃو."

(٢) سيروا في الارض – "دنيا جو سير ڪريو."

(٣) اِن ارض واسعۃً فَاِيّايَ تعبدون – "زمين ڪشادي آهي، هرهنڌ وڃي خدمت ڪريو."

(۴) شهدائي اِلناس – "(مسلمان) انسانذات لاءِ مثال قائم ڪندا."

(۵) کُنتم خير اُمۃ اُخرجۃ الناس – "(مسلمانن کي) توهان کي ماڻهن ۾ صالح اُمت ڪري پيش ڪيو ويو آهي."

ان پروگرام موجب مسلمانن کي انسان ذات جي سامهون چڱائيءَ جا مثال پيش ڪرڻا هئا. ڪين ساري دنيا ۾ پکڙجڻو هو ۽ ساري دنيا جي رهبري ڪرڻي هُئي. انهيءَ فرائض جي بجا آوريءَ ۾ ڪين نہ پنهنجي منفعت جو ۽ نہ سلامتيءَ جو خيال رکڻو هو. برابر ١۵ صديءَ عيسويءَ تائين مسلمان ان پروگرام تي عمل ڪندا آيا ۽ نتيجو اهو نڪتو تہ دنيا جو ڪو بہ ٽڪرو نہ بچيو، جتي هو نہ پهتا. هو ذاتي ڳالهين

کان آزاد هُئا، کاڏي، اجهي، آرام ۽ سلامتيءَ کي تہ ڇڏيو، پر هُو موت کان بہ نہ ڊڄندا هُئا... جا ڳالهہ سڀ کان وڌيڪ ذهن ۾ رکڻ جي قابل آهي، سا هيءَ تہ اُن فرض جي بجا آڻيندي، هنن ڪڏهن بہ اقليت ۽ اڪثريت جو خيال نہ ڪيو ۽ ڪڏهين بہ مخالفن جي زبردست فوجن کان نہ ڊنا...

**پاڪستاني رجعت:** اوهان خدا جي ڏنل پروگرام ۽ اڳين مسلمانن جي قائم ڪيل روايتن کي ذهن ۾ رکي، پوءِ ويچار ڪريو تہ پاڪستاني رجعت يا پاڇڙ، قرآني مقصدن کان ڪيتريقدر نہ دور آهي. پاڪستان ان لاءِ پيو طلب ڪرڻ ۾ اچي تہ جيئن مسلمان هِتان هُتان پڄي اچي منجهس پناهہ وٺن، موت ۽ نقصان کان سلامت رهن. پر موت کان ڊڄڻ ۽ نقصان جو بڏي ميدان ڇڏي اچڻ ڪيتري قدر اسلامي تصورن تي ٺهڪي اچي ٿو؟ جيڪڏهن طارق، البيروني، ابن بطوطہ اڄ زندهہ هجن ها تہ هو هندستان جي مسلمانن جي ان پاڇڙ بابت هوند ڪهڙو خيال قائم ڪن ها؟

**هندوءَ جو خوف:** مسلمانن جي ساري هاڻوڪي (مسلم ليگي) سياست جو بنياد هندوءَ جي خوف تي رکيو ويو آهي. يعني اجوڪو مسلمان هندوءَ جو نالو بڏي پيو ڪنبي... جنهن ڏينهن کان آسان مسلم ليگ جي پليٽ فارم تي جمع ٿيا آهيون، اُن ڏينهن کان وٺي اسان دانهون ڪرڻ شروع ڪيون آهن تہ، اسان هندوءَ کان ڊڄون ٿا. هندوءَ جي خوف کان اسان جو خُون خشڪ ٿي رهيو آهي. اسان کي هندن اجهو ڪي اجهو ماريو... ڇا هي اُهي مسلمان آهن، جن جي دعويٰ هوندي هئي تہ هُو موت کان ڊڄن ٿي ڪونہ. سندن هڪ ماڻهو هزارن جي برابر هو ۽ سندن زندگيءَ جو اصول هو تہ:

فتمنو الموت ان کنتم صادقين.

"جيڪڏهن سچا آهيو تہ موت گهري وٺو."

... مسلمانن جو هاڻوڪو اڳواڻ (مسٽر جناح) ٻڌائيندو نہ ڇا هن موجوده مسلمانن متعلق اها راءِ قائم ڪئي آهي تہ هنن جو اسلام جي روح سان واسطو نہ رهيو آهي، اُهي دنيا ۾ پکڙجڻ ۽ رهڻ جي ناقابل ٿي چڪا آهن، سندن سلامتي ان ۾ آهي تہ ڪين لڏائي آڻي هڪ خاص "بچاءَ گهر" يا "يتيم خاني" ۾ واڙجي! ڇا مسلمانن کي اهڙو مريض، نادار ۽ لاچار سمجهي ٿو، جو ڪين جيڪڏهن هڪ جاءِ تي بند نہ ڪيو ويندو تہ سندن هيانءُ ڦاٽي پوندو؟

هو بيمار آهن، جن لاءِ نرسون کپن دماغي طرح عاجز ۽ ناتوان آهن، جن وٽ عقل ۽ همت ڪونہ رهيا آهن. نبل ۽ نستا ٿي پيا آهن، جن کي محض موت جو انتظار آهي،

جيڪڏهن مسلمانن جي همت جو اهو حال آهي ته پوءِ پاڪستان جو بچاءُ گهر به ڪين بچائي ڪونه سگهندؤ.

...مثال لاءِ اچو ته پاڪستان جي سنڌي حصي تي نظر ڦيرايون. چا پاڪستان واري بچاءُ گهر جو اهو نمونو آهي. جيڪي حالتون هن صوبي ۾ ڪڙيون ٿيون آهن، سي حيرت ۾ وجهندڙ آهن. اهو بچاءُ گهر يا پاڪستان نه، پر قبرستان بنجي پيو آهي، جنهن ۾ قرآن جي هرهڪ معيار ۽ مقصد کي پيرن هيٺان لتاڙيو پيو وڃي.

نظر ۾ ائين پيو اچي ته گويا پاڪستان جو شاندار نالو محض اصلي صورت کي لڪائڻ لاءِ ڪتب آندو پيو وڃي. جيئن بيمارستان کي شفاخانو ۽ ڀنگيءَ کي مهتر سڏيو ويندو آهي.

جيڪڏهن پاڪستان مان مراد اهي حالتون آهن، جيڪي سنڌي پاڪستان اندر پيدا ڪيون ويون آهن ته پوءِ ظاهر آهي ته مسلم بيمارستان لاءِ پاڪستان ۾ به بچاءُ جو سامان يا بندوبست ميسر ٿي نه سگهندو، ۽ شايد آخري ڪلمي پڙهڻ ڪانسواءِ سندس خاتمو ٿي وڃي.

... پاڪستان جي غلط نظرئي اڏارڻ ۽ تنظيمي تحريڪ جو بنياد، محض هندوءَ جي خوف تي قائم رکڻ سان قرآن پاڪ جي ڏسيل ساري پروگرام جي انحرافي تي رهي آهي."

(پاڪستان ماضي حال ۽ مستقل- ص ٢٢ کان ٢٧، جي. ايم. سيد ]

مٿي ذڪر ڪيل شخصيتون، نه رڳو نندي ڪنڊ ۾ پر سموري عالم اسلام ۽ دنيا ۾ ڄاتل سڃاتل ۽ قابل احترام هيون، جن جي علم، عقل، شعور، صلاحيتن، اخلاق، قربانين جو اعتراف، نه رڳو سنڌن عقيدتمند ڪندا آهن، پر هنن جي انهن وِٽن تي سنڌن وڏي کان وڏي مخالف کي به اگر ڪٿڻ جي همت ۽ جرئت نه ٿي آهي ۽ نه ٿي اهي ڪڏهن سياسي طرح ڪنهن غير ملڪي طاقت يا حڪومت جا ايجنٽ يا وظيفه خوار رهيا هئا. اُن جي مقابلي ۾ جن ماڻهن پاڻ کي مسلمانن جي مفاد جو محافظ ۽ علمبردار ٿي سمجهيو ۽ جيڪي پنهنجي مُنهن اسلام جا علمبردار ۽ شارح سڏيا ٿي ويا، تن جي ديني، اخلاقي ۽ سياسي ثابت قدميءَ جي باري ۾ تاريخ ڏاڍي بي رحميءَ سان پرده دري ڪندي رهي ٿي. اُنهن مان علامه اقبال ۽ مسٽر جناح سرفهرست آهن.

پهرين اچو ته علامه اقبال کي ڏسون؛

علامه ڊاڪٽر محمد اقبال جي اخلاقي زندگي ڪنهن به طرح مسلم عوام لاءِ

قابل تقليد نمونو نہ هُئي. جيتوڻيڪ هُو مغربي فلسفي جو ڄاڻو ۽ قادرالڪلام شاعر هو، پر اُن جي باوجود هُو آخر عمر تائين برصغير جي هڪ ننڍڙيءَ ڏيهي رياست ڀوپال جي نواب حميد الله خان جو وظيفہ خوار رهيو ۽ سندس پنهنجي جيڪا اخلاقي زندگي هُئي، ان باري ۾ وڌيڪ ڏيکڻ ۾ وڃڻ بدران آئون هتي صرف ٽن مثال پيش ڪرڻ تي اڪتفا ڪريان ٿو:

(١) عبدالمجيد سالڪ، پنهنجي ڪتاب "ذڪرِ اقبال" ۾ هن طرح لکي ٿو:

"ٻي شاديءَ کان پهرين خاندان جا بزرگ ڪوشش ڪري رهيا هُئا تہ علامہ جي سندس پهرينءَ زال سان مصالحت ٿي وڃي، پر اقبال ڏاڍي ذهني پيڙا ۾ مبتلا هو، جنهن جي خبر اُن خط مان پوي ٿي، جيڪو هُن اپريل ١٩٠٩ع ۾ "عطيہ بيگم" ڏانهن لکيو هو، اُن ۾ هو لکي ٿو:

"آئون ڪا نوڪري ڪرڻ نہ ٿو چاهيان، منهنجي خواهش آهي تہ جيترو جلد ٿي سگهي، هن ملڪ مان ڀڄي وڃان (هيءُ اُن ماڻهو جو خيال آهي، جيڪو چوندو هو تہ ساري جهان سي اچها هندستان همارا) اُن جي سبب جي توکي خبر ناهي. ڀڄي وڃڻ کان مون کي صرف هڪ ئي شيءِ روڪيو آهي، جيڪو آهي منهنجو پيءُ. اُن جا مون تي ايترا احسان آهن، جو ملڪ ڇڏي نٿو سگهان. منهنجي حياتي هتي زهر بڻجي وئي آهي. منهنجا عزيز زبردستيءَ منهنجي زال کي مون تي مڙهڻ ٿا چاهين. مون پنهنجي پيءُ کي لکيو آهي تہ ڪيس مون کي پرڻائڻ جو ڪو بہ حق نہ هو، خصوصاً اهڙيءَ عورت سان جنهن سان پرڻجڻ کان مون انڪار ڪيو هو. آئون پنهنجي زال کي خرچ پکو ڏيڻ لاءِ تيار آهيان، پر اُن کي پاڻ سان رکي پنهنجي زندگيءَ کي عذاب ۾ مبتلا ڪرڻ نٿو چاهيان.

هڪ انسان هجڻ جي ناتي مون کي مسرت حاصل ڪرڻ جو هر ڪو حق حاصل آهي، جيڪڏهن معاشرو يا فطرت منهنجي انهيءَ حق کان انڪار ڪن ٿا، تہ آئون ٻنهي جي خلاف بغاوت ڪندس. منهنجي لاءِ صرف هڪ ئي واٽ آهي تہ آئون هن بدبخت ملڪ کي هميشہ لاءِ ڇڏي وڃان يا مئي خواريءَ ۾ پناهہ ڳوليان، جنهن جي پيڻ سان خُودڪشي ڏاڍي آسان ٿي ويندي آهي."

هن علم ۽ فلسفي جي عالم اقبال جو، ڪتابن جي باري ۾ رايو ٻڌو:

"ڪتابن جا هي مُلّ، ٻي جان ۽ ويران پنا مون کي خوشي نہ ٿا ڏئي سگهن. منهنجي روح جي گهرائيءَ ۾ ايتري قدر باهہ ٻري پئي آهي، جو هوند آئون اُنهن ڪتابن ۽ اُن سان گڏوگڏ معاشري ۽ روايتن کي جلائي رک ڪري ڇڏيان."

۹ اپريل ۱۹۰۹ع

(ذڪر اقبال – عبدالمجيد سالک – ص 73-74)

ان مان خبر پوي ٿي ته اسان جو "مصور پاڪستان" ڪهڙيءَ طبيعت جو مالڪ هو!

اهو ئي ساڳيو ليکڪ (عبدالمجيد سالک) اڳتي هنئن لکي ٿو؛

"نيٺ علامه ٻيءَ زال کي آڻڻ لاءِ تيار ٿي ويو (جنهن کي هُن نڪاح پڙهائڻ کان پوءِ صرف ان ڪري گهر ۾ نه آندو هو ته ڪيس گمنام خط مليا هُئا ته اِها ڇوڪري آواره آهي، جنهن جا ڪيترن ئي مردن سان تعلقات آهن) علامه کي شڪ هو ۽ جيئن ته هُو طلاق ڏيڻ جو ارادو ڪري چڪو هو. اُن ڪري شايد ڪيس اُن ساڳيءَ ڇوڪريءَ سان ٻيهر نڪاح وجهائڻو پوي. ان لاءِ هن مرزا جلال الدين کي مولوي حڪيم نور الدين وٽ "قاديان" موڪليو (نور الدين، مرزا غلام احمد قاديانيءَ جو خليفه اول هو) ته مسئلو پُڇي اچ. مولوي صاحب وراڻيو ته "شرعي طرح رڳو ارادي سان طلاق نه ٿيندي آهي، پر اوهان جي دل ۾ جيڪڏهن شڪ آهي ته ڪٺي ٻيهر نڪاح ڪريو." اُن تي علامه صاحب هڪ مولوي صاحب کي گهرائي، اُن ڇوڪريءَ سان ٻيو دفعو نڪاح ڪري، ڪيس پاڻ سان گڏ سيالڪوٽ وٺي هليو ويو. ائين ڏينهن کان پوءِ موٽي آيو ۽ ڏاڍي اتساهه سان مرزا (جلال الدين) صاحب کي چوڻ لڳو ته "هاڻي آئون بلڪل مطمئن آهيان ۽ پنهنجو پاڻ کي جنت الفردوس ۾ محسوس ڪريان ٿو." مرزا صاحب جو چوڻ آهي ته اُن ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ کلن پوءِ [جنهن مان جسٽس جاويد اقبال ۽ منيره پيدا ٿيا هُئا] اقبال ڪنهن به عورت ڏانهن بُري نظر سان نه ڏٺو ۽ هن جون سڀ رنگ رليون ختم ٿي ويون."

"رنگ رليون" جو ذڪر اچي ويو آهي ته هي به ٻڌندا هلو ته اقبال پنهنجيءَ ڀوهه جوانيءَ ۾، پنهنجي دور جي ٻين نوجوانن کان مختلف نه هو ۽ سدائين مصريءَ جي مک ٿي رهيو. ماکيءَ جي مک ڪڏهن نه ٿيو. پر اڄ به ڪيترائي پوڙها سندس دوست موجود آهن، جيڪي اُن گذرَيل دور جي "رنگين صحبتن" کي اجا تائين پنهنجي دلين ۾ سانديو اچن ٿا. خود اقبال به اهڙو اعتراف ڪيو آهي ته "آئون ڪيترو ئي وقت مجازي عشق ۽ اُن جي لوازمات ۾ مبتلا رهيو آهيان، پر هيءَ آرزو، منهنجي ضرور رهي آهي ته مديني ۾ مران."

سندس هڪ فارسي شعر آهي؛

مُدتے بالالہ رُويان ساختم

عشق با مرغولۂ مُويان باختم.

باده ها با ماهہ سيمايان زدمر
بر چراغِ عافيت دامان زدمر.
برق ها گرديد گردِ حا صلمر
رهزنان بُردند کالائي دلمر.

[ترجمو: کيترو وقت "لالئہ رُخن" سان سُتس ۽ کنڊڙن وارن وارين سان ڇهنيو رهيس. چنڊ ۽ چاندي بدنن سان گڏ شراب پيتمر ۽ پنهنجي عافيت جي ڏيئي کي اُجهائي ڇڏيمر. منهنجي چوڌاري وڄن جا چمڪاٽ هئا ۽ محبوبن! دل جو سڪون ڦُري ورتو.]

(ذڪر اقبال – ص 71-72)

(٢) ۽ علامہ اقبال جي والد شيخ نور محمد، علامہ اقبال جي شادي ١٩ سالن جي عمر ۾ هڪ گهريلو قسمر جي ڇوڪري ڪريمر بي بي سان ڪرائي هُئي. پر اقبال اُن مائيءَ کي نظرانداز ڪري ٻيون شاديون ڪرڻ شروع ڪيون. نہ هُن کي طلاق ڏنائين ۽ نہ ئي ڪيس خرچ پکو ڏيندو هو، جيتوڻيڪ اُن مان ڪيس ٻہ ٻار بہ هُئا، پٽ آفتاب ۽ ڌيءُ معراج بيبي – ويندي ان حد تائين جو پنهنجي وصيت نامي ۾ بہ انهن ٻارن ۽ زال ڪريمر بيبيءَ لاءِ هڪ ڪسيرو بہ پنهنجي ورهاست مان نہ رکيائين. ان صريح ظلمر جي خلاف اقبال جي پاءُ اقبال جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي اُن ڀاڄائي ۽ ڀهرين ڀيوهہ کي ڪيس ڪرڻ جي لاءِ اُڀاريو، اُهي ٻار ۽ سندن ماءُ سڄي عمر نوڪرون ڪاٽيندا رهيا ۽ اڄ اُنهن جو ڪٿي اقبال جي حوالي سان نالو نشان بہ ڪونهي. اِن تي علامہ اقبال جو هڪڙو مداح سيد حامد جلالي پنهنجي ڪتاب "علامہ اقبال اور ان کي پهلي بيوي" ۾ لکي ٿو تہ:

"اقبال پنهنجي پيءُ کي لکيو تہ هن زال مان آئون مطمئن نہ آهيان ۽ تو اِها شادي ڪرائي، مون سان ظلمر ڪيو آهي."

هاڻي ڏسڻو آهي تہ اقبال اِهو خط پيءُ کي ١٩٠٩ع ۾ لکيو، جڏهن تہ هُن جي شادي ١٨٩٢ع ۾ ٿي هُئي. علامہ صاحب بذات خود ايجاب و قبول ڪيو ۽ ازدواجي تعلقات بہ قائمر ڪيا، ٻہ ٻار بہ ٿيس، ٻارن جا نالا پاڻ تجويز ڪيائين، جن مان سندس قابليت ۽ محبت ظاهر ٿئي ٿي. هاڻي ١٦ – ١٧ سالن کان پوءِ علامہ يورپ جي زهريلي فضا کان متاثر ٿي، پيءُ کي لکي رهيو آهي تہ "مون شادي کان انڪار ڪيو هو، تو شادي ڇو ڪرائي".

اهڙي گستاخانہ تحرير جو ڪهڙو جواز آهي، علامہ صاحب؟! جڏهن تہ توهان پاڻ ئي ايجاب و قبول ڪيو. توهان جي قبولڻ کان سواءِ تہ نڪاح ٿي نہ ٿي سگهيو ۽

جيڪڏهن نڪاح کان پوءِ زال پسند نہ آئي تہ اُنهي وقت پاس ڪري ڇڏين ها، ۽ تو زال مڙس وارا لاڳاپا ايترو طويل وقت ڇو برقرار رکيا؟ بارن جي پيءُ بنجڻ جو ڏوهہ ڇو ڪيو؟ مقامِ ادب آهي، اسان خاموش آهيون! پر اهڙن واقعن جي موجودگيءَ ۾ اسان نہ ٿا سمجهون تہ علامہ جي پهرين زال ۾ ڪو بہ عيب هو ۽ جيڪڏهن اُن ۾ ڪو عيب هو بہ تہ اهو بڌائڻ کپندو هو. پر جيڪڏهن صرف وڏي عُمر هجڻ ئي عيب آهي تہ خود علامہ جڏهن عطيہ بيگم سان پنهنجي زال جون شڪايتون ڪري ٿو، اُن وقت سندس عُمر ۴۰ سال آهي. جيڪڏهن ايڏي عمر جو ماڻهو پنهنجي زال ۽ ٻارن کان بيپرواهہ ٿي، جوان ڇوڪريون ڳوليندو وتي تہ سندس اِهو فعل ڪنهن تعريف جو لائق نہ آهي ۽ نہ ئي ڪنهن عظيم شخصيت جو عمل ٿي سگهي ٿو. اهي ڪرتوت ڪنهن عالم کي نٿا سُنهن، نہ ڪنهن انصاف پسند، شريف ۽ عاقبت انديش ڏاهي جا ٿي سگهن ٿا.

بيشڪ، اسلام ۾ بہ چار شاديون ڪرڻ جائز آهن، پر اُن لاءِ شرط آهي انصاف — ۽ جڏهن هڪ ماڻهو، نہ پهرين زال کي طلاق ڏئي ۽ نہ ئي "حق مهر" سان گڏ اُن جا ٻيا حق پورا ڪري ٿو، اهڙي ماڻهوءَ کي ٻي ۽ ٽين شادي ڪرڻ جو شرعي، اخلاقي ۽ عقلي حق نہ آهي ۽ علامہ جهڙي ماڻهوءَ لاءِ تہ قطعي اها ڳالهہ سونهي ئي ڪانہ ٿي ۽ نہ وري ڪنهن علم ۽ ڏاهپ جي صاحب سان اهڙي ڳالهہ جو لاڳاپو برداشت ڪري سگهجي ٿو. ممڪن آهي تہ اهو اثر يورپ جي زهريلي فضا جو هُجي ۽ جيڪڏهن واقعي اِهو اثر يورپ جي فضا جو هو تہ اهڙي يورپي علم ۽ دانش تي صد هزار لعنتون هجن! آخر اِها تعليم ڪهڙي ڪم جي، جنهن کي حاصل ڪرڻ کان پوءِ ماڻهو اخلاقي معيار کان ئي ڪري پوي ۽ نفساني خواهشن کان مجبور ٿي مذهب ۽ شرافت کي بہ نظر انداز ڪري ڇڏي.

سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ علامہ يورپ ۾ جيڪا رنگين زندگي گذاري هئي، ان انساني طبيعت جي تقاضائن سبب علامہ ۾ هڪ قسم جي بي راهہ روي ۽ ڇڙواڳي پيدا ڪري ڇڏي هئي، جنهن واپس اچڻ تي نہ صرف کيس پنهنجي شريف ۽ غريب زال کان، پر وطن جي هر هڪ شيءِ کان بيزار ڪري وڌو ۽ هو واپس يورپ وڃڻ جو سوچڻ لڳو.

(اقبال کي پهلي بيوي، ص ۳۰کان ۳۴ ليکڪ؛ سيد حامد جلالي صدر مجلس محبانِ علامہ اقبال پاڪستان. جون ۱۹۶۷ع، انجمن پريس، ڪراچي

(۳) انهيءَ حڪيم الامت ۽ شاعرِ مشرق جي ڪُجهہ گوهر افشاني، شعري صورت ۾ توهان جي سامهون پيش ڪري رهيو آهيان.

بيا دختر که من ميل تو دارم
لبت بوسم وپستانت بمالم
نصابِ حسن توحدِ کمال است
ذکو اتم ده که مسکين وا سيرم.

* * *

تيرے نيچے يه غارسی کيا ہے
سچ بتا اسکي فارسی کيا ہے

* * *

ہاتھ ڈالے سی کچھ نہين بنتا
تيرے دل ميں يه خارسی کيا ہے

* * *

هنس کے بولی کے ديکه لو اقبال!
ہاتھ کنگن کو آرسی کيا ہے
———— اقبال

[حوالو: "پاڻيءَ منجهہ پساهہ-" شير محمد خدابخش بلوچ، رٽائرڊ سيڪريٽري اريگشن سنڌ ۽ ويسٽ پاڪستان. ص- ٧٠]

جيستائين مسلم دوستيءَ ۽ اهلِ اسلام جي درد جو تعلق آهي، تہ اُن معيار تي بہ ڊاڪٽر اقبال پورو نہ ٿو لهي، اِن ڪري جو ١٩١۴ع کان جڏهن مغربي سامراج سموري عالمِ اسلام کي پنهنجي بوٽن هيٺ لتاڙي رهيو هو ۽ خليفئہ اسلام جي تخت ۽ تاج کي ٺوڪرن سان اُڏائي رهيو هو، ۽ مقاماتِ مقدسہ جي سِر سان سِر وڃائڻ لاءِ اڳتي وڌي رهيو هو، اُن وقت برصغير جا سامراج دشمن ۽ اسلام جا خير خواهہ دانشور ۽ عالم، مولانا شوڪت علي، مولانا محمد علي، ابوالڪلام آزاد، شيخ الهند مولانا محمود حسن، مولانا عبيدالله سنڌي يا تہ جيلن ۾ هئا يا جلاوطنيءَ جو صعوبتون سهي رهيا هئا، اُن وقت هِي مصورِ پاڪستان دهليءَ ۾ وائسراءِ طرفان ڪوٺايل "جنگي ڪانفرنس" (War Conference) ۾ خاص دعوت تي نواب ذوالفقار علي خان سان گڏ شريڪ ٿي، هيءَ قصيدو، انگريزن جي تعريف ۽ سندن فتح يابين تي ڪڇيون هڻندي پڙهيو، جيڪو هفتيوار "وڪيل" امرتسر ۽ "ستاره صبح" ۾ ٨ مئي ١٩١٨ع تي ڇپيو ۽ جنهن جو ذڪر عبدالمجيد سالڪ پنهنجي ڪتاب "ذڪر اقبال" [ص ٨٧] تي بہ ڪيو آهي:

اے تاجدار خطئہ جنت نشانِ ہند
روشن تجلیوں سے ترے خاوررانِ ہند
تیغِ جگر شگاف ترے پاسبانِ ہند
ہنگامئہ وغامیں مرا سر قبول ہو

اہلِ وفا کی نذرِ محقر قبول ہو!
تلوار تیری دہر میں نقاد خیر و شر
بروز جنگ توز جگر سوز سینہ در
رایت تری سپاہ کا سرمایئہ ظفر
آزادہ پرکشادہ پری زادہ یم سر
سطوت سے تیرے پختہ جہاں کا نظام ہے
ذرے کا آفتاب سے اونچا مقام ہے

آزادی زبان و قلم ہے اگر یہاں
تہذیب کاروبار اُمم ہےاگر یہاں
خنجر میں تاب و تیغ میں دم ہے اگر یہاں
جو کچھ بھی ہے عطائے شہر محترم سے ہے
آباد یہ دیار ترے دم قدم سے ہے

وقت آگیا کہ گرم ہو میدانِ کارزار
پنجاب ہے مخاطب پیغام شہر یار
اہلِ وفا کے جوہر پنہان ہون آشکار
معمور ہو سپاہ سے پہنائے روزگار
تاجر کا زر ہو اور سپاہی کا زور ہو
غالب جہان میں سطوت شاہی کا زور ہو

دیکھے ہیں میں نے سینکڑون ہنگامئہ نبرد
صدیون رہا ہون میں اسی وادی کا رہ نورد
طفلِ صغیر بھی مرے جنگاہ میں ہے مرد
ہوتے ہین اُن کے سامنے شیروں کے رنگ زرد
مین نخل ہون وفا کا محبت ہے پھل مرا
اس قول پر ہے شاہد عادل عمل مرا

ہندوستاں کی تیغ ہے فتاح بہشت باب
خونخوار لالہ بار، جگردار، برق تاب

بے باک ، تابناک ، گہر پاک ، حجاب
دلبند، ارجمند، سحرخند، سیم تاب
یہ تیغ دل نواز اگر بے نیام ھو
دشمن کا سر ھو اور نہ سودائے خام ھو

اھلِ وفا کا کام ہے دنیا میں سوزو ساز
بے نور ہے وہ شمع جو ھوتي نہین گداز
پردے میں موت کے ہے یہان زندگي کا راز
سر پہ حقیقت کبری ہے یہ مجاز
سمجھو تو موت ایک مقامِ حیات ہے
قومون کے واسطے یہ پیغامِ حیات ہے

اخلاص بے غرض ہے، صداقت بھی بے غرض
خدمت بھي بے غرض ہے، اطاعت بھی بي بے غرض
عہد وفا و مہر و محبت بھی بے غرض
تخت شہنشہي سے عقیدت بھی بے غرض
لیکن خیالِ فطرتِ انسان ضرور ہے
ھندوستان پہ لطف نمایان ضرور ہے

جب تک چمن کي جلوۂ گل پر اساس ہے
جب تک فر و غ لالئہ احمر لباس ہے
جب تک نسیم صبحِ عنادل کو راس ہے
جب تک کلي کو قطرۂ شبنم کي پیاس ہے
قائم رہے حکومت آئین اس طرح
دنیا رہے چکور سے شاھین اس طرح

[حوالہ جدید سیاست نورتن ص ۷۰ – ۱۷۱]

هاڻي، اسان تحريڪ پاڪستان جي ٻئي ڪردار مسٽر محمد علي جناح، جنهن پاڻ کي اسلام ۽ مسلمانن جو وڏو خيرخواهه ۽ واحد ليڊر ٿي سڏايو، ۽ مسلمانن کي اسلامي نظام حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ اُڀاريندو آيو، ان جي شخصي ڪردار جو جائزو وٺنداسون ته هو شخصي طرح لسلامي نقطه نظر تي عملي طرح ڪيتريقدر پابند هو. ان سلسلي ۾ ننڍي ڪنڍ ۾ ڪيتريون ئي روايتون مشهور آهن، پر انهن کي نقل ڪرڻ بدران آءٌ هتي سندس محسن انگريزن جي ڪتابن مان مثال ڏيان ٿو. اگرچه هيءَ ڳالهه ظاهر ظهور آهي ته هن جي صورت تدبير مسلمانن جي مقرر ڪيل معيارن مطابق نه هئي، نه لباس ۽ وضع قطع ۽ نه ئي سيرت ۽ اخلاق اسلامي هو. اسلامي

عبادتن مان هو ڪنهن جو به پابند نه هو. قرآن ۽ حديث جو واقف نه هو، بلڪ روح اسلام کان قطعي نابلد هو. ڪا به مشرقي ٻولي، سواءِ گجراتيءَ جي ڪيس لکڻ ۽ پڙهڻ نه ايندي هئي. ٻُڌڻ ۾ آيو آهي ته ڪنهن ڏينهن مسلمانن کي ڏيکارڻ لاءِ هن کي زوريءَ نماز پڙهائي وئي ته ڏسڻ ۾ آيو ته هو نماز جي طريقن ۽ آداب کان به واقف نه هو. هو مغربي ڪلچر ۽ بودوباش جو دلدادو هو، جنهن جو آءٌ پاڻ شاهد آهيان، جو مون کي ڪيترو عرصو ساڻس گڏ سياسي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو آهي، پر هتي آءٌ هڪ ڪتاب مان حوالو ڏئي رهيو آهيان، جيڪو "لاري ڪولنس ۽ ڊومينڪ ليپرري" (Larry collins & Dominique lapieree) جو لکيل آهي. ان ۾ هو جيڪي ڪجهه لکن ٿا، ان مان توهان اندازو لڳائي سگهو ٿا ته اسلام جو علمبردار ۽ مسلمانانِ هند جو "قائد اعظم" محرماتِ شرعيه (شريعت جي حرام ڪيل شين) کان ڪيترقدر پرهيز ڪندڙ هو؛

"He loved oysters and caviare, champane, brandy and good clart."

(Freedom at midnight -P- 101)

"He drank, ate pork, religiously shaved his beared each mornig and just as religiously avoided the mosque each friday. God and Koran had no place in Jinnah's vision of the world. His political foe, Gandhi knew more verses of the Holy Book than he did; Muslim

(freedom at Midnight-P- 102)

سندس شراب پيئڻ جي تصديق سندس ذاتي معالج هنن لفظن ۾ ڪئي آهي "هيءُ ٽن سالن تائين "وِل پاور"، وسڪي ۽ سگريٽن تي زنده رهيو" (ص ٣٠٣)

هيءُ عام انساني چڱاين کان به وانجهيل (مبرا) هو. اقتدار جو بکيو ۽ خودپسند هو. ان سلسلي ۾ به واقعا هتي پيش ڪري رهيو آهيان، جنهن مان خبر پوندي ته هن جي حد کان وڌيڪ جاه پسندي ۽ اقتدار پرستي، خود سندس ئي مقصد کي ڪيترو نقصان پهچايو ۽ سندس دوست انگريز به کانئس بدظن ٿي ويا؛

(١)؛ ان سلسلي ۾ پاڪستان جو پهريون وزير خارجيا، سر ظفر الله خان لکي ٿو؛

"جڏهن وزيراعظم اٽليءَ، برصغير هندستان جي آزاديءَ جي اسڪيم ايوان ۾ پيش ڪئي ته ان وقت آءٌ ايوان جي گئلريءَ ۾ موجود هوس. وزيراعظم جي تقرير بلڪل واضح هئي، پر مون کي ان وقت حيراني ۽ پريشاني ٿي، جڏهن برطانوي

وزيراعظم پنهنجيءَ تقرير ۾ چيو تہ اسان جي تمنا هُئي تہ آزاديءَ کان پوءِ هندستان ۽ پاڪستان، ٻنهي جو گورنر جنرل لارڊ مائونٽ بيٽن ٿئي، پر افسوس جو جناح ان ڳالهہ تي راضي نہ ٿيو.

قائد اعظم جي انڪار تي مسٽر اٽليءَ جو افسوس ڪرڻ مون کي پسند نہ آيو، جو تہ ان ذڪر جي ضرورت ئي نہ هئي. پر جيڪڏهن ضرورت هئي بہ سهي تہ ايترو چوڻ ڪافي هو تہ اها تجويز ڪامياب نہ ٿي سگهي. قائد اعظم جو نالو وٺي افسوس ڪرڻ مان معلوم پئي ٿيو تہ ان تجويز جي ناڪام ٿيڻ تي برطانوي وزيراعظم کي ڏاڍو ڏک پهتو آهي، ۽ کيس قائد اعظم سان ذاتي رنجش آهي.

اهڙو ثبوت اڳتي هلي مختلف موقعن تي مختلف صورتن ۾ اسان جي سامهون آيو."
(تحديثِ نعمت- از سر ظفر الله ص- ٦٩٩)

اهوئي ساڳيو ليڪ، اڳتي هلي لکي ٿو:

"مائونٽ بيٽن جي پڻ خواهش هئي تہ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کيس مشترڪ گورنر جنرل طور قبول ڪن. ڪانگريس، مائونٽ بيٽن جي ان خواهش کي مدنظر رکندي، ان کي ڀارت جو پهريون گورنر جنرل طور مقرر ٿيڻ قبول ڪيو، پر قائد اعظم اهڙي تجويز قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. مائونٽ بيٽن کي پنهنجيءَ پر ۾ يقين هو تہ قائد اعظم پڻ اها تجويز قبول ڪندو. انهيءَ آڌار تي هن ڪانگريس ليڊرن ۽ برطانوي وزارت کي يقين ڏياريو هو تہ قائد اعظم کي سنڌس گورنر جنرل ٿيڻ تي ڪو بہ اعتراض نہ ٿيندو، پر قائد اعظم جي انڪار مائونٽ بيٽن جي اُميدن جي ڪاڪ محل کي پورايورا هڪ طرف ڪيو، ۽ ٻئي طرف برطانوي وزارت ۽ ڪانگريس ليڊرن وٽ بہ کيس شرمندو ٿيڻو پيو. ان ڪري قائد اعظم سان ملاقات ۾ هن کيس ڌمڪيون پڻ ڏنيون، اها گفتگو، ٢ جولاءِ ١٩٤٧ع تي ٿي. ٻہ ڏينهن پوءِ مائونٽ بيٽن قائد اعظم جي انڪاري فيصلي جي رپورٽ برطانوي اسٽيٽ سيڪريٽريءَ کي موڪلي ڏني، جنهن ۾ ان گفتگوءَ کي "بم شيل" (Bomb Shell) قرار ڏيندي لکيائين تہ:

"مون ان (جناح) کي چيو تہ توکي خبر آهي تہ هيءَ انڪار توکي ڪيترو مهانگو پوندو؟" هن (جناح) وسائل لهجي ۾ جواب ڏنو تہ "ها، اثاثن (Assets) جي ورهاست ۾ غالباً ڪروڙن روپين جو نقصان سهڻو پوي!" مون سخت لهجي ۾ کيس چيو تہ "ڪروڙن جي نہ، پر تون سيني اثاثن (Assets) کان محروم ٿي ويندين ۽ پاڪستان پنهنجي مستقبل کان!" اهو چئي آءٌ اٿي هليو ويس. (مائونٽ بيٽن جي

رپورٽ نمبر ١١، ۴ جولاءِ ١٩٤٧ع- اسٽيٽ سيڪريٽري جي نالي)
(ڪتاب تحديث نعمت- سر ظفر الله خان ص- ۵٧١)

جناح جي انهيءَ انڪار جو نتيجو اهو نڪتو، جو گرداسپور جو ضلعو ريڊ ڪلف جي ذريعي هندستان جي حوالي ٿيو ۽ ورهاڱي کان پوءِ سمورا اثاثا (Assets) هندستان حڪومت پاران پاڪستان جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو، ۽ انهيءَ انڪار کي ختم ڪرائڻ لاءِ مهاتما گانڌيءَ "مرن برت" رکي، اثاثن جو پاڪستاني حصو پاڪستان کي ڏيارايو. اهو سڀ ڪجهه ان لاءِ ٿيو ته جناح صاحب هر صورت ۾ گورنر جنرل ٿيڻ چاهيو ٿي، ۽ اها ڪرسي ڪنهن ٻئي کي ڏيڻ لاءِ تيار نه هو. ڇوندا آهن ته "ڌاڳي هئي ڏهه ته توڏي هئي تيرهن"- جناح صاحب جي پنهنجي اها پوزيشن هئي ته پيٽس ويٽر ڪانٽس به وڏي ويئي، جو آزاديءَ جي جشن واري تقريب ۾ ليڊي مائونٽ بيٽن جو اسٽيج تي هجڻ ڪانٽس برداشت نه پئي ٿي سگهيو.)
( freedom at Midnight-P- 102)

آخر ڏسڻ اهو گهرجي ته مس فاطمه جناح جو اهو رويو نه رڳو جديد تهذيب جي پروٽوڪول جي خلاف هو، پر عام انساني اخلاق کان به ڪريل هو. پر اخلاق ۽ پروٽوڪول جي توقع پاڪستاني ليڊرن مان رکڻ ٻيرن کان ٻير گهرڻ جي برابر هو.

(٢): هن (جناح) وٽ مسلم ليگ، مسلمان عوام ۽ مسلمانن جي جدوجهد آزاديءَجي ڪا به حيثيت نه هئي. هو پاڪستان جي حصول کي صرف پنهنجي ذاتي قابليت ۽ لياقت سمجهندو هو. ان سلسلي ۾ راجا صاحب محمود آباد ڪيس هڪ دفعو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ چيو ته "مسلم ليگ جي تنظيم تي توجهه ڏيڻ گهرجي ۽ پراڻن مسلم ليگين جو خيال ڪرڻ گهرجي"- ته ان تي ڪاوڙ جي ڇوڻ لڳو، "ڇا جي مسلم ليگ ۽ ڇا جا مسلم ليگي؟ پاڪستان مون ۽ منهنجي هن ٽائپ رائيٽر (Type writer) ناهيو آهي" (بروايت، راجا صاحب محمود آباد، ڪتاب شهاب نامو مصنف، قدرت الله شهاب)

هُن جي جمهوريت پسندي يا باهمي مشوري جي باري ۾ جيڪا فرعون صفت ۽ ڊڪٽيٽر ذهنيت هئي، ان جو ڪافي احوال اڳ ۾ اڳيئي بيان ڪري چڪو آهيان، ان ڪري ورجاءُ ضروري نه ٿو سمجهان. بهرحال پنجاب جي هڪ وڏي تاريخدان ۽ عالم غلام رسول مهر جا هي خيال، منهنجي نقطه نظر جي تصديق ڪن ٿا ته، "علامه اقبال جي شاعريءَ ۽ جناح جي سياست مسلمانن کي ايترو نقصان پهچايو آهي، جو چنگيز خان ۽ هلاڪو به نه پهچايو هو."

جناب والا! آءُ هتي ڪليل لفظن ۾ اظهار ڪريان ٿو تہ ننڍي کنڊ جو "ٻہ- قومي نظريو" يعني هندو ۽ مسلم قومن جي بنياد تي ورهاڱو غير فطري، غير تاريخي، غيرانساني ۽ غير حقيقي عمل هو، بلڪ ان ورهاڱي جي پٺيان انگريز سامراج جا پنهنجا طبقاتي، حڪومتي ۽ سامراجي مفاد پنهان هئا. انگريزن چاهيو ٿي تہ مستقبل ۾ پارت ٽوڙي پاڪستان جهڙن غير فطري، ورهايل ۽ وڙهيل حڪومتون، هميشہ لاءِ سندن سامراجي مفادن جون طفيلي ۽ حامي رهن. ان حقيقت کي محسوس ڪندي، ڀارتي حڪومت اڳتي هلي قومي جذبي ۽ ملڪي مفاد کي اهميت ڏيندي، پنهنجي ملڪ جو حڪومتي ڍانچو ۽ آئين "سيڪيولر ۽ جمهوري" بنيادن تي جوڙيو. اهو ئي سبب آهي جو ڀارت جا آئيني ادارا ايترا مضبوط رهيا آهن، جو اتي ڪنهن بہ دور ۾ غيرجمهوري ۽ فوجي قوتن اقتدار تي قبضو نہ ڪيو آهي، پر هتي پاڪستان جي حوالي سان جيڪڏهن اسان ان جي قيام کان وٺي ۴۵ سالہ تاريخ تي نظر وجهنداسون تہ هن غير فطري ملڪ جا آئيني ادارا غير مستحڪم نظر ايندا. بلڪ جن بنيادن تي ان جو وجود عمل ۾ آيو جا وعدا ڪيا ويا هئا، ان جو واضح انحراف نظر ايندو، هڪ نظر ماضي قريب تي وجهنداسون تہ ڊاڪٽر اقبال جي ۱۹۳۰ع واري مسلم ليگ جي الہ آباد واري اجلاس جي صدارتي تقرير، سنڌ مسلم ليگ جي ۱۹۳۸ع واري ٺهراءُ، ۱۹۴۰ع واري لاهور ٺهراءُ ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ۳ مارچ ۱۹۴۳ع واري واضح ٺهراءُ ۾ بيان ڪيل بنياد اسان کي لڏندا محسوس ٿيندا. پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ رياستن کي جيڪا "آزاد ۽ خودمختيار رياستن" (Independent & Soverign States) واري حيثيت حاصل ٿيڻي هئي، اها انهن کي نہ رڳو حاصل نہ آهي، پر انهن رياستن جي قديم قومي ۽ تاريخي وجود کان مڪمل انڪار ڪري، انهن کي ٻيتڪن (Colonies) واري حيثيت ڏني وئي ۽ انهن جي سياسي اقتدار، اقتصاديات ۽ اختيارن تي مڪمل طرح انگريزن جي وفادار پنجابين جي پرورده پنجاب سامراج جو مڪمل طرح قبضو آهي.

اسان هڪ نظر جيڪڏهن پاڪستان جي تصور ڏيندڙ ۽ بنياد وجهندڙن جي وعدي ۽ دعويٰ تي وجهنداسون، جنهن موجب "پاڪستان" ۾ "اسلامي نظام حڪومت" لاڳو ڪرڻو هو، تہ هڪ ٺوڳي، فريب ۽ گمراهيءَ کان سواءِ ڪجهہ نظر نہ ايندو. هڪ تہ ان قسم جي "نظام حڪومت" جو نقشو، دنيا جي ڪنهن بہ خطي ۾ موجود نہ آهي ۽ نہ ئي جديد دنيا جي تقاضائن ۽ ترقيءَ جي مدنظر اهو نظام لاڳو ٿي سگهي ٿو. ٻيو تہ "مصور پاڪستان" "بانيءَ پاڪستان" جا هٿرادو القاب

ماٺيندڙ، خود بہ اسلامي تعليمات يا ان ۾ پيش ڪيل "اسلامي نظام حڪومت" ڪان بلڪل بي بهره هئا، جو تہ پاڪستان جا اهي ٻئي نام نهاد خالق، مزاجاً، عملاً توڙي صورتاً اسلام ڪان ڪوهين ڏور ۽ صحيح اسلامي تعليمات جي روح ڪان غير واقف هئا. هن اسلامي نظام حڪومت جو ڍوڪو، پنهنجي اقتدار پرست ذهنيت ۽ طبيعت سبب هنيو هو. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ جناح صاحب ڪي پاڪستان جي قيام وقت، ١١ اگست ١٩٣٧ع تي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ هيٺينءَ ريت تقرير نہ ڪرڻي پوي ها:

هن تقرير مان جناح صاحب جا سيڪيولر ۽ جمهوري خيال ظاهر ٿين ٿا، پر منهنجيءَ نظر ۾ انهن جي پنيان پڻ هن جو اهو جذبو ڪارفرما هو تہ انگريزن ڪي اعتماد ڏيارجي تہ پاڪستان جا حڪمران "بنياد پرست" (Fundamentalists) نہ آهن، پر انگريزن جا سچا وفادار ۽ سندن سيڪيولر ۽ جمهوري روايتن جا پيروڪار آهن. جيڪا ڳالهہ هڪ طرف انگريزن ڪي بيوقوف بنائڻ لاءِ ڪئي ٿي وئي تہ ٻئي طرف پاڪستان بابت پيش ڪيل اڳ واري اسلامي تصور، (جنهن جو عملي طرح ڪو بہ وجود نہ هو) جي خلاف هئي. برصغير جي پارت واري حصي جي حڪمرانن تہ جمهوري ۽ سيڪيولر آئين لاڳو ڪري، ملڪي نظام هلائڻ شروع ڪيو، پر پاڪستاني حڪمرانن، پنهنجي نام نهاد قائد اعظم ۽ پاڪستان جي بانيءَ جي پهرين آئين ساز اسيمبليءَ ۾ اظهار ڪيل خيال جو بہ پرم نہ رکيو– ۽ ابتدا ڪان اڄ تائين "اسلامي آئين" ۽ "اسلامي نظام حڪومت" جو راڳ ڳائيندا اچن پيا. پر اڄ تائين جيڪي بہ پاڪستان جا آئين نهيا آهن، تن ڪي ظاهراً تہ اسلامي ليبل هنيو ويو آهي، پر پاڪستاني مسلم عالم اڄ تائين نام نهاد "نظام اسلام" ۽ "نظام مصطفيٰ" جي نفاذ لاءِ جدوجهد ۽ نعرن ۾ مصروف نظر اچي رهيا آهن ۽ "شريعت بل" لاڳو ڪرڻ جا مطالبا ڪري رهيا آهن.

اسلامي نظام يا نظام مصطفيٰ آهي ڇا، ان بابت نہ پاڪستاني حڪمران واضح آهن ۽ نہ پاڪستان جا مولوي صاحبان– ان جو هڪ بهترين مثال، اسان ڪي "پنجاب ڊسٽربنس ١٩٥٣ع، انڪوائري رپورٽ" جي متن مان ملي ٿو، جيڪا جسٽس منير ۽ جسٽس ڪياني ترتيب ڏني، ١٠ اپريل ١٩٥۴ تي حڪومت پاڪستان آڏو پيش ڪئي هئي. ان جو ڪجهہ حصو هتي پيش ڪرڻ دلچسپيءَ ڪان خالي نہ ٿيندو:

"مختلف علمائن جي بيان ڪيل ڳهٺين وصفن ڪي نظر مان ڪڍندي اسان فقط ايتروئي تبصرو ڪري سگهون ٿا تہ عالمن جي سڄي گروهہ مان ڪي بہ ٻہ ڄڻا، هن

اهم مسئلي تي اتفاق راءِ ڪو نہ ٿا رکن. هر هڪ عالم جي بيان ڪيل وصف تي جيڪڏهن غور ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي تہ سندس نقطئہ نظر ٻين عالمن جي نقطئہ نظر کان بلڪل نرالو آهي. ان صورتحال مان محسوس ائين ٿو ٿئي تہ جڻ اسان سيئي اسلام جي دائري کان ٻئي ٻنهہ ٻاهر آهيون. جيڪڏهن انهن مان هڪ عالم جي اسلام جي ڏنل وصف تي عمل ڪنداسون تہ ان خاص عالم جي فڪر ۽ نظريي مطابق ٿي مسلمان ۽ ٻين سيني عالمن جي اسلامي نظريي مطابق ڪافر بڻجي ويندا سين.

## ارتداد

اسلامي ملڪ ۾ ارتداد جو جرم موت جي سزا جوڳو ڏوهہ آهي. هن معاملي تي سيني فرقن جا عالم اتفاق راءِ رکن ٿا. (ڏسو، مولانا ابوالحسنات، سيد محمد احمد قادري پريزيڊنٽ جميعت العلماءِ پاڪستان پنجاب، مولانا احمد علي صدر جميعت علماءِ اسلام اولهہ پاڪستان، مولانا ابوالاعليٰ مودودي باني ۽ سابق امير جماعت اسلامي، مفتي محمد ادريس جامع المشرفيہ لاهور ۽ رڪن جميعت العلماءِ پاڪستان، مولانا داؤد غزنوي پريزيڊنٽ اهل الحديث مغربي پاڪستان، مولانا عبدالحليم قاسمي جميعت علماءِ اسلام پنجاب ۽ مسٽر ابراهيم علي چشتيءَ جي عدالت ۾ ڏنل شاهدي). سندن بيان ڪيل عقيدي موجب چوڌري ظفر الله خان پنهنجي موروثي مذهبي عقيدي بدران، هن پاڻ احمدي مذهب اختيار ڪيو آهي تہ سندس سزا موت آهي. ساڳيءَ سزا جو اطلاق ديوبندي ۽ وهابي فرقي تي بہ ٿئي ٿو.

جيڪڏهن فتويٰ جي هن خوبصورت وڻ Ex- ڊي. اي- ١۴ جي هرپن تي ويٺل هر عالم جهروڪ: مولانا ابوالحسنات، مولانا سيد محمد احمد قادري يا احمد رضا بريلوي ۽ ٻيا گهڻا عالم اهڙي اسلامي ملڪ جا صدر هجن تہ مولانا محمد شفيع ديوبندي، تعليمات اسلامي بورڊ جو رڪن ۽ جيڪو پاڪستان آئين ساز اسيمبليءَ سان بہ لاڳاپيل آهي ۽ مولانا دائود غزنوي موت جي سزا کان بچي ڪو نہ سگهندا. جيڪڏهن مولانا محمد شفيع ديوبندي اهڙي اسلامي ملڪ جو صدر ٿئي تہ اهڙن عالمن کي اسلام جي دائري مان خارج ڪري ڇڏي، جيڪي ديوبندي فرقي کي ڪافر سمجهندا آهن. جيڪڏهن سندن اهو فرقو موروثي نہ آهي پر هنن اهو پاڻ اختيار ڪيو آهي تہ ڪين موت جي سزا ڏني سگهجي ٿي.

جيڪڏهن فتويٰ Ex- ڊي. اي. ١٣ جي سچائيءَ ۾ اعتماد ڪجي تہ اثنا عشري شيعا، ڪافر ۽ مرتد ٿي وڃن ٿا. پڇاڳاڇا دوران اهڙو سوال مولانا محمد

شفيع کان پڇيو ويو هو. مذڪوره مولانا اهڙي قسم جي موضوع تي پڇيل مسئلو
ديوبند ڏانهن رجوع ڪيو هو. دارالعلوم جي مدرسي جي رڪارڊ مان اهڙي قسم
جي فتوي حاصل ڪئي وئي هئي، جنهن تي مدرسي جي ٻين عالمن کان سواءِ مولانا
محمد شفيع جي به صحيح ڏنل هئي. هن فتوي ۾ علماءِ دين جي راءِ جو اظهار هن
.ريت ڏنل هو ته جيڪي ماڻهو حضرت صديق اڪبر جي خلافت کي نه ٿا مڃين،
حضرت عائشه صديق تي الزام تراشي ڪن ٿا ۽ قرآن جي تحريف جا ڏوهي آهن،
سي ڪافر آهن. هن نظريي جي مسٽر ابراهيم علي به توثيق ڪئي، جيڪو هن
موضوع تي سني جاڻ رکي ٿو. سندس خيال آهي ته شيعا ڪافر آهن، ڇاڪاڻ ته
شيعا سمجهندا آهن ته حضرت علي، نبي جي نبوت ۾ ڀاڱي ڀائيوار هو. البت هن
اهڙي سوال جي جواب ڏيڻ کان انڪار ڪيو ته جيڪڏهن ڪو سني فرقي وارو،
شيعن جي مذهبي خيالن سان سهمت ڪري ٿو ته اهو به واجب القتل آهي يا نه.
شيعن جي خيال موجب سني ڪافر آهن. اهل قرآن وارا جيڪي حديث کي غير
معتبر سمجهندا آهن ۽ انهن تي عمل ڪو نه ڪندا آهن، تن کي به ڪافر سمجهيو
ويندو آهي. اهڙيءَ ريت جيڪي آزاد خيال هوندا آهن، تن کي به ڪافر سمجهيو
ويندو آهي. نيٺ نتيجو اهو وڃي بيهي ٿو ته شيعا، سني، بريلوي، ديوبندي، اهل
قرآن ۽ اهل حديث سيئي مسلمان ڪو نه آهن. هڪ فرقي وارو ٻئي فرقي جو
مذهب اختيار ڪري نه ٿو سگهي. جيڪڏهن ڪندو ۽ ملڪ جو صدر ان جي
مخالف فرقي سان تعلق رکندڙ هوندو، جيڪو هن کي ڪافر سمجهي ٿو ته ڪيس
موت جي سزا ڏني ڇڏيندو. اهڙي قسم جو اصول ۽ عقيدو عدالتي فتوي لاءِ
ڪنهن غور ۽ فڪر جي ڪاتقاضا ٿي ڪو نه ٿو ڪري. ڇاڪاڻ ته انهن ٻنجها ڪي
۾ عالم به اهو ڪو نه ٻڌائي سگهيا آهن ته مسلمان ڇا کي چئجي؟ يا مسلمان جي
معني ڇا آهي؟ يا مسلمان جي وصف ڪهڙي هجڻ گهرجي؟ جيڪڏهن عالمن جي ڏنل
وصف جي هرجزي تي عمل ڪيو وڃي ۽ اصولي قاعدي مطابق سيني تي گڏيل يا
هڪ هڪ تي الڳ ڪاروائي ڪئي وڃي يا ائين سزا ڏني وڃي، جيئن عدالتي
تحقيقات دوران گڏيليلو تي جزيوي (Mutatus Mulandis) سزا فتوي وارو
اصول قائم رکيو ويو هو ته پوءِ جن سببن ڪري ڪنهن ماڻهوءَ کي ارتداد جي سزا
ڏجي، سي ايترا ته گهڻا آهن، جن جو ڪاتو ئي ڪري ڪو نه ٿو سگهجي. اهڙيءَ
ريت ملڪ جو هڪڙو ماڻهو به ارتداد جي سزا کان بچي ڪو نه سگهندو.

اسان هن رپورٽ جي پهرئين حصي ۾ "الشهاب" پمفليٽ جي غيرقانوني هجڻ

واري شق ڏانهن اشارو ڪيو آهي. هن پمفليٽ جو ليکڪ مولانا بشير احمد عثماني آهي، جنهن کي پوءِ پاڪستان جو شيخ الاسلام بنايو ويو آهي. هن پمفليٽ ۾ مولانا، قرآن، سنت، اجماع ۽ قياس جا حوالا ڏئي ان ڳالهه کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اسلام ۾ ارتداد جي قطعي سزا موت آهي. اسلامي عقيدي کي واضح ڪرڻ کان پوءِ مولانا ان پمفليٽ ۾ هڪ حقيقت تي روشني وجهندي بيان ڏنو آهي . تہ حضرت صديق اڪبر ۽ پوين خليفن جي زماني ۾ مرتدن جو ايترو قتل عام ٿيو، جو قبرستان جي زمين سندن رت سان رنگجي ريٽي تي وڃي هئي. عدالت کي اهڙي گذارش ڪا نہ ڪئي وئي آهي، ان ڪري اسان جي دائري اختيار کان ٻاهر آهي تہ ان عقيدي جي سچائيءَ وغيره لاءِ پنهنجي خيالن جو اظهار ڪريون. پر اسان کي ايتري سا خبر آهي تہ پاڪستان جي وزيرداخلا، پنجاب جي حڪومت کي ان پمفليٽ کي غيرقانوني ٺهرائي، ضبط ڪرڻ جي صلاح ڏني آهي. اسان پاڻ بہ ان ڳالهہ جي تحقيقات ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ اهي ڪهڙا سبب آهن، جو پنجاب حڪومت، مذڪوره مولانا جي جاري ڪيل نام نهاد فتويٰ، جيڪا هن قرآن ۽ حديث جي روشنيءَ ۾ جاري ڪئي آهي، تنهن کي تنهن واسطي آخر اهڙا قدم ڇو کڻي رهي آهي؟ ارتداد لاءِ موت جي سزا جا ڏاڍا دور رس نتيجا نڪرندا. اسلام لاءِ اها ٺُڪ نهي ويندي تہ اهو جنوني ماڻهن جو مذهب آهي، جنهن ۾ آزاد خيال ماڻهن جي رهڻ واسطي ڪا بہ جڳهہ ڪانہ آهي. قرآن شريف، ورجائي ورجائي پروڙڻ ۽ پرجهڻ جي هدايت ڪئي آهي، رواداريءَ جو تاڪيد ڪيو ۽ مذهب ۾ ڏاڍ کي ننديو آهي. پر ارتداد جي هن عقيدي آزاد خياليءَ جي پاڙن کي لوڏي ۽ جنجهوڙي رکيو آهي. اهو ماڻهو جيڪو ڄائي ڄم کان مسلمان آهي يا بعد ۾ هن اسلام قبول ڪيو آهي، ۽ پوءِ مذهبن تي فڪر ڪري ڪو ٻيو مذهب اختيار ڪري ٿو تہ مولانا جي پيش ڪيل فتويٰ موجب هن واسطي موت جي سزائن جا انبار لڳا پيا آهن. هن جي عقيدي مطابق اسلام ۾ غور، فڪر، پروڙڻ ۽ پرجهڻ واسطي ڪا ڳالهہ ڪانہ آهي. جيڪڏهن مذڪوره پمفليٽ ۾ اهو بيان حقيقت تي مبني آهي تہ هردور ۾ عربستان جي زمين تي انساني رت جا ريج ٿيندا رهيا آهن تہ ان ڳالهہ ڏانهن واضح اشارو آهي تہ اسلام جڏهن پوري اوج تي هو ۽ عربستان ۾ سندس ڌاڪ هئي ۽ اهڙن ماڻهن جو، ان ئي زماني وڏو انگ هو، جيڪي هن مذهب کان بلڪل بيزار ٿي چڪا هئا ۽ مسلمان هجڻ کان، تلوار سان گهائجي مرڻ کي وڌيڪ پسند ڪندا هئا. اسان سمجهون ٿا تہ هن پمفليٽ وزير داخلا جي دل تي اهو ساڳيو ردعمل پيدا ڪيو آهي،

جو هن پنجاب حڪومت کي هن پمفليٽ کي ضبط ڪرڻ جي صلاح ڏني آهي. ان کان علاوه وزير پاڻ به اسلام بابت جججهي جاڻ رکي ٿو. موصوف غور ڪري ان نقطي تي اچي پهتو هوندو ته مولانا جي ڪڍيل آخري نتيجي جو بنياد توريت ۽ زبور جي آيت نمبر ٢٦، ٢٧، ۽ ٢٨ تي ٻيڌل آهي، جن جا حوالا نهايت اختصاري صورت ۾ قرآن شريف جي ٻيءَ صورت جي ٥۴ آيت ۾ ڏنل آهن- جن جو اسلام جي ارتداد واري مسئلي سان نفاذ ٿي ئي ڪو نه ٿو سگهي. ان ڪري پمفليٽ جي ليکڪ جو ارتداد بابت خيال غلط آهي ۽ قرآن ۾ به ڪو واضح حڪم ڪو نه آهي ته مرتد کي موت جي سزا ڏني وڃي. "الڪافرون" واري سورت جي ڇهن آيتن ۽ ٻيءَ سورت جي "لاڪراه" واري آيت ۾ به مختلف خيال آهن ۽ ٻئي، "اشهاب" پمفليٽ ۾ ارتداد بابت لکيل غلط فتويٰ کي رد ڪرڻ لاءِ ڪافي آهن. سورة الڪافرون ۾ ڪل ٽيهه لفظ آهن ۽ هر آيت ۾ ڇهن کان وڌيڪ لفظ ڪو نه آهن. اهي آيتون انسان جي جمڻ کان وٺي مٽس بنيادي ۽ گهرو اثر ڇڏين ٿيون. ان کان سواءِ لاڪراه آيت جو متعلقه ۽ مناسب حصو فقط نون لفظن تي مشتمل آهي، جيڪو انساني دل جي ذميواريءَ جو ذڪر ڪري ٿو ۽ اهو ايترو واضح ۽ وسيع آهي، جنهن جو مثال ملڻ ناممڪن آهي. الاهي ڪتاب جون اهي ٻئي عبارتون، قرآن جي نازل ٿيڻ واري شروعاتي دور سان واسطو رکن ٿيون، جيڪي انفرادي يا اجتمائي صورت ۾ انساني معاشري ۾ هڪ بنيادي حيثيت رکن ٿيون ۽ صدين جي جهيڙن، جنگين، نفرتن ۽ رتوڇاڻ کان پوءِ جڻ انسان جي بنيادي حقن جو تعين ڪن ٿيون. پر اسان جي عالمن سڳورن شاوين کي ڪڏهن به اسلام کان الڳ ڪرڻ جي ڪوشش ئي ڪا نه ڪئي آهي."

(پنجاب ڊسٽبرينس رپورٽ- ص ٢١٨- ٢٢٠)

جناب والا!

هتي آءُ هيءَ حقيقت به واضح ڪريان ٿو ته برصغير جي ورهاڱي واري اسڪيم هيٺ اها ڳالهه طئي ئي نه ڪئي وئي هئي ته ڪو ورهاڱي جي نتيجي ۾ مسلم اڪثريت وارن علائقن يا هندو اڪثريت وارن علائقن ڏانهن هندو يا مسلم آباديءَ جي ڪا لڏ پلاڻ به ٿيندي. پر هن غير فطري ورهاڱي تاريخ جي ان وڏيءَ لڏ پلاڻ کي جنم ڏنو، جنهن لکين انسانن کي مذهب جي نالي ۾ قتل ڪرڻ ۽ پنهنجن آبائي وطنن کي ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو. لکين بيگناهه انسانن جي خونن سان ٻنهي نون آزاد ٿيل ملڪن جا نقشا ڳاڙها ٿي ويا ۽ لکين انسانن جي لڏ پلاڻ ٻنهي ملڪن جي لاءِ ايڏا وڏا مسئلا پيدا ڪري وڌا آهن، جيڪي اڄ تائين حل نه ٿي سگهيا آهن.

ورهاڱي جي نتيجي ۾ مارجي ويل ۽ لڏپلاڻ جو شڪار ٿيلن جي انگن اکرن جا صحيح تعداد ته معلوم ڪرڻ مشڪل آهن، پر مختلف مصنفن جا اندازا پيش ڪجن ٿا:

"According to Pakistan figures are collected, the death roll of Muslims ranges between one and a half million and of displaced persons about 12 million. Khosla in his "Stern warning" puts the number of non Muslims who lost their life between 2,00,000 and 2,50,000. Moon who was an I.C.S offer stationed in west Punjab gives the number of killed on each side, 1,20,000, while Ian Stephen in his "Pakistan" and Michael Edwards in his "last days of the British Raj" give ٦,٠٠,٠٠٠ their estimate of casualties as 5,00,000 and respectively.

(From Jannah to Zia- Muhammed Munir- P- 17)

[ ترجمو:- پاڪستان طرفان گڏ ڪيل انگن اکرن موجب قتل ٿيل مسلمانن جو تعداد ڏهن لکن ۽ ٥ لکن جي وچ ۾ آهي ۽ لڏ پلاڻ جو شڪار ٿيل ماڻهن جو تعداد هڪ ڪروڙ ويهه لک آهي. کوسلہ پنهنجي ڪتاب (Stern warning) ۾ قتل ٿيل غير مسلمن جو تعداد ٻن لکن کان اڍائي لک ڄاڻائي ٿو. "مون" جيڪو اولهہ پنجاب ۾ آءِ. سي. ايس آفيسر هو، ان ٻنهي طرف قتل ٿيلن جو انگ، هر هڪ ڌر جا هڪ لک ٢٠ هزار ماڻهو ڄاڻايو آهي. جڏهن ته" آئن اسٽيفن" پنهنجي ڪتاب "پاڪستان" ۽ "مائيڪل ائڊوردس" پنهنجي ڪتاب "برطانوي راڄ جا آخري ڏينهن" ۾ قتل ٿيلن جو تعداد ترتيب وار پنج لک ۽ ڇهه لک ٻڌائين ٿا.]

جناب والا!

هن وقت تائين آءٌ برصغير جي آزاديءَ جي جدوجهد، ان ۾ سنڌ جي ڪردار، منهنجي ڪوشش ۽ مسلم ليگ جي ڪردار جو ڪافي بيان ڪري آيو آهيان، ۽ ان تاريخي حادثي جي مختلف ڪردارن ۽ اداڪارن تي به روشني وڌي اٿم. ان مان اوهان کي اندازو ٿيو هوندو ته آزاديءَ جي جدوجهد، مختلف مرحلن مان گذرندي، پرپيچ رستن ۽ پيچرن تان ٿيندي، ڪهڙي نه ڀيانڪ طريقي سان فرقيوارانہ بنياد تي، برصغير جي هولناڪ ورهاڱي جي الميي تي ختم ٿي. ورهاڱو، جيئن ته مذهبي بنياد تي ٿيو هو، ان ڪري سنڌ به ان ورهاڱي جي لپيٽ ۾ آئي ۽ بجاءِ ١٨٤٣ع واري (آزاد ملڪ جي) پوزيشن تي موٽي اچڻ جي، پاڪستان جو حصو بنجي وئي. ان

وقت اسان جي جيڪا حالت ٿي، ان جو نقشو منهنجي هڪ سياسي رفيق ۽ سنڌ جي هڪ بيدار مغز دانشور پير علي محمد راشديءَ هن طرح چٽيو آهي:

" ويهين صديءَ عيسوي جو پهريون اڌ، خاص گوڙ گهمسان ۽ ڦيرڦار جو زمانو ٿي گذريو آهي، ان زماني ۾ ٻه عالمير جنگيون لڳيون، بادشاهيون ۾ ٽاڪوڙا پيا، ڊڪٽيٽر ايريا ۽ ٽنگيا، اينٽم بم ڦاٽا، هند ۽ سنڌ مان فيل مست فرنگي موڪلائي ويو. هند کي سوراج ۽ سنڌ کي پاڪستان جُڙيو. ملڪان ملڪ ذهني ۽ تهذيبي مهي ولوڙو شروع ٿيو. مڙسن سونهاريون صاف ڪرائي ڇڏيون، ستر ونديون چادرون چيري ٻاهر نڪري آيون، اڳ ڇڙا ڪدڙا نچندا هئا، پر ڦيري آئي دولهه دريا خان ۽ هوش محمد جا جاءِ نشين ٻه رمبا سمبا ۾ جنبي پيا."

(اهي ڏينهن اهي شينهن- جلد پهريون، ص ١)

ان اقتباس مان ان وقت جي سنڌ جي ذهني ۽ تهذيبي انتشار سان گڏ سياسي ڪارڪنن جي فڪري مونجهاري جو پڻ پتو پوي ٿو. اسان حيران هئاسون تہ ڪٿان سفر جي شروعات ڪئي هئيسين ۽ ان جي پُڄاڻي اهڙي موڙ تي اچي ٿي هئي، جو نہ هيڏانهن جا رهياسون، نہ هوڏانهن جا- پُٺتي مڙي ڏٺو سين تہ قافلن جي پيرن جا نشان ٿي لٽجي چُڪا هئا ۽ اڳتي ڏٺوسين تہ انڌوڪار هو ۽ ڪوئي روشنيءَ جو ترورو نظر ڪو نہ ٿي آيو، جهڙو ڪر ڪيل جدوجهد رائيگان وئي هئي. ان ڪري نئين سر سفر جو سامان تيار ڪري، ڪمرڪشتي هئي. جيتوڻيڪ حالتون ناموافق ۽ حڪمران ٽولو پنهنجيءَ ۾ پورو، زادِ راهہ گهٽ ۽ رفيقانِ سفر ناموجود، پر پوءِ بہ پنهنجي ديش ۽ قوم کي بي واهو ۽ ڦارين جي رحم وڪرم تي ڇڏڻ، منهنجيءَ تاريخ جي روايتن جي خلاف هو؛ ان ڪري تاريخ جي سونپيل ذميوارين کي پاڻ تي تاريخ جو فرض سمجهي، خوشيءَ سان ڪنيم، ۽ سفر شروع ڪيم. جيتوڻيڪ ٻن چئن دوستن کان سواءِ ڪو بہ رفيقِ ڪار نہ هو، عوام تي بي عمليءَ سبب مسلم ليگ جو مذهبي جذباتي ماحول ڇانيل هو، ۽ پاڪستان جا حڪمران نين ڪاميابين تي اقتدار جي نشي ۾ فرعون بنيل هئا. پر پوءِ بہ مون لطيف چواڻي؛

سکن واري سڌ، متان ڪامون سين ڪري،
اندر جنين اڌ، ڏونگر سي ڏوريندا يون.
هيڪليائي هيل، پوريندي پنهون ڏي.

هلندي هوت پنهونءَ ڏي، ٻو مڙيئي پيل،

أتي رائو ريل، أوڙ تہ اوڏي ٿئين!

همت ڪري سياسي سفر شروع ڪيو– ۽ ان جي شروعات هن طرح ٿي، جو مون پنهنجي سينئر سياسي ساٿي ۽ ننڍي کنڊ جي آزاديءَ جي بهادر مجاهد شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ سان گڏجي، پاڪستان جي پهرئين وزيراعظم لياقت علي خان کي خط لکيو تہ "جيڪي ڪجهہ وهيو واپريو، تنهن کي درگذر ڪري، آئيندي لاءِ نئين ملڪ (پاڪستان) ۽ ان جي عوام جي تقدير سنوارڻ لاءِ اسان غير مشروط طور پنهنجون سياسي ۽ فڪري صلاحيتون توهان سان تعاون لاءِ پيش ڪريون ٿا، تہ جيئن اختلاف ۽ انتشار کي پاسيرو رکي، گڏيل طريقي سان ملڪ جي تعمير ۽ ترقيءَ لاءِ ڪجهہ ڪري سگهجي."

ان جي جواب کان اڄ ڏينهن تائين محروم آهيان. معلوم ائين پئي ٿيو تہ پاڪستاني حڪمران اقتدار جي نشي جي اهڙيءَ منزل تي پهچي چڪا آهن، جو ان تان هيٺ لهڻ ۽ حقيقتن جي آڌار تي سوچ ويچار لاءِ قطعي تيار نہ آهن. جهڙوڪر اهي ملائڪ آهن ۽ اسان خاڪي پُتلن سان ڪنهن بہ قسم جو وهنوار رکڻ لاءِ تيار نہ آهن. هڪ طرف اسان جي ڪوشش هئي تہ نين حالتن ۾ ڪنهن طريقي سان پاڻ کي ائڊجسٽ ڪري، سنڌ جي عوام لاءِ ڪجهہ ڪري سگهجي، ٻئي طرف حڪمرانن جي پهرئين ئي ڏينهن کنا اها ڪوشش تہ ڪهڙي طريقي سان سنڌين کي سنڌ جي سرزمين ۽ ان جي وسيلن کان محروم ۽ بيدخل ڪريون. ان جو عملي ثبوت هنن ترت ئي اسان کي ڏنو، جو پاڪستان ٺهڻ شرط سنڌ حڪومت، پاڪستان جي بي پاڙي حڪومت کي پنهنجون پاڙون کوڙڻ لاءِ ڪراچي شهر کي دارالحڪومت بنائڻ جي آڇ ڪئي، جيڪا پاڪستاني حڪمرانن وڏي خوشيءَ سان قبول ڪئي هئي. دارالحڪومت قائم ڪرڻ کان هنن سگهوئي پوءِ ڪراچي کي سنڌ کان ڪٽي مرڪز جي حوالي ڪيو. اهڙي طرح ٢٢ جولاءِ ١٩٤٨ع تي جمعي جي ڏينهن، صبح جو ١١ وڳي کان پاڪستان جي گورنر جنرل (جناح) جي حڪم ۽ فيصلي موجب ڪراچي سنڌ کان جدا ٿي وئي. ان فيصلي خلاف سنڌ اسيمبليءَ، گورنر جنرل جي انهيءَ فيصلي جي مخالفت ۾ ٺهراءُ پاس ڪيو، سنڌ جي عام راءِ ان فيصلي جي خلاف ٿي پئي، چيف منسٽر کهڙو مخالف هو، ۽ سنڌ مسلم ليگ پڻ گورنر جنرل جي فيصلي جي مخالفت ڪئي. اها سموري صورت حال ڏسي، مسلم ليگ بہ هڪ وفد سيد علي اڪبر شاهہ، محمد هاشم گذدر، قاضي اڪبر ۽ ٻين تي مشتمل زيارت ۾ جناح صاحب وٽ موڪليو، جنهن ڪيس گذارش ڪئي تہ ڪراچيءَ جي سنڌ کان

جدائيءَ تي سنڌ اسيمبلي، سنڌ مسلم ليگ، چيف منسٽر ۽ سنڌ جو عوام ناراض آهن، ان ڪري توهان ان فيصلي تي نظرثاني ڪريو، ان تي جناح صاحب متن سخت ڪاوڙ جو اظهار ڪيو ۽ فرعونيت مان ڪين جواب ڏنائين تہ "مسلم ليگ ڇا آهي؟ مسلمانن جو هڪ جم غفير (smob) - پاڪستان منهنجي دماغ ٺهرايو آهي، ان ۾ مسلم ليگ جو ڪو بہ ڪردار نہ آهي. ان ڪري مسلم ليگ جي مخالفت مون وٽ ڪا بہ حيثيت ڪا نہ ٿي رکي. هتي اهوئي ڪجهہ هلندو، جيڪي آءٌ چاهيندس."

ان موقعي تي هيءَ مجھ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگھجي تہ ان وقت سنڌ جي وزيراعليٰ مسٽر ايوب کهڙي وڏي جرئت منديءَ سان جناح صاحب جي انهيءَ فيصلي جي مخالفت ڪئي ۽ پڻ پناهگيرن جي بي پناهہ سيلاب کي سنڌ ۾ داخل ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ پنهنجو پرپور آواز بلند ڪيو؛ پر پاڪستاني حڪمرانن سندس احتجاج تي ڪو ڌيان ڏيڻ بدران اٿلندو کيس ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسائي وزارت تان لاهي، ان جي جاءِ تي پير الاهي بخش کي وزير اعليٰ بنايو. ويچارو کهڙو، جيڪو جناح سان وفاداري ڏيکارڻ خاطر ڪيترن ئي موقعن تي اسان سان بيوفائيءَ جو مظاهرو ڪندو آيو هو، تنهن کي پنهنجيءَ وفاداريءَ جو اهو صلو مليو تہ:

بڙي بي آبرو هوڪر تيري ڪوچي سي هم نڪلي.

اسيمبليءَ ۾ مون ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ وارن قدمن جي مخالفت ۽ مزاحمت ڪئي، جنهن تي سنڌ جي گورنر، سنڌ مينٽيننس آف پبلڪ سيفٽي اشڪت هيٺ، مون کي جون ١٩٤٨ع تي ٽن مهينن لاءِ پنهنجي آبائي ڳوٺ سن ۾ نظر بند ڪيو. بهرحال حاڪمن پنهنجيءَ طاقت ۽ اقتدار جي زور تي باوجود هيڏي وڏيءَ مخالفت جي ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪري، مرڪزي دارالحڪومت وارو علائقو قرار ڏئي ڇڏيو. ان قدم سان پاڪستان جي ان وقت جي مهاجر وزيراعظم لياقت علي خان، سنڌ کي ٽن قسمن جو زبردست نقصان پهچايو؛

**(١) مالي نقصان:** ڪراچيءَ کي الڳ ڪرڻ وقت سنڌ سرڪار سان وعدو ڪيو ويو هو، تہ ڪراچيءَ جي جاين جڳهين، زمينن ۽ تعميرات جو اربين روپين جو معاوضو مرڪزي سرڪار سنڌ حڪومت کي پيري ڏيندي. پر ان وعدي تي عمل نہ ٿيو. جنهن تي مرڪزي سرڪار کي باربار ياد ڏهاني ڪرائي وئي، پر ڪو بہ ڪڙتيل نہ نڪتو. جڏهن سنڌ حڪومت جو اصرار حد کان وڌي ويو، ان وقت پاڪستان جي مهاجر وزيراعظم لياقت علي خان ڏمرجي چيو تہ "ڇا جو معاوضو؟ فتح ڪيل ملڪن جا معاوضا نہ ٿيندا آهن." ان مان اهو اندازو لڳائي سگھجي ٿو تہ

سنڌ جي حيثيت حڪمرانن جي نظر ۾ پاڪستان جي هڪ باوقار تاريخي ۽ تهذيبي حصي جي رضاڪارانہ شموليت واري نہ، پر هڪ مفتوح ايراضيءَ واري هئي. اسان تہ خير ١٩٤٦ع ۾ ئي مسلم ليگ جي ليڊرن جي نيتن کان باخبر ٿي چُڪا هُئاسون، پر کهڙي ۽ سر غلام حسين جي اُن وقت ڪهڙي حالت هوندي، جن ١٩٤٧ع تائين اهو پئي چيو تہ اسين جناح صاحب جا وفادار آهيون ۽ پاڪستان جو مطالبو صرف هندن تي دٻاءُ وجهڻ لاءِ ڪيو پيو وڃي. ان سلسلي ۾ مسٽر ايس - ايم - شرما، پنهنجي ڪتاب "Peeps into Pakistan" ۾ لکي ٿو تہ:

"پاڪستان ٺهڻ جي اعلان ٿيڻ کان پوءِ اُنون ٣ جون ١٩٤٧ع تي سنڌ جي وزيراعظم غلام حسين هدايت الله سان مليس. مون ڏٺو تہ همراهہ ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو هو ۽ ڪيس پنهنجو پاڻ تي ڪنٽرول نہ هو. اٿين ٿي لڳو ڄڻ اجهو رُنو ڪي رُنو. انهيءَ ڪيفيت ۾ مون کي چوڻ لڳو تہ "مون رواداريءَ ۾ ڪراچيءَ کي پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌُ ٺاهڻ جي پيشڪش ڪئي هئي. مسٽر جناح سچ پچ ڪراچيءَ کي دارالحڪومت ٺاهڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي آءٌ ڇا ڪريان، سنڌي مون کي معاف نہ ڪندا."

شرما صاحب، محمد ايوب کهڙي لاءِ لکيو آهي تہ اهو آخر تائين چوندو ۽ مڃيندو رهيو تہ "پاڪستان جو مطالبو رڳو هندن سان ڪنهن عزت جوڳي سمجهوتي ڪرڻ لاءِ دٻاءُ طور ڪيو ويو هو. هندستان جو ورهاڱو تمام وڏي غلطي هُئي. آزاديءَ کان پوءِ سنڌ جو گورنر ۽ وزيراعليٰ آهي ئي غلام حسين ۽ کهڙو بڻيا." (بحوالہ : تحريڪ پاڪستان کا ايک باب، ص ٦٧ – ١٩٦٦ع)

اُن ساڳئي غلام حسين هدايت الله جي گورنر سنڌ هجڻ واري حيثيت ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڪٽي الڳ ڪيو ويو ۽ هُو صاحب حيران ٿي ڏسندو رهيو ۽ ڪُجهہ پُڇيو ڪجهہ بہ ڪونہ. پاڻ جڏهن منهنجي طرفان، ڪراچيءَ کي ڌار ڪرڻ واري فيصلي جي مخالفت وڌڻ لڳي، تہ اٿلندو مون کي نظر بند ڪري ڇڏيائين. تاريخ جي رڪارڊ تي آڻڻ لاءِ سندس گورنر سنڌ جي حيثيت ۾ ڪڍيل آرڊر جو ترجمو هتي پيش ڪريان ٿو.

هتي آرڊر جو انگريزي متن ڏجي ٿو:

GOVERNMENT OF SIND,
Home Department (Special),
Sind Secretariat,

۱۹۴۸, Karachi, 18th June

ORDER.

Whereas the Government of Sind is satisfaed that with a view to preventing Mr. G.M.SAYED from acting in a manner prejudicial to the public safety and the maintanance of public order;

Now, therefore, in exercise of the powers conferred by clause (c) of sub-section (l) of section 2 of the Sindh Maintenance of Public Safety Act, 1948 (XV of 1948), the Government of Sindh is pleased to Direct:-

(i) That the said Mr. G.M.SAYED shall proceed to his native village Sann, distric Dadu if he is not already there, immediately, and

(ii) that the movements of the said Mr. G.M.SAYED shall be restricted to a radius of three miles from the said village, Sann, for a period of three months from the date of this order.

BY ORDER OF THE GOVERNOR OF SIND,

J.BOOTH
CHIEF SECRETARY TO GOVERNMENT.

آئون اهو ڪونہ ٿو چوان تہ منهنجي نظر بندي ۽ ڪهڙي جي برطرفي، ڪو غلام حسين هدايت الله جو ذاتي فيصلو هو، پر اُن فيصلي نافذ ڪرائڻ ۾ هن جو سهڪار ۽ رضامندي ضرور شامل هئي.

پاڪستان نهڻ شرط صوبن جي معاملن ۾، مرڪز طرفان کُليل مداخلت جي پهرين قدمن مان اهو قدم هو.

**(٣) تهذيبي نقصان :** انهيءَ قدم کڻڻ سان لياقت علي خان، جهڙوڪر ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڪٽي، يو. پي ۽ سي. پي کان لڏائي آندل مهاجرن جي بينڪ بنائي ڇڏيو. لکين هندستاني پناهگيرن کي واگها، سمنڊ، کوکراپار ۽ هوائي رستا کولي، سنڌ ۾ گهرائي، ڪراچي ۾ آباد ڪيو ويو ۽ سنڌي ماڻهن کي ڪراچيءَ ۾ تورائي ۾ تبديل ڪري، اُن کي هندستاني پناهگيرن جي تهذيب ۽ ثقافت جو مرڪز بنايو. نتيجي طور اهو شهر، جيڪو سنڌ جي سِسيءَ مثل هو، ۽ جنهن کي چارلس نيپيئر "مشرق جي راڻي" (Queen of East) سڏيو هو، سو پناهگيرن جي غارتگريءَ ۽ يو –پي، سي – پي جي تهذيب جو مرڪز بنجي پيو – ۽ پوءِ ته هن شهر جي سموري نظم و نسق تي پناهگير، نوابزادي لياقت علي خان جي مدد ۽ حڪومتي ٽيڪ سان قابض ٿي ويا. سنڌين کي اقليت ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ لياقت علي خان سازش هيٺ ٦ جنوري ١٩٤٨ع تي ڪراچيءَ جي سنڌي هندن جي گهرن ۽ عزتن تي حملا ڪرايا. مکيه هندو خاندانن جي گهرن مان مال لٽي هاءِ ڪورٽ ڪراچي جي احاطي ۾ جمع ڪيو ويو. ان قرمار ۾ پناهگير آفيسرن ۽ ڪلارڪن وڏو حصو ورتو. هن لٽ مار ۽ فسادن جو مقصد اهو هو ته هندو ڊڄي، هندستان لڏي هليا وڃن ۽ سندن جاين، واپار، ملڪيتن، جائيدادن، اسڪولن ۽ تعليمي مرڪزن تي پناهگير قابض ٿي وڃن. فسادن جي نتيجي ۾ ڪراچيءَ ۽ سنڌ جي ٻين شهرن مان هندن جو وڏو تعداد (اندازاً ١٣ لک) لڏي پارت هليو ويو، ۽ موٽ ۾ ويهن لکن کان مٿي پارتي مسلمان پناهگير اچي پهتا. هندن جي قُرلٽ ۽ انهن فسادن ۾، جن پاڪستان سيڪريٽريٽ جي مهاجر ملازمن حصو ورتو هو، تن کي نوابزادي لياقت علي خان آزاد ڪرائڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي. سنڌ جي وزيراعليٰ کهڙي، سخت قدم کڻي انهن ملازمن کي آزاد ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته لياقت علي خان سندس خلاف ٿي ويو، جنهن جا نتيجا اڳتي هلي ايوب کهڙي کي پوڳڻا پيا.

ان کان سواءِ پاڪستان جي ٻين صوبن، هندستان کان وڌيڪ ايندڙ مهاجرن کي وٺڻ کان انڪار ڪيو، تڏهن لياقت علي خان جي اشاري تي مهاجرن جو سمنڊ، واگها ۽ کوکرا پار وارن رستن کان اچڻ جاري رهيو.

اهڙي طريقي سان ڪراچيءَ کي مڪمل طرح "پناهگير بينڪ" (Refugee

colony) بنايو ويو.

**(۳) تعليمي ۽ لساني نقصان:** ڪراچيءَ کي سنڌ کان الڳ ڪرڻ سان سنڌيءَ زبان جي سوين اسڪولن کي بند ڪيو ويو. سنڌي هندن جي اسڪولن تي قبضو ڪري، انهن ۾ اردو لاڳو ڪئي وئي. ڪراچي شهر ۽ يونيورسٽيءَ مان سنڌي زبان کي خارج ڪيو ويو. ريڊيو، انجمن ترقيءَ اردو، پريس ۽ نشر و اشاعت جي ذريعن وسيلي سنڌي زبان ۽ تعليم کي نظر انداز ڪري، اردو زبان ۽ تعليم کي زور وٺائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. انهيءَ صورتحال کي ڏسي، جڏهن سنڌ مسلم ليگ جي صدر، سيد علي اڪبر شاهہ جي سربراهيءَ ۾ هڪ وفد، نوابزادي لياقت علي خان سان ملاقات ڪري، سنڌي زبان ۽ ڪلچر جي تباهيءَ ۽ بربادي طرف هن جو ڌيان ڇڪايو تہ انهن کي ٻڌائين تہ "سنڌين جي تعليم ۽ ڪلچر گڏهہ هڪلڻ ۽ اٺ ڪاهڻ آهي، اُن جي ڪهڙي حفاظت ٿي سگهي ٿي". ان طريقي سان هنن ڪراچيءَ کي مڪمل طرح سنڌ کان تهذيبي، لساني ۽ مالي طرح الڳ علائقو يا پناهگيرن لاءِ بفرزون (Buffer Zone) ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو پهريون تحفو هو. جيڪو اسلام جي نالي ۾ حاصل ڪيل ملڪ ۽ اُن جي سربراهن هن مادر وطن سنڌ ۽ سنڌي قوم کي ڏنو. "اٺ تڏهن ٿي تي رڙيا، جڏهن بورا ٿي سبيا" – پر اسان جيڪي سنڌ سان وفاداريءَ جو ازلي عهد ڪري چڪا هُئاسون، تن جي لاءِ ڪراچيءَ کان دستبردار ٿيڻ ممڪن ئي نہ هو؛

السٽ بربڪم، جڏهن ڪن پيوم،
قالو بلئ قلب سين، تڏهن تت چيوم،
تهين وير ڪيوم، وچن، ويڙهيچن سين. (شاهہ)

سنڌ جي تاريخ ۾ اسان ۽ اسان جي قوم بارها شڪستون کاڌيون آهن ۽ ڪي ڪاميابيون پڻ ماڻيون آهن، پر شڪست کائي اسان ڪڏهن بہ پنهنجي ڌرتيءَ جي هڪ انچ تان بہ خوشيءَ سان دستبرداري قبول نہ ڪئي آهي. هر شڪست کان پوءِ اسان وڃايل وقار ۽ وطن کي وري حاصل ڪرڻ لاءِ اڳي کان بہ وڏي همت ۽ حوصلي سان جدوجهد پئي ڪئي آهي. هر شڪست اسان کي نئون حوصلو پئي ڏنو آهي ۽ نيون همتون پئي پيدا ڪيون آهن. ڪراچيءَ جو ڦرجي وڃڻ بظاهر اسان جي شڪست ٿي هئي، پر اُن شڪست جي خلاف مون وس آهر آواز ۽ احتجاج بلند ڪيو. ليڪن اُن وقت خاطر خواه نتيجو نہ نڪتو.

رت اڏيءَ تان اُڏيو، سنڌ ڏسندي رهي. (اياز)

ليڪن مون همت نہ هاري ۽ ڪراچيءَ جي واپسيءَ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيس، ان سلسلي ۾ ١٩٥٣ع ۾ جڏهن آئون سنڌ اسيمبلي جو ميمبر هُئس تہ مون سنڌ اسيمبليءَ ۾ ڪراچيءَ جي واپسيءَ لاءِ گورنر سنڌ کي هيٺين عريضي، اڪثريت سان پاس ڪرائي موڪلي؛

"بخدمت هز ايڪسيلنسي گورنر صاحب بهادر، صوبہ سنڌ ڪراچي –

پاڪستان جي حاصل ڪرڻ ۽ اُن جي تنظيم ۽ تعمير ۾ جيڪا جانفشاني ۽ قرباني سنڌ ادا ڪئي آهي، تنهن کان حضور جن بخوبي واقف هوندا. پاڪستان جي معاشرتي، ثقافتي، اقتصادي ۽ سياسي نظام ۾ سنڌ کي پنهنجا حق حاصل هئڻ گهرجن. انهيءَ ڳالهہ جي تائيد ۾ سنڌ لاءِ اهو ضروري نہ آهي تہ سنڌس انهن ڪيل محنتن ۽ قربانين جو وري تفصيلوار ذڪر ۽ شمار ڪجي.

دنيا ڄاڻي ٿي تہ سنڌ وٽي واحد ملڪ هو، جنهن پنهنجي قانون ساز اسيمبليءَ معرفت، خودبخود سرڪاري طرح پاڪستان جي نہ فقط فائدي ۾ پنهنجو رايو ظاهر ڪيو، بلڪ پاڪستان جي قائم ٿيڻ لاءِ زوردار گهر ڪئي.

سنڌ ئي اهو ملڪ هو، جنهن پنهنجي دل ۾ محبت ۽ مروت جا نيڪ جذبا رکي پاڪستان جي بانيءَ کي دعوت ڏني تہ جيترو عرصو ضروري هجي اوترو عرصو، حڪومت پاڪستان پنهنجو قيام گاهہ، سندس سرزمين تي خوشيءَ سان حاصل ڪري سگهي ٿي ۽ پوءِ پنهنجن اچڻ وارن معزز مهمانن جي آفيسن ۽ رهائشي ضرورتن کي پوري ڪرڻ لاءِ، مائٽاڻي شفقت ۽ دور انديشيءَ کان ڪم وٺي، هن پنهنجا لکين روپيا خرچ ڪري، هزارين جڳهون ۽ گهر ٿورن مهينن جي عرصي ۾ ٺهرائي، سندن حوالي ڪيا.

سنڌ ئي هئي، جنهن پنهنجيءَ محبت جا پر کولي، فسادن جي هزارين ستم رسيده بهاري مهاجر ڀائرن کي پنهنجي ڪوڙي هيٺ پناهہ ڏني ۽ سندن خاطر جمعي ۽ آسائش ۽ آرام لاءِ هر ممڪن انتظام ڪيو.

ورهاڱي کان پوءِ بہ سنڌ ئي هئي، جنهن لکن جي تعداد ۾ پناهہ ڳوليندڙ غريب ۽ بيوس مهاجر ڀائرن جو دل کولي آترياءُ ڪيو ۽ کين پنهنجو هڏ رت سمجهي پنهنجي اکين ۾ جايون ڏنيون.

هن وقت بہ سنڌ ئي اهو واحد ملڪ آهي، جنهن جا دروازا، ڪنهن نہ ڪنهن نموني ۾ کليل رکيا ويا آهن تہ جيئن هر طرف کان مهاجرن جا ٽولا سندس محدود حدن اندر هميشہ داخل ٿيندا رهن.

انهن حالتن کي سامهون رکي، سيڪو منصف مزاج شخص شايد اهو اندازو لڳائي سگهندو تہ جنهن نظام جي بنياد رکڻ ۽ اڏاوت ۾ سنڌ جو ايڏو هٿ رهيو آهي، تنهن نظام ۾ سنڌ کي عيوضي ۾ نہ فقط پنهنجا ابتدائي جائز حق پلئي پيا هوندا، پر ساڻس ڀاڻ بي حساب فياضانہ سلوڪ ڪيو ويو هوندو.

پر سنڌ لاءِ واقعي افسوس ۽ ارمان جي جاءِ آهي تہ حقيقتون ان جي بلڪل ابتڙ آهن. سنڌ جي موجوده حالت کي جيڪڏهن ڏسجي ٿو تہ سچ پچ سندس مستقبل جي باري ۾ هيڪاري زياده مايوس ٿيڻو ٿو پوي.

سنڌ جي قانون ساز اسيمبلي، مسلم ليگ ۽ سنڌ جي ٻين سڀني سياسي جماعتن ۽ عوامي ادارن، اخبارن ۽ عام جلسن ۽ جلوسن ۾ عام، متحده مخالفت جي باوجود بہ سنڌ جي جغرافيائي، اقتصادي، سياسي، اجتماعي ۽ ثقافتي يڪ وجودگيءَ کي ٽوڙيو ويو. سنڌ جي ٿهيل ٺڪيل، جيئري جاڳندي جسم کان ڪراچي ۽ اُن جي آسپاس جهڙي صحتمند رئيس عضوي کي ڪٽي ڌار ڪرڻ سان سنڌ کي جيڪو عظيم نقصان رسايو ويو آهي، تنهن جي ڪڏهن بہ تلافي ٿي نٿي سگهي. سنڌ جو فقط مالي نقصان، جنهن ۾ سندس سيڙايل سرمايو ۽ ساليانی آمدنيءَ جا انگ شامل آهن، تقريبن هڪ سو ڪروڙ روپين کان بہ وڌيڪ ٿي ٿو وڃي. سنڌ کي هيءَ جيڪو مادي نقصان پهتو آهي، رڳي ان جي تلافي ڪئي وڃي تہ بہ شڪر، پر ائين پيو ڏسجي تہ انهيءَ ڳالهہ جي بہ حڪومت پاڪستان کي اڃا خير ڪا ڳڻتي آهي. سنڌ کي جيڪو معاشرتي، تهذيبي، تعليمي ۽ سياسي نقصان سهڻو پيو آهي، تنهن جو رڳو اندازو لڳائڻ ۽ شمار ڪرڻ ئي امڪان کان ٻاهر آهي.

سنڌ کان ڪراچي کي، ڪسي، سنڌ سان جيڪو سلوڪ روا رکيو ويو آهي، تنهن جو ذڪر ويتر ڏکوئيندڙ آهي. سنڌ کي، پنهنجي عاليشان اسيمبلي بلڊنگ ڇڏڻي پئي، ۽ اُتي وڃي پڳل ٽٽل بارڪن ۾ رهڻو پيو. جن کي مرمت ڪرائي نالي ماتر ويهڻ جهڙو بہ پنهنجي خرچ تي پاڻ ڪرڻو پيس. بارڪن ۾ مٽي لڪائڻ جي اجازت جيڪا ڪيس بخشي وئي، تنهن لاءِ بارڪن جي مالڪ يعني حڪومت پاڪستان طرفان سنڌ کان مسواڙ وصول ڪئي وئي ۽ هيلتائين باقاعده وصول ڪئي پئي وڃي. سنڌ جي چيف ڪورٽ بلڊنگ جي تقريباً اڌ حصي تي عدالت گاهہ جهڙي هڪ قابل احترام اداري جي احساسات ۽ ضروريات جو ڪو بہ خيال نہ ڪندي، حڪومت پاڪستان جي محڪمہ تجارت وڃي ناجائز قبضو ڄمايو، جتي جيڪا بجلي هو پاڻ استعمال ٿا ڪن، رڳو تنهن جي بل ادا ڪرڻ لاءِ بہ هو تيار نہ

آهن. ڪراچي يونيورسٽيءَ، قلم جي هڪ گهڪي سان، سنڌي ٻوليءَ کي يونيورسٽي جي امتحاني جوابن لاءِ استعمال ٿيڻ کان خارج ڪري ڇڏيو. ڪراچيءَ جي ثانوي تعليمي بورڊ، هاءِ اسڪولن جو تعليمي نصاب اهڙيءَ طرح مرتب ڪيو آهي، جو سنڌي شاگردن لاءِ ان کان سواءِ ٻي ڪا به واهه ڪانهي، جو پنهنجي پڙهائيءَ جي مضمونن ۾ هو يا اردو ٻولي پڙهن يا انگريزي پڙهن. ڪراچي فيڊرل ايراضيءَ ۾ سنڌي ابتدائي تعليم جي دائري کي وڌائڻ ۽ ڦهلائڻ بدران گهٽايو ۽ تنگ ڪيو ويو آهي. ڪراچيءَ جي حاصل ڪرڻ وقت سنڌ کي جيڪي نهايت ذميدارانه خاطريون ۽ وعدا ڏنا ويا هئا، تن جي ڪليل خلاف ورزي ڪندي، ڪراچيءَ جي سرڪاري ملازمتن منجهان سنڌين کي بيدخل ڪيو پيو وڃي.

سنڌ جي صوبائي خودمختياريءَ کي ايتري قدر معطل ۽ نِستو ڪيو ويو آهي، جو پنهنجي اندروني معاملات جي چيڙي نبيري ڪرڻ ۾ به سنڌ کي فقط نالي ماتر آزادي وڃي رهي آهي (١) پاڪستان جي آئين ساز ۽ قانون ساز اسيمبليءَ جي جملي ٧٩ جڳهن مان سنڌ کي جيڪي محض ۵ جڳهيون حاصل آهن، تن مان هڪڙي هن وقت خالي آهي؛ ٻي، تي هڪڙو اهڙو شخص فائز آهي، جنهن کي ڪراچيءَ جي ڏار ٿيڻ کان پوءِ دستوري طرح سنڌ جي ترجماني ڪرڻ جي حق باقي نه رهيو آهي ۽ ٽين جڳهه تي اصل بمبئي ولايت جو رهواسي هڪڙو اهڙو حضرت براجمان آهي، جنهن جو انهيءَ اسيمبليءَ جي جڳهه کان سواءِ سنڌ سان ٻيو ڪو به خاص واسطو نه هو ۽ نه آهي ۽ جو سنڌ جي خدمت ڪرڻ بدران پاڻ ان کي نقصان رسائي رهيو آهي. (٢) سرحد جهڙي ننڍڙي صوبي کي به حڪومت پاڪستان جي وزارت ۾ ٻه جايون ميسر آهن، برخلاف ان جي سنڌ کي صرف هڪ ٿي جاءِ حاصل آهي، جيڪا پڻ هڪڙي اهڙي هٺ سان آندل شخص کي مرحمت ڪئي وئي آهي، جنهن وٽ ڪا به عوام جي راءِ جي سند موجود نه آهي. (٣) مرحوم شيخ غلام حسين هدايت الله جي انتقال کان پوءِ پاڪستان جي ڪنهن صوبي جي گوانريءَ جو عهدو سنڌ کي حاصل ٿي نه سگهيو آهي. (۴) دنيا جي ٻاهرين ملڪن ۾ پاڪستان طرفان ڪيترائي سفارتي عهدا موجود آهن، جن مان هڪڙو به سنڌ کي حصي ۾ پلئه نه پئي سگهيو آهي. (۵) سنڌ جي وسيع ۽ آباد املهه زمين کي ٻاهرين جي حوالي ڪيو ٿو وڃي، تان ته هو سنڌ ۾ اچي بيٺڪون وجهي ويهي رهن. (٦) مرڪز ۾ سرڪاري اعليٰ عهدن، تجارتي سامان جي آمدنيءَ ۽ روانگيءَ جي ليسنن، فوجي ڀرتيءَ، مرڪزي خزاني مان صوبن کي زراعتي، صنعتي، تعليمي، معاشرتي ۽ تهذيبي ترقيءَ لاءِ

امدادي فنڊن ڏيڻ ۽ ٻين اهڙن اهم مسئلن ۾ سنڌ جا مفاد تقريبن هميشہ حڪومت پاڪستان هٿان نظرانداز ٿيندا ٿا رهن.

پاڪستان جي قيام ۽ نظام ۾ سنڌ جيڪو حصو ادا ڪيو آهي، تنهن جو جيڪڏهن غيرجانبدارانہ مطالعو ڪبو تہ ان مان اهو ئي نتيجو نڪرندو تہ اختياري وارن جو جيڪو موجوده سلوڪ سنڌ سان آهي، سو انصاف ۽ عدل تي ٻڌل نہ آهي، ورنہ سنڌ ڪنهن خاص رعايت جي لائق هئي. هي عين وقت آهي جو سنڌ سان هيستائين جيڪو مائيجي ماءُ وارو برتاءُ ڪيو ويو آهي، تنهن تي ترت نظر ثاني ڪري ان کي مناسب نموني ۾ تبديل ڪيو وڃي.

هيءَ اسيمبلي هن راءِ جي آهي تہ (الف) ڪراچي فيدرل ايراضيءَ جي سنڌ کان علحدگي "آل انڊيا مسلم ليگ" جي انهيءَ لاهور واري ٺهراءَ جي بنهہ ابتڙ آهي، جنهن ٺهراءَ جي بنياد تي سنڌ، پاڪستان تحريڪ سان پاڻ کي شامل ڪيو هو. (ب) ١٩٤٨ع واريءَ سنڌ جي قانون ساز اسيمبليءَ، جنهن آخر سنڌ جي هن تقسيم کي تسليم ڪيو هو، تنهن کي ايئن ڪرڻ جو حق ڪونہ هو، ڇو تہ انهيءَ اسيمبليءَ پنهنجي ١٩٤٦ع واري چونڊن جي موقعي تي نہ اهڙي قسم جي ڪا اختياري ۽ حق سنڌ جي عوام کان حاصل ڪيو هو ۽ نہ وري ان جي ڪا تقاضا ئي ڪئي هئي. انهن حالتن ۾ لازمي آهي تہ يا تہ جيڪي ڪجهہ سنڌ کان کسيو ويو آهي، سو ڪيس واپس ڏنو وڃي ۽ وچ واري عرصي لاءِ جنهن ۾ سنڌ کي پنهنجي ملڪيت جي استعمال کان محروم ڪيو ويو هو، تنهن لاءِ سنڌ کي سنڌس سيڙايل سرمايي ۽ ساليانى آمدنيءَ جي تناسب سان جائز معاوضو ادا ڪيو وڃي، يا تہ هيءَ معاملو ان جي سموري تفصيلات سميت، سنڌ جي عوام تي ڇڏيو وڃي تہ هو استصواب راءِ معرفت ان جو فيصلو ڪن تہ ڪراچي مرڪز جي حوالي ڪئي وڃي يا نہ ۽ جيڪڏهن ها تہ ڪهڙن شرطن تي ۽ ڪهڙين حالتن ۾.

هيءَ اسيمبليءَ ساڳئي وقت هيءُ رايو پڻ رکي ٿي تہ سنڌ جو ملڪ تاريخي، جغرافيائي، اقتصادي، لساني ۽ ثقافتي نقطہ نگاهہ کان هڪ مستقل وجود رکڻ واري قوميت آهي ۽ انهيءَ حيثيت ۾ ان جا هي حق آهن تہ:

(١) دولت پاڪستان جي مرڪزي قانون ساز ادارن ۾ کيس بہ اوترائي عيوضي ملڻ گهرجن، جيترا سيني مستقل قوميتن مان هرهڪ کي ملن.

(٢) صوبائي اختيارات جي حدن اندر پنهنجي سمورين ملازمتن تي پاڻ قابض هجي.

(٣) ملڪ جي دفاعي ملازمتن سميت سيني مرڪزي ملازمتن تي کيس آدمشماريءَ

جي لحاظ سان جڳهون ملڻ گهرجن.

(۴) پنهنجي قدرتي ذرايع پيداوار ۽ پنهنجي صنعتي ۽ تجارتي وسائل جي ملڪيت ۽ استعمال سندس ئي مڪمل اختيار ۾ هجن.

(۵) اعليٰ ڪان اعليٰ تعليم پنهنجي مادري زبان جي ذريعي حاصل ڪري.

(٦) سمورين سنڌي ڳالهائيندڙن ايراضين جهڙوڪ سنڌ (ڪراچي فيڊرل ايراضيءَ سميت)، رياست خيرپور، بهاولپور جا ڪي حصا، رياست لس بيلو وغيره جيڪي جاگرافيءَ جي لحاظ سان هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن، تن سڀني جي قومي زندگي متحده سياسي اجمتاع تي ٻڌل هجي. ۽

(۷) ڪيس اهي سمورا سياسي، اقتصادي، ثقافتي ۽ ٻيا حق حاصل هجن، جن تي قوميتن جي خود ارادي واري تسليم شده اصول هيٺ ڪنهن به مستقل قوميت جو حق جاري ٿي سگهي ٿو.

مٿي عرض ڪيل گذارشن جي بنياد تي، سنڌ جي هن قانون ساز اسيمبليءَ جي، حضور جن کي هي استدعا آهي تہ سندس اهي خيالات ۽ اهي احساسات حضور جن مهرباني ڪري پاڪستان جي فضيليت ماب جناب گورنر جنرل جن جي خدمت ۾ جوڳي فڪر ۽ ويچار لاءِ پيش ڪرڻ جي عنايت ڪندا تہ حضور جن جي اهڙي منصف مزاجيءَ لاءِ هيءَ اسيمبلي پاڻ کي هميشہ ممنون ۽ مشڪور سمجهندي."

ان عريضيءَ ۾ وڏيڪ وضاحت ۽ تفصيلَ سان سنڌ کي پهتل نقصانن جو وچور موجود آهي. اسيمبليءَ تہ اهو عريضو گورنر سنڌ کي پنهنجي ترميم سميت موڪلي ڏنو، پر مرڪز طرفان سنڌ جي نمائندگيءَ جي انهيءَ اعليٰ اداري (اسيمبليءَ) جي راءِ تي ڪو ڌيان ڏيڻ تہ پري رهيو، پر اُلٽو مرڪز طرفان هڪ ٻي سازش شروع ڪئي وئي، جنهن جي ذريعي ماڳهين سنڌ جي صوبائي حيثيت کي ختم ڪري، ون يونٽ جي ذريعي پنجاب ۾ ضم ڪرڻو هو.

اهو وقت هو، جڏهن سنڌ اسيمبليءَ پاڪستان ۾ رهندي "نئين سنڌ" ٺاهڻ لاءِ ڪيترائي تهذيبي، تعليمي ۽ معاشي منصوبا شروع ڪيا هئا. جن ۾ ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز، سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن قائم ڪرڻ، سنڌي ادب ۽ لغت تيار ڪرڻ لاءِ ماهرن جي ڪميٽي قائم ڪرڻ، سنڌ جي لوڪ ورثي کي سهيڙڻ جي اسڪيم تيار ڪرڻ، ٺر کي ڏڪار جهڙي وبا کان بچائڻ لاءِ ڪارونجهر ڊيم جي اڏاوت ۽ ڪوهستان تائين پاڻي پهچائڻ لاءِ سيوهڻ ڊيم تيار ڪرڻ لاءِ رقم

جي منظوري ۽ ڪراچيءَ کي وري واپس وٺڻ لاءِ اسيمبليءَ کان فيڊرل ڪورٽ تائين ڪيس وڙهڻ لاءِ تياري وغيره شامل هئا. اسان جو خيال هو تہ هن بدنصيب خطي جي ماڻهن کي هن ويهين صديءَ ۾ اعليٰ معيار جي زندگيءَ گذارڻ جا موقعا موجود ڪري ڏيڻ لاءِ پنهنجي محدود وسيلن کي موثر ۽ رٿائتي طريقي سان جيڪڏهن استعمال ڪيو وڃي تہ ڪو بہ سبب ناهي تہ صدين تائين ظلم جي گهاڻي ۾ پيڙجندڙ هي اڻوجهہ ماڻهو ويهين صديءَ جي پڇاڙي تائين هن دور جي سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي تقاضائن ۽ زندگيءَ جي جديد ضرورتن جو استقبال، ڪل خوشيءَ ۽ خوشحاليءَ سان ڪندا. پر هتي معاملو ئي ڪجهہ اُبتو ٿي رهيو هو. پاڪستاني حڪمرانن جڻ سنڌ کي پنهنجي ادا ڪيل ڪردار جي سزا ڏيڻ جو پورو ۽ پڪو ارادو ڪري ڇڏيو هو. بجاءِ اُن جي جو سنڌ کي ”پاڪستان تحريڪ“ ۾ ادا ڪيل ڪردار جي عيوض نوازيو وڃي ها، هتي تہ اُلٽو اُن کي چيپاٽيو ۽ لتاڙيو پئي ويو. جهڙوڪر سنڌ پاڪستان ۾ شامل ان لاءِ ڪئي وئي هئي تہ جيئن اُها پاڪستاني حڪمرانن جي طمع جو رانديڪو بڻجڻ سان گڏ پناهگيرن ۽ پنجابين جي مفادن جي پورائي جو ذريعو پڻ بڻجي. ان لاءِ ۱۹۵۴ع ۾ هنن مشرقي پاڪستان جي عددي اڪثريت کي منهن ڏيڻ لاءِ اولهہ پاڪستان جي وحدت جو نظريو پيش ڪيو، جنهن مطابق سنڌ، بلوچستان، پختونخوا ۽ پنجاب جون هزارها سالن کان موجود قومون، تهذيبون، زبانون ۽ جاگرافيون پنهنجو انفرادي ۽ تاريخي وجود ختم ڪري فضا ۾ لٽڪندڙ فرضي نالي ”اولهہ پاڪستان“ ۾ ضم ٿي وڃن ۽ اهو ”اولهہ پاڪستان“ نمائندگيءَ ۾ ”اوڀر پاڪستان“ جي مساوي هجي. انهيءَ اسڪيم پڌري ٿيڻ شرط مون اُن جي سخت مخالفت ڪئي ۽ سنڌ جي اسيمبلي ميمبرن کي ايندڙ طوفان تي ڌيان ڏيڻ لاءِ جهنجهوڙيو ۽ پڻ سنڌي قوم کي سنڌس وجود خلاف سٽجندڙ سازش کان واقف ڪرڻ لاءِ جلسن ۽ پريس ذريعي خبردار ڪرڻ جو سلسلو شروع ڪيو. انهيءَ تي حڪمرانن سندن پراڻي عادت مطابق مون کي ۱۹۵۴ع ۾ گرفتار ڪري جيل ۾ وڌو. اُن گرفتاريءَ جي حڪمنامي ۾ ڪيترن ئي الزامن سان گڏ مون تي ملڪ دشمنيءَ ۽ غير ملڪي ايجنٽ هئڻ جو الزام بہ هنيو ويو. حيرتناڪ ڳالهہ اها هئي تہ انگريزن جا جڳ مشهور ايجنٽ مون تي غير ملڪي ايجنٽ هُئڻ جو الزام هڻي رهيا هئا ۽ گڏوگڏ منهنجو ملڪ سنڌوديش زوريءَ ڪسي ون يونٽ ۾ ملائي رهيا هئا ۽ سنڌ جي قومي وجود ۽ قوم هجڻ واري حق کان انڪاري سنڌ دشمنيءَ جو مظاهرو تہ حڪمران ڪري رهيا هئا، مون تہ صرف اُنهن جي غاصبانہ هيج کان پنهنجي ديش

۽ اُن جي ابوجهہ ماڻهن کي بچائڻ لاءِ رڙيون ٿي ڪيون. جنهن جي پاداش ۾ مون کي جيل نصيب ٿيو ۽ ملڪ دشمنيءَ ۽ غير ملڪي ايجنٽ جا لقب پڻ ڏنا ٿي ويا.

جناب والا! تاريخ جي ڪيڏي نہ بي رحمي ۽ ستم ظريفي آهي، جو چور ۽ قاتل، پاڳين ۽ وارثن جي قسمت جا نيصلا ڪرڻ وقت ڏاڍا معصوم ۽ مقدس لفظ استعمال ڪري پنهنجن چهرن تي ڪيڏا نہ خوبصورت نقاب اوڍين ٿا. اهو هر دور ۾ ٿيندو آيو آهي ۽ خبر ناهي تہ انسانيت جي مقدر ۾ اهي ڀيانڪ دوکا اڃا ڪيترو وقت لکيل آهن، جن کي برداشت ڪرڻ جو تلخ تجربو ڪيس سهڻو پوندو. مولانا ابوالڪلام آزاد لکيو آهي تہ:

"ايشيا ۾ سياست هميشہ مذهب جي پاڇي هيٺ رهي آهي، ڪيترن ئي حق پرستن جا خون آهن، جيڪي سياست جي ڪري ٿيا، پر اُنهن تي مذهب جي مقدس چادر وڌي وئي. هتي مُفتيءَ جو قلم، جلاد جي تلوار جي تابع رهيو آهي ۽ جيڪي بہ حق پرست صداقت جي جرم ۾ شهيد ڪيا ويا آهن، تن جي خون ۾ حڪمرانن جي تلوار سان گڏ مفتيءَ جو قلم پڻ ٻڏل رهيو آهي."

پاڪستان ۾ بہ اهو ئي سڀ ڪجهہ شروع کان وٺي ٿيندو رهيو آهي. جيئن تہ هيءُ ملڪ مذهب جي نالي تي وجود ۾ آندو ويو هو، اُن ڪري مُفتي ۽ جلاد جا اختيار هڪ ئي وقت پاڪستان جي حڪمرانن کي حاصل هئا، جن کان هنن هر دور ۾ ڀرپور طريقي سان ڪم پئي ورتو آهي ۽ اهو ئي حربو هنن وقت بہ وقت منهنجي خلاف بہ استعمال پئي ڪيو آهي. جيڪو ون يونٽ ناهڻ کان اڳ ۾ بہ هنن استعمال ڪيو ۽ مون کي جيل ۾ وجهي، ون يونٽ جو ٺهراءُ سنڌ اسيمبليءَ کان بندوق جي زور تي پاس ڪرائي ورتو.

ون يونٽ ڇا جي لاءِ ناهيو ويو هو؟ جيئن آئون اڳ ۾ چئي آيو آهيان تہ ون يونٽ ناهڻ جو وڏي ۾ وڏو مقصد اوڀر پاڪستان (بنگال) جي اڪثريت کي ختم ڪري اولهہ پاڪستان جي نالي ۾ پنجاب جي بالادستي قائم ڪرڻ هو، پر ڪجهہ ٻيا مقصد بہ هئا جن تي روشني وجهڻ کان اڳ ۾ آئون اهو "مخفي دستاويز" (Secret Documents) هتي پيش ڪري رهيو آهيان، جيڪو اولهہ پاڪستان جي هڪ وزير سردار عبدالرشيد، مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ظاهر ڪيو هو. [هتي ڊاڪيومينٽ جو متن ۽ ترجمو شامل ڪجي ٿو]

## ون يونٽ جو ڪيس

پاڪستان جي تخليق جي پنيان، اسلامي نظريي وارو اتحاد ۽ يڪ جهتيءَ جي

محرڪ سگهہ ڪارفرما هئي، جنهن مسلمانن کي هڪ اٽوٽ قوت بنائي ڇڏيو هو. اهوئي سبب هو جو انهن، قبائلي، مقامي ۽ محدود حلقي وارن تمام ننڍن ويڇن ۽ مفادن کي وساري نظريي جي ايڪي ۽ مقصد جي حصول واسطي، پاڻ ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ جي ضرورت کي محسوس ڪيو، جنهن جي آثار تي هو جدا قوم جي روپ ۾ سڃاڻپ لائق بڻجي پيا. پاڪستان جي ماڻهن کي جدا رهڻ جو حق بہ هو. ڇاڪاڻ تہ اهي هڪ قوم آهن. جيڪڏهن هڪ قوم نہ هجن ها تہ ورهاڱي واري ساري ڏکي جدوجهد ناقابل برداشت ٿي پوي ها. اسان ڏکين حالتن مان گذرڻ کان پوءِ منزل مقصود تي پهتا آهيون. گذريل سٺن سالن جي عرصي ۾ اسان جو انتهاپسند ٽڙن سان بہ واسطو پيو آهي. اسان انهن سڀني ڳالهين کي نظر ۾ رکي هن فيصلي تي پهتا آهيون تہ جيڪڏهن انهن ترين تي ڪڙي ۾ ڪڙي نظر نہ رکي وئي تہ اسان ڦيٽهڙي جي مارڳ تي هلي پونداسون. هر قسم جي انڪاري لاڙن، ماڻهن جي حوصلي، اعتماد ۽ ايڪي کي اڳيئي گهڻو هاجو رسايو آهي ۽ مستقبل جي حڪومت جي جوڙجڪ ڪرڻ واري رستي ۾ اهي تخريبي عناصر رنڊڪ بڻجي پڌري پٽ اڏو بيهي رهيا آهن. اهو پنهنجي جاءِ تي هڪ قومي الميو آهي. اسلامي روايتون ۽ نظريو پنهنجي جاءِ تي اهم آهي. پر اسان ڏاڍي ڏچي وارين حالتن ۾ وڪوڙيل آهيون. اسان جي ملڪ جاڪي ترقي پذير ۽ ڪي نهايت پٺتي پيل علائقا آهن. پاڙيسري ملڪ نهايت سگهارو ۽ هن ملڪ جو رت پياڪ ويري آهي ۽ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ پڪو پهہ ڪيو ويٺو آهي. اهڙي قسم جا ڀيانڪ خطرا جهڙي تهڙي ايڪي ۽ ٻڌيءَ جي تقاضا ڪو نہ ٿا ڪن، پر ڪنهن نهايت سگهاري اتحاد جو مطالبو ڪن ٿا ۽ اهو ئي سلامتيءَ سان رهڻ جو اڪيلو مارڳ آهي. هن معاملي ۾ اسلام، ايمان، قومپرستي ۽ وطن دوستي بہ ساڳي حقيقت ڏانهن اشارو ڪري ٿي. هندستان جي پيٽ ۾ اسان وڏي ڏچي ۾ ڦاٿل آهيون، جيڪو جدا مذهبن ۽ ڌارتار ملڪن هجڻ جي باوجود بہ پنهنجي خاص نظريي جي رهنمائيءَ ۾، ايڪي، اتحاد ۽ ترقي ڏانهن تڪڙو وڌي رهيو آهي. پر اسين هڪ مذهب ۽ هڪ نظريي هوندي بہ ڌاڙين مُڇَ ڌار لڳا ويٺا آهيون. جيڪڏهن طاقتون ۽ فضول ڳالهيون ڪڍي ڇڏيون تہ پاڪستان بہ سڀنڌ ۽ ايڪي واري ماڳ ڏانهن وڌي سگهي ٿو.

جاگرافيائي ۽ انتظامي نقطئہ نگاهہ کان اوير ۽ اولهہ پاڪستان جو سڀنڌ ناممڪن ڏسڻ ۾ اچي رهيو آهي. هن بنيادي ڪمزوريءَ کي، پاڪستان جي ٻنهي حصن ۾ هڪ سگهارو اتحاد قائم ڪري دور ڪري سگهجي ٿو. اسان لڏي لمي نقصان پرائي

سگهون ٿا. پر مڪمل ڦيرو ڏئي ان جو ازالو بہ ڪري سگهجي ٿو. خوش قسمتيءَ جي ڳالهہ اها آهي تہ پاڪستان لاءِ اها ڪا نئين ڳالهہ ڪا نہ آهي. سلهٽ ۽ چٽگانگ جو زنده مثال آهي. تاريخي نقطئہ نظر کان اهي ٻئي علائقا اوڀر بنگال کان ماڳهين وڪرا ۽ نرالا آهن. پر خطرناڪ صورتحال جو صحيح اندازو ڪري پنهنجا ننڍڙا مفاد وساري اوڀر بنگال ۾ ضم ٿي ويا آهن. اسان کي بہ اوڀر بنگال جي شاندار مثال تي هلڻ گهرجي ۽ انهن جيان "ون يونٽي" ٺيڻ کپي.

(٢) پاڪستان، اوڀر ۽ اولهہ جي ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. اها تقسيم هتان جي سياستدانن لاءِ مٿي جو سور بڻيل آهي. جاگرافيائي فاصلي سبب اهي تڪليفون قدرتي آهن، جن لاءِ ڪجهہ ڪري بہ ڪو نہ ٿو سگهجي. زبان جدا، اقتصادي پيداواري ذريعا مختلف، انتظام جي شڪل صورت الڳ، اقتصادي ڍانچا ڌارڌار، ان ڪارڻ اختلافن ۽ تضادن، ڳنڀير وايو منڊل پيدا ڪري ورتو آهي ۽ شڪ شبها بہ پڻ پيدا ٿي پيا آهن. اها حقيقت بحث ڪرڻ کان سواءِ بہ بلڪل چٽي آهي تہ جيڪڏهن پاڪستان جي اوڀر ۽ اولهہ وارن حصن کي آزاد حيثيت ۾ زنده رهڻو آهي تہ کين هڪ ٻئي سان هٿ هٿ ۾ ملائي گڏجي هلڻو پوندو. پنهنجي باهمي تعلقاتن ۾ سچي دوستيءَ ۽ دل جي گهرائيءَ سان مختلف گڏيل مفادن ۾ هڪ جهڙو شريڪ ٿيڻو پوندو. پر انهن گڏيل مقصدن کي حاصل ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو نظر اچي رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ پورن ٽن سالن کان وٺي هيءَ ملڪ، دستور ناهڻ جي ڏس ۾ وڏي ڏچي ۾ ڦاٿو رهيو آهي، جنهن ملڪ جي جمهوريت جي روشن چراغ کي جڻ گُل ڪري ڇڏيو آهي. ان تعطل جا بنيادي سبب اهي شڪ ۽ شبها آهن تہ متان پاڪستان جو هڪ حصو ٻئي حصي مٿان غلبو حاصل ڪري وڃي. اهو وايو منڊل تيستائين برقرار رهندو، جيستائين غلبي ڪرڻ وارا شڪ ۽ شبها هميشہ لاءِ دور نہ ٿيا آهن، جيستائين حرص جي ڦندي ۾ ڦاسائي استحصال ڪرڻ وارا لاڙا ختم نہ ٿيا آهن. پر ان جو امڪان تيستائين موجود ڏسڻ ۾ ڪو نہ ايندو، جيستائين اسان دل جي گهراين سان هڪ ٻئي تي انحصار نہ ڪنداسون ۽ انحصار، باهمي مصالحت، ڳالهہ ٻولهہ ۽ باهمي صورت حال ۾ ٿيڻ گهرجي. جيڪڏهن اهڙي قسم جي هم آهنگيءَ جا اسباب پيدا ڪيا ويا تہ پاڪستان کان الڳ ٿيڻ وارن لاڙن کي ٻنجو ڏئي سگهجي ٿو. اهڙن شڪن ۽ شبهن کي ختم ڪرڻ جو اهو هڪ طريقو آهي تہ پاڪستان جي ٻنهي حصن کي هڪ جهڙو سگهارو هجڻ گهرجي. جيڪڏهن ٻئي حصا هڪ جهڙا مضبوط هوندا تہ ملڪ جي پيداواري ذريعن ۾ هڪ جيترا شريڪ رهندا. اهڙيءَ ريت هڪ

حصي ۾ اقتصادي شگاف ۽ ڪمزوريون ڪو نہ هونديون، جو ٻيو اچي منجهس حريص نظرون وجهي ان جو استحصال ڪري. نيڪ نيتي ۽ اخلاص سان اهڙين ڳالهين تي ضابطو رکي سگهجي ٿو. پر جيڪڏهن هڪ ڌر تي سياسي طور غلبي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ علحدگيءَ وارن لاڙن کي ڪڏهن بہ روڪي ڪو نہ سگهبو. تنهن ڪري اهاڳالهہ لازم ٿي پئي آهي تہ اولهہ پاڪستان ۾ ٻہ ون يونٽ هجڻ گهرجي. ان طريقي سان ٿي اوڀر پاڪستان واري ون يونٽ سان ٻائيچاري ۽ هڪ ڌر تي انحصار وارو وايو منڊل پيدا ٿي سگهندو. هن تجويز کان سواءِ ملڪ جي دستور ۾ ڪو بہ اهڙو فقرو موجود ڪو نہ آهي جيڪو هن ڏچي جو نبيرو ڪري سگهي. هن منصوبي کان سواءِ ٻي ڪا بہ ڳالهہ صحيح جمهوريت لاءِ فائديمند ڪا نہ ٿيندي.

(٣) اولهہ پاڪستان جي انتظامي هڪ جهڙائيءَ ڪري تنديُن ايڪاين جو انتظام نهايت عمدي نموني سان هلائي سگهبو.

(الف) جيڪڏهن ڊگهيءَ نظر ۽ بنيادي سچائيءَ سان ڏٺو وڃي تہ پاڪستان جا الهندا صوبا ثقافتي نقطئہ نگاهہ کان هڪ آهن. ان کان سواءِ منجهن، مسلمان هجڻ ڪري، سگهارو اتحاد قائم آهي. ساڳي تاريخ آهي ۽ ساڳيون طبعي حالتون آهن. نسل جي هڪ جهڙي رشتي ۾ جڪڙيل ۽ مٿن هڪ جهڙو ثقافتي اثر آهي. سندن خوف خطرا ۽ ڊپ ڊاءَ بہ هڪ جهڙا آهن.

جيڪڏهن منجهن ڪو فرق آهي بہ تہ اهو بنيادي نہ پر فروعي آهي. جيڪڏهن اوهان مشاهدو ڪندؤ تہ اولهہ پاڪستان جا ماڻهو غير محسوس طور هڪڙي طريقي سان هڪ آهن تہ اولهہ کان اوڀر ۽ ڏکڻ کان اتر اک ڦيرائي ڏسندؤ تہ مذڪوره صوبن جي ماڻهن ۾ ڪو خاص فرق معلوم ڪو نہ ٿيندو، توڙي جو سندن انتظامي علائقا مختلف آهن. راولپنڊي ڊويزن جي ويجهو هزاري، ميانوالي ۽ ديري غازي خان جا ماڻهو، پنهنجي اوڀارين پاڙيسري علائقن کان وڌيڪ الهندي وارن علائقن سان هڪ جهڙائي رکن ٿا. اهڙيءَ ريت ملتان ۽ بهاولپور وارا، گجرات، گجرانوالا ۽ خانپور جي ماڻهن کان ڪجهہ مختلف، پر سنڌ جي ماڻهن سان وڌيڪ هڪ جهڙائي رکن ٿا. سنڌ ۽ بلوچستان ۾ گهڻي هڪ جهڙائي ڏسڻ ۾ ايندي. هوڏانهن بلوچستان جو مٿيون اڌ پٺاڻن سان پريو پيو آهي. اهڙا ٿورا ٿورا فرق دنيا جي گهڻن ملڪن ۾ نظر ايندا. انهن ڳالهين کان انگلنڊ، اٽلي، فرانس ۽ سوئيزرلينڊ بہ وانجهيل ڪو نہ آهن. دنيا جا اهي ملڪ جن ۾ هڪ ايڪائي (Unitary or (One unit وارو انتظامي

سرشتو جاري آهي، تن ۾ بہ اهڙا ٿورا ٿورا فرق ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جنهن جو مثال انگلنڊ، فرانس ۽ اٽلي آهي. ٻوليءَ جي بنيادن تي جيڪڏهن صوبا قائم ڪجن تہ اهو هرويرو ضروري ڪو نہ آهي تہ اتي ثقافتي هڪ جهڙائي بہ هوندي. جيڪڏهن هر صوبي لاءِ هڪ جهڙي ٻولي لازمي آهي تہ پوءِ اولهہ پاڪستان جا صوبا ضلعي جيترا وجي ٿيا. زبان جو مسئلو پنهنجي جاءِ تي هڪ اگري سچائي آهي، پر انتظامي نقطئہ نظر کان ان کي رنڊڪ نہ بڻائجي تہ صحيح ٿيندو. زبان جي مسئلي، اتحاد ۾ نہ اڳي ڪڏهن رنڊڪ وڌي آهي، نہ اڳتي هلي ٿيو. جيڪڏهن ڪنهن مخصوص زبان جو علائقو ان انتظامي خطي ۾ اچي وڃي ٿو،جنهن سان مذڪوره زبان جو ڪو واسطو ڪونہ آهي تہ ان زبان ۽ ثقافت کي ترويج، ترقيءَ ۽ سلامتيءَ جو پورو حق ڏنو ويندو.

(ب) ان کان علاوه اولهہ پاڪستان وارو علائقو اقتصادي طور تي هڪ ايڪائي (One unit) آهي. اولهہ پاڪستان جهڙي هڪ صوبي ۾ اقتصادي پيداواري ذريعا، ضرورتون، ترقيءَ جا مطالبا روزگار مهيا ڪرڻ جا طريقا ۽ مختلف طبقن کي ترتيب ڏيڻ جا ڍنگ بلڪل ساڳيا آهن. ان کان علاوه اهي حقيقتون اندروني طور تي پاڻ ۾ لاڳاپيل ۽ هڪ ٻئي تي گهڻو انحصار رکن ٿيون. ساڳي زرعي اقتصاديات آهي. زراعت کي ساڳين درياهن مان پاڻي ملندو آهي. زرعي پيداوار سان لاڳاپيل سيئي جنسون هڪ جهڙيون اپايون ويندڙيون آهن. ساڳي ئي قسم جون منڊيون آهن، جنهن ڪري اڳتي هلي ساڳي قسم جي صنعت قائم ٿيندي. اهڙا اقتصادي ذريعا تڏهن لاياتنا ثابت ٿي سگهندا، جڏهن انهن کي عوامي مفادن کي نظر ۾ رکي استعمال ڪيو ويندو. ڪاٺيون ۽ بجليءَ جي پيداوار هڪ علائقي ۾ آهي، مگر ان جو ڪاپو وري ٻئي علائقي ۾ آهي ۽ مواصلات جا سڀ رستا هڪ ئي بندر وٽ ڪٺا ٿا. هر هڪ علائقي ۾ اقتصادي طور تي پنهنجا مقامي مسئلا آهن. اهي مسئلا تڏهن نبيري سگهبا، جڏهن انهن کي سڄي علائقي جي ماڻهن جي مفادن مطابق وندبو ۽ ورهائبو. اتر اولهہ واري سرحدي صوبي ۾ پيدا ٿيندڙ بجلي پنجاب جي صنعتن کي هلائڻ لاءِ استعمال ٿيڻ گهرجي. پنجاب جي دولت کي بلوچستان ۽ قبائلي علائقن جي ترقيءَ واسطي ڪم آڻڻ گهرجي. سنڌ ۽ بهاولپور جي پٽسي کي اتر پنجاب جي فوجين کي سگهارو ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو وڃي. ڪجهہ رنڊڪن ۽ ناموزون طريقن سان هن کان اڳ ۾ بہ ائين ٿي رهيو هو، پر ون يونٽ مان اسان جو مقصد آهي تہ هن طريقہ ڪار ۾ ڪا رنڊ يا وٿي ۽ ويڇو نہ پوي، سولائي ۽ سنهجائي ٿئي، رابطو ۽ تنظيم هجي ۽

فطري طور پنهنجو پاڻ هلندو رهي ۽ هرڪو ماڻهو پنهنجو حق سمجهي ان جو مطالبو ڪري. اهو فقط تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿو، جڏهن اولهہ پاڪستان انتظامي طور هڪ ايڪائي (One unit) هجي.

موجوده صورت حال ۾ صوبن جا پيداواري ذريعا غير برابر آهن ۽ هڪ مثالي ترقي ۽ امڪاني سگهہ بڻجڻ واسطي ڪن ڳالهين ۾ تہ بلڪل اڻ پورا آهن (هتي اسان مالياتي صورت حال ۽ پيداواري ذريعن کي استعمال ڪرڻ جو وچور ڏينداسين). جيڪڏهن وڌيڪ صوبائي خودمختياري تحت صوبا الڳ رهيا، جيڪا ون يونٽ جي متبادل صورت حال آهي تہ پوءِ هڪڙا صوبا قرض ڏيندڙ ۽ ٻيا قرض وٺندڙ بڻجي ويندا. نتيجي ۾، سياسي مايوسي، هڪ ٻئي خلاف ڪاوڙ، ڪينو ۽ دشمني پيدا ٿي پوندي، اٿين جيئن هندستان ۾ ورهاڱي کان اڳ هو. نتيجو اهو نڪرندو جو پيداواري ذريعن جو استعمال گهٽ ٿيندو. ترقيءَ جي رفتار سست ٿي ويندي، شاهوڪار صوبا ڪنجوس ٿي ويندا ۽ غريب صوبن کي ڏاڍا جيان ڏنگيندا.

ون يونٽ جو ڏنو واڌو فائدو ننڍن صوبن کي ٿيندو. اهي اڄ ڪلهہ امدادن ۽ خيراتن تي هلي رهيا آهن، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي، جو اهي سياسي طور تابع ٿي پيا آهن. ون يونٽ کان پوءِ هر مطالبو سندن حق هوندو، جيڪو قانون تحت دڙباتي وٺندا. ون يونٽ واري ساري علائقي ۾ جيڪي بہ پيداواري ذريعا هوندا جڻ سندن آبائي ملڪيت هوندي. ترقي يافتہ ۽ غيرترقي يافتہ فرق کي جلديءَ ۾ اٿين دور ڪيو ويندو، جيئن پنجاب جي ضلعن مان دور ٿي رهيو آهي. شروعات ۾ ٿي لازمي طور دل کولي امداد ون يونٽ جي انهن علائقن جي ڪئي ويندي، جيڪي وڌيڪ ترقي يافتہ هوندا جنهن جي معنيٰ اها ٿيندي تہ تمام ٿوري وقت ۾ گهڻي ترقي ڪري وٺندا. ساڳيو فائدو پٺتي پيل علائقن کي بہ پوندو، جيڪي پنهنجي ڪوشش سان ترقيءَ جي ان درجي تي پهچي ڪو نہ سگهيا هوندا. ون يونٽ جي ترقي يافتہ علائقن جي ڌن ۽ پيداواري ذريعن جو وهڪرو پٺتي پيل علائقن ڏانهن شروع ٿي ويندو، جنهن وسيلي پٺتي پيل علائقن جي هڪ پاسي ترقي ٿيندي ۽ ٻي پاسي سندن مستقبل جي پيداواري ذريعن کي ترقي ڏياري ويندي، انهيءَ لاءِ تہ جيئن هو ٻين جا گيجهو نہ رهن- جيڪو اڳتي هلي، "ون يونٽ" حڪومت جي نگرانيءَ هيٺ هڪ قسم جو خودڪار طريقو بڻجي ويندو. ون يونٽ ۾ ملڪ جا پيداواري ذريعا گهڻا وسيع ۽ ججها هوندا، جن جو انت پار ڪو نہ هوندو. هڪ ٻئي تي فطري انحصار ڪرڻ اٿين آهي، جيئن اڪيلي طور امداد وٺي سياسي طور تابع ٿي وڃي.

اهو هڪ چرپائيءَ جو ڪم آهي، جيڪو اڳي يا پوءِ چڏڻو پوندو.

(۴) اهو به ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي ته پاڪستان هڪ غريب ملڪ آهي. تنهن هوندي به گهڻن صوبن جي موجودگيءَ ڪري اسان جو انتظامي طريقه ڪار، جنهن ۾ حڪومت جي انتظامي اسيمبلين ۽ پبلڪ آفيسن تي ٿيندڙ جداجدا خرچ ايترو گهڻ آهي، جو اُن جو دنيا ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. اسان جي حڪمت عمليءَ جو پهريون قدم اهو هوندو جو مستقل مزاجيءَ سان، ڪفايت شعاريءَ کان ڪم وٺي وڏن ڪمن کي به ننڍڙو ڪري هڪ هڪ پئسي بچائڻ جو جتن ڪنداسون. اسان کي ان حقيقت ڏانهن ڌيان ڏيڻ به ضروري آهي ته دنيا ۾ اولهه پاڪستان کان به وڏن علائقن تي به هڪ ايڪائي (Unitary) واريون حڪومتون قائم آهن. ورهاڱي کان اڳ هندستان ۾ شامل پنجاب به هن پنجاب سان شامل هو ۽ تڏهوڪي اڪيلي پنجاب جي آدمشماري، هن سڄي اولهه پاڪستان جي آدمشماريءَ کان به گهڻي هئي. هن ون يونٽ ڪري جيڪا خرچ جي بچت ٿيندي ان جي صحيح استعمال جي واٽ به ڪڍي وٺنداسون.

(۵) ون يونٽ مان، قومي، سياسي ۽ نظرياتي فائدا به تمام گهڻا آهن.

(الف) ايڪي ۽ ٻڌيءَ جو احساس ايرندو، جيڪو ورهاڱي کان پوءِ اسان ۾ ڪو نه رهيو آهي.

(ب) اسان جي سياسي رهبرن ۾ هڪ ترقي يافته نواڻ ايندي. اهي گهٽ درجي واري سازشي سياست مان ٻاهر نڪري ايندا. ننڍڙن صوبن جا سياستدان اڳي ڪن جهڙن متحرڪ جذبن ۽ محدود سوچ واري ٽائون ڪميٽيءَ جي حدن تائين سياست ڪندا هئا، تنهن کان نجات حاصل ڪندا. ملڪ ۾ اچا تائين به حڪومت هلائڻ جو فن اڻ پورو رهيو آهي. پر هاڻي هر هوشيار ماڻهو کي جتي به چاهيندو، پنهنجي ذات جو جوهر ڏيکارڻ جو سونهري وجهه ملندو. ساڳئي قسم جون گهڻيون آفيسون هونديون، تنهن ڪري سنڌن نوڪرين جي گريڊ ۽ اهليت گهٽجڻ جو امڪان ڪو نه هوندو.

(ت) سياست جو ميدان ڪليل ۽ وسيع هوندو، تنهن ڪري سياستدانن جي نقطه نظر ۾ وسعت ايندي. ننڍڙين ايڪاين ۾ هاري ناري، ڪمي ڪاسبي ڏاڍ ۽ ڏمر هيٺ رهندو آهي، پر ون يونٽ واريءَ حڪومت ۾ سڌارن وسيلي پٺتي پيل علائقا سڌريل ۽ ترقي يافته علائقن سان اچي ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهندا. ترقيءَ جا عناصر هڪ محدود علائقي جي پيٽ ۾ ڪليل ۽ وسيع فضا ۾ وڌيڪ اثر

ڏيکاريندا. ڏنڙيل ۽ ڏاڍ ڏمڪايل ماڻهن لاءِ ون يونٽ وڏو آسرو آهي.

(٦) اها ڳالهه بہ بحث لائق آهي تہ موجوده حالتن جي اڳرين سچاين مطابق ون يونٽ ڪو نظريو ڪو نہ آهي پر سڄي ڏڀجي ڪان جان ڇڏائڻ جو اهو اڪيلو رستو آهي. بنگال مڪمل صوبائي خودمختياريءَ جو اعلان ڪيو آهي، جنهن مطابق مرڪز وٽ باقي وڃي ٽي ڪاتا رهندا. حالتن مان معلوم ٿئي ٿو تہ اسان جي هن تجويز کي بنگال وارن رد ڪري ڇڏيو آهي. سندن مڪمل صوبائي خودمختياريءَ وارو مطالبو جڳ عملي سياست جي دائري ڪان بلڪل ٻاهر آهي. نتيجو اهو نڪرندو تہ مرڪز جنهن وٽ فقط ٽي اسم هوندا ۽ ملڪ جي سڄي ترقيءَ، سماجي تعمير ۽ اقتصادي ترقي ۽ تعمير بہ سندس ذميواري هوندي، هڪ عام ماڻهو جو بہ ان سان واسطو هوندو، سو صوبن آڏو ڳيجهو ٿي پوندو. جيڪڏهن صورت حال انهيءَ رخ ۾ بدلجي وڃي ٿي تہ صوبا جن مٿان نئين قسم جون ذميواريون ٿاڦيون پيون ٿيون وڃن، سي هن نئين ڏڀجي سان برميچي ڪو نہ سگهندا. مڪمل صوبائي خودمختياريءَ جي هن نئين وايو منڊل ۾ سنڌ، پنجاب ۽ اتر- اولهہ وارو سرحدي صوبو ٻيڄ ڍاهہ جو شڪار ٿي ويندا، هولناڪ تباهي اچي ويندي ۽ سارو معاملو ڊانوان ڊول ٿي ويندو. ون يونٽ واري حڪومت پنهنجيءَ سگهہ، استحڪام ۽ پنهنجن لاءِ محدود پيداواري ذريعن رستي مڪمل صوبائي خودمختياريءَ جهڙي ڏڀجي کي ئي منهن ڏيڻ جي لائق هوندي.

زونل فيڊريشن بہ ڌوڪي ۽ فريب کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪا نہ آهي. اها تہ موجوده صورت کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهي. اهڙي قسم جي نظام وٽ دستور ٺاهڻ جي موجوده ڏڀجي جو بہ نبيرو ڪو نہ آهي. وٽس ون يونٽ لاءِ موجوده بحث مباحثي جي نبيري واسطي ڳس ڪو نہ آهي.

(زونل فيڊريشن جي بحث واسطي هڪ جدا لکت جي ضرورت آهي)

(٧) ننڍين صوبن کي اهو ڊپ سرايي ويو آهي تہ ون يونٽ جي اقتدار ۾ سندن ڀاڱو گهٽجي ويندو، وزارتون ٿوريون هونديون. هر علائقي ۽ جوءِ ۾ سرڪار طرفان روزگار جا ذريعا گهٽ هوندا. اهو سچ آهي. پر ان جو گهڻن ماڻهن تي ڪو بہ انڪاري اثر ڪو نہ پوندو، پر ٻاڻ وڌيڪ منجهن چڪ ڪرڻ جي سگهہ اچي ويندي. حقيقت اها آهي تہ ون يونٽ جي جوڙجڪ ۾ ماڻهن اندر موجوده صوبن کان وڌيڪ اقتداري سگهہ اچي ويندي. موجوده صورت حال ۾ اهو ڏسڻ ۾ ايندو تہ سچو پچو اقتدار مرڪزي حڪومت وٽ آهي، جنهن ۾ بنگال جو وڏو ڀاڱو آهي ۽ باقي رهندڙ ٿورائي

واري ياڳي ۾ اسان سيئي ياڳي پائيوار آهيون. ون يونٽ واري جوڙجڪ ۾ ٿيندو هيئن، جو سڄو اقتدار اعليٰ پاڪستان جي اولهه ۽ اوڀر وارين ايڪائين ۾ هڪ جهڙو ورهايو ويندو. اهڙيءَ ريت هر هڪ ايڪائي هڪ آڃي اقتدار جو مزو ماڻيندي. هيءَ پهريون ڀيرو آهي جو اولهه پاڪستان کي اقتدار ماڻڻ جو پورو حق ڏنو وڃي ٿو. ان طريقي سان ننڍا صوبا اقتدار جي وڏي حصي جا حقدار ٿيندا. ننڍين ايڪاين کي ايڏو وسيع اقتدار فقط ون يونٽ جي جوڙجڪ کان سواءِ ڪٿي به ملي نه سگهندو. ون يونٽ جي قانون ساز اداري ۾ سندن نمائندگي مرڪزي قانون ساز اداري کان وڌيڪ ججهي هوندي. ون يونٽ جي جوڙجڪ ۾ اقتصادي ميدان اندر غريب ۽ پنتي پيل ننڍن صوبن جون راهون وڌيڪ روشن آهن.

هاڻي مرڪزي خرچ مان بنگال کي پنهنجي حصي مطابق وڌو اڌ ملي ٿو ۽ ننڍو اڌ اسان ٻين سيني صوبن کي ملندو آهي. پر وفاق جي ٻن ايڪاين ۾ مڪمل صوبائي خودمختياري جي اصول تحت اهو بار گهٽو گهٽجي ويندو ۽ پاڪستان جو مرڪزي خرچ اولهه ۽ اوڀر وارين ايڪاين ۾ هڪ جيترو ورهايو ويندو. ان نتيجي ۾ اولهه پاڪستان واري ون يونٽ کي جيڪو به واڌو پيسو ملندو، سو اولهه جي پنتي پيل ننڍن صوبن جي سڌارن ۽ ترقيءَ ۾ ڪتب ايندو.

ننڍن صوبن کي يقين ڏيارڻ ۽ ڏيان لهندڙ پنتي پيل غريب صوبي کان لاپرواهي ڪرڻ واري لاڙي کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ، مان اها گذارش ڪندس ته، سوئيزر لينڊ جي حڪومتي سرشتي جو مطالعو ڪيو وڃي. اها رياست پنهنجي ملڪ جي اهم علائقن ۽ ننڍين ثقافتي ايڪاين کي انصاف سان ناٿو مهيا ڪندي آهي.

## ون يونٽ جوڙڻ واسطي مهم جي شروعات

جيڪڏهن ون يونٽ واري تجويز ڪامياب ٿي وڃي ٿي ته پوءِ اهو ضروري هوندو ته اها عوامي امنگ مطابق ۽ سندن سهڪار سان بنائي ويندي. ان جي ٿهڻ جو امڪان تڏهن ٿيندو، جڏهن ان ڏس ۾ ماڻهن جي دلين کي مطمئن ڪرڻ، اعتراض ڪندڙن کي مڃائڻ ۽ اهڙي سنيءَ تجويز کي عمل ۾ آڻڻ واسطي ماڻهن ۾ جوش ۽ جذبي جاڳائڻ واسطي سياسي مهم هلائڻ جي ضرورت آهي. جيڪڏهن ان مهم کي چڱي ريت منظم ڪيو وڃي ته سوڀ ماڻي سگهجي ٿي، ڇاڪاڻ ته هيٺ ڏنل حقيقتون بلڪل سچيون آهن.

(الف) ون يونٽ جو منصوبو، اولهه پاڪستان جي صوبن واسطي ڏاڍولاياڻتو

آهي. پرخاص طور تي تنڊن ۽ پنتي پيل صوبن لاءِ تہ اجا بہ وڌيڪ مفيد آهي.

(ب) عام ماڻهو هن منصوبي جي خلاف ڪو نہ آهي.

(ت) جيڪڏهن هڪ عام ماڻهوءَ کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪبي تہ هو تنڊن گروهن بہ محدود سوچ وارن تخريبي ذهن رکندڙ ماڻهن کي سولائيءَ سان سمجهي ويندو.

(١) اسان کي موجوده حالتن کي صحيح طريقي سان پرکڻ کپي. اسان ون يونٽ جي منصوبي کي وڏن مسئلن جي پاڇولن هيٺ ڏاڍي آزاد خياليءَ سان نبيري رهيا آهيون. اسان هن تجويز کي سياسي تنظيم وسيلي ڪامياب ڪرڻ ڪو نہ ٿا چاهيون. وقت وڏي وٺ آهي، جيڪو اسان وٽ تمام ٿورو آهي ۽ اسان کي آڙي ڪاپ ۽ ڏاهن تخريبڪارن سان منهن ڏيڻو آهي.

اسان کي، ون يونٽ جي منصوبي کي ڪامياب ڪرڻ جي مقصد سان، سياسي مهم جي شروع ڪرڻ کان اڳ مٿئين طبقي جي تخريبڪار سياستدانن جي ڪجهہ صفائي ڪرڻي پوندي. ٻين لفظن ۾ اٿين ڪٽي ڇڏجي تہ اسان کي انهن ماڻهن کي خاموش، غير مؤثر ۽ بيڪار بڻائڻو پوندو، جن مان اسان کي سخت مخالفت جو خطرو آهي ۽ جن لاءِ اسان سمجهون ٿا تہ سندن نيتون برائين سان پريل آهن. اسان کي پنهنجي وسيع اختيارن جو ڀرپور استعمال ڪرڻو پوندو. انهيءَ مقصد لاءِ تہ جيئن اسان جي آواز کي دل جي حضور سان ٻڌو وڃي. مان اوهان کي چتاءُ ڏئي رهيو آهيان تہ جيستائين مخالفن جي آواز کي سختيءَ سان ڪچليو نہ ٿو وڃي ۽ ان مسائن جهڙي ماٺ ۾ جيتري وقت تائين اسان جي آواز کي ڪير ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آهي تہ ون يونٽ لاءِ سياسي مهم هلائڻ ڏاڍو خطرناڪ ٿيندو. ٻيءَ حالت ۾ نہ تہ هيءُ موجوده گروهہ جنهن کي افراتفري ورثي ۾ ملي آهي، اسان جي نيڪ ڪرڻ سان، گوڙ شور هل هنگامو ڪري ڪٽي آسمان مٿي تي کڻندو، ۽ پوءِ ون يونٽ وارو اتاريل سريلو آواز پنهنجي اهميت وڃائي وهندو.

(٢) منهنجي نظر ۾ اسان اهو مقصد تاريخي دور جي انهن مرحلن ۾ ٿي ماڻي وٺون ها.

(الف) پاڪستان ٺهڻ کان سنت پوءِ جڏهن اسان اجا جوش ۽ ولولي ۾ سرشار هئاسين، جڏهن جدوجهد سبب اسان ۾ اتحاد ۽ يڪجهتي موجود هئي، جڏهن اها جدوجهد سوپ سبب مقدس بڻجي وئي هئي ۽ ان کي اڏول سياسي رهبريءَ سوپ جو سونو تاج پارايو هو. تڏهن، جڏهن قائد جي اڳواڻيءَ ۾ يقين محڪم، سيني قومن

ڪي ماٺ ڪرائي ڇڏيو هو.

(ب) هاڻي جڏهن اسان جا جذبا ٿڌا ٿي ويا آهن، جڏهن تدبيرن پٺيان تدبيرون ناڪام ٿي چڪيون آهن، جڏهن عوام مٿان مايوسين جي گرڙ پک اچي چنبا کوڙيا آهن، جڏهن انهيءَ نااميديءَ ۽ بيوسيءَ ڪان هرحڪم مڃڻ لاءِ تيار آهن ۽ ايتريءَ حد تائين ان جي ڪيڏلڳندا، جيڪسٽائين، توهان ۾ سندن اڳواڻي ڪرڻ جي سگهه آهي. جيڪڏهن اوهان ڪين هاڻي ناڪام ڪيو ته يقين ڄاڻو ته اهي پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪامياب ٿي ڪو نه سگهندا.

مان تضاد ۽ تڪرار کي اکين سان ڏسڻ ڪو نه ٿو چاهيان ۽ ون يونٽ جي تجويز کي يڪراءِ ٿيڻ گهرجي ۽ ان جي حفاظت به دل جي گهراين سان ڪئي وڃي. ان ڏس ۾ مان فقط هي مطالبو ڪندس ته ڪنهن به حيلي بهاني مخالفن کي خاموش ڪيو وڃي. هن مقصد هٿ ڪرڻ واري رستي ۾ به ڳالهيون اسان جون مخالف ڪو نه آهن. پهرين ڳالهه اها ته اسان پنهنجيءَ پوريءَ طاقت جو مظاهرو ڪري اها ڳالهه زبردستيءَ مڃرايون، جيڪا اسان چئون ٿا. جيڪڏهن اسان ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جي مظاهري ڪانپوءِ پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي وياسين ته ماڻهو پنهنجي آزاد مرضيءَ مطابق فيصلو ڏيندا، پوءِ يا اهي هن تجويز کي رد ڪن يا منظور ڪن.

(٣) ون يونٽ جي ڪاميابيءَ لاءِ اسان جي هن سياسي مهم کي شروعاتي دور ۾ ڏاڍي منصوبہ بنديءَ ۽ خبرداريءَ سان اڳتي وڌايو وڃي. اسان اڄ ڪان وٺي، هن مقصد جي رهبري ڪرڻ لاءِ، هڪ گهڻ پاسائين تنظيم قائم ڪريون ٿا. ان ڏس ۾ مان مشورو اهو ڏيندس ته هن عظيم ڪم واسطي ماڻهن جي هڪ جماعت مقرر ڪئي وڃي، ايڪشن ڪميٽي ترتيب ڏني وڃي، فوج جي، جي. ايچ. ڪيو جي تدبيرن ۽ ترڪيبن جو به ڀرپور فائدو ورتو وڃي. ڪيس گهڻ پاسائين ذات آهي ۽ صوبائي سياست دانن لاءِ مؤثر ڪردار ادا ڪري سگهي ٿو. جي. ايچ. ڪيو هڪ بااختيار ادارو آهي، جيڪو ون يونٽ جي منصوبي کي آخري شڪل ڏئي سگهي ٿو، ون يونٽ جي نظريي کي عملي جامو پهرائي سگهي ٿو، ان جي لاءِ هلايل سياسي تحريڪ ۾ رابطو ۽ ڳانڍاپو پيدا ڪري سگهي ٿو.

(٤) ون يونٽ جي منصوبي کي ڪامياب ڪرڻ واسطي، هن مهم جو پهريون مرحلو اهو هوندو ته صوبائي اسيمبلين ۾ مسلم ليگ جي ميمبرن ڪان ون يونٽ جي رٽ ڏياري ويندي، ٺهراءُ پاس ڪرائي، صوبائي اسيمبلي ميمبرن وسيلي عوامي راءِ جي تصديق ورتي ويندي. اهڙي حڪمت عمليءَ کي اسان پارليامينٽري حڪمت

عملي سگھنداسين.

ان لاءِ ضروري شرط فقط هڪ آهي ته هن مهم جي سياسي رهبري واسطي، هر صوبي مان سياستدانن جي صحيح چونڊ ڪئي وڃي. اهي اهڙا هجن، جيڪي هن نقطي تي اڏول ٿي اڙجي بيهي وڃن. توهان انهن کي پوري اعتماد ۾ وٺو ۽ هرقسم جي مدد جا سائن پڪا وعدا وعيد ڪريو. انهن کي حالتن جي جائزي ۽ مشاهدي ڪرڻ کان پوءِ هرفيصلي ڪرڻ جو اختيار ڏنو وڃي. هن معاملي کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪين الائي ڪهڙين حاجتن، ضرورتن ۽ ڏچن کي ڏسڻو پوندو. جيڪڏهن هڪ ڪاٿي موجب حدون اورانگهي به وڃن ته توهان کي انهن جي هر امداد ڪرڻي پوندي. جيڪڏهن ڪنهن مصلحت خاطر، هو ڪنهن سان سياسي ڏي وٺ ڪن ٿا ته توهان وچ ۾ مداخلت ڪري نه ڪين منجهايو، نه وري سندن دلين کي ڪمزور ڪريو، ڇو ته انهيءَ ڪري ڪين سازش جو شڪ ٿيندو. توهان کي معلوم هجڻ گهرجي ته اوهان ڪين هڪ ڪٺن ڪم ۾ ڦاسائي ڇڏيو آهي، جنهن ڪري هو قتل به ٿي سگهن ٿا. هن مامري ۾ بڏتر ڪرڻ، لنوائڻ يا ڪنڌ ورائي پوئتي ڏسڻ، غداريءَ کان گهٽ ڏوهه ڪو نه ٿيندو.

هتي هڪ اهم ڳالهه ڌانهن ڌيان ڏيڻ گهرجي ته رِٽ جو ڊرافٽ، اسيمبلي ميمبرن جي صلاح مشوري سان اسيمبليءَ مان پاس ڪرايو ويندو. پر اهو سارو ڪم توهان جي هدايتن تحت ٿيڻ گهرجي. هن معاملي ۾ خيرپور جي رياست اسان کي وڏي ڏچي ۾ وجهي ڇڏيو آهي.

هن مامري کي نبيرڻ لاءِ خاص وقت مقرر ڪرڻ گهرجي ۽ ان مقرر وقت اندر هن مسئلي کي نبيري ختم ڪري ڇڏڻ گهرجي.

(۵) هن مهم جو بيو پاسو هيءُ هجڻ گهرجي ته عوام ۾ هڪ مسلسل پروپگنڊا جي ڌم مچائي ڇڏجي. پنهنجي اثر ڏيکارڻ واسطي هيءُ طريقو دير ته ضرور ڪندو، پر هن وسيلي اسان عوام جي مرضي ۽ منظوري حاصل ڪري وٺنداسون، جيڪا هن معاملي ۾ ڏاڍي اهميت رکي ٿي.

جيڪڏهن اسان نمائنده رهنمائن يا صوبائي اسيمبليءَ جي ميمبرن کي ترغيب ڏني، لاهي وجهڻ ۾ سوڀارا ٿي وياسين ته پوءِ انتشار پسند ماڻهن کي نهايت سختيءَ سان منهن ڏيڻو پوندو ته هي منجهيل مسئلو ويتر وڏي ڏچي ۽ ڏکيڙ ۾ پئجي ويندو. هن حقيقت ۾ ڪنهن به شڪ ۽ شبهي جي گنجائش ڪا نه آهي. ون يونٽ جي فلسفي ۽ منطق کي وڏي جوش جذبي سان وڏي سهائتا ڏيڻ وارن انگن سان، هفتي

مهيني ۾ سمجهي سوچي، مڪمل ڪيو ويو.

ون يونٽ جي هن مهم کي وڏي فن، مهارت ۽ دانشمنديءَ سان هلايو ويو ۽ مقرر ڪيل ماڻهن جي حوالي ڪيو ويو، جيڪا هر شعبي جي ڪم اڪلائڻ واسطي سب- ڪميٽين ۾ ورهائي وئي. انهن سان واسطو رکندڙ مختلف ڪم هي هوندا:

(الف) مشهور معروف ماڻهن کان بيان ڏيارڻ- هن تجويز مان اسان جو مقصد اهو هوندو ته هوريان هوريان مٿي چڙهندا وڃي اصلي رفتار حاصل ڪريون.

(ب) ون يونٽ جي نظريي جي ضابطي هيٺ هڪ مربوط اخباري مهم جاري رکي وڃي، جنهن کي ساڳي جوش جذبي سان، هن مهم جي مرحلن مطابق هلايو وڃي.

(ت) مهم جي ڪاميابيءَ واسطي پمفليٽ، ڪتابڙيون ۽ رسالا وغيره شايع ڪرايا وڃن، عوام جي مختلف گروهن ۾ خاص حوالن جي ناتي سان سياسي ڪم جي شروعات ڪئي وڃي جيئن،

(i) دانشور، وڪيل، وڪيلن جي بار ۽ ڊاڪٽر وغيره (ii) شاگرد (iii) هاري، پورهيت، ننڍا ڪاتيدار ۽ دوڪاندار وغيره. منهنجي خيال ۾ سندن سهائتا پروسي جوڳي ۽ لاياتني هوندي. هن قسم جي امداد سان موجوده دور واري صوبائي ۽ مرڪزي حڪومت وڏيڪ سگهاري ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪري. ان ڏس ۾ ترت ۽ اثرائتا ڪم ڪيا وڃن. مثال طور، زرعي سڌارا آندا وڃن، ضروريات زندگيءَ سان لاڳاپيل شين جي قيمتن کي هيٺ آڻڻ لاءِ مهم هلائي وڃي. ان مان عام تاثر اهو ملندو ته ون يونٽ جا سياسي رهنما انصاف، ترقي ۽ فضيلتن جا به رهبر آهن. هن قسم جي مهم جي شروعات سنڌ مان ئي شروع ڪئي وڃي ته وڌيڪ مناسب رهندو. (IV) مهم جي ڪاميابيءَ واسطي مُلن جي خدمتن کي به استعمال ڪيو وڃي، پر نهايت خبرداريءَ سان، ڇاڪاڻ ته هو پنهنجي مفادن واسطي ون يونٽ کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا ۽ منبرن تي بيهي پنهنجي نقطه نظر جي وڪالت ڪندا. جيڪڏهن مُلن جي خدمتن جي ضرورت پئجي وڃي ته وڏن مُلن کان پاسو ڪري ڪي ننڍڪو مُلان هٿ ڪيا وڃن ۽ کين ريهي ريبي پنهنجي طرف ڪيو وڃي. (V) عوام سان رابطي پيدا ڪرڻ واسطي سڄي ملڪ ۾ گڏجاڻيون، جلسا ۽ جلوس ڪوٺايا وڃن، انهن کي خطاب اهي ماڻهو ڪن، جيڪي تمام ٿوري وقت ۾ کين گهڻو

سمجهائي سگهن. جڏهن ون يونٽ جي هيءَ مهم پوري اوج تي پهچندي تہ وڏا سياسي جلسا بہ ڪوٺايا وڃن. پر اهي سڀ مامرا ڏاڍيءَ خبرداري ۽ نهايت منظم نموني سان هلايا ويندا.

(٦) پنجاب واسطي نهايت اهم ۽ خاص نقطو هيءَ آهي تہ اسان کي موجوده وقت پنجاب ۾ ون يونٽ جي تجويز بابت بڙڪ بہ ٻولڻي ڪا نہ آهي. پر اسان کي ٻين صوبن جي ماڻهن کي استعمال ڪرڻو آهي. جيڪڏهن اسان پاڻ آواز اٿاريو تہ ٻين صوبن جي ماڻهن جي دلين ۾ شڪ شبها پيدا ٿيندا. حقيقت اها آهي تہ پنجاب جا سياسي اڳواڻ پنهنجي بيانن جاري ڪرڻ وقت احتياط کان ڪم وٺن ۽ هن مهم کي اهميت ڏيارڻ لاءِ ڪين خبرداري کان ڪم وٺڻو پوندو. پر پوءِ بہ ٻن ڳالهين تي ڌيان ڌرڻو پوندو. (الف) اسان جا بهترين پرجوش ۽ سرگرم سياسي ڪارڪن پنجاب ۾ آهن، انهن کي منظم ۽ مضبوط ڪري تيار رهڻ لاءِ خبردار ڪيو وڃي تہ ضرورت پوڻ تي ڪڏهن بہ ۽ ڪٿي بہ پهچي وڃن. (ب) عوامي راءِ جي اظهار کي رد ڪرڻ عقلمنديءَ جي ڳالهہ ڪانہ ٿيندي. هن ڳالهہ جو مڪمل احساس هجڻ گهرجي تہ پنجاب جي سياسي ڪارڪنن کي رضاڪارانہ طور ڪي رعايتون ۽ سهوليتون ڏيڻ کپن. منهنجي خيال ۾ اهي هاڻي ترت ملي بہ ڪو نہ سگهنديون. ساڳي وقت، جيڪي سياستدان، ون يونٽ جي منصوبي جي اڳتي هلي هر صوبي ۾ سخت مخالفت ڪندا ۽ بارڻ ٻاريندا، تن جو صدر مقام ۽ آفيسون پنجاب ۾ آهن. ان ڪري پنجاب جي سياستدانن کي پاڻ ۾ يڪجهتي پيدا ڪري فيصلا ڪن ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي ۽ ضرورت وقت يا هينئر کان وٺي، هڪ زيرڪ ۽ هوشيار سياستدانن جيان، عام راءِ جي وايومنڊل مٿان پورو ضابطو رکڻ کپي.

(تمام ضروريءَ پنجاب ۾ جيڪي رٿون بحال ڪرايون وڃن، تن جا برافت فقط ڪراچيءَ ۾ تيار ڪيا وڃن.)

## ون يونٽ سان امڪاني اختلاف

(١) هر صوبائي حڪومت جي طريقئہ ڪار جي چوڌاري اسان جي سياسي شعور جي جڙ تہ هڪ خندق کوٽيل آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ صوبي موجوده طريقئہ ڪار کي ڇڏي ڪنهن نئين نموني اختيار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ان کي سخت مخالفت سان منهن ڏيڻو پوندو. اها حالت پنجاب کان سواءِ ٻين سيني صوبن سان لاڳو آهي. تنهن صوبن کي جيڪي سچا پچا خوف خطرا ۽ شڪ شبها آهن تہ ون يونٽ ٿيڻ کان پوءِ پنجاب سياسي ۽ اقتصادي طور انهن مٿان ڇانئجي ويندو يا

پاڪستان کي ڪمزور ڪرڻ واسطي جيڪي فتوري ماڻهن جون سازشون ۽ منصوبا آهن، جن وسيلي هڪ محدود سياست ڪري، اقتدار کي پنهنجي هٿ وس بنائڻ چاهن ٿا. تنهن تي به پروڙڻ ۽ پرجهڻ لازمي ٿيندو. اهڙن سازشي ماڻهن کي ڏاڍي سولائيءَ سان منهن به ڏئي سگهجي ٿو. پر پهريون ڪين ملي، ماڻ ڪرائجي ته بهتر آهي. منهنجو شخصي خيال اهو آهي ته ون يونٽ جي مهم تيستائين تيز نه ڪرڻ گهرجي، جيسيتائين اسان کي پاڻ کي، ان ڳالهه جو پورو پروسو نه آهي ته اولهه پاڪستان جي صوبن ۾ رهندڙ اسان جي ڀائرن کي اها حقيقت سمجهائي سگهنداسون ته ون يونٽ جي تجويز فقط ننڍن ۽ پٺتي پيل صوبن جي ڀلائيءَ واسطي آهي. فقط ان کان پوءِ اسان صوبائي سياسي اڳواڻن جي سهائتا سان، حقيقي اعتراضن ۽ مخالفتن کي دور ڪري، اصول ۽ قاعدي مطابق ون يونٽ جي هن منصوبي کي عملي جامون پارائي سگهنداسين.

(٢) صوبن جا عام ۽ نمايان اعتراض هيٺيان آهن.

(i) ته پنجاب ٻين صوبن مٿان ڇانئجي ويندو، ڇاڪاڻ ته پنجاب جي آدمشماري ٥٦ سيڪڙو ۽ باقي ٻين صوبن جي ۴۴ سيڪڙو آهي.

پر هڪ ايڪائي واريءَ حڪومت (Unitary form of Govt) ۾ هڪ ماڻهو هڪ ووٽ وارو اصول قائم هوندو آهي. هيءَ هڪ نقطو سندن سڀني اعتراضن کي ڌوڻي ڇڏيندو. ان نقطي جي مخالفت ۾ ڪي حقيقتون آهن، جن کي پنهنجي جاءِ تي وزن آهي. پر اهي جذبات جي وهڪري ۾ وهي ويندا ۽ هن نقطي جو مناسب جواب ڪو نه ڏيندا ۽ پنجاب ۽ بنگال واري ڏچي جي ڏس ۾ ڪو اطمينان بخش حل ٻڌائي ڪو نه سگهندا. منهنجي خيال ۾ هيءَ ڏچو گهڻ- پاسائون آهي، ان جو نبيرو ان ۾ آهي ته اسان ڪجهه اڻ پورا جمهوري طريقا اختيار ڪريون. اسان کي هن ڏس ۾ چونڊ ۽ چونڊ جي ٽڪن ۾ قيرقار ڪرڻي پوندي، جنهن مطابق ون يونٽ جي غير پنجابي علائقن کي اسيمبليءَ ۾ ٥٠ سيڪڙو کان وڌيڪ نمائندگي ڏيڻ ۾ ايندي. ون يونٽ جي اسيمبليءَ ۾، ننڍن صوبن جي نمائندن جي گهٽائي ڪنهن مقرر وقت لاءِ هوندي.

(ii) **نوڪريون:** ننڍن صوبن کي اهو ڊپ آهي ته پنجاب ۾ پڙهيل ماڻهن جو في سيڪڙو انگ ٻين صوبن کان وڌيڪ آهي ۽ اتان جي ماڻهن جو معيار زندگي به ٻين صوبن جي ماڻهن کان ڪي قدر وڌيڪ آهي. تنهن ڪري سرڪاري نوڪرين ۾

پنجابي وڏيڪ پرتي ڪيا ويندا. ڪيترين ڳالهين ڪري هن اعتراض ۾ گهڻي جذباتي ڇڪ به آهي. ڇاڪاڻ ته اها حقيقت به آهي ته هر صوبي ۾ جتي ڪٿي سرڪاري نوڪرين وارو مامرو عام ماڻهوءَ سان لاڳاپيل هوندو آهي ۽ عام ماڻهو دانشورانه سوچ مٿان ڇانيل هوندو آهي. سياست جي پردي پنيان به عام ماڻهوءَ جي سوچ ڪم ڪندي آهي. جيڪڏهن ون يونٽ واري حڪومت صحيح معنيٰ ۾ اچي به وڃي ته به سازشي ۽ فتوري ذهن پاڻ ۾ پوتا ميل ڪري ون يونٽ جي حڪومت ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيندا. تنهن ڪري بهتر اهو آهي ته هن اعتراض کي مناسب طريقي سان نبيريو وڃي.

هن ڏچي جو نبيرو به آهي. موجوده نوڪريون جيئن آهن تيئن محفوظ رهنديون. هن ڪان پوءِ ماڻهن جون هيٺين قسم جي نوڪرين جون ڀرتيون مقامي طور تي ٿينديون، باقي حقيقي مسئلو صوبائي نوڪرين جو آهي. منهنجي خيال ۾ ان مسئلي کي "ڪوٽا" ۽ خاص نمائندگيءَ جي اصول وسيلي نبيري سگهجي ٿو. هن طريقي سان ننڍن صوبن جي نوڪرين جي حقن جي حفاظت ٿي سگهي ٿي، (اهو هڪڙو خيال آهي)، ۽ هن قسم جي اصول کي پندرهن سالن تائين يا ضرورت مطابق وڏيڪ عرصي لاءِ به نافذ ڪري سگهجي ٿو يا ايستائين، جيستائين اولهه پاڪستان جي هر علائقي، جي تعليم جو في سيڪڙو انگ هڪ جيترو ٿي وڃي.

**(iii) انتظامي مونجهارا ۽ ڏورانهون پنڌ:** عام ماڻهوءَ کي هيءَ حقيقت گهڻو متاثر ڪندي ته اولهه پاڪستان هڪ ايڪائي واري حڪومت (Unitary) ماڻهن لاءِ ڦاڃا پيدا ڪندي ته عام ضرورتن، درخواستن ڏيڻ ۽ مسئلن نبيرڻ، پرمٽون وٺڻ، ڪنهن جي خلاف دانهن، يا نوڪرين جي مامري ۾ ماڻهو ڪنهن ڏاڍائيءَ جو شڪار ٿي ويو آهي، يا قانوني چاره جوئي يا انصاف لاءِ ڪوڪڻ واسطي پري پنڌ سبب گهڻيون تڪليفون اينديون، وقت ۽ پئسي جو نقصان الڳ ٿيندو، تنهنڪري ون يونٽ جو منصوبو هڪ دوکو ۽ فريب آهي. اهو هڪ ڳنڀير ۽ حقيقي مسئلو آهي. اولهه پاڪستان جي ون يونٽ واري حڪومت هوندي جنهن وٽ سيٺي اختيار اچي هڪ جاءِتا ٿيندا ۽ مضبوط مرڪز واري سگهاري حڪومت هوندي، تنهنڪري اها عوامي بهبود ۽ ڀلائي سان لاڳاپيل سٺي حڪومت ڪا نه هوندي. راجڌانيءَ جي پري هجڻ ڪري قانوني چاره جوئي ۽ داد رسي به ڏکي ٿي ويندي ۽ عوامي ڀلائي وارا ڪاتا به پوريءَ ريت ڪم ڪري ڪو نه سگهندا. ون يونٽي حڪومت لاءِ اهڙن ڏچن کي ڏور ڪرڻ لاءِ ڪا جامع حڪمت عملي اختيار

ڪرلي پوندي. حقيقت ۾ اها آهي تہ انتظامي سهوليتون ۽ بيا فائدا، عام ماڻهوءَ جي بلڪل ويجهو هئڻ گهرجن.

مٿين اعتراضن کي کولي سمجهائڻ ۽ ختم ڪرڻ واسطي ضروري ٿيندو تہ ون يونٽ جي منصوبي بابت تفصيل ڏنا وڃن. انتظامي مونجهارن کي جاچڻ کان اڳ ۾ هيءَ يقين ڏهاني ڪرائي وڃي تہ موجوده عدالتي سرشتي جو مستقبل ڇا هوندو؟ انتظامي مرڪز ڪهڙا، ٻارنهن يا اڃا بہ وڌيڪ هوندا؟ انهن انتظامي ڊويزنن جي حدبندي دانشمندي سان ڪئي ويندي ۽ انهن عهدن تي تجربيڪار ۽ ذميوار عملدار مقرر ڪيا ويندا. ڪين انهن معاملن اڪلائڻ جا پورا اختيار ڏنا ويندا جيڪي اڳي صوبائي راڄڌانين ۾ نبيريا ويندا هئا يا اڃا بہ وڌيڪ سخت ۽ مضبوط مرڪز وارو انتظامي سرشتو بڻايو ويندو؟ اهڙن منجهيل مامرن کي وڌيڪ ڇنڊڻ ڪرڻ لاءِ مجلس عاملہ بڻائي وڃي. جيڪا هنن نقطن بابت موجوده سياستدانن کي نقطہ نظر سمجهائي تہ جيئن اسان کي معلوم ٿئي تہ عوام کي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪرڻ لاءِ ڪهڙين ڳالهين سمجهائڻ جي ضرورت آهي.

(IV) **زمينون:** سنڌ ۾ پيل سرڪاري زمين کي سڏاريو ويندو. ون يونٽ جي منصوبي ۾ انهن زمينن جي نيڪال ۽ والارڻ جي تجويز بہ شامل آهي. هيءُ مامرو اهڙو حساس آهي جنهن ڪري سنڌي گهڻا مشتعل ۽ پريشان آهن. هي سنڌ دوستي يا قومپرستي سان واڳيل ڏچو ڪو نہ آهي، پر هڪ فطري خطري جو احساس بہ ان ۾ شامل آهي. ڇاڪاڻ تہ هن مامري ۾ ون يونٽ جي منصوبي جي متوقع ڪاميابي ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي جو ڪارڻ اهو آهي تہ سنڌين جا خدشا ڪنهن حد تائين جائز ۽ مناسب بہ آهن.

هن مسئلي جا ٻہ پهلو آهن. ڇا سنڌ جا سياستدان سنڌين سان ايڏا سچا ۽ سچڻ آهن؟ جو هن مامري ۾ نياءَ پريو نبيرو ٿي سگهي. هي زمينون ٻي زمين ۾ غريب هارين جي امانت آهن هن حقيقت کي نظر ۾ رکي انهن زمينن جي نيڪال ڪرڻ ۾ اوليت ۽ اهميت ڪين ڏني ويندي. وقت ۾ وقت پليون زمينون اتان جي ٻي زمين سنڌي هارين کي ڏنيون وينديون. هن مقصد حاصل ڪرڻ کان اڳ ۾ ڪنهن بہ غير سنڌيءَ کي هڪ ايڪڙ بہ ڪو نہ ڏنو ويندو. ٻي زمين سنڌي هارين کي ڏيڻ ڪانپوءِ جيڪا زمين بچي پوندي اها سنڌ کان ٻاهر وارن هارين کي ڏني ويندي. قوم جو هي پيداواري ذريعو وڌيڪ دولتمند بڻائڻ لاءِ انهن ماڻهن جي حوالي ڪو نہ ڪيو ويندو جيڪي اڳيئي دولت سان مالا مال آهن. ٻيو پهلو هيءُ آهي تہ ڪجهہ سنڌي

سياستدان، هن سرڪاري زمين کي، وڏن دولتمند سنڌي زميندارن جي ملڪيت سمجهي وينا آهن. تنهنڪري هيءُ ڪو صوبائي مسئلو ڪو نه آهي. پر هڪ اخلاقي ۽ معاشرتي حڪمت عملي آهي جيڪا اڳتي هلي پاڪستان جي نظريي جي مستقبل کي هاڃو رسائي سگهي ٿي. مان سمجهان ٿو ته هن جو جواب ڏاڍو سولو آهي. ون يونٽ جو منصوبو ڪامياب ٿئي يا نه ٿئي، پر پاڪستان جي هر محب وطن حڪومت هيءُ رجعت پسندانه حڪمت عملي اختيار ڪانه ڪندي ته دولت جي ونڊ ورهاست اهڙي طريقي سان ڪئي وڃي، جو اگرين تي ڳڻيا جيترن ماڻهن وٽ ڏن جا انبار لڳا پيا هجن، پر هزارين ۽ لکين بي زمين هاري ۽ پورهيت بکون ڪاٽي مري وڃن.

(V) **ثقافتي نقطئہ نظر:** عام طورتي اهو سمجهيو وڃي ٿو ته جيڪڏهن صوبن کي ختم ڪري ون يونٽ بنائي وئي ته سنڌين ۽ بلوچن جي ثقافت هلي هلي ختم ٿي ويندي. اهو اعتراض ته ظاهر ۾ صحيح ڏسجي ٿو. هن مامري تي اڳيئي روشني وڌي وئي آهي ته ته ثقافت صوبائي سرحدن سان لازم ملزوم ڪا نه آهي. انهن صوبن کان فقط ايترو پڇيو وڃي ته انهن، گذريل ستن سالن ۾ پنهنجي ثقافت جي ترويج ۽ ترقيءَ واسطي ڪهڙا اک ڪارا ڪيا آهن؟ اهو نظريو جنهن جو اظهار ڪڏهن ڪڏهن ڪيو ويندو آهي، سو دل جي ويجهو ڪو نه هوندو آهي.

اهي مختلف ثقافتون پنهنجي اصلي رنگن ۾ موجود رهنديون. اهي اسان جي زندگيءَ کي وڌيڪ شاهوڪار ۽ رنگين بنائينديون. ڪنهن ماڻهوءَ پنهنجي فطري ترقيءَ لاءِ ڪو نه جاڪوڙيو هوندو. جيڪڏهن ڪير ائين ڪري ٿو ته اسان جي ماڻهن کي زندگيءَ جو جڻ هڪ نئون ولولو ۽ حوصلو ڏئي ٿو. ون يونٽ جي حڪومت مختلف ثقافتن کي ترقي ڏيارڻ جي ضمانت ڏئي ٿي. هر زبان کي مليل موجوده سهولتون ۽ رعايتون محفوظ رهنديون ۽ هر هڪ ثقافتي ايڪائيءَ جي پنهنجيءَ ثقافت جي سڌاري، واڌاري ۽ ترقيءَ لاءِ همت افزائي ڪئي ويندي.

(١) سياسي حڪمت عمليءَ سان لاڳاپيل اسان جا ضروري ۽ ترت مقصد هي آهن.

(الف) بي لغام ۽ بي اصولي سياست کي سنئين گس لڳائڻ.

(ب) پاڪستان جي دستور کي يڪراءِ بحال ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ.

(٢) ون يونٽ جي تجويز جي ڪامياب ٿيڻ سان اسان جا ٻه مقصد حل ٿي ويندا. ملڪ ۾ هاڻي هنگامي حالتون نافذ آهن. اهي فقط پاڪستان جي دستور نهڻ واري تعطل جي ڪري آهن. هن سبب ڪري جمهوريت اقتدار خالص واري سياست

تائين محدود رهجي وئي آهي. دستور جي تيار ڪرڻ لاءِ جيڪي بحث مباحثا ٿي رهيا آهن، تن مان معلوم ايئن ٿئي ٿو ته قومي اسيمبلي ۽ ملڪ، سياسي سازشن جو ڏن بڻجي ويو آهي. دستور جي تصفيي کان اڳيئي ڪنهن قانوني ضابطي کان سواءِ، لاڳاپيل ترين جي وچ ۾ انتخابي مقابلا، اقتدار واسطي سياست جي راند آهي، جيڪا مونجهارن کان سواءِ ڪجهه ڏئي ڪا نه سگهندي. ان ڪري لازمي ڳالهه اها آهي ته دستور ناهڻ جي طريقه ڪار واسطي مفاهمت کان ڪم وٺڻ گهرجي. جيڪڏهن دستور تي ٿيندڙ بحث مباحثا چڱي شيءِ ۽ جمهوريت وڏي وٿ آهي ته پوءِ جمهوريت کي بحال ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڇو نه ٿيون ڪيون وڃن.

(٣) دستور بنائڻ واري عمل ۾ مشڪل مسئلو وفاقي طرز حڪومت جي وصف آهي، جنهن وسيلي اوير پاڪستان ۽ اولهه پاڪستان جي صوبن جي وچ ۾ حقن ۽ تعلقاتن کي نبيرڻو آهي.

اسان تيسيتائين دستور ناهڻ واري بحث ۾ پنهنجو پورو ڪردار ادا ڪري نه سگهنداسون، جيسيتائين اولهه پاڪستان ۾ هڪ ايڪائي واري حڪومت (Unitary form of Govt) موجود نه آهي. جيڪڏهن دستور ناهڻ واري عمل ۾ هڪ ڌر تي غالب پوڻ وارو عنصر نه، پر هڪ ڌر تي انحصار ڪرڻ واري سچائي موجود آهي ته پوءِ اوير ۽ اولهه پاڪستان کي هڪ ڌر جي سامهون ويهي افهام و تفهيم جون ڳالهيون ڪرڻ گهرجن. اولهه پاڪستان جيڪو صوبن جي ڀاڱن ۾ ورهايل آهي، سو اوير پاڪستان جي آڏو ڇڻ ته ڪجهه به ڪو نه آهي، ڇاڪاڻ ته اها به سچائي آهي ته ٺهندڙ دستور ۾ اوير پاڪستان کي هڪ مٿاهين حيثيت حاصل آهي. تنهنڪري، پاڪستان جي دستور ٺهڻ طرف ڀهريون قدم اهو آهي ته اولهه واري علائقي ۾، اولهه پاڪستان وارا سڀ صوبا پاڻ ۾ ضم ٿي ون يونٽ طور هڪ صوبو بڻجي وڃن.

(٤) منهنجي خيال ۾ اولهه پاڪستان ۾ ون يونٽ بڻجڻ هڪ ممڪن حقيقت به آهي، ڇاڪاڻ ته مون کي يقين آهي ته ان جي موافقت ۾ ڪي حقيقتون اڳيئي موجود آهن، جيڪي هي آهن.

(الف) جيڪڏهن هن تجويز جي پلاين کي گڏائي سامهون رکجي ته هر صوبي جو ماڻهو ون يونٽ جي تجويز جي مخالفت نه ڪندو، ڇاڪاڻ ته حڪومت جي طريقي سان، انتظامي سهوليت، اقتصادي ڀلائي، سياست جي معيار ۾ واڌارو پنتي پيل علائقن کي ترقي ڏيارڻ واسطي پاڻ ۾ رابطو پيدا ڪري اڳتي وڌڻ جو موقعو ملندو

۽ اولهہ ۽ اوير پاڪستان ۾ پاڻ ھُرتو ميل ميلاپ پيدا ٿين، جيڪو ھن چڪتاڻ واري وايومنڊل ۾ مانار ۽ سچي مرڪ پيدا ڪندو.

(ب) موجوده دور ۾ صوبن جي وچ ۾ ھترادو استحصال جي بنيادن ۾ جيڪي صوبائي تضاد ۽ تڪرار ڏسڻ ۾ اچن ٿا، سي ھٽ وٺي ڪن سياستدانن پيدا ڪيا آھن. معلوم ائين ٿئي ٿو تہ سندن سياسي حيثيت کي ڪو ڊيجهڙو لڳو آھي. اھو ڊپ ۽ ڀاءُ ڪن سچن عوامي جذبن تي بنياد ڪو نہ ٿو رکي. اھي سياستدان موجوده صورتحال مان فائدو وٺي اھميت حاصل ڪري ويا آھن. جيڪڏھن مذڪوره سياستدان ان سياسي حيثيت جي اھل ڪو نہ آھن تہ ڪين اڪيلو ڪري چڱيءَ ريت مات بہ ڪرائي سگهجي ٿي.

(ت) سخت خطرو ھن ڳالهہ مان محسوس ٿي رھيو آھي تہ جيڪڏھن ڪن سياستدانن کي اسان جي صوبي جي خلاف ڳالهائڻ جو ڊگهو رسو ڏنو ويو تہ يقين ڪريو تہ اسان جو صوبو سخت خطري ۾ آھي ۽ ون يونٽ جي تجويز کي سوياري ڪرڻ لاءِ ڪنهن وٽ بہ امنگ ۽ تڙپ ڪانہ آھي. ھي منصوبو جيترو توجهہ ۽ اھميت لهڻي ٿو، پنجاب جو ماڻهو ان پٽاندڙ پاڻ نہ ٿو پتوڙي. ان جو نتيجو اھو نڪرندو تہ ننڍين صوبن ۾ جيڪي اسان جا ھڏ ڏوکي وينا آھن، مايوس ٿي ويندا. ھن طرز عمل سان ون يونٽ خلاف ڪم ڪندڙ سياستدانن کي عوام ۾ ون يونٽ خلاف ڏهڪاءَ پکيڙڻ جو سونهري وجهہ ملي ويندو، جن کي ون يونٽ جي تجويز جي فائدن واري پاسي کي ہڏڻ جو موقعو ئي ڪو نہ مليو آھي. مثال طور رشيد ۽ کهڙي جا بيان ۽ پيرزادي جو ھڪدم ٻاھر نڪري مخالفت ڪرڻ يا تخريبڪار ذھن جي طرز عمل ھن منصوبي کي منجهائي ڊانوان ڊول ڪري ڇڏيو آھي. ان پيٽ ۾ ڪي خانگي ماڻهو پيدا ڪيل ان اثر کي زائل ڪرڻ ۽ ون يونٽ ۾ اعتماد بحال ڪرڻ ۾ ايترا جلد سويارا ڪو نہ ٿيندا. ھن وقت پنهنجي خيالن جي اظهار ڪرائڻ ڪان وڌيڪ امداد ڪرڻ جي وڏي ضرورت ۽ اھميت آھي. اجا بہ ويل وئي ڪا نہ آھي ۽ ان سڄي مخالف سلسلي کي پوٽني پرڪائي بہ سگهجي ٿو.

(ث) ون يونٽ جي مخالفت لاءِ اھم نقطو پنجاب جو ٻين صوبن مٿان ڇانئجي وڃڻ جو خطرو آھي. ان جي مقابلي ۾ پنهنجي طرفان ڪوششون گهٽائي ڪونہ ٿيون سگهجن. ان خطري کي بہ ختم ڪرڻ ڪپي. ان جي فائدي ۾ دستور جون مؤثر مصلحتون بہ موجود آھن. موجوده صورتحال ۾ انهن لاءِ پنجاب مسئلو بڻيل ڪو نہ آھي. انهن رنڊڪن کي انصاف جي صحيح نقطہ نظر ڪان ختم ڪري سگهجي ٿو.

نهايت اهم ۽ نهايت ضروري ڳالهه هيءَ آهي ته موجوده نازڪ دور ۾، پاڪستان جي دستور جي مستقبل لاءِ پنجاب جي سياستدانن طرفان ظاهر ظهور ڪو بيان وغيره نه اچڻ گهرجي. اهو طرز عمل پنجاب سان يڪ جهتيءَ جي خلاف هوندو. ملڪ فيروز خان نون تي به خاموش رهڻ لاءِ دٻاءُ وڌو وڃي.

(٥) دٻاءُ ۽ ڌمڪاءُ وسيلي ٿي سوپ مائي سگهجي ٿي. ون يونٽ جي منصوبي آڏو جيڪڏهن ڪو ڏڪيڙ وغيره آهي ته ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪري ان کي نبيري سگهجي ٿو. سياسي مسئلا، مناسب يا غير مناسب نقطا فقط افراتفريءَ ۾ نبيري سگهجن ٿا. عوام ۾ به جوش جذبو موجود آهي. جمود ڇانئجڻ کان اڳ معاملي کي ڪجهه اڳتي وڌائڻ گهرجي. اهي ماڻهو جن کي عوام جي پنيرائي ڪا نه آهي ۽ اقتدار ۾ شامل ڪيا ويا آهن، تن کي هٽ ٺوڪي عوامي جوش ۽ جذبي واري پنيرائيءَ سان اقتدار ۾ رهڻ ڏنو وڃي.

جيڪڏهن اوهان ون يونٽ جي مقصد جو موتي ماڻڻ چاهيو ته اهو مقصد اڪ ڇنب ۾ حاصل ڪرڻ گهرجي.

اهو مقصد ڪهڙي طريقي سان حاصل ڪرڻ گهرجي؟

(٦) شروعاتي مرحلي ۾ تشدد واري طريقي استعمال ڪرڻ کان ڪجهه پاسيرو رهڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته فقط تشدد ۽ ڌمڪاءُ وسيلي هيءُ ڪم پايهء تڪميل تي پهچي ڪو نه سگهندو. هن طريقي اختيار ڪرڻ سان، ننڍن صوبن ۾ جيڪي ماڻهو ون يونٽ واري تجويز سان سهمت ڪن ٿا، سي پوئتي ڇرڪي ويندا. پر ان ڏس ۾ فضا به هموار ڪئي وڃي، جو ننڍن صوبن جو عوام پاڻ مرادو ڇڪجي اچي. ان طريقي سان اڳتي هلي هڪ قوم ٺهي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ون يونٽ جي تجويز کي رڳو زبردستيءَ وسيلي ڪامياب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته ون يونٽ کي قائم ڪندڙ حڪومت جي ٻهڻ سان ون يونٽ به سٽ سهي ڪا نه سگهندي ۽ اچي پٽ پوندي. ڪناڪيڙ هجڻ واري صورتحال کان پوءِ هڪدم چوندين ڪرائڻ جو مطالبو ڪيو ويندو. اوير پاڪستان جي سياستدانن کي موقعو ملندو ته هو وڏي پاءُ جيان ننڍن صوبن جي ويجهو اچن. اولهه جي متحد نه هجڻ واري صورتحال ۾، جڏهن يونٽ حڪومت جو هڪ قسم جو ڪچو بنياد رکجي رهيو آهي، تنهن جو امڪان به ختم ٿي ويندو. ان ڪري اسان کي تحمل ۽ بردباريءَ جي اشد ضرورت به آهي ۽ پنجاب پنهنجي خود غرضانه ۽ بي لغام خواهشن کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ننڍن صوبن جي ٽڙيءَ تي پنهنجي سگهه جي ٻل تي لت ڏني ته ان سبب هميشه لاءِ ڪيس اڪيلو

رهڻو پوندو ۽ وڏي صوبي جي غلبي ۽ ننڍن صوبن جي شڪن شبهن ۽ نفرتن ڪري ڪنهن بہ ڪم جو ڪو نہ رهندو.

جيڪڏهن ون يونٽ کي طاقت جي ذريعي ڪامياب ڪيو ويو تہ ان کي بحال رکڻ لاءِ بہ ڏاڍ ۽ ڌمڪاءُ کي استعمال ڪيو ويندو. ان ڪري صورتحال کي منهن ڏيڻ واسطي مطلق العنان حڪومت جي قيام جي ضرورت پوندي. انتظامي ادارن کي غير سياسي نموني طاقت جي زور تي هلائڻ هاجيڪار ثابت ٿيندو. ان ڪري مان هن منصوبي کي مرحليوار هلائڻ لاءِ هيٺين نقطن جي سفارش ڪندس.

(الف) هن ڏس ۾ مرڪزي حڪومت جي پنيرائي ۽ همدردي حاصل ڪرڻ ضروري ٿيندي. ون يونٽ خلاف انڪاري اثرن کي ختم ڪرڻ لاءِ ٽالپر جي جاري ڪيل بيان کي قانوني طور ضبط ڪيو وڃي. اوپر بنگال جي سيني سياستدانن جي زبان ڏانهن جوڳو ڌيان ترڻ گهرجي، اهي پنهنجي سياءُ ۾ ڏاڍا هوشيار ۽ خبردار آهن. انهن هڪ پيرو بہ حقيقتن کي ظاهر ڪري ننڍن صوبن جي حمايت جو اعلان ڪيو تہ هيءُ منصوبو تباهہ ٿي ويندو.

(ب) هن منصوبي جي خلاف جيڪا مخالف سگهہ آهي، پوءِ اها لڪل آهي يا ظاهر، ان کي هڪدم ختم ڪيو وڃي. خاص طور تي اها سگهہ جيڪا رڳو مرڪز تي دارو مدار رکندي هجي. في الحال هن مامري ۾ مرڪز کي هڪ فالج زده انسان جيان هر معاملي ۾ فيصلي ڪرڻ جي اجازت نہ ڏني وڃي.

(ت) ون يونٽ جي مخالفت جي معاملي ۾ سنڌ کي نمايان حيثيت حاصل آهي. پيرزادو مخالف سياستدانن جو اڳواڻ آهي. سنڌس ماضيءَ جو ڪردار بہ مخالفت جي علامت رهيو آهي. ڪراڙو آهي، ڪيس ڪا خاص سياسي پنيرائي بہ ڪا نہ آهي. موجوده صورت حال جي اها تقاضا آهي تہ ڪنهن ترڪيب ۽ اتڪل سان سنڌس سياسي سگهہ جي معلومات حاصل ڪئي وڃي. ان مان اسان کي سنڌس سياسي پنيرائيءَ ۽ ون يونٽ جي مخالف سگهہ جو بہ پتو پئجي ويندو. هن مسئلي جو هڪ ترت نبيرو اهو بہ آهي. ون يونٽ قائم ڪرڻ لاءِ اسيمبليءَ ۾ ڪٺي بہ نهراءُ پاس ٿيو تہ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ مهيني جي مدت درڪار آهي. پر اسان کي ون يونٽ جي منصوبي جي ڪاميابيءَ واسطي فقط هفتن جي ضرورت آهي.

ان ڪري پيرزادي جي وزارت بنادير ختم ڪئي وڃي. سنڌس جاءِ تي اهو ماڻهو آندو وڃي، جنهن کي سنڌ جي سياست ۾ نمايان حيثيت حاصل هجي ۽ ون يونٽ جي تجويز کي سنڌ ۾ قبول ڪرائي سگهي.

جيڪڏهن پيرزادي کي ڪلاڪن ۾ ڪيڻ ممڪن نہ آهي تہ ڏينهن اندر ڪيو وڃي.

(ث) اتر، اولهہ واري سرحدي صوبي ۾ افراتفري آندي وئي آهي. رشيد ۽ ٻيا مسلم ليگي اڳتي نڪري آيا آهن ۽ اهي ون يونٽ جي تجويز جي پنيرائيءَ لاءِ ضرور اڳتي آيا هوندا. قيوم کي اقتدار مان ڪڍي سندن رستو صاف ڪيو ويو آهي. کين وسيع اختيار ڏنا ويا آهن. ان مقصد لاءِ تہ جيئن ون يونٽ مخالف سگهہ ۽ بدديانت ماڻهن کي ٻاهر ڪري ون يونٽ لاءِ رستي کي صاف ڪن. پر قيوم جي جاءِ پرڻ لاءِ آهستي آهستي سرخ پوش اڳي ويا آهن، جيڪي هن ڪان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهن. کين اڳتي آڻڻ واسطي جيڪي شرط رکيا ويا آهن، سي بلڪل وسيع ۽ واضح آهن. ڌيان ۾ رکڻ جوڳي ڳالهہ اها آهي تہ خان غفار خان تي ڪڏهن بہ اعتبار ڪري ٿي نہ ٿو سگهجي. ان ڪري اسان کي خاص جادوءَ جي سگهہ سان پنهنجي ڪنهن دوست کي شيشي ۾ بہ بند ڪري ڇڏجي تہ چڱو ٿيندو. ان ڏس ۾ اهڙي ڪا خاص پيش رفت بہ ڪا نہ ٿي آهي. اسان جا دوست، خانصاحب کي غفار خان کان الڳ هڪ سياسي شخصيت ٻڌائي رهيا آهن، سي پنهنجي نقطہ نظر ۾ بلڪل غلط آهن. اهي ٻئي ڀريون گڏجي ڪم ڪنديون تہ هڪدم الڳ تي وينديون ۽ نتيجي ۾ خانصاحب تڙام ڪري هيٺ ڪري پوندو.

غور ڪري هن صورتحال کي نئين سر ترتيب ڏنو وڃي. پهريائين رشيد جي گهٽي ۾ گهٽي پنيرائي ڪئي وڃي، تہ جيئن سندس شڪ ۽ انڌوهہ ختم تي وڃن. بعد ۾ کيس ايترو سگهارو بنايو، جو سرخ پوشن کي گوش ٿي نہ ڏئي ۽ انهن جي پيٽ ۾ مسلم ليگ وارن کي مضبوط ڪري اڳتي آڻي ۽ اهڙو وايو منڊل پيدا ڪجي، جنهن جو اثر هن صوبي جي تمام ڏورانهين ڳوٺ تائين پهچي وڃي، جتي قربان علي خان رهندو آهي. منهنجو خيال آهي تہ هن معاملي کي خان قربان علي خان چڱيءَ پر نڀائي سگهي ٿو. پر هيءَ ڪم اهڙي هوشياريءَ ۽ خبرداريءَ سان ڪيو وڃي، جو خان غفار خان جي جونءَ کي بہ سڌ نہ پوي. سائس ڪا بہ ڳالهہ يا گفت شنيد نہ ڪئي وڃي، ڇاڪاڻ تہ هو سندن صلاح سان سياسي طاقت گڏ ڪري وٺندو ۽ امڪان اهوٿيندو تہ اسان جي مٿان غالب پوڻ جي ڪوشش ڪندو. ڌيان ۾ اها ڳالهہ بہ رکڻ گهرجي تہ سياسي طور تي اسان سندس مقابلو ڪري ڪو نہ سگهنداسين. نظرياتي طور تي اسان پنهنجي اهميت وڃائي ڇڏي آهي.

(ج) پنجاب کي ون يونٽ جي معاملي ۾ خاموش رهڻو آهي. پنجاب جي

سياستدان تي ڳالهائڻ جي پابندي هوندي. جڏهن ماحول تيار ٿي وڃي ۽ وقتا جلسا منعقد ڪيا وڃن ته پنجاب اڳتي وڌي انهن جي اڳوائي سنڀالي. مون کي اميد آهي ته ان وقت تائين مرڪزي حڪومت ۽ لاهور ۾ هوشيار ۽ ذهين پنجابي سياستدان حڪومت سنڀالي وٺندا.

(ح) اولهه پاڪستان ۾ موجود رياستن تي حالتن موجب ضابطو رکڻو آهي. بهاولپور جي رياست جي اسيمبلي جڏهن ون يونٽ جي فائدي ۾ ٺهراءُ بحال ڪري ته ان جي وزارت هڪدم ختم ڪئي وڃي. اميد آهي ته اسان جي سياست، انتظاميه تي غالب پئجي ويندي. هن لاءِ بهترين متبادل مسلم ليگ آهي، جيڪا مخدوم الملڪ کي اڳتي آڻي سڀ ڪجهه ڪرائي سگهي ٿي.

جيڪڏهن اهو يقين ڏياريو وڃي ته ون يونٽ جي تجويز قبول ڪرڻ سان ڪين موجوده اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار بڻايو ويندو ته رياستن جي قطار لڳي ويندي.

(خ) ساڳيءَ ريت جيڪڏهن ڪوشش ڪبي ته بلوچستان مسلم ليگ ون يونٽ جي معاملي تي بلوچستان کي به آماده ڪري وجهندي. ون يونٽ جي معاملي تي اڄ تائين "جرگي"، "نه" جي ٻولي ڪا نه ٻولي آهي.

(د) جڏهن اولهه پاڪستان مان، ون يونٽ لاءِ چندا پٽ ختم ٿي ويندي ته سهرورديءَ سان ڳالهه ٻولهه ڪنداسون ته ون يونٽ جي معاملي ۾ اسان جي ڪُلي امداد ڪري يا هڪ آزاد ۽ غيرجانبدار رويو اختيار ڪري.

(ذ) سياسي چندا پٽ ۽ مخالفت ڪان پوءِ جڏهن فضا صاف ٿي ويندي ته صوبن ۾ اسان پنهنجي مرضيءَ سان جيڪي وزارتون قائم ڪيون آهن، تن کي ون يونٽ جي فائدي ۾ صحيح ڪم ڪرڻ جو سونهري وجهه ملندو. هن اهم مامري کي اڪلائڻ لاءِ وقت جي حد مقرر ڪرڻي پوندي. منهنجي خيال ۾ هن منصوبي کي ڪيڻن ڪري به ڇئن هفتن ۾ پورو ٿيڻ کپي ۽ ان ۾ مرحلا هن ريت هئڻ گهرجن.

(i) ڳجهه ڳوهه ۾ ون يونٽ جي مفاد ۾ ڪم ڪندڙ صوبائي سياسي اڳوائن جي گڏجاڻي ڪوٺائي وڃي، جيڪي مقرر وقت اندر ڪم ڪرڻ ۽ ڏنل پروگرام مطابق ڪم ڪرڻ لاءِ سوچين ۽ ويچارين.

(ii) سنڌ ۽ اتر، اولهه سرحدي صوبي ۾ ون يونٽ جو ڪم اتان جي مشهور معروف ۽ اثر رسوخ ۽ دور انديش خيالن وارن ماڻهن جي حوالي ٿيڻ کپي. اهي ون يونٽ جي منصوبي جي انهيءَ مقصد سان مخالفت ڪري رهيا آهن ته صوبن جون

نوڪريون پنجاب وارا کاڻي ويندا. پر ائين ڪو نہ ٿيندو. ڪين مشورو ڏنو وجي تہ مسلم ليگ پارٽي ۽ اسيمبليون ون يونٽ جي فائدي ۾ اهڙا ٺهراءُ پاس ڪن. اسان کي پورو يقين آهي تہ کهڙو ۽ رشيد هن مامري ۾ ضرور ڪامياب ٿيندا. پر شرط اهو آهي تہ کين پنهنجي طرفان امداد ڏيڻ ۾ ڪو ليکو نہ ڪريو، هاڻي بہ ۽ ان کان پوءِ بہ.

(iii) بلوچستان، بهاولپور ۽ ٻين رياستن ۾ وقت جي نزاڪت کي ڏسي، سولائي سان ون يونٽ جي فائدي ۾ ڪم ڪرائي وٺبو. اتي بہ ڪن سياسي ماڻهن جي امداد ڪريو ۽ کين استعمال ڪريو. رڳو ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنرن تي ڀاڙي ويهڻ صحيح ڪو نہ ٿيندو.

(iv) ٻهرئين مرحلي ۾ صوبن کي ون يونٽ جي منصوبي کي هٿي ڏيڻ واسطي اڳتي وڌڻو پوندو. پنجاب کي ماٺ ڪري وهڻو آهي. ٻين صوبن کي جيڪي ون يونٽ مان خطرا ۽ انديشا آهن، تن کي دور ڪرڻ لاءِ پنجاب کي ايمانداريءَ سان پنهنجي پوري ڪوشش ڪرڻي پوندي ۽ ٻين صوبن کي اهو يقين ڏيارڻو پوندو تہ ون يونٽ جي جوڙجڪ ۾ پنجاب ٻين مٿان سياسي ۽ اقتصادي طور ڇانئجي ڪو نہ ويندو. صوبن کي اڄيل اهي رعايتون ۽ سهوليتون ون يونٽ جي منصوبي ڏانهن ڇڪڻ واسطي ڪو نہ هونديون. پر اهي حق کين هڪ نظريي تحت ڏنا ويندا، جن کي ٻين جي بہ پنيرائي حاصل هوندي.

(V) هن مرحلي تي اسان کي سهرورديءَ جي همت افزائيءَ ۽ وڏيءَ مدد جي ضرروت پوندي.

(V) هن ڳالهہ جو متبادل بہ ڳولڻو پوندو. ون يونٽ مهم جي بدران اسان هڪ ٻيءَ ڳالهہ يعني "صوبن کي پاڻ ملائڻ (Merger) واري تجويز بابت بہ سوچڻ گهرجي. هن تجويز تحت، ننڍڙيون ايڪايون ۽ رياستون وڏن صوبن ۾ ضم ڪيون وڃن. ڪراچي ۽ بلوچستان جو ڪجهہ حصو سنڌ سان ملايو وڃي. بلوچستان جو رهيل حصو، ان سان گڏ سرحدي علائقو ۽ بهاولپور، پنجاب سان ملايا وڃن، اهڙيءَ ريت پاڪستان جي گهٽ ايڪاين مان فقط ٽي صوبا بڻجي پوندا. بعد ۾ سنڌ ۽ پنجاب کي ملائڻ جون ڪوششون ڪيون وڃن ۽ اتر اولهہ سرحدي صوبي کي بند گهٽيءَ واري حيثيت ڏني وڃي. هيءَ بہ هڪ امڪاني تجويز آهي، ڇاڪاڻ تہ هن کي عملي جامو پارائڻ وڌيڪ سولو آهي. منهنجو خيال آهي تہ بلوچستان ۽ بهاولپور اولهہ

پاڪستان ۾ ضم ٿيڻ پسند ڪندا، پر ڪنهن وڏي صوبي سان ملڻ گوارہ نہ ڪندا.

اهو بہ امڪان آهي تہ هن منصوبي تحت ڪم ڪريون ۽ ٽن صوبن واري مرحلي وٽ پهچي بيهي وڃون ۽ اڳتي وڌي نہ سگهون. هن مان پنجاب کي ڪجهہ بہ حاصل ڪو نہ ٿيندو. ٻي پا بہ ايڪايون هن مسئلي جو حل ڪو نہ آهن، منهنجي نظر ۾ هيءَ ڪو فائدي مند نظريو نہ آهي. جيسين تائين پاڪستان جي دستور جو معاملو آهي تہ اهو ڪهڙي قسم جو هجڻ گهرجي سو بہ اڃ پورو ۽ مُبو ٿنبو رهجي ويندو. ٻي خطرناڪ ڳالهہ اها بہ ٿيندي تہ اسان پاڻ پنهنجن هٿن سان لاشعوري طور "پختونستان" جي ناهڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهيون.

تنهن ڪري مان ان متبادل کي رد ڪريان ٿو.

(٨) ون يونٽ جي منصوبي کي مڪمل ڪرڻ واسطي اسان فقط چئن هفتن جو وقت مقرر ڪيو آهي، جنهن کي مٿي فقري نمبر ٧ ۾ واضح ڪري آيا آهيون، جاڪاڻ تہ دستور کي جوڙڻ واسطي ون يونٽ تمام ضروري آهي. دستور جوڙڻ کان پوءِ ٿي هنگامي حالتون ختم ڪيون ونديون. تنهن ڪري ڏسڻ ۾ اهو اچي رهيو آهي تہ ون يونٽ جو منصوبو جمهوريت جي بحاليءَ واسطي وڏي اهميت رکي ٿو.

ون يونٽ جي رٿ بحال ٿيڻ کان پوءِ اولهہ پاڪستان جي سياسي اڳواڻن کي اقتدار واري حيثيت ۾ اچا بہ وڌيڪ سگهارو ڪيو وڃي، انهيءَ لاءِ تہ جيڪو مقصد اسان حاصل ڪيو آهي، تنهن ۾ رابطو ۽ استحڪام هجي. ان کان هڪدم پوءِ اعليٰ اختياريءَ وارن سان ڳالهايو وڃي، ان لاءِ بهتر اهو ٿيندو تہ اوير پاڪستان جي حقيقي سياسي اڳواڻ خاص طور تي سهرورديءَ سان گفت شنيد ڪئي وڃي. جاڪاڻ تہ هيءَ اقتدار ۾ اچڻ لاءِ حريص ۽ هوشيار سياستدان آهن ۽هو هن ڳالهہ تي اڙيل آهي تہ مرڪز وٽ فقط چار کاتا هجن. پاڪستان جا بہ صوبا هوندا ۽ انهن ٻنهي ۾ حقن جي هڪجهڙائي هوندي. ان طريقي سان صوبن کي مڪمل ثقافتي ۽ صوبائي خود مختياري حاصل ٿيندي. سندس ڪراچي پهچڻ ۽ اوير پاڪستان ڏانهن اسهڻ کان اڳ ۾ سائس ملي، کيس قائل ڪري ڪاٿس مدد ولي سگهجي ٿي.

(٩) جڏهن ون يونٽ ٻڌجڻ جو مسئلو حل ٿي وڃي ۽ مستقبل روشن ٿي ويو ۽ اهو بہ طئي ٿي ويو تہ پاڪستان جو دستور ڪهڙي قسم جو هجڻ گهرجي تہ پوءِ اولهہ ۽ اوير پاڪستان جي سياستدانن کي هڪ گڏيل پليٽ فارم مهيا ڪجي تہ جيئن هو چونڊن جي تيارين لاءِ ڳالهہ ڪري سگهن.

(۱۰) هن مرحلي تي ﭔ ڳالهيون ضرور ٿيڻ کپن ۽ اهي جنوريءَ ۾ ٿيڻ گهرجن:

(الف) مرڪزي ڪابينا کي وسيع ڪيو وڃي، جنهن ۾ اولهه ۽ اوڀر پاڪستان جي ٻرک سيياستدانن کي شامل ڪيو وڃي. پر اوڀر پاڪستان جي سياسي اڳواڻن کي هن ڪابينا ۾ وڌيڪ شامل ڪري قومي حڪومت ٺاهي وڃي.

(ب) دستور تيار ڪرڻ واسطي آئين ساز اسيمبليءَ کي ترت ڪوٺايو ويندو. پر اهو ميڙ اڻ سڌي نموني سان صوبائي اسيمبلين مان ڪوٺايو ويندو. دستور هڪ مقرر مدت اندر بڻايو ويندو. ان جي تياريءَ جو وڌ ۾ وڌ مدو ٽي مهينا هجڻ کپي. دستور ساز اسيمبليءَ جي ڪم جو ۳/۴ حصو دستور جوڙڻ هوندو ۽ اها اسيمبلي قانون جوڙڻ واري ڪم کي هٿ ﭔ ڪانہ لائيندي. جيئن اڳيون دستوري ناهہ ٿيل آهي، تيئن ئي نئين چونڊيل دستور ساز اسيمبليءَ جي ميمبرن جا اختيار هوندا. جيئن تہ عبوري ڪابينا وسيع بنيادن تي ٺاهي ويندي، ان ڪري منهنجو خيال آهي تہ ڪنهن ﭔ ٻاءِ پر ٻڃڻ نہ گهرجي. جن ماڻهن کي اختيار ڪو نہ هوندو، سي دستور ناهڻ ۾ حصو ئي ڪو نہ وٺندا. اهي ماڻهو جيڪي ماڻهن جا صحيح نمائندا هوندا ۽ اهي ماڻهو جن سان گفت شنيد ڪئي وئي هوندي ۽ جن کي عوامي پذيرائي حاصل هوندي، سي چونڊن کان ڪڏهن ﭔ ڪو نہ گهبرائيندا.

(۱۱) نئين دستور مطابق، چونڊون آڪٽوبر ۱۹۵۸ع ۾ منعقد ڪرايون وڃن. اهڙن ذريعن اختيار ڪرڻ ڪانسواءِ دستور ٺهڻ جي ڪڏهن ﭔ اميد ڪري ئي ڪا نہ ٿي سگهجي.

(۱۲) مان اهو چئي ڪو نہ ٿو سگهان تہ ملڪ فيروز خان نون جيڪي تازيون تجويزون ڏنيون، تن کي ڪا اهميت ڪا نہ آهي. آرڊيننس وسيلي جيڪو پاڪستان جو دستور ناهيو ويندو، تنهن ۾ گهڻيون خاميون هونديون. ان آرڊيننس ذريعي ٺهيل دستور وسيلي ون يونٽ وارو زرين مقصد حاصل ڪو نہ ٿي سگهندو. ان دستور ذريعي ڪا ﭔ سياسي انهام و تفهيم ڪا نہ ٿي سگهندي. حقيقت اها آهي تہ موجوده ڪابينا جي هڪ اهم خوبي اها ﭔ آهي تہ اها پستول هٿ ۾ رکي دستور ناهڻ واسطي سياسي ٺهراءُ ڪرائي سگهي ٿي. پر جيڪڏهن ٻين مقصدن حاصل ڪرڻ واسطي پستول کي ڪتب آندو ويو تہ پاڪستان جو مقدر ٻانوانڊول ٿي سگهي ٿو.

وزارت داخلا

ڪراچي ٨-٨-١٩٧٢ع

نمبر ٨٢٠٧

جيئن تہ سنڌ جو گورنر هن خيال جو آهي تہ مسٽر جي. ايم. سيد، ولد سيد محمد شاهہ ويٺل سن، ضلعو دادو کي ان طرز عمل کان روڪيو وڃي، جيڪو سنڌ صوبي جي امن امان ۽ پاڪستان جي سلامتيءَ لا ھاجيڪار آھي. تنھنڪري اهو حڪم صادر ڪرڻ ضروري ٿي پيو آهي تہ مذڪوره مسٽر جي. ايم. سيد کي سندس گهر ۾ نظربند ڪيو وڃي.

ان ڏس ۾ ڊفينس آف پاڪستان رولس جي ضابطي ٢١٣ ۽ ان سان گڏ ضابطي ٣٢ (١) (f) ۽ (b) ١٩٧١، مطابق ڪيس مليل اختيارن کي استعمال ڪندي، مسٽر جي. ايم. سيد جي صحت کي نظر ۾ رکي، ڪيس سندس گهر ۾ ڇهن مهينن لاءِ نظر بند ڪرڻ جو، مهرباني ڪري حڪم صادر ڪيو آهي. ان کان علاوه، سنڌ حڪومت جي اڳواٽ اجازت کان سواءِ ڪنهن ماڻهوءَ سان، زباني يا لکت ذريعي رابطي ڪرڻ جي ڪيس منع ڪئي وڃي ٿي. هي امتناعي قانون سندس گهر جي ڀاتين ۽ گهرو نوڪرن سان لاڳو ڪو نہ رهندو. سندس گهر ۾ لڳل ٽيليفون هڪدم ڪاٽي وڃي.

گورنر جي حڪم سان جاري ڪيو ويو.

سليم عباس جيلاني

سيڪريٽري داخلا

حڪومت سنڌ

جيتريقدر مون غور ڪيو آهي، مغربي پاڪستان کي "ون يونٽ" اسڪيم هيٺ هڪ صوبي بنائڻ جا هيٺيان مقصد هئا:

(١) پاڪستان "مسلم قوم" جي بنياد تي قائم ڪرايو ويو هو، نظرياتي طور تہ ان کي هڪ سمجهڻ سولو هو، پر عملي طرح ان ۾ شامل هزارن سالن جي تاريخ رکندڙ مختلف ملڪن کي هڪ بنائڻ مشڪل هو، اُن ڪري "ون يونٽ" ذريعي انهن کي متحد بنائڻ جي منظم ڪوشش ڪئي وئي.

(٢) ملڪ جي الهندي حصي جي چئن يونٽن (سنڌ، بلوچستان، پختونستان ۽ پنجاب) جي آباديءَ جو مدار سنڌودرياءَ ۽ ان جي مددگار ندين تي هو. جيئن تہ اُهي

علائقا زياده تر زراعتي پس منظر رکندڙ هئا، اُن ڪري اُنهن جي گڏيل ترقيءَ ۽ گهٽي پيدائش جي حصول لاءِ گڏيل منصوبي هيٺ ڪم ڪرڻ وڌيڪ فائديمند سمجهيو ويو.

(۳) اڀرندي حصي (بنگال) ۾ ماڻهن جي آبادي زياده هئي، اُتي جي رهاڪن جي زبان ۽ ڪلچر مغربي حصي جي رهاڪن کان مختلف هو ۽ منجهن بنگالي قومپرستيءَ جو جذبو به گهڻو هو. جيتوڻيڪ ترقيءَ جي حوالي کان مهاجر پنجابي مستقل مفاد وارا وڌيڪ هئا، پر تعداد ۾ بنگالي وڌيڪ هئا، اُن ڪري جمهوري اصول موجب کين حڪومت جي واڳ ملڻي هئي، جيڪا مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي خلاف هئي. ان ڪري ان حالت کان بچڻ لاءِ هنن به طريقا سوچيا؛ هڪ، ٻنهي حصن کي مرڪزي حڪومت ۾ هڪ جيتري نمائندگي ڏني وڃي ۽ مغربي حصي جي جملي قومن ۽ صوبن کي هڪ ڏوريءَ ۾ ٻڌي مقابليءَ لاءِ تيار ڪيو وڃي. ٻيو ته سمورو پاڪستان خاص ڪري پاڪستان جا گهڻا حصا پوئتي پيل هئا ۽ مرڪز ۾ حڪومت جي واڳ بيوروڪريسي ۽ لشڪر ۾ اڪثريت هئڻ سبب مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي هٿ ۾ هئي، اُن ڪري انهن وسيلي مرڪزي منصوبي بنديءَ سان فائدو حاصل ڪيو وڃي.

(۴) اولهندي حصي (اولهه پاڪستان) ۾ چار قومون ۽ چار صوبا هئا، جن جون زبانون، ادب، روايتون ۽ ڪلچر جدا هئا، اُن ڪري انهن کي متحد ۽ هڪ ڪرڻ لاءِ اردو زبان ۽ يو – پي جي مسلمانن جي ڪلچر کي مٿن مڙهيو وڃي.

(۵) مغربي حصي اندر پنجاب ۾ ماڻهن جي آبادي في ميل تي سنڌ، بلوچستان ۽ پختونخوا کان وڌيڪ هئي، جيڪا ڳالهه پنجابين جي خوشحالي ۽ ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽ هئي. ان ڪري گڏيل صوبي جي صورت ۾ پنجاب کان آباديءَ جو بوجهه هلڪو ڪرڻ لاءِ فاضل آباديءَ کي ٻين صوبن ۾ وسائي، انهن کي ڪالونائيز ڪري سگهبو.

سنڌ اهل پنجاب لاءِ موزون صوبو هو، جتي زمين ۽ پيدائش جا وسيلا جام ۽ آدمشماري گهٽ هئي، اُن ڪري ون يونٽ ٺهڻ سان سنڌ جي زمين ۽ ٻين پيداواري وسيلن کي پنجاب جي اڪثريت آباديءَ لاءِ ڪم آڻي سگهيا پئي.

(٦) مغربي حصي ۾ مختلف صوبن جي موجودگيءَ سبب هر هڪ صوبو پنهنجي حد انتظامي يونٽ هئڻ سبب پنهنجا اڪثر مالي وسيلا پنهنجي عوام جي مفاد وٽان استعمال ڪري رهيو هو، جيڪا ڳالهه مهاجر پنجابي مستقل مفاد جي خلاف

هئي. هنن لاءِ فائديمند. اها ڳالهه هئي تہ ٻين قومن جا وجود ختم ڪري "هڪ قوم" جي سانچي ۾ ڪين فٽ ڪن ۽ اردو زبان ۽ مرڪزي طاقت جي آڌار تي مرڪزي حڪومت جي هٿ هيٺ، مٿن راڄ ڪن.

(۷) ان ڪان سواءِ مغربي حصي ۾ ڪيترين ڏيهي رياستون هيون، جيڪي جدا نظامن هيٺ پنهنجي طور طريقي سان هلي رهيون هيون، تن کي ختم ڪري، مرڪزي حڪومت جي هٿ هيٺ آڻي سگهيا ٿي. رڳو هڪڙي بهاولپور رياست جي ۱۷٦۰۲ چورس ميل ايراضيءَ کي پنجاب سان ملائي، اُتي اهل پنجاب کي ڪالونائيز ڪري پاڻ تان آباديءَ جو بوجهہ هٽائي سگهيا ٿي.

انهن مقصدن لاءِ هنن اسلام ۽ "وحدت پاڪستان" جا سونهري ڏوڪا استعمال ڪيا ٿي.

ون يونٽ واري اسڪيم کي جن طريقن سان پاڻي تڪميل تي پهچايو ويو، اُن جو مختصر تفصيل هيءُ آهي:

۱- وزيراعظم پاڪستان ۽ مسلم ليگ پاڪستان پارٽيءَ جي ليڊر سر خواجہ ناظم الدين (بنگالي) کي آئين ساز اسيمبليءَ ۾ اڪثريت هئڻ جي باوجود سازشي گروهہ جي سرغني غلام محمد خان گورنر جنرل، فوج ۽ سول سروس جي مدد سان ڊسمس ڪري، آمريڪا مان پاڪستان جي سفير محمد علي بوگرا (بنگالي) کي گهرائي، کيس وزيراعظم نامزد ڪري آل پاڪستان مسلم ليگ جو صدر ٺاهيو ويو ۽ مرڪزي اسيمبليءَ جي ميمبرن کان قبول ڪرايو ويو. اهڙي ريت هن نئين حڪومت ۾ جمهوري دستورن جي مٽي پليت ڪئي وئي.

۲- پيرزادو عبدالستار سنڌ جو وزيراعليٰ هو، جنهن جي دور حڪومت ۾ سنڌ جي ڀلي جا ڪيترا منصوبا شروع ڪيا ويا هئا ۽ کيس سنڌ اسيمبليءَ ۾ ميمبرن جي اڪثريت حاصل هئي، ان کي جڏهن معلوم ٿيو تہ ون يونٽ بنائي، سنڌ جي وجود کي ختم ڪرڻ جي سازش ٿي رهي آهي تہ هُن ون يونٽ جي مخالفت ڪئي، جنهن ڪري کيس وزارت اعليٰ تان ڊسمس ڪري اڳ ۾ پروڊا هيٺ ستن سالن لاءِ سياست مان خارج ڪيل خانبهادر کهڙي تان پروڊا - پابنديون هٽائي، سنڌ اسيمبلي جي ميمبر نہ هئڻ جي باوجود کيس سنڌ جو وزيراعليٰ نامزد ڪيو ويو ۽ سندس هٿان وزارت ٺهرائي، پير علي محمد شاه راشدي، حاجي مولا بخش سومرو ۽ قاضي محمد اڪبر کي وزيرن طور کنيو ويو. کهڙي هٿان سنڌ جي خود مطلب ۽ بيغيرت زميندار ڪلاس جي ميمبرن کي ٻيڄاري، ايس. پي. آر ۽ پوليس جي موجودگيءَ ۾

ڏنڊي جي زور تي سنڌ اسيمبليءَ مان ون يونٽ جي فائدي ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايو. ٺهراءَ جي مخالفت ڪندڙن کي جيل ۾ موڪليو ويو، جن مان هڪ آئون به هُئس، جنهن کي جون ١٩٥٥ع تائين جيل ۾ رکيو ويو.

٣- بهاولپور رياست جي وزيراعليٰ سيد حسن محمود کي ڊسمس ڪيو ويو.

٤- صوبي سرحد جي وزيراعليٰ سردار عبدالرشيد کي لالچون ۽ ڪوڙا دلاسا ڏئي، فرنٽيئر اسيمبليءَ کان ون يونٽ جي حق ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايو ويو. پر جڏهن هن ٿيل وعدن جي خلاف ڪم ٿيندي ڏٺو ته هن احتجاج ڪيو، جنهن ڪري کيس وزارت اعليٰ تان هٽايو ويو.

٥- ون يونٽ جي مخالفت ڪندڙ سياستدانن خان عبدالغفار خان، خان عبدالصمد، قاضي فيض محمد، حيدر بخش جتوئي ۽ مون کي جيل ۾ موڪلي، اسان جو آواز دٻايو ويو.

٦- آئين ساز اسيمبليءَ ١٩٥٤ع ۾، ملڪ جو آئين تيار ڪري ڇڏيو هو، صرف گورنر جنرل جي صحيح رهيل هئي، پر غلام محمد خان گورنر جنرل اُن آئين کي ون يونٽ جي راهه ۾ رڪاوٽ سمجهي، مرڳو آئين ساز اسيمبليءَ کي ختم ڪري ڇڏيو. ان تي آئين ساز اسيمبليءَ جي اسپيڪر مولوي تميز الدين خان، ان غير قانوني آرڊر خلاف سنڌ هاءِ ڪورٽ ۾ رٽ داخل ڪئي ۽ ڪورٽ گورنر جنرل جي فيصلي کي غير قانوني قرار ڏنو. ان تي گورنر جنرل سپريم ڪورٽ جي هڪ پنجابي جج آڏو اپيل داخل ڪئي، جنهن پنجاب جي مفادن کي اڳيان رکي، سنڌ هاءِ ڪورٽ جي فيصلي کي سپريم ڪورٽ طرفان رد ڪري، فيصلو ڏنو ته جنهن صورت ۾ طاقت گورنر جنرل جي هٿ ۾ هُئي، ان ڪري آئين ساز اسيمبليءَ ۽ وزارت کي ڊسمس ڪرڻ جو کيس اختيار حاصل هو. ان کان پوءِ ساڳئي گورنر جنرل، ڏنڊي جي زور تي، وزيراعظم، چوڌري محمد عليءَ کي بنائي، غير جمهوري طريقن سان ساڳين ناسازگار حالتن ۾ نئين آئين ساز اسيمبلي چونڊائي، ان کان ١٩٥٦ع جو آئين پاس ڪرايو، جيڪو ون يونٽ تي ٻڌل هو. جنهن جا مکيه جزا هينيان هئا:

(الف): مغربي پاڪستان جي سڀني صوبن کي "انڊين انڊيپينڊنٽ ائڪٽ" ١٩٣٧ع جي پيڪڙي ڪندي، ختم ڪري مغربي پاڪستان کي "ون يونٽ" هيٺ هڪ صوبو بنايو ويو.

(ب) دنيا جي مڃيل جمهوري اصولن جي خلاف اولهه پاڪستان لاءِ اوير

پاڪستان جي آباديءَ جي اقليت ۽ اڪثريت واري حيثيت ختم ڪري، ٻنهي يونٽن (صوبن) کي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ هڪ جيتري نمائندگي ڏني وئي.

(ت) اولهه پاڪستان جي صوبائي اسيمبليءَ ۾ ميمبرن جو هڪ اهڙو گروهه آندو ويو، جيڪو ڊپٽي ڪمشنر جي نامزد ڪيل جرڳن جي ميمبرن طرفان نمائندو ٿي آيو ٿي (جيڪو گروهه هميشه وقت جي حڪومت جي اشاري تي ووٽ ڏيندو هو).

(ث) [آن آئين ۾] ون يونٽ کي ڊاهڻ لاءِ مغربي ۽ مشرقي پاڪستان جي اسيمبليءَ جي ٺهرائن ۽ آئين ساز اسيمبليءَ جي ميمبرن جي ٢/٣ ووٽن جي ضرورت لازمي ٺهرائي وئي.

اهڙيءَ ريت اُن ڪان پوءِ ون يونٽ جي حفاظت ۽ استحڪام لاءِ هڪ طرف ون يونٽ جي مخالفت تي ملٽري ۽ سول سروس ذريعي سختي ڪئي وئي ۽ ٻئي طرف ”وحدت مغربي پاڪستان“ کي جائز ۽ صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ نشرواشاعت جي سمورن ذريعن ڪتابن، پمفليٽن، اخبارن، ريڊيو وغيره ذريعي عوام جا ذهن مسخ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

ون يونٽ جو قيام غلط ۽ نقصانڪار ڇو ۽ ڪيئن هو؟ اُن لاءِ مون وٽ هيٺيان دليل آهن:

١- ون يونٽ جي غيرقانوني نفاذ ذريعي سنڌ جي جدا ملڪ ۽ قوم واري حيثيت ۽ وجود کي ختم ڪري، ”قومن جي حق خودارديت جي اصول“ جي خلاف ورزي ڪئي وئي.

٢- ون يونٽ جو قيامِ آل انڊيا مسلم ليگ جي ١٩٤٠ع واري اجلاس ۾ پاس ڪيل ٺهراءَ جي روح جي خلاف هو، جنهن موجب (پاڪستان جي) جملي قومي رياستن کي آزاد ۽ خودمختيار رياستون بڻائڻ جو اصول تسليم ٿيل هو.

٣- ون يونٽ جو قيام، ٣ مارچ ١٩٤٣ع تي سنڌ اسيمبليءَ جي پاس ڪيل ٺهراءَ جي خلاف هو، جنهن موجب سنڌ کي آزاد ۽ خودمختيار رياست بڻائڻ جي تجويز ڏنل هئي.

٤- مذڪور ملڪن ۽ قومن جي مالڪن کي ون يونٽ جي قيام مان اهو انديشو هو ته پنجاب جا رهاڪو پنهنجي وڌندڙ آباديءَ کي هنن جي ملڪن ۾ زوريءَ منتقل ڪري، اصل آباديءَ جو توازن مٽائي، سنڌن جداگانه ملڪي ۽ قومي وجود ختم ڪيا ويندا.

۴- ون يونٽ جي قيام مان سنڌ جي ترقيءَ ۽ تعمير کي خاص طرح ۽ بلوچستان ۽ پختونستان جي مفاد کي عام طرح نقصان پهچائڻ جو انديشو هو.
۵- ون يونٽ جي قيام مان سنڌ، پختونخوا ۽ بلوچستان جي عوام ۽ دانشور طبقي کي خطرو محسوس ٿي رهيو هو تہ مهاجر پنجابي سامراجي، سنڌن ايراضين جي زميندارن، واپارين، دولتمند طبقي، ملن ۽ پيرن کي لالچ ۽ دباءَ ذريعي بي ايمان ۽ پنهنجو ايجنٽ بنائي، عوام جي دماغن کي مسخ ڪري، کين ختم ڪرڻ جي اسڪيم لاءِ رضامند ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا.

مغربي پاڪستان صوبي ٺاهڻ کان پوءِ، ون يونٽ ذريعي هڪ منظم پروگرام موجب سنڌ کي جيڪي اڪيچار نقصان پهچايا ويا، تن مان ڪجهہ هي آهن:

(١) سنڌ جي اٽڪل ٨٠ ڪروڙ روپين جي سرڪاري خرچ سان نهرايل ڪوٽڙي بئراج رستي تعلقي ٽنڊي محمد خان ۽ ٻين هنڌن تي سڌاريل زمين، غير سنڌي ملٽري ۽ سول آفيسرن کي ڏني وئي، جن ۾ اڪثريت پنجابين ۽ پناهگيرن جي هُئي.
(٢) ڪيترن سينيئر سنڌي آفيسرن جا حق ماري، پنجابين ۽ مهاجر جونيئر آفيسرن کي اعليٰ عهدن تي پروموٽ ڪيو ويو. مکيہ عهدن جهڙوڪ ڪمشنر، ڊپٽي ڪمشنر، ايس پي وغيره تي غير سنڌي عملدارن کي رکيو ويو، جن معرفت سنڌ بابت بلندر ٿيندڙ آواز کي دٻايو ويو.
(٣) سنڌ سرڪار طرفان جابلو ۽ ٿر ايراضين کي سڌاري، آباديءَ لائق زمين بنائڻ لاءِ جيڪي پراجيڪٽ تيار ڪيا ويا هئا (جن جي تياري لاءِ سنڌ حڪومت رقم جو انتظام بہ ڪيو هو) تن کي رد ڪري سنڌ جا ٣٣ ڪروڙ روپيا بچت، نئين اولهہ پاڪستان صوبي (پنجابي اڪثريت) جي حوالي ڪيا ويا.

ٻئي طرف پنجاب تي هڪ سو ڪروڙ روپين جو قرض هو، سو بہ نئين (مغربي پاڪستان) صوبي کي پرلو پيو. سنڌ مان فرنيچر، غاليچا ۽ دفتر ڪٺائي لاهور نيا ويا. جڏهن سنڌ سيڪريٽريٽ جي عملي کي اسپيشل ٽرين ۾ لاهور وٺي وڃي رهيا هئا تہ اهڙو نظارو ڏسڻ ۾ پئي آيو، جهڙو بابل جي بادشاهہ جي يروشلم فتح ڪرڻ کان پوءِ، يرغمال طور يهودين کي بابل وٺي وڃڻ وارو هو.

(۴) اپر سنڌ ۾ قائم ٿيل نئين گڊو بئراج جي زمين کي سڌاري، غير سنڌي (پنجابي) آفيسرن ۽ ٻين ماڻهن جي حوالي ڪيو ويو.
(۵) سنڌي ادبي بورڊ ۽ شاهہ لطيف ڪلچرل بورڊ لاءِ سنڌ سرڪار طرفان منظور ڪيل رقمن کي گهٽائي، بورڊن جي تشڪيل ۾ تبديلي آڻي، انهن کي سرڪاري

افيسرن يا ته ٻي ماڻهن جي هٿن ۾ ڏني، رهيل اعليٰ ادبي، علمي ۽ ثقافتي ڪمن کي روڪيو ويو.

(٦) سنڌ سرڪار طرفان هر سال، هڪ تعلقي ۾ هاءِ اسڪول ۽ هر ضلعي ۾ ڪاليجن ۽ اسپتالن ٺهرائڻ جون جيڪي اسڪيمون تيار ڪيل هيون، تن کي روڪيو ويو. سنڌ جي زوري پرائمري تعليم واري اسڪيم کي رد ڪيو ويو.

(٧) سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ ٿيل ١٩٤٥ع واري پاڻي جي معاهدي کي رد ڪري، پنجاب جي فائدي لاءِ نوان بئراج ۽ ڊيم تعمير ڪرايا ويا.

(٨) سنڌ جي اهم ڪاتن ۾ اعليٰ عملدار غير سنڌي رکي کين وسيع اختيار ڏئي، سنڌي مفاد کي نقصان پهچايو ويو.

(٩) اقتصادي معاملن سان واسطو رکندڙ ڪاتا جهڙوڪ: واپڊا، پڪڪ، P. I. D. C.، اي. ڊي. سي وغيره مغربي پاڪستان بنياد تي ادارا ٺاهي، انهن جي چارج غير سنڌي آفيسرن کي ڏئي، سنڌ جي مالي ڦرلٽ ڪئي وئي.

(١٠) پي. آءِ. ڊي. سي معرفت اسڪيمن تي خرچ ڪيل ٢٠٠ ڪروڙن مان سنڌ تي صرف ١٠ ڪروڙ روپيا خرچ ڪيا ويا.

(١١) سنڌ ۾ ٻاهرئين ۽ ٻڌي واپار ۽ ڪارخانن برپا ڪرڻ جي پاليسي اهڙي ٺاهي وئي، جو انهن جي هڪ هٽي (Monoply) غير سنڌين جي حوالي ٿي وئي.

(١٢) سنڌ جي اسپتالن، ريلوي اسٽيشنن، رستن، ڪاليجن، اسڪولن، مارڪيٽن ۽ ٻين مرڪزن تي غير سنڌي ۽ سنڌ دشمن ماڻهن جا نالا رکي سنڌ جي روايتن ۽ ثقافت کي نقصان پهچايو ويو.

(١٣) اردو کي قومي زبان بڻائي، سنڌيءَ کي غير مساوي حالت ۾ رکي، ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان سنڌي زبان کي ختم ڪيو ويو.

(١٤) سنڌ ۽ سنڌين جي حقن جي حفاظت لاءِ اٿاريل هر ڳالهه کي علائقائي ذهنيت، ملڪ دشمني، ڀارت جي ايجنٽي، انتشار پسندي ۽ اسلام دشمنيءَ جي نالي ۾ دٻايو ويو.

(١٥) سموري سرڪاري مشينريءَ کي سنڌي، بلوچ ۽ پختون قومن جي جدا وجودن، ڪلچرن ۽ زبانن کي اسلام، پاڪستان ۽ مسلم قوم جي نالي ۾ ختم ڪري، مهاجر پنجابي سامراجين ۾ مدغم ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويو.

(١٦) سنڌ اندر اسٽيشنن، رستي جي پٿرن (Mile Stones)، نوٽن دڪانن جي سائين بورڊن ۽ ووٽر لسٽن ۾ نالا اردو ۾ لکي، هڪ طرف سنڌي زبان کي

نقصان رسايو ويو تہ ٻئي طرف نالن کي کلڻ هاب بنايو ويو.

(۱۷) سنڌ ۾ قائم ڪيل ۽ ٽينڊڙ ڪارخانن، ادارن، بئنڪن، دڪانن، واپار جي منڊين لاءِ ٻاهران پنجابي، پناهگير ۽ مهاجر گهرائي رکيا ويا. اهڙيءَ طرح هڪ طرف سنڌين کي روزگار کان محروم ڪيو ويو تہ ٻئي طرف سنڌين جي آباديءَ جو توازن تبديل ڪيو ويو.

(۱۸) سنڌ جي پيرن، ميرن، زميندارن، واپارين، ڪامورن ۽ سياستدانن کي لالچائي، هيسائي، غلط نظرين جي پرچار ذريعي سنڌ جي قومي ۽ ملڪي وجود کي وسارڻ لاءِ سنڌين دماغ مسخ ڪيا ويا.

(۱۹) ون يونٽ دوران مرڪزي سيڪريٽريٽ ۾ غير سنڌين جي گهڻائي رکي وئي ۽ جيڪي ٿورا گهڻا سنڌي اُتي رکيا ويا، تن کي اهڙو تنگ ڪيو ويو، جو ڪيترا نوڪريون ڇڏي آيا ۽ ڪيترا تڪليفن ۽ مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿي دانهون ڪندا رهيا.

(۲۰) سنڌ جو نالو هر جڳهہ تان مِٽائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. حتيٰ ڪ حيدرآباد سنڌ اسٽيشن تان سنڌ جو نالو ڪڍيو ويو. ڪنري سنڌ کي ڪنري پاڪ ڪيو ويو. لفافن، ڪتابن ۽ پمفليٽن ۾ سنڌ لکڻ ڏوهہ قرار ڏنو ويو. سنڌ "سابق سنڌ" ٿي وئي.

سنڌڙي تنهنجو نانءُ وتو، جڻ ڪاريهر تي پير پيو. (اياز)

اهو سڀ ڪجهہ ون يونٽ وقت سنڌ جي وزيراعليٰ خانبهادر کهڙي سان مرڪزي سرڪار جي ڪيل معاهدي جي خلاف ٿي رهيو هو. هونئن بہ پاڪستاني حڪمرانن، ۱۹۴٦ع کان وٺي ننڍي کنڊ جي مسلم اڪثريت وارن علائقن سان ڪيل معاهدن جي سدائين خلاف ورزي پئي ڪئي. هاڻي هتي اسين اهو معاهدو پيش ڪري رهيا آهيون، جيڪو سنڌ وزارت سان مرڪزي سرڪار، "ون يونٽ ناهڻ وقت" ڪيو هو:

## عهد نامو

سنڌ جو صوبو، مغربي پاڪستان ۾ ون يونٽ جو ڀاڱو، هيٺين شرطن تي قبول ڪندو:

(۱) سنڌ کي وعدي ڪيل حق، قانوني طور ڏيڻ جو آئين ۾ انتظام ڪيو وڃي ۽ اُهي عدالتي طريقي (Justiciable) سان حاصل ڪري سگهجن.

(۲) سنڌ مان جيڪا بہ سرڪاري آمدني ٿئي، اُها سنڌ تي خرچ ڪئي وڃي.

(٣) سنڌ جون سموريون صوبائي نوڪريون سنڌين جي هٿن ۾ ۽ سنڌن سنڀال هيٺ هجن.
(٤) سنڌ جون زمينون پهريان بي زمين سنڌين ۾ ورهايون وڃن، پوءِ ڪجهه حصو سنڌ ۾ رهندڙ بي زمين مهاجرن ۽ ٻين غير سنڌين ۾ ورهائڻ تہ اعتراض ڪونهي.
(٥) مٿينءَ طرح زمين جي ورهاست کان پوءِ جيڪا زمين بچي، سا پلي ڪنهن مقرر ڪيل ايراضيءَ کان گهٽ ايراضيءَ رکندڙ مالڪن کي نيلام ڪئي وڃي.
(٦) جملي مرڪزي ۽ وڏين نوڪرين ۾ سنڌ کي مقرر تعداد نوڪرين جو ڏنو وڃي.
(٧) ون يونٽ بعد مرڪز ۾ صرف ٽي کاتا رهن؛ بچاءُ، امور خارجيہ ۽ سِڪو.
(٨) سنڌونديءَ جي پاڻيءَ جي حصي ۾ [ ١٩٤٥ع جي معاهدي موجب] دست اندازي نہ ڪئي وڃي.
(٩) سنڌي زبان ۽ ادب تي ٿيندڙ موجوده خرچ ۾ گهٽتائي نہ ڪئي ويندي.
(١٠) سنڌ کي لشڪر [ ۽ بچاءَ کاتي] ۾ سنڌس حصو ڏنو ويندو.
(١١) سنڌ سان واسطو رکندڙ ڳالهين بابت اهڙو ڪو بہ قانون پاس نہ ڪيو وڃي، جنهن جي فائدي ۾ سنڌي ميمبرن جي اڪثريت ووٽ نہ ڏنو هجي.
["اهي ڏينهن اهي شينهن"؛- پير علي محمد راشدي ص ١١ - ٤٠٩ ]
هن عهد نامي موجب ١٤ آڪٽوبر ١٩٥٤ع تي ون يونٽ جو قيام عمل ۾ آيو هو، ۽ سنڌ اسيمبليءَ کان ١١- ڊسمبر ١٩٥٤ع تي "ون يونٽ" جي حق ۾ ٺهراءُ پاس ڪرايو ويو هو. جيئن تہ هيءُ واقعو تاريخ جو رڪارڊ آهي، ان ڪري بهتر سمجهان ٿو تہ سنڌ اسيمبليءَ جي رڪارڊ مان "ون يونٽ" جي حمايت ڪندڙن ۽ مخالفت ڪندڙن جا نالا هتي پيش ڪريان. سنڌ اسيمبلي جي ١١٠ ميمبرن مان ٩٨ ميمبرن فائدي ۾ ووٽ ڏنو ۽ فقط چئن مخالفت ۾ [ڪجهه ميمبر موڪل تي هئا، ڪجهه ميمبريءَ جون جايون خالي هيون ۽ اٺون جيل ۾ هُئس.]
مخالفت ۾ ووٽ ڪندڙ ميمبر؛
(١) عبدالحميد خان جتوئي (٢) غلام مصطفيٰ خان پرڳڙي، (٣) پير الاهي بخش ۽ (٤) شيخ خورشيد احمد.
حمايت ۾ ووٽ ڪندڙ ميمبر؛
(١) عبدالله خان مهيسر (٢) عبدالفتاح ميمڻ (٣) عبدالمجيد خان جتوئي، (٤) قاضي عبدالمنان (٥) ڄام بشير احمد ڏهر (٦) مير احمد خان ٽالپر (٧)

احمد خان راڄپر (٨) احمد خان پنو (٩) مير احمد خان پناڻ (١٠) لڪر آئيدان سنگهہ (١١) بيگم عائشہ عزيز (١٢) علي اصغر شاه شيرازي (١٣) مير علي احمد خان ٽالپر (١٤) علي بلاول خان بومڪي (١٥) سردار علي گوهر خان مهر (١٦) علي گوهر کهڙو (١٧) علي حسن منگي (١٨) علي محمد راشدي (١٩) علي نواز خان ڦاريجو (٢٠) مير علي نواز خان ٽالپر (٢١) پير عالي شاه جيلاني (٢٢) جام امير الهہ بچايو خان (٢٣) علڻ خان لغاري (٢٤) امير بخش مهر (٢٥) جام امير علي خان (٢٦) آغا بدر الدين دراني (٢٧) مير بنده علي خان ٽالپر (٢٨) ڌرمداس موٽومل (٢٩) دوست محمد هڪڙو (٣٠) فيض محمد صندل (٣١) فقير محمد انڙ (٣٢) حاجي فضل محمد خان لغاري (٣٣) حاجي غلام علي ميمڻ (٣٤) حاجي خان محمد مري (٣٥) سيد غلام حيدر شاه ولد حاجي پير شاه (٣٦) سيد غلام حيدر شاهہ ولد نواب شاهہ (٣٧) غلام قادر ناريجو (٣٨) غلام نبي ڏهراج (٣٩) غلام رسول خان جتوئي (٤٠) غلام رسول شاهہ جيلاني (٤١) غلام رسول ڪيهر (٤٢) سيد گل محمد شاه (٤٣) حاجي گل محمد کيڙو (٤٤) گل جي مينگهواڙ (٤٥) حامد حسين فاروقي (٤٦) مير امام بخش ٽالپر (٤٧) مير جعفر خان جمالي (٤٨) جان محمد ياٺي خان (٤٩) قادر بخش تنيو (٥٠) سيد ڪرارو شاهہ (٥١)سيد خير شاهہ (٥٢) خان محمد بوزدار (٥٣) محبوب شاه پير رسول بخش شاهہ (٥٤) مامون خان ملڪاڻي (٥٥) سيد مهر علي شاهہ (٥٦) موسيٰ خان پگهيو (٥٧) حاجي مولا بخش (٥٨) سيد مبارڪ علي شاه (٥٩) قاضي محمد اڪبر (٦٠) سردار محمد قمر علي شاهہ (٦١) محمد اشفاق (٦٢) مير محمد بخش ٽالپر (٦٣) محمد بخش خان سرڪي (٦٤) حاجي پير محمد حسن بخش (٦٥) سيد محمد حسن شاهہ (٦٦) حاجي محمد حيات جوڻيجو (٦٧) سردار جعفر خان بليدي (٦٨) پير مهدي شاه جهنڊي وارو (٦٩) محمد يوسف چانڊيو (٧٠) مخدوم محمد زمان طالب المولي (٧١) سيد محمد زمان شاهہ بقادار شاهہ (٧٢) حاجي نجم الدين لغاري (٧٣) نصير محمد خان مدواڻي (٧٤) سردار نورمحمد بجاراڻي (٧٥) نورمحمد راهمون (٧٦) سيد نور محمد شاهہ (٧٧) رحيم بخش سومرو (٧٨) رسول بخش جوڻيجو (٧٩) روپچند چيلا رام (٨٠) روپچند لوهاڻو (٨١) حاجي صادق علي ميمڻ (٨٢) ڊاڪٽر سعيد الدين صالح (٨٣) سيف الله خان مگسي (٨٤) پير صالح شاهہ (٨٥) سنيو مل لوهاڻو (٨٦) سواٽي سنگهہ سوڍو (٨٧) شاهنواز پيرزادو (٨٨) شاهہ نظر حسين شاه (٨٩) شاهل خان کوسو

(٩٠) ملڪ سڪندر خان هملائي (٩١) سيرو مل ڪرپال داس (٩٢) سلطان احمد چانڊيو (٩٣) سردار مير سندر خان سندراڻي (٩٤) بيگم طاهره آغا (٩٥) مسٽر ٽيڻون مل (٩٦) توڳاچي مير محمد نوهڙي (٩٧) عثمان خان ملڪاڻي (٩٨) نواب زاهد علي خان.

انهيءَ (ون يونٽ واري) عهدنامي جي پيڪڙين جو تفصيلوار وچور آئون اڳ ۾ بيان ڪري آيو آهيان، پر هتي اُن جي هڪ فقري (نمبر ٤)، جنهن جو واسطو زمين جي ورهاست ۽ استعمال سان آهي، اُن جي ڪهڙيءَ ريت مٽي پليت ڪئي وئي، اُن تي آئون پنهنجي طرفان ڪجهه چوڻ جي بدران هڪ پنجابي دانشور پروفيسر عزيز الدين جي ڪتاب "ڪيا هم اڪٺي ره سڪتي هين" مان هڪ اقتباس پيش ڪريان ٿو:

**بيراج جون زمينون ۽ غير سنڌي آبادڪار.**

"سکر بيراج جي ٺهڻ کان پوءِ سنڌ ۾ ٺهيل ٻه ٻيا بيراج يعني ڪوٽڙي بيراج (غلام محمد بيراج) ۽ گڊو بئراج. هي ٻه بئراج پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ ٺهيا. انهن جي تعمير جي نتيجي ۾ سنڌ تي زمين جي بُک ۾ مبتلا غير سنڌين هڪ دفعو وري يلغار شروع ڪري ڏني. هن دفعي اُن يلغار ۾ سول ۽ فوجي آفيسرن جو تعداد اڳ کان وڌيڪ هو. اهي فوجي ۽ سول آفيسر پنجابي مهاجر يا پختون هئا. شايد ئي ڪوئي جنرل هو، جنهن سنڌ جي مختلف بيراجن تي پنهنجي لاءِ زمين الاٽ نه ڪرائي هجي. انهن ۾ ايوب خان ۽ موسيٰ خان کان وٺي اصغر خان ۽ ٽڪا خان تائين سياسي ۽ غير سياسي (جنرل) آبادگار شامل هئا. ان باري ۾ اسان وٽ جيڪي انگ اکر آهن، سي بلڪل نامڪمل آهن ۽ ڪيترا سال پراڻا آهن. حقيقت جي صحيح تصوير مستقبل جو ڪو اهڙو مصنف ئي پيش ڪري سگهندو، جنهن جي رسائي سموري سرڪاري رڪارڊ تائين هوندي.

..... سکر بئراج مان تقريباً ٢٩ لک ايڪڙ زمين آباد ٿي. هيءَ بئراج ان لحاظ کان سنڌ جو سڀ کان وڏو بئراج آهي. سکر بئراج جي زمين جي ورهاست پاڪستان ٺهڻ کان اڳ شروع ٿي چڪي هئي ۽ ١٩٥٤ع جي آخر (١٤- آڪٽوبر ١٩٥٤ع) ۾ جڏهن ون يونٽ قائم ٿيو، تڏهن صرف ٦ لک ايڪڙ زمين باقي بچيل هئي. جڏهن ته ون يونٽ کان اڳ ورهايل ٢٢ لک ايڪڙ زمين جا اسان وٽ انگ اکر موجود ڪونه آهن ته اُها ڪنهن کي ڏني وئي [نوٽ : اها زمين اڪثر پنجابين کي ڏني وئي - جي. ايم. سيد] ون يونٽ جي ٺهڻ کان پوءِ جي ٽن سالن ۾ الاٽ ٿيندڙ زمين جو گهڻو حصو غير سنڌين کي ڏنو ويو. ١٩٥٥ع کان ١٩٥٨ع تائين غير سنڌين

۶۲۰، ۵۲، ۱ ايڪڙ زمين حاصل ڪئي، جڏهن تہ سنڌين کي ۵۸٦، ۲۲، ۱، ايڪڙ زمين ملي. جيئن تہ اسان اڳتي هلي ڏسنداسين تہ زمين حاصل ڪندڙن ۾ سول ۽ فوجي آفيسر سڀ کان اڳرا هئا- اصلي ڦرلٽ ۱۹۵۸ع جي مارشل لا لڳڻ کان پوءِ شروع ٿي. آڪٽوبر ۱۹۵۸ع کان ۱۹٦۲ع جي عرصي دوران هر سؤ ماڻهن مان زمين حاصل ڪندڙ ۷۵ ماڻهو، غير سنڌي هئا. يعني سنڌين کي رڳو ۸۹، ۷، ۵۴ ايڪڙ زمين الاٽ ٿي، جڏهن تہ غير سنڌين کي ۲،۱۲،٦۷۹ ايڪڙ زمين ملي...... آمريت جي دور ۾ آفيسر شاهيءَ کي تمام سٺو موقعو مليو ۽ اُنهن پنهي هٿن سان ملڪ ۾ ڦرمار ڪئي. ۱۹٦۲ع تائين سکر بئراج جي گهٽو گهٽ زمين ڏجي چڪي هئي، ڪل ٦ لک ايراضي، جيڪا رهيل هُئي، ان مان ۴،٦۷،۰۰۰ ايڪڙ زمين غير سنڌين کي ۽ اُن جي اڌ کان بہ گهٽ زمين سنڌين کي ملي."

.......... پاڪستان ٺهڻ کان ڇهہ سال اڳ ۱۹۴۱ع ۾ موجوده پير صاحب پاڳاري جي والد پير صبغت الله شاه جي قيادت ۾ سنڌ ۾ حرن انگريزن خلاف جهاد ڪيو هو. انهن هر هنڌ سرڪاري ملڪيتن کي نقصان پهچايو، خاص طرح ريلوي لائينون سندن ڪارروائين جو نشانو بڻيون. انگريز دشمن سرگرمين سبب حُرن کي برطانوي حڪومت جي ڏاڍ ۽ ڏمر جو نشانو بڻجڻو پيو. پير صاحب کي بغاوت جي ڏوهہ ۾ ڦاسي ڏني وئي ۽ مکي ڍنڍ وارا زمين، جتي هُو آبادي ڪرائيندو هو، اُها سرڪار ضبط ڪري ورتي هئي. ۱۹۴۷ع ۾ ملڪ آزاد ٿيڻ کان پوءِ، ٿيڻ تہ ائين گهربو هو تہ پير صاحب جي زمين حر مجاهدن کي واپس ڪئي وڃي ها ۽ وڌيڪ زمين بہ کين انعام طور ڏني وڃي ها. مگر اُنهن جي زمين سابق فوجين جي بحاليءَ لاءِ مخصوص ڪئي وئي آهي. هي اُهي فوجي هئا، جيڪي ٻي مهاڀاري لڙائيءَ ۾ برطانوي سامراج جي مفاد لاءِ وڙهيا هئا. مکي ڍنڍ واري اٽڪل ڏيڍ لک ايڪڙ زمين قريباً قريباً اُنهن سامراج دوست فوجين کي مفت ۾ ڏني وئي. زمين جن شرطن سان ڏني وئي، اُن مان ايئن معلوم ٿي رهيو هو، ڄڻ اُهي ڪنهن وڏيءَ خدمت جي صلي ۾ کين انعام طور ڏنيون پئي ويون. ملاحظہ ڪريو اُهي شرط، جن هيٺ کين اُهي زمينون الاٽ ڪيون ويون هيون.

(۱) زمين پنجاهہ رپيا في ايڪڙ مالڪاڻي حقن سان ڏني وڃي ٿي. قيمت جو ۴/۱ حصو اڳواٽ وصول ڪيو ويو ۽ باقي ۳/۴ حصي جي وصولي پندرهن هڪجيترين قسطن ۾ رکي وئي، جيڪي هر فصل تي وصول ڪيون وينديون ( يعني ۱۵ سالن جي مدي ۾)

(٢) زمين حاصل ڪندڙ فوجيءَ کي هڪ فصل مفت ڪڻڻ جي رعايت ڏني وئي.
(٣) زمين جي درستيءَ ۽ سڌاري جو ڪم وزارت دفاع جي ذمي هوندو.
(۴) اُن علائقي ۾ رستن جي اڏاوت، واهن جي کوٽائي توڙي مزدوريءَ جو خرچ صوبائي حڪومت (سنڌ) کي پرڻو هو.
(۵) زمين کي سيراب ڪندڙ اڏون يا ڪَسيون خريدار پنهنجي خرچ تي ٺهرائيندو.
(٦) وڏن ڳوٺن ۾ هڪ جڳهه رهائش وغيره لاءِ [چڪڻ جوڙڻ - جي سيد] صوبائي حڪومت ٺهرائي ڏيندي تہ جيئن الاٽين کي رهڻ ڪرڻ ۽ سامان وغيره جي سهولت ٿئي.

مٿين شرطن موجب نہ رڳو انگريزن خلاف وڙهندڙ (حرن) جو زمينون کانئن کسي، غير سنڌي فوجين حوالي ڪيون ويون، پر اٿلندو فوجين جي آباديءَ جو سمورو خرچ بہ مرڪزي ۽ صوبائي حڪومت جي سر تي وڌو ويو. ان دوران حُر جماعت مطالبو ڪيو تہ مکي ڍنڍ جي زمين اصلي مالڪن کي موٽائي ڏني وڃي. آخر ڪار ١٩۵٧ع ۾ سنڌ حڪومت فيصلو ڪيو تہ حرن کي بہ آباد ڪيو وڃي ۽ بجاءِ اُن جي جو کين سندن "A" ڪلاس زمين واپس ڪئي وڃي، کين ٻئي هنڌ "C" (سي ڪلاس) زمين الاٽ ڪئي وئي، جيڪا بنهہ خراب حالت ۾ هئي. اولهہ پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ١٨ جنوري ١٩۵٧ع تي غلام مصطفيٰ ڀرڳڙيءَ، خزاني جي وزير کان پڇيو: "ڇا، حڪومت انهيءَ "C" ٽائيپ زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ تيار آهي؟" تہ نواب افتخار حسين خان ممدوٽ جواب ڏنو تہ "حڪومت جو اهو ڪم ڪونهي تہ غير آباد زمينون آباد ڪندي وتي." اُن تي سوال ڪيو ويو تہ "ڇا فوجين کي ڏنل زمين غير ملڪي امداد سان آباد نہ ڪئي وئي آهي؟" تہ حڪومت طرفان جواب ڏنو ويو تہ "غير ملڪي امداد فوجين کي ملي هئي ۽ زمين آباد ڪرڻ لاءِ جيڪا مشينري آئي هئي، اُها بہ فوجين کي ڏني وئي هئي، اُن جو سول انتظاميا سان ڪو بہ واسطو نہ آهي."

انهيءَ طريقي سان سنڌ جي زمين جو زرخيز حصو صوبائي حڪومت جي خرچ تي يعني سنڌي عوام جي ٽيڪسن مان آباد ڪيو ويو ۽ اُن ۾ ڪجهہ مرڪز طرفان غير ملڪي امداد بہ شامل هئي، جيڪا وياج سميت سڄي ملڪ کي واپس بہ ڪرڻي هئي. سنڌ جي تمام سٺي زمين آباديءَ لائق بڻائي فوجين جي حوالي ڪئي وئي ۽ اصل وارثن کي غير آباد زمين مٿي ۾ هڻي وئي.

فوج ۾ سدائين پنجاب جي واضح اڪثريت رهي آهي. مکي ڍنڍ جي علائقي واري زمين يا سنڌ جي ٻين بيراجن واري زمين انهن ٿي پنجابي فوجين حاصل ڪئي.

مقامي آباديءَ کان زمين کسي وٺي ۽ پنجاب کان اهڙا بااثر ماڻهو آڻي آباد ڪيا ويا، جن جو واسطو آفيسر شاهيءَ سان هو. اهي طاقت جي نشي ۾ مست هئا. پنجاب سان واسطو رکندڙ اهي ماڻهو، پنجاب ۾ پنهنجن ماڻهن سان جيڪو رويو روا رکيو اچن ٿا، اُن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ اُهي سنڌي عوام سان ڪهڙو سلوڪ ڪندا هوندا. اُنهن ماڻهن نہ رڳو ناجائز طريقن سان زمينون حاصل ڪيون، پر اُنهن کي سرڪاري خرچ تي آباد ڪيو. اُنهن ماڻهن جا چَڪَ (ڳوٺ) بجلي سان روشن ٿيا ۽ پڪن رستن جو ڄار سندن زمين ۽ ڳوٺن تائين وڇايو ويو. سندن زمينون سڄو سال نهري پاڻيءَ سان سيراب ٿينديون رهيون، سندن علائقن جي ويجهو ڪنڊ جا ڪارخانا قائم ڪيا ويا، تہ جيئن اُهي آرام سان پنهنجو ڪمند پُهچائي سگهن. کين قرض جون سهولتون ڏنيون ويون، جنهن مان هو ٽريڪٽر وغيره خريد ڪري ۽ ٻج وقت سر وٺي پٽي سگهيا. سندن چڪن ٻاهران سنڌي آباد هئا. پر سندن گهرن ۾ تيل جا ڏيئا [گاسليٽ جون بتيون] پئي ٻريا. زمين آباد ڪرڻ لاءِ سرڪاري مدد حاصل نہ هئن. رستا ڪچا هئا ۽ نهرن جو پاڻي ڇماهي هو. ڇاڪاڻ تہ سندن ڪو هم قوم ماڻهو آفيسر شاهيءَ ۾ موجود نہ هو. ان ڪري کين نہ قرض جي سهولت حاصل هئي ۽ نہ ئي اُهي وقت تي پاڻ ۽ ٻج حاصل ڪري سگهيا ٿي. اُنهن سمورين تخليقي صلاحيتن جي باوجود، جيڪي سنڌين ۾ موجود هيون، خارجي حالتون ناسازگار هئڻ سبب اهي سنڌي گهڻي عرصي تائين ترقي ڪري نہ سگهيا ۽ پوئتي پيل زندگي گذارڻ تي کين مجبور ڪيو ويو. سنڌين کي هر قدم تي پنجاب مان آيل اهڙن ماڻهن سان معاشي ڊوڙ ۾ مقابلو ڪرڻو پيو ٿي، جتي سندن (سنڌين جون) چنگهون اڳي ئي ٻڏل هيون. پوليس آفيسر پنجابي هو، اسسٽنٽ ڪمشنر پنجابي ۽ ڊپٽي ڪمشنر پنجابي، مرڪزي حڪومت سان واسطو رکندڙ مختلف کاتن جا عملدار بہ پنجابي ۽ پنجابين کان سواءِ جيڪڏهن ٻيا ڪي عملدار هئا بہ تہ اُهي مهاجر هئا. ون يونٽ جي قيام کان پوءِ هر شيءِ جو مرڪز پنجاب ٿي ويو. انتظامي معاملا، نوڪريون، انصاف، مطلب تہ هر ڳالهہ لاءِ سنڌ لاهور ۾ لڙڪيل هئي.

انهن حالتن ڪري سنڌ ۾ پنجاب خلاف نفرت ۽ شديد ردعمل ٿيڻ فطري ڳالهہ هئي. حيرت تہ انهيءَ ڳالهہ تي آهي تہ انهيءَ ردعمل پيدا ٿيڻ ۾ ايتري دير ڪيئن لڳي!

**ڪوٽڙي بئراج:** هيءَ سنڌ جو ٻيو نمبر وڏو بئراج آهي. ١٩٥٦ع ۾ مڪمل ٿيڻ کان پوءِ هن بيراج مان نڪرندڙ واهن رستي حيدرآباد، ٺٽي ۽ بدين ضلعن جي ساڌا ٦ لک ايڪڙ زمين آباد ٿي. جون ١٩٥٨ع ۾ زمين جي استعمال لاءِ هڪ

ڪميٽي "لينڊ يوٽيلائيزيشن ڪميٽي" نالي جوڙي وئي، جنهن ۾ مرڪزي حڪومت جي نمائندن کان سواءِ فوج مان به نمائندا کنيا ويا. ان ڪميٽيءَ ۾ مقامي آباديءَ کي ڪا به نمائندگي نه ڏني وئي. رسمي طرح زمين جو ورڪرو ١٩٥٨ع ۾ شروع ڪيو ويو، پر حقيقت ۾ اُن جي الاٽمينٽ به سال اڳ جنرلن کي شروع ڪئي وئي هئي. ون يونٽ جي قيام کان هڪ سال پوءِ تائين اسيمبليءَ ۾ هارين کي زمين ڏيڻ جي باري ۾ سوال پڇيا رهيا. ڇاڪاڻ ته گنڊيل حڪومت هارين لاءِ ٽي لک ايڪڙ زمين مخصوص ڪئي هئي، ليڪن ڪافي وڏي عرصي تائين هارين کي زمين ڏيڻ جي پاليسي ناهي نه وئي هئي. ان مسئلي بابت ڪيترا پيرا سوال ڪيا ويا. مثال طور جنوري ١٩٥٧ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ جيڪي سوال جواب ٿيا، اُهي هيٺينءَ ريت هُئا:

بيگم طاهره اعجاز حسين آغا (ميمبر اسيمبلي): ڇا وزير آبپاشي ۽ ڊيولپمينٽ صاحب مهرباني ڪري جواب ڏيندو ته:

(١) غلام محمد (ڪوٽڙي) بئراج آبپاشي اسڪيم ڪڏهن پوريءَ ريت ڪم ڪرڻ شروع ڪندي؟

(٢) انهيءَ بيراج رستي ڪيترا ايڪڙ زمين آباد ٿيندي؟

(٣) حڪومت ان بئراج مان سيراب ٿيندڙ زمين ڪهڙي طريقي سان هارين کي ڏيندي؟

(٤) حڪومت اها زمين صرف بي زمين هارين کي ڏيڻ جو ارادو رکي ٿي؟

انهن سوالن جي جواب ۾ واسطيدار وزير قاضي فضل الله جيڪي تفصيل ٻڌايا، اُنهن مان هڪ جو تعلق الاٽمينٽ سان هو. ٻڌايو ويو ته هڪ لک ايڪڙ زمين فوج وارن لاءِ مخصوص ڪئي وئي هئي، اُن مان ٢٥ هزار ايڪڙن کان مٿي زمين الاٽ ڪئي وئي آهي. وزير صاحب جن الاٽين جا نالا ڏنا، اُهي هن ريت هُئا:

| | |
|---|---|
| (١) جنرل محمد ايوب خان، | ٢٣٧ ايڪڙ. |
| (٢) ميجر جنرل موسيٰ، | ٢٥٠ ايڪڙ. |
| (٣) ميجر جنرل محمد ابرار خان، | ٢٣٦ ايڪڙ. |
| (٤) برگيڊيئر سيد عواث، | ٢٣٦ ايڪڙ. |
| (٥) ڪرنل مظفر خان، | ٢٣٦ ايڪڙ. |
| (٦) ڪرنل حيدر، | ٢٣٦ ايڪڙ. |

وزير موصوف وڌيڪ ٻڌايو ته فوجين کان اياڻي سوء روپيا في ايڪڙ جي حساب

سان قيمت وصول ڪئي وئي آهي ۽ جڏهن ته پوئين حڪومت هارين لاءِ ٽي لک ايڪڙ زرعي زمين مخصوص ڪري چڪي هئي، ليڪن مغربي پاڪستان حڪومت اجا تائين اُن بابت ڪا به پاليسي جوڙي نه سگهي آهي ۽ اهڙي پاليسي ٺاهي جلد ئي ڪابينا جي آڏو پيش ڪئي ويندي.

فوجين کي جيڪا زمين ڏني وئي، اُن جي باري ۾ وقت به وقت جيڪي سوال جواب اسيمبليءَ ۾ ٿيا، اُهي به دلچسپيءَ کان خالي ڪونه هئا

جي ايم سيد وزير موصوف کان سوال ڪيو ته:

"ڇا وزير صاحب جي نوٽيس ۾ اها ڳالهه آندي وئي آهي ته انهن فوجي آفيسرن، جن کي زمين الاٽ ڪئي وئي آهي، مقامي ماڻهن کي پريشان ڪرڻ شروع ڪيو آهي ته جيئن اُهي پنهنجو علائقو خالي ڪري وڃن؟"

قاضي فضل الله: "اها ڳالهه منهنجي ڄاڻ ۾ نه آئي آهي. جيڪڏهن منهنجو دوست ڪنهن خاص واقعي جو حوالو ڏئي ته يقيناً ان جي جاچ ڪندس.!"

جي ايم سيد : "ڇا اها حقيقت ڪا نه آهي ته اُنهن ماڻهن جو هڪ وفد پهچي چڪو آهي ۽ معزز وزير سان ملاقات به ڪري چڪو آهي؟"

قاضي فضل الله: "جيڪڏهن منهنجي دوست جو اشارو اُنهيءَ وفد ڏانهن آهي، جيڪو غلام حيدر پرڳڙيءَ جي قيادت ۾ آيو آهي ته منهنجو جواب "هائو" آهي ۽ پنهنجي درخواست پيش ڪري چڪو آهي. ليڪن مان اُنهيءَ واقعي جي جاچ ڪري ڪونه سگهيو آهيان".

جي ايم سيد: "ڇا مان وزير موصوف کان پڇي سگهان ٿو ته فوجين کان سواءِ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي هڪ ايڪڙ به زمين نه ڏني وئي آهي؟"

قاضي فضل الله: "نه جناب!"

جي ايم سيد : "صرف فوجي آفيسرن کي زمينون ڏيڻ ۽ مقامي ماڻهن کي زمين نه ڏيڻ جا ڪهڙا سبب آهن؟"

قاضي فضل الله: "منهنجو خيال آهي ته ايوان جي ٻئي پاسي ويٺل کهڙو صاحب ئي اُن جو بهتر جواب ڏئي سگهي ٿو."

م . ا. کهڙو: "ڇا اها حقيقت نه آهي ته سنڌ حڪومت صرف زمين مخصوص ڪئي هئي، مگر اُن جي الاٽمينٽ مغربي پاڪستان جي وحدت (One Unit) قائم ٿيڻ کان پوءِ ڪئي وئي آهي"

قاضي فضل الله: "نه جناب، ائين نه آهي!"

جي ايم سيد: "ڇا مان وزير موصوف کان اهو پڇي سگهان ٿو ته مقامي هارين کي اجا تائين زمين الاٽ نه ڪرڻ جا ڪهڙا سبب آهن؟"

اسپيڪر: "هن (وزير) جواب ڏئي ڇڏيو آهي. اسڪيم حڪومت وٽ ويچار هيٺ آهي."

جي ايم سيد : "اُن تي فيصلي ڪرڻ ۾ گهڻو وقت لڳندو؟"

اسپيڪر: "هن ٻڌايو آهي ته معاملو جلد ئي وزارت اڳيان اچڻ وارو آهي."

م. ا. کهڙو: "ڇا اها حقيقت نه آهي ته ٽي لک ايڪڙ زمين مقامي هارين لاءِ مخصوص ڪئي وئي هئي، پوءِ اُن کي اجا تائين ڇو ورهايو نه ويو آهي."

قاضي فضل الله: "جناب! مان ٻڌائي چڪو آهيان ته ڪابينه جي اڳين ميٽنگ ۾ اُن بابت آخري فيصلو ڪنداسين".

خان قيوم خان: "ڇا توهان ٻڌائيندوءِ ته هارين لاءِ زمين مخصوص ڪرڻ جو فيصلو ڪڏهن ڪيو ويو هو؟"

قاضي فضل الله: "اهو فيصلو اڳوڻي سنڌ حڪومت کهڙي صاحب جي هٽائڻ ختم ٿيڻ کان ڪجهه عرصو اڳ ڪيو هو."

خان عبدالقيوم خان: "مان معزز وزيرن کان پڇڻ چاهيان ٿو ته اهي ڪهڙيون اهڙيون مجبوريون هيون، جن جي ڪري حڪومت ۱۵ مهينن گذري وڃڻ کان پوءِ به ڪو فيصلو نه ڪري سگهي آهي؟"

مٿين اسيمبلي گفتگوءَ مان جيڪي حقيقتون ظاهر ٿين ٿيون اُهي هي آهن:

(۱) ڪوٽڙي بئراج جون زمينون سڀ کان اڳ فوجي آفيسرن کي، جيڪي اجا تائين ملازمت تان لٿا ئي ڪونه هئا، گهڻو ڪري مفت الاٽ ڪيون ويون.

(۲) اُنهن فوجي آفيسرن زمين تي قابض ٿيندي ئي پسگردائيءَ ۾ آباد سنڌي ماڻهن کي تنگ ڪرڻ شروع ڪيو هو. سنڌن رويو مقامي ماڻهن سان ايڏو پريشان ڪندڙ هو، جو مقامي ماڻهن جو هڪ وفد شڪايت ڪئي حڪومت وٽ پهچي ويو هو.

(۳) مقامي هارين لاءِ به زمين مخصوص ڪئي وئي هئي، پر ڪافي عرصو گذرڻ کان پوءِ به ڪين الاٽ ڪرڻ جي ضرورت محسوس نه ڪئي وئي.

ڪوٽڙي بيراج ۽ اُن کان پوءِ گڊو بيراج (Gudu Barrage) تي جن فوجي توڙي سول آفيسرن زمينون حاصل ڪيون، اُنهن جو مقامي ماڻهن سان ٽڪراءُ اٽر هو. سول آفيسر وسيع اختيارن جا مالڪ هئا، جڏهن ته ۱۹۵۸ع ۾ ايوب خان جي مارشل لا کان پوءِ فوجي آفيسرن کي زمين جي آبادڪاريءَ لاءِ هر طرح جون سهولتون مهيا ڪيون ويون. اُنهن سهولتن مان اُنهن جيڪي ناجائز فائدا ورتا، اُن سان مقامي

آباديءَ ۽ اُنهن آفيسرن جي وچ ۾ محاذ آرائيءَ جي شروعات ٿي.

ڪوٽڙي بيراج ۾ مقامي آباديءَ جي مقابلي ۾ وڌيڪ زمين ٻاهرين ماڻهن کي ملي، جڏهن ته ظاهريءَ طرح حڪومت اڌو اڌ جي اصول تي زمين جي ورهاست جو فيصلو ڪيو هو. ۱۹٦۲ع تائين ڪوٽڙي بئراج جي زمين هيٺين طرح ورهائي وئي.

ٽوٽل ايراضي، جيڪا ورهائي وئي، ۱۱ ،۲۳، ۲۵۰ ايڪڙ.

مقامي ماڻهن کي قبضو ڏنو ويو ۲،۴۵،۲۸۵ ايڪڙ.

مقامي ماڻهن لاءِ مشيني هارپ لاءِ وڌيڪ زمين ۱،۲۸،۰۰۰ ايڪڙ

ٻين لفظن ۾ سوا ٻارهن لک ايڪڙ ورهايل زمين مان مقامي آباديءَ کي پوڻا چار لک ايڪڙ زمين ڏني وئي.

ڪوٽڙي بئراج جون زمينون، پاڪستان جي سيني صوبن جي ماڻهن ۾ ورهايون ويون يعني مهاجرن کان سواءِ اُن مان پنجابين، بنگالين، پٺاڻن ۽ بلوچن سڀني کي حصو ڏنو ويو. بنگالي آبادگارن جي هڪ مختصر جماعت کي انهيءَ لاءِ سنڌ ۾ آباد ڪيو ويو ته جيئن اهو تاثر ڏنو وڃي ته سڄو ملڪ ورهاست ۾ حصيدار آهي.

ڪوٽڙي بيراج جي ڏيڍ لک ايڪڙ زمين ڪجهه ڪيٽيگريون مقرر ڪري ماڻهن لاءِ مخصوص ڪئي وئي"جيڪي Cattegries هيٺيون هيون.

(۱) سم ۽ ڪلر جا متاثرين.

(۲) جابلو علائقي جا ماڻهو.

(۳) باراني علائقي جا ماڻهو.

(۴) گهٽيل آباديءَ جي علائقي جا ماڻهو، جن وٽ زمين گهٽ آهي.

(۵) وچولي طبقي جا ماڻهو.

انهيءَ طريقي سان جيڪي زمينون وڪرو ڪيون ويون، تن ۾ پنجاب کان پوءِ ٻئي نمبر تي پٺاڻن زمينون حاصل ڪيون.

ڪُل زمين، جيڪا مخصوص ڪئي وئي.

پنجاب لاءِ ۱،۷۰،۰۰۰ ايڪڙ.

فرنٽيئر لاءِ ۰،۳۴،۰۰۰ ايڪڙ.

زمين جو سڀ کان خراب حصو فطري طرح بلوچن جي حصي ۾ آيو. ڇاڪاڻ ته سندن سياسي اقتدار ۾ ٻه حصو سيني کان گهٽ هو. انهن مان ٻه ڪن ته زمين وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ڪوٽڙي بيراج جي زمين مٿين ڪيٽيگرين کان سواءِ پهلوانن، رانديگرن ۽ گلوڪارن کي ٻه عطيي طور ڏني وئي. ڪوٽڙي بيراج تي

ٽريڪٽر اسڪيم تحت بہ زمين الاٽ ٿي. اُن جو چڱو خاصو حصو بہ سول ۽ فوجي آفيسرن جي هٿ لڳو. دليل اهو ڏنو ويو تہ انهن مائٽن وٽ زمين جي درستيءَ لاءِ پئسا موجود آهن. اهڙيءَ طرح ٽريڪٽر اسڪيم مان سرڪاري آفيسرن دل کولي جاوا ڪيا، تن ۾ اعليٰ فوجي آفيسر، نيوي جا آفيسر، پوليس آفيسر، سيشن جج، انجنيئر، ريلوي جا ملازم ۽ ڪيترائي ٻيا شامل هئا. اُنهن نہ رڳو پنهنجن نالن تي زمينون الاٽ ڪرايون، پر پنهنجن عزيزن وغيره جي نالي بہ زمينون الاٽ ڪرايون. اسان صرف اهڙن آفيسرن جا نالا عهدن سميت ڏيون ٿا، جن ۱۹٦۲ع تائين ٽن سؤ ايڪڙن کان مٿي زمين الاٽ ڪرائي. سول ۽ فوجي آفيسرن جي اُنهيءَ لٽ مار کي ڏسندي، هڪ اسيمبلي ميمبر حسرت مان چيو تہ: "وزير (خزانہ) صاحب! هرويرو زمين جي جهڳڙي ۾ ڇو پيو آهين، اسان وٽ سنڌ ۾ ايتري زمين پئي آهي، جو جيڪڏهن توهان سرڪاري ڪامورن ۽ فوجين کي زمين نہ ڏيو تہ اسان پوري مغربي پاڪستان جي هارين کي اها زمين ڏئي سگهون ٿا."

چارٽ نمبر ۸

| نمبر نالو ۽ عهدو | ڪُل زمين جيڪا حاصل ڪئي ونئي. |
|---|---|
| ۱- ميجر ايوب احمد خان (پروفيسر KEMC) | ۵۰۰ ايڪڙ. |
| ۲- ڪرنل ضياءُ الله | ۵۰۰ ايڪڙ. |
| ۳- ڪرنل نور الاهي | ۴۹۷ ايڪڙ. |
| ۴- ڪرنل اختر حفيظ (سيالڪوٽ ڇانوڻي) | ۳۹۷ ايڪڙ. |
| ۵- ڪيپٽن فيروز خان | ۳۵۲ ايڪڙ. |
| ٦- ميجر امير گلستان (ٻيءَ ۽ پٽ) | ۳۴۲ ايڪڙ. |
| ۷- ليفٽيننٽ ڪرنل بشير | ۵۰۰ ايڪڙ. |
| ۸- ميجر ظفري احمد | ۲۷۹ ايڪڙ. |
| ۹- گروپ ڪيپٽن اي. ايم. مُراد | ۴۹٦ ايڪڙ. |
| ۱۰- ڪمانڊر ايم افضل خان | ۳۰۳ ايڪڙ. |
| ۱۱- ڪرنل يعقوب | ۴۸۷ ايڪڙ. |
| ۱۲- ميجر غلام فاروق (زال جي نالي) | ۴۵۸ ايڪڙ. |
| ۱۳- ميجر محمد لطيف | ۵۰۰ ايڪڙ. |
| ۱۴- عبادالله رحمان خان (ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ | |

ڊسٽرڪٽ جيل ملتان) ۴۸۴ ايڪڙ.
۱۵- ڊاڪٽر جي. اي اصغر (دماغي اسپتال حيدرآباد ۴۰۱ ايڪڙ.
-۱٦ صبح صادق (سرڪاري ملازم جو پٽ) ۴۰۱ ايڪڙ.

ٽريڪٽر اسڪيم هيٺ جيڪا زمين الاٽ ڪئي وئي، اُن تي پهرين مقامي آباد هارپ ڪندي هئي، پر هن اسڪيم هيٺ جيو وجي ٿو تہ اٽڪل ڇِئن لکن (سنڌي) هارين کي بيدخل ٿي، بيروزگاريءَ جو منهن ڏسڻو پيو. هڪ اهڙي صوبي ۾ جتي لکن جي تعداد ۾ بي زمين هاري هڪ هنڌ تان ٻئي هنڌ ڌڪا کائيندا وتن ۽ اُنهن جو ڪو حال پاڻي نہ هجي، اتي ٻاهرئين ڪنهن شخص کي زمين الاٽ ڪرائڻ جو ڪو اخلاقي جواز نہ ٿو جڙي. باقي رهيو فوج يا سول آفيسر شاهيءَ جي ماڻهن کي بيراج وارن علائقن ۾ زمين ڏيڻ، اها ڳالهہ اجا بہ وڌيڪ ننڌڻ جوڳي آهي. جيئن هڪ اسيمبلي ميمبر مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ سوال ڪيو هو تہ.

"جيئن تہ فوج جي جرنل جو بہ ڪُل وقتي ڪم آهي ۽ زمينداري بہ ڪُل وقتي ڪم آهي، مهرباني ڪري اهو ٻڌايو وڃي تہ اهي ٻئي ڪم سرڪاري ڪامورا ڪيئن ڪندا؟

جنرلن ۽ سرڪاري آفيسرن کي ملازمت دوران پگهار ملندي آهي ۽ رٽائر ٿيڻ کان پوءِ پنشن بہ ڪٽندا آهن، پوءِ انهن کي زمين جي خيرات سان نوازڻ جو ڪهڙو جواز آهي؟"

دراصل پاڪستان جي ٺهڻ کان پوءِ فوجي ۽ سول آفيسر جهڙيءَ ريت ملڪ جي ڦرلٽ ۾ شريڪ ٿي ويا، اُن جو هڪ مثال سنڌ جي بيراجن واري زمين تي قبضو پڻ آهي. اُنهن جهڙي نموني زمين حاصل ڪئي ۽ اُن کان پوءِ مقامي ماڻهن سان جهڙو رويو رکيو ۽ نفرت جو ٻج پوکيو، اُن جو فصل هاڻي پچي تيار ٿي چڪو آهي. پنجاب جي خلاف اڄ سنڌ ۾ جيڪا نفرت ۽ ڪاوڙ موجود آهي، ان جي ذميواري سڀ کان وڌيڪ فوج ۽ سول آفيسر شاهيءَ تي عائد ٿئي ٿي، جيڪي زمين جي لازوال حرص ۾ مبتلا رهيا.

ڪوٽڙي بيراج تي بهترين زمينون فوجين کي الاٽ ڪرڻ کان پوءِ ۱۹۵۹ع ۾ گهٽي خواريءَ کان پوءِ هارين کي بہ ڪجهہ زمين الاٽ ڪئي وئي. جيڪا زمين انهن لاءِ مخصوص ڪئي وئي، ان جي ايراضيءَ اڳ مخصوص ڪيل ايراضيءَ کان گهٽ هئي. گهٽو ڪري آخر ۾ ڏنل اها زمين اڳ الاٽ ٿيل ايراضي کان بيڪار، اڻ سڌريل، پٽن ۽ دڙن تي مشتمل هئي. واهن جي پڇڙيءَ تي هجڻ ڪري اُتي پاڻي دير سان پهتو ٿي ۽ گهٽ بہ هو. ڪوٽڙي بئراج تي جن هارين کي زمين الاٽ ڪئي وئي،

تن جي مسئلن جو پڙاڏو ١٩٨٦ع تائين ٻڌڻ ۾ آيو. انهيءَ سال ڏيڍ لک ايڪڙ زمين تي قابض هارين جي زمين رد ڪئي وئي. غير سنڌي آبادڪارن بلڊوزرن جي اسڪيم هيٺ جيڪو قرض ورتو هو، اهو هارين تي وڌو ويو ۽ نہ ڏيڻ جي صورت ۾ سندن زمين رد ڪئي وئي." سنڌي هاري ڪميٽيءَ" جي ڪوشش جي باوجود فيصلي تي عمل ٿي نہ سگهيو. ڪوٽڙي بئراج تي ٢٤ هزار ايڪڙ زمين نيلامن ذريعي وڪري لاءِ مخصوص ڪئي وئي. مقامي هاري يا غريب ماڻهو ان قابل ئي نہ هو تہ هو اها زمين خريد ڪري سگهي. پنجاب جي ڪيترن ئي ضلعن ۾ سنڌ جي پيٽ ۾ هڪ ايڪڙ جا وڏيڪ يونٽ مقرر ڪيا ويا، ان ڪري پنجاب ۾ ڪيترن هنڌن تي ماڻهن پنهنجون زمينون وڪڻي، ان جي پيٽ ۾ ڪئين ڀيرا وڏيڪ زمينون سنڌ ۾ نيلامن رستي اچي خريد ڪيون. ڳوٺن جا ڳوٺ پنجاب مان لڏي اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا. ان ڪري فوجي ۽ سول آفيسرن جيڪا زمين حاصل ڪئي، اها بہ گهڻو ڪري پنجابين جي حصي ۾ آئي ۽ نيلامن واري زمين پڻ. زمين وٺندڙن ضرورت آهر هاري بہ پنجاب مان گهرائي ورتا. ان ڪري سنڌ ۾ پنجابين جو ۽ (ڪنهن حد تائين پٺاڻن جو) تعداد ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو.

(ڪيا هم اڪٺي رهہ سڪتي هين – پروفيسر عزيز الدين ص – ٨٨ کان ٩١)

اهي حالتون ڏسي، اسان ڪوشش ڪئي تہ ڪنهن طريقي سان سنڌ کي "ون يونٽ" جي پنجوڙ مان آزاد ڪرائجي، تہ جيئن سنڌ جي وسيلن کي تارين جي ڦرلٽ کان بچائي، سنڌي ماڻهن لاءِ استعمال ڪري، ڪين جديد زندگيءَ ۽ سائنس جي نعمتن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪري سگهجي. ان لاءِ اسان ون يونٽ کي ٽوڙائڻ لاءِ اسيمبلين کان ٻاهر ڪا عوامي تحريڪ هلائڻ بدران اسيمبلين ۾ آئيني طريقي سان جدوجهد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اِن سلسلي ۾ اٺون ڪجهہ سائين سميت مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ چونڊجي ويس. اُن وقت ريپبليڪن پارٽي، مغربي پاڪستان جي اقتدار ۾ هُئي ۽ مسلم ليگ مخالفت ۾. اسان جي پوزيشن "Balance Power" واري هئي، ۽ جنهن طرف بہ ووٽ ڪيوسين ٿي، تہ ٻي ڌر اقليت ۾ تبديل ٿي وئي ٿي. مون ۽ منهنجن دوستن، اسان جي ان پوزيشن کي ون يونٽ جي خاتمي ۽ سنڌ جي مفاد لاءِ استعمال ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اُن سلسلي ۾ مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽي، جنهن کي اڪثريت جي باوجود وزارت ۾ اچڻ کان محروم ڪيو ويو هو، اُن اسان جي ڌُر کي اسيمبليءَ ۾ توازن جو حامل سمجهي، اسان سان وزارت ڌر (اقتدار ۾ آيل حڪومت) خلاف ڳالهيون شروع ڪيون.

اسان جيئن تہ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ ون يونٽ کي ناڪامياب بنائڻ جو ارادو ساڳ ڪٺي وياسون، اُن ڪري اسان مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽي کي وزارت ڊاهڻ ۽ ڪين طاقت ۾ آڻڻ جو انهيءَ شرط تي دلاسو ڏنو تہ اهي اسان سان "ون يونٽ ڊاهڻ" واري ٺهراءَ پاس ڪرڻ ۾ مدد ڪندا. اُن تي مسلم ليگ ڌر راضي ٿي ۽ اهڙو عهدنامو لکيو ويو. جنهن تي مسلم ليگ طرفان سنڌن پارٽي ليڊر سردار بهادر خان، ميان ممتاز محمد خان دولتانہ، خان عبدالقيوم خان ۽ خانبهادر کهڙي صحيحون ڪيون ۽ اسان جي ڌر پاران مون (جي.ايم. سيد) ۽ رئيس غلام مصطفيٰ خان پرڳڙيءَ صحيحون ڪيون.

جنهن بعد اسان مسلم ليگ پارٽيءَ جي شموليت سان ون يونٽ ڊاهڻ لاءِ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جي سامهون ٺهراءَ پيش ڪيا. اُن تي ريپبليڪن پارٽي (وزارت ڌُر) اسپيڪر سان ساز باز ڪري ٺهراءَ تي ووٽ وجهڻ جي عيوض ان کي "ناڪ آئوٽ" ڪرائي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح اُهو ٺهراءُ پاس ٿيڻ کان رهجي ويو. اُن تي اسان ۽ مسلم ليگ ڌُر ناراض ٿي سپليمينٽري بجيٽ جي گرانٽن پاس ڪرڻ جي مخالفت ڪئي. ريپبليڪن پارٽي بجيٽ گرانٽن پاس ڪرائڻ جو آسرو نہ ڏسي، وزارت تان استعيفا ڏئي ڇڏي ۽ ڪجهہ وقت لاءِ صوبي (مغربي پاڪستان) سان گورنر راڄ لاڳو رهيو. ڪجهہ وقت طاقت کان ٻاهر رهڻ بعد جڏهن ريپبليڪن وزير تنگ ٿيا تہ اُنهن مجبور ٿي، اسان سان ڳالهيون هلايون تہ ڪين مدد ڪري طاقت ۾ آڻيون. جنهن تي اسان ڪين بہ ساڳيا شرط پيش ڪيا، پر اُن ۾ اِها گنجائش رکي وئي هئي تہ جنهن صورت ۾ اسان مسلم ليگ سان عهدنامو (Agreement) ڪيو هو، اُن ڪري سنڌن شرط بہ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي اڳيان فيصلي لاءِ رکنداسون، جيڪڏهن انهن شرط قبول ڪيا تہ پوءِ توهان کي مدد ڪنداسون. اُن عهدنامي تي ريپبليڪن پارٽيءَ طرفان: سردار عبدالرشيد وزير اعليٰ مغربي پاڪستان، ڪرنل عابد حسين شاهہ سيڪريٽري ۽ وزير ريپبليڪن پارٽي، سر فيروز خان نون وزيراعظم پاڪستان ۽ ليڊر ريپبليڪن پارٽي پاڪستان اسيمبليءَ، صحيحون ڪيون.

**اولهہ پاڪستان ۾ ڪوليشن حڪومت بنائڻ واسطي مسلم ليگ ۽ نيشنل عوامي پارٽي، هيٺ ڏنل نقطن تي ناهہ ڪيو آهي:**

(الف) مرڪزي ڪوليشن حڪومت جي فيصلي ۽ اليڪشن ڪميشن جي سنَاءَ مطابق آزاد ۽ انصاف وارين چونڊن ڪرائڻ واسطي پنهنجي طرفان حتي الامڪان ڪوشش ڪرڻ.

(ب) سنڌ ۾ هندن جي ڇڏيل زرعي زمين جا، موجوده قبضيدارن کي مالڪاڻا حق ڏيارڻ ۽ ان زمين جي قيمت ڏهن سالن ۾ هڪ جيترين قسطن ۾ ادا ڪرڻ واري نقطي کي حڪومت وٽ قبول ڪرائڻ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ.

(ت) اصولي طور تي هن ڳالهه لاءِ جاکوڙيو ويندو تہ سرڪاري زمينون عام نيلام وسيلي نہ، پر اتي جي مقامي هارين ۽ ننڍن ڪاتيدارن کي وڪرو ڪري نيڪال ڪيون وينديون. ان زمين جي قيمت ڏهن سالن ۾ هڪ جيترين قسطن ۾ وٺڻ ۾ ايندي.

(ث) بهترين زرعي پيداوار حاصل ڪرڻ، غيرآباد زمينن کي آبادي هيٺ آڻڻ، سم ۽ ڪلر جي خاتمي، ٻوڏ جي هاڃيڪارين کي ٻنجي ڏيڻ واسطي بچاءَ بند تعمير ڪرڻ، ٻنريجن ۽ واهن جي مرمت ڪرڻ، بجليءَ جي پيداوار ۾ واڌارو ڪرڻ، ڍلون وڌائڻ واسطي ڍل جي اڳيئن شرح تي نظرثاني ڪرڻ، هارين جي حقن کي يقيني بنائڻ ۽ ضروري زرعي سڌارا ڪرڻ- هنن سيني ڳالهين کي اهم سمجهي جلدي ۽ جوڳا قدم کنيا ويندا.

(ج) مهاجرن جي آبادڪاري ۽ سندن دعوائن (Claimes) کي نظر ۾ رکي ڪين جائز ۽ صحيح معاوضي ڏيڻ لاءِ جتن ڪرڻ.

(ح) ضروريات زندگيءَ سان واسطو رکندڙ شين جي قيمتن کي ضابطي ۾ رکڻ ۽ بلئڪ مارڪيٽنگ ۽ ذخيره اندوزيءَ خلاف ڪات ڪهاڙا کڻڻ.

(خ) انتظاميہ منجهان رشوت، اقرباپروري ۽ ٻين غلط ڪارين کي پاڙئون پٽڻ لاءِ اثرائتا اپاءَ وٺڻ.

(د) لاقانونيت کي ختم ڪري، قانون ۽ انصاف جي بالادستي قائم ڪرڻ.

(ذ) مقامي ماڻهن کي نوڪرين ۽ روزگار جا ٻيا ذريعا مهيا ڪري ڏيڻ.

(ر) عوام جي اهنجن کي دور ڪرڻ لاءِ، هر ڊويزن جي ڪمشنر وٽ صلاحڪار ڪميٽي مقرر ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

(ز) ننڍن صوبن جي ملازمن کي سيڪريٽريٽ جي ملازمت ۾ آڻڻ جا جيڪي واعدا ڪيا ويا هئا، تن کي پاڙڻ لاءِ جاکوڙڻ.

(س) سياسي نقطہ نگاهہ کان اڳئين حڪومت جيڪي گزيٽيڊ ملازم معطل ڪيا يا ڪاتن جي سربراهن جون بدليون ڪيون، يا پينشن تي لٽل ملازمن کي ٻيهر پرتي ڪيو، انهن مامرن تي ٻيهر ويچارڻ.

(ش) ويسٽ پاڪستان اڻيڪس بٺنڪ ڪولڻ واسطي جيڪي احڪام جاري ڪيا ويا آهن، سي واپس وٺڻ، ڇاڪاڻ تہ اها حڪمت عملي ڪن سياسي سببن

ڪري اختيار ڪئي وئي آهي، جيڪا سنڌ جي تمام پراڻي ”سنڌ پراونشل بئنڪ“ کي ختم ڪرڻ لاءِ شروع ڪئي وئي آهي. موجوده پراڻي بئنڪ کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ ۽ ان جو صدر مقام حيدرآباد منتقل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ.

(ص) تجارت جي ضابطن کي ترميم ڪري آسان بنائڻ. پنهنجن فرضن کي سولائي سان نڀائڻ واسطي سيٺي اختيار وزيرن جي سپرد ڪرڻ.

(ض) ون يونٽ ٺهڻ دوران، ننڍن صوبن جي ترقيءَ واسطي جيڪي تجويزون ۽ منصوبا بنايا ويا، تن کي بنا ڪنهن دير جي عملي جامون پهرائڻ.

(ط) عوام جي بنيادي حقن جو تحفظ ڪيو ويندو. سنڌن حقن جي لتاڙ واسطي جيڪي احڪام صادر ڪيا ويا آهن. تن تي نظر ثاني ڪرڻ ۽ ختم ڪرائڻ.

صحيحون.

(۱) جي. ايم. سيد. (۱) سردار بهادر خان.

(۲) پير الاهي بخش. (۲) ممتاز محمد خان دولتانہ.

(۳) غلام مصطفيٰ پرڳڙي. (۳) ايم. اي. کهڙو.

(۴) عبدالقيوم خان.

## مسلم ليگ ۽ نيشنل عوامي پارٽي هيٺين شرطن تي ٺاهه ڪيو آهي.

(i) اولهه پاڪستان ۾ ڪوليشن حڪومت ٺاهي ويندي، جنهن ۾ ٻنهي جي هڪ جيتري نمائندگي هوندي. پر وزيراعليٰ مسلم ليگ جو هوندو ۽ سندس چونڊ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي رضامندي سان ڪئي ويندي.

(ii) نيشنل عوامي پارٽيءَ جا وزير، نيشنل عوامي پارٽيءَ جي سياسي اڳواڻن جي صلاح سان ڪنيا ويندا.

(iii) وزيرن کي قلمدان، ٻنهي ترين جي سياسي اڳواڻن جي صلاح مشوري ڪان پوءِ سپرد ڪيا ويندا.

صحيحون.

(۱) جي. ايم. سيد. (۱) سردار بهادر خان.

(۲) پير الاهي بخش. (۲) ممتاز محمد خان دولتانہ.

(۳) غلام مصطفيٰ پرگڙي.　　(۳) محمد ايوب کهڙو.
(۴) عبدالقيوم خان.

هڪ پاسي ريپبليڪن پارٽي ۽ ٻئي پاسي کان نيشنل عوامي پارٽيءَ پاڻ ۾ فيصلو ڪري هيٺئين نقطي تي رضامند ٿيون آهن.
”تہ اولهہ پاڪستان جي ليجسليٽو اسيمبليءَ جي هلندڙ اجلاس دوران هڪ رٿ ڏني وئي آهي تہ اولهہ پاڪستان جي يڪي صوبي کي ختم ڪري. ٻوليءَ جي بنياد تي صوبا بحال ڪيا وڃن ۽ انهن کي مڪمل صوبائي خودمختياري ڏني وڃي. اڳوڻي صوبائي حيثيت بحال ٿيڻ کانپوءِ اهي اولهہ پاڪستان جي زونل فيڊريشن جا رڪن رهندا.
ان کان سواءِ قومي اسيمبليءَ ۾ بہ ساڳيون پارٽيون ان رٿ جي تائيد ڪنديون.
اهڙيءَ ريت نيشنل عوامي پارٽي، ريپبليڪن حڪومت ۾ شامل وزيرن ۾ اعتماد رکندي ۽ هر معاملي ۾ حڪومت جي فيصلن جي تائيد ڪندي. تعميري تنقيد ڪرڻ جو کيس پورو حق حاصل هوندو.

صحيحون.
(۱) عبدالغفار خان.　　(۱) سردار عبالرشيد.
(۲) ميان افتخار الدين.　　(۲) ڪرنل عابد حسين.
(۳) جي. ايم. سيد.

**هڪ طرف کان ريپبليڪن پارٽي، ٻئي طرف کان پاڪستان نيشنل عوامي پارٽي اتفاق ڪري هيٺئين نقطي تي اتفاق ڪيو آهي.**

”تہ اولهہ پاڪستان جي ليجسليٽو اسيمبلي جي هلندڙ اجلاس دوران اها رٿ پيش ڪئي وئي آهي تہ نهراءُ پاس ڪري اهو اجلاس قومي اسيمبليءَ کي سفارش ڪري تہ، اولهہ پاڪستان جي اڳين صوبن کي ٻولي جي بنيادن تي بحال ڪري ۽ صوبن کي صوبائي خودمختياري ڏئي. ان کان پوءِ مذڪوره صوبا اولهہ پاڪستان جي زونل فيڊريشن جا رڪن هوندا. ان پيش ڪيل رٿ جي نيشنل عوامي پارٽي تائيد ڪرڻ لاءِ ٻڌل رهندي.

صحيحون،

فيروز خان نون.

## مسلم ليگ ورڪنگ ڪميٽيءَ جو، تاريخ ٧ مارچ، ١٩٥٧ع تي لاهور ۾ اجلاس ٿيو ۽ هيٺنين نتيجي تي پهتي آهي.

گهڻي پروڙڻ، پرجهڻ ۽ اولهه پاڪستان جي سياسي وايومنڊل جي مشاهدي ڪرڻ کان پوءِ هيءَ ڪميٽي اهو قبول ڪري ٿي ته اولهه پاڪستان جو ون يونٽ وارو تجربو بلڪل ناڪام ٿي چڪو آهي، تنهن ڪري ون يونٽ جي موجودگيءَ جي تائيد ڪا نه ٿي ڪري. جيئن ته مسلم ليگ هڪ عوامي تنظيم آهي ۽ ان تجويز ڏانهن پنهنجو توجهه مرڪوز ڪرڻ گهري ٿي، جيڪا عوام وٽ قابل قبول هوندي ۽ جنهن ۾ هرعلائقي جي ماڻهن جي مرضي شامل هوندي.

اهو به فيصلو ڪيو ويو آهي ته هيءَ رٽ اخبارن کي شايع ٿيڻ لاءِ ڪانه ڏني ويندي.

صحيح

قاضي محمد عيسيٰ

سيڪريٽري

پاڪستان مسلم ليگ

[هتي بنهي عهدنامن جون ترجمي ڪاپيون- انهن ۾ طئي ٿيل شرطن سميت ڏجن ٿيون]

اهو سمجهوتو سڪندر مرزا جي چاڻ ۽ رضامنديءَ مطابق ڪيو ويو هو. اُن تي ريپبلڪن پارٽي وري وزارت ۾ آئي. نيٺ ١٧ سيپٽمبر ١٩٥٧ تي مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ رئيس غلام مصطفيٰ پرڳڙيءَ جي تجويز تي وزارت پارٽيءَ اسان سان گڏجي ون يونٽ کي ختم ڪرائڻ جو ٺهراءُ پاس ڪرايو. اُن وقت حسين شهيد سهروردي، وزيراعظم پاڪستان هو. ياد رهي ته هيءُ حسين شهيد سهروردي اهو هو، جنهن ۽ سندس پارٽيءَ جي ميمبرن ون يونٽ ٺهڻ وقت مرڪزي اسيمبليءَ ۾ اُن جي مخالفت ڪئي هئي، پر هينئر پنجابي سول سروس ۽ ملٽري جنتا جو حڪومت تي اهڙو دٻاءُ پيو، جو سڪندر مرزا ۽ حسين شهيد سهرورديءَ، بنهي اهڙو بيان ڏنو ته "اسان ون يونٽ ختم ڪرڻ نه ڏينداسون."

هتي هيءَ حقيقت بيان ڪرڻ به ضروري ٿو سمجهان ته ون يونٽ ٺاهڻ ۾ اُن وقت جي ملٽري ڪمانڊر انچيف ايوب خان خاص ڪردار ادا ڪيو هو ۽ سندس پنهنجي چوائي ته "ون يونٽ" جي اسڪيم جو مصنف به پاڻ هو. هن جي ان دعويٰ لاءِ سندس ڪتاب "فرينڊز نات ماسٽرس" جي صفحي ١٩٢ ۾ لکي ٿو: "آئون

لندن ۾ هُئس، وزيراعظم محمد علي بوگرا ۽ گورنر جنرل غلام محمد جي وچ ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي ويل هُئي. مون سمجهيو پئي تہ غلام محمد ڪو جبرو قدم کڻندو ۽ مون کي بہ سياست ۾ گهلي ويندو. حالانڪ مون سياست ۾ قدم رکڻ پسند ڪونہ ٿي ڪيو، هڪ دفعي رات جو ننڊ ڪانہ ٿي آيم، پاڪستان جي مستقبل ۽ مونجهاري تي سوچيندي، ڪجهہ خيال آيم، جيڪي بروقت قلمبند ڪري ورتم. انهن خيالن جو مول متو هيءُ هو تہ مغربي پاڪستان بنائجي، اهو منهنجو پروگرام آهي. اهو ڪم اسان کي ڪرڻو آهي. ٻهرين نمبر تي مغربي پاڪستان جي صوبن کي ملائي هڪ ڪرڻو آهي".

(۱۹۲ ص : فرينڊز نات ماسٽرس)

انهيءَ ايوب خان جڏهن ڏٺو تہ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ون يونٽ رد ڪرڻوارو ٺهراءُ وڏي اڪثريت سان پاس ڪيو آهي، جيڪو آخري منظوريءَ لاءِ مرڪزي اسيمبليءَ ۾ ايندو، جتي بہ يقيناً بنگالين جي مدد سان پاس ٿي ويندو ۽ سندس (۽ سندس آقا پنجابين) جي اسڪيم مٽيءَ ۾ ملي ويندي- ان ڪري هن ملڪ جو آئيني رستو روڪڻ ۽ ون يونٽ کي پنجاب ۽ ملٽري جي مفاد وٽان سمجهندي، ان کي برقرار رکڻ لاءِ اسڪندر مرزا سان صلاح ڪري، ۸- آڪٽوبر ۱۹۵۸ع تي ملڪ مٿان مارشل لا لاڳو ڪري، اسيمبليون ختم ڪري، آئين ئي ٽوڙي ڇڏيو- ۽ ۱۰ آڪٽوبر، ۱۹۵۸ع تي مون کي گرفتار ڪري جيل حوالي ڪيو ويو.

مارشل لا جي دور ۾ سياسي سرگرميون مڪمل طرح ختم ڪيون ويون. سياسي پارٽين تي بندش وجهي، سياستدانن کي "ايبڊو" جهڙن ڪارن قانونن هيٺ نااهل قرار ڏنو ويو. سنڌ جي وسيلن، زمينن، نوڪرين، ڪارخانن ۽ واپار تي قبضو ڪرڻ لاءِ پنجابين ۽ پناڻن کي ڇيڪ ڇڏيو ويو. حالت اهڙي هئي، جو انهيءَ ڦرلٽ جي خلاف ڪو بہ احتجاج يا فرياد ڪرڻ ممڪن نہ هو، ڇو تہ تقرير، تحرير، جلوس، جلسي ۽ ميٽنگن تي مڪمل بندش هئي. اُن ڪري سياسي طرح سموري ملڪ سان گڏ سنڌ ۾ بہ جمود ڇانيو رهيو ۽ هر طرح جي ڦرلٽ بہ سنڌ ۾ وڌيڪ ٿيندي رهي. ان حد تائين جو سنڌي زبان کي تعليمي ادارن مان لازمي مضمون واريءَ حيثيت سان ختم ڪيو ويو ۽ سنڌي زبان جو ورنيڪيولر امتحان فائينل بہ ختم ڪئي وئي. ايوبي ڏهہ سالہ دور حڪومت ۾ جيتوڻيڪ ڪجهہ عرصي کان پوءِ مارشل لا ختم ڪئي وئي، محدود سياسي سرگرمين جي اجازت بہ ڏني وئي ۽ ٻهرين ڪنٽرولڊ ڊيموڪريسي ۽ بعد ۾ بنيادي جمهوريت (Basic Democracy)

جي آڌار تي صدارتي نظام رائج ڪري، مرڪزي اسيمبليءَ سان گڏ ٻنهي صوبن (اوڀر پاڪستان ۽ اولهه پاڪستان) جون اسيمبليون بہ بحال ڪيون ويون، پر اُنهن سڀني جو اختيار ۽ اقتدار فردِ واحد ايوب خان جي هٿ ۾ هو. اُن ڪري سنڌي نمائندا بہ باوجود سنڌ مان چونڊجي وڃڻ جي مفاد پرستيءَ، خود غرضيءَ، ابن الوقتيءَ ۽ ڌارين جي دلاليءَ جي پنهنجيءَ پراڻيءَ روايت تي عمل ڪندي، ايوب خان جي "جي حضوريءَ" ۾ پورا هُئا . انهن مان هڪ تہ ايوب خان کي صلاح الدين ايوبي ۽ ابراهيم لنڪن کان بہ مٿي سڏيو ۽ پٽ ڌڻيءَ جي درگاهہ تي اُن حد تائين چئي ويٺو تہ "اڄ جيڪڏهن شاهہ لطيف جيئرو هجي ها تہ ون يونٽ جي حمايت ڪري ها ۽ ايوب خان کي هار پارائي ها." اِهي لفظ، ذوالفقار علي ڀٽي، اُن وقت جي وزير خارجہ، پٽ شاهہ جي ميلي تي پنهنجي وقت جي بدترين آمر لاءِ چيا هُئا. جنهن نہ رڳو ون يونٽ کي برقرار رکڻ لاءِ مُلڪ تي ملٽري راڄ نافذ ڪيو هو، پر سنڌ کي مڪمل طرح پنجابين جي ڪالوني بنائڻ ۾ پنهنجي وسان ڪين گهٽايو هو.

ون يونٽ جي دور ۾ سنڌ طرفان اسيمبليءَ جي ايوانن ۾ ڪو بہ مؤثر آواز نہ هو ۽ سڀ ميمبر ايوب خان جي چمچاگيريءَ ۽ جي حضوريءَ ۾ پورا هئا. اڄ جا "شهيدِ جمهوريت" ۽ مظلوم عوام جا بزعمِ خويش "قائد،" عوام جي رت ۽ ستّ تي پلجندڙ حڪمرانن جي بُوٽ پالش ڪرڻ ۾ پورا هئا. سنڌ سڙندي رهي، ماڻهو چچريا ۽ چٿبا رهيا، زمينون لُٽيون ۽ نيلام ٿينديون رهيون، شهرن تي قبضا ٿيندا رهيا، اٿون ۽ منهنجا چند ساٿي جيلن ۽ نظربندين ۾ هُئاسين، سنڌ جا پير، مير، وڏيرا ۽ جاگيردار اقتدار جي ايوانن ۾ آمرن کي سجدا ڪندا رهيا. اُن دور جي حقيقت جي ترجماني هن شعر مان چڱيءَ طرح ٿي سگهي ٿي:

زبانن تي تالا، تخيل تي پهرا،
لکڻ کان بہ وياسين، ڪيڻ کان بہ وياسين.
مليو جي تڏهن پي ڪو همدم اسان سان،
پري کان ٿي گونگا اشارا ڪياسين. (عبدالحڪيم ارشد)

اهڙي اونداهيءَ، مايوسيءَ ۽ گُهٽ ٻوسٽ واري دور ۾ بہ مُون ۽ منهنجن ساٿين اُميد جو دامن هٿان نہ ڇڏيو ۽ سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جيڪي ڪجهہ اهڙي ماحول ۾ ڪري ٿي سگهياسون، سو ڪندا ٿي رهياسون ۽ اُن "ڪجهہ ڪرڻ" جو بهترين ذريعو ڪاغذ ۽ قلم کي سمجهيو سون. "لکڻ پڙهڻ" ۽ اُن مطالعي ۽ مشاهدي کي ڪتابن جي صورت ۾ ماڻهن تائين پهچائڻ جو "پُرامن رستو" اختيار ڪيوسون. پر

سرڪار اسان جي انهيءَ عمل کي بہ برداشت نہ ڪري سگهي ۽ ڪتابن تي بندشون، پريسن تي پهرا، اخبارن تي سينسر شپ ۽ پابندي سرڪار جا مؤثر هٿيار هئا. صرف هڪ طرفي پروپيگنڊا جا دروازا کليل هئا ۽ ٻئي طرف جي هر شيءِ تي بندش هئي. صورتحال اهڙي هئي جو شيخ سعديءَ جو هيءُ مقولو بلڪل سچو ٿي لڳو تہ:

"مَردمان اين دهہ چه حرامزاده انـد،
کہ سگان راڪشاده انو سنگان را بسته اند.

[ هن ملڪ جا ماڻهو ڪيڏا نہ بدمعاش آهن، جو ڪُتا کولي ڇڏيا اٿن ۽ پٿر ٻڌي ڇڏيا اٿن]

اهڙي ماحول ۾ مُون ۽ منهنجي دوستن اهو مناسب سمجهيو تہ سياست جي پُرخار واديءَ کان پاسيرو ٿي، ادب، ڪلچر ۽ زبان جي ترقيءَ وسيلي عوام ۾ شعور پيدا ڪجي. اِهو اسان اِن ڪري سوچيو تہ انسان جي طويل تاريخ ۾ ڪيئي موقعا ۽ مرحلا اهڙا بہ آيا، جو قومون سياسي ۽ اقتصادي طرح تہ شڪست کائي ويون، پر انهن قومن جي دانش مند ماڻهن تهذيب، ادب ۽ ڪلچر جي مورچي تان جدوجهد ڪري، اُنهن قومن جي سياسي ۽ اقتصادي شڪست کي نہ رڳو فتح ۾ تبديل ڪيو، پر فاتح قومن تي پڻ تهذيبي غلبو حاصل ڪري ورتو.

اُن ڪري، اسان بہ انساني تاريخ جو اهو آزمايل نسخو پنهنجي مادرِ وطن ۾ استعمال ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اسان جي ان جدوجهد جا ٽي مورچا، مرڪز يا محاذ هئا. ثقافتي طرح، " بزم صوفياءِ سنڌ"، ادبي طرح، "سنڌي ادبي سنگت" ۽ سماجي طرح سنڌي شاگردن ۾ سياسي ۽ سماجي شعور جو مورچو.

ان سڄي عرصي ۾ آئون ١٠ آڪٽوبر ١٩٥٨ع کان ١١ مارچ ١٩٦٦ع تائين اٽڪل ساڍا ست سال جيل ۾ يا نظربندين ۾ (هائوس اريسٽ ۽ ڪڏهن ڪڏهن وليج اريسٽ) رهيس. مارچ ١٩٦٦ع ۾ آزاد ٿيڻ کان پوءِ مُون پنهنجي سوچيل پروگرام تي عمل ڪرڻ لاءِ ١٨ اپريل، ١٩٦٦ع تي بزم صوفياءِ سنڌ جو بنياد وجهي، سنڌ جو گشت شروع ڪيو. انهيءَ گشت دوران مُون موجود سياسي خلفشار کان پاسيرو ٿي، انساني سماج جي بنيادي مسئلن، ان جي ارتقا، جوڙجڪ، قومن جي وجود، فنا ۽ بقا، آزاديءَ ۽ غلاميءَ جهڙن بنيادي فلسفيانہ معاملن تي صوفي بزرگن جي درگاهن تي لڳندڙ ميلن جي موقعن تي ادبي ڪانفرنسون ڪوٺائي، خطبا ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو. اِن سلسلي ۾ پهرين ڪلچرل ڪانفرنس، ٢٣ جون ١٩٦٦ع تي "سيد عالي شيرازي" جي ساليانى ميلي تي ٺٽي ۾ منعقد ڪئي وئي.

أن ۾ مون جيڪا افتتاحي تقرير ڪئي، أن مان هڪ ٽڪرو اوهان جي ملاحظي لاءِ پيش ڪري رهيو آهيان، جنهن مان خبر پوندي ته اسان ڪهڙي طريقي سان سنڌي عوام ۾ پُر امن نموني ڪم ڪرڻ چاهيو ٿي.

”مون ڪي تاريخ مان ڪيترا اهڙا مثال مليا آهن، جيڪي اسان جي موجوده مشڪلاتن سان مشابهت رکن ٿا، جن هيٺ قومن لاءِ ٽي رستا کليل رهن ٿا.

(١) يا ته جبل سان ٽڪر هڻي خود ڪشي ڪن.

(٢) حالتن سازگار ٿيڻ جي بيڪار اُميدن تي ماٺ ڪري ويهي رهن ۽ آهستي آهستي پنهنجي موت مري وڃن يا غلاميءَ جي زندگي گذارين.

(٣) پنهنجي قوتِ عمل کي قومي اصلاح ۽ تعمير جي ٻين رستن ۾ ڪتب آڻين.

مسلمانن جي تاريخ ۾ ٻئي ڪيترا اهڙا مثال موجود آهن. بني اُمين، بني عباسين ۽ ٻين حاڪمن جي دور حڪومت ۾ خانه جنگي، قومي انتشار، بداخلاقيءَ ۽ خود مطلبيءَ جي حالات کي ڏسي چند مسلمان مفڪرن ۽ اهل راءِ ڏٺو ته، هنن سياسي خلفشارن کان ڪناره ڪشي ڪري، مسلم عوام ۾ اصلاح نفس، قومي خود شناسي، اخلاقي درستي، حب الوطنيءَ، ايثار ۽ قربانيءَ جي مادي پيدا ڪرڻ لاءِ پنهنجون زندگيون وقف ڪري ڇڏيون. سنڌ ۾ سمن جي آخري دور ۽ مغل حڪومت جي ابتدا ۾ اسان جي اهل راءِ جو توجهه به أن طرف ڇڪجي ويو هو. هن وقت اسان جي هُوبهو ساڳي حالت آهي. اسان ۾ قومي شعور پيدا ٿي نه سگهيو آهي، نه اتحاد ٿيو آهي، ساري ملڪ ۾ تعداد ۾ گهٽ آهيون، خود مطلبي ويڙهي وئي اٿئون، آئيني طريقن سان پنهنجا حق حاصل ڪري نه ٿا سگهون ۽ نه غير آئيني طريقا منزل مقصود تي پهچائي سگهن ٿا، تنهن ڪري منهنجي نظر ۾ هن وقت بهتر طريقو اهو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هڪڙو مخلص ڪارڪن جو گروهه سياسي خلفشارن کان پري ٿي ”سرونٽس آف انڊيا سوسائٽيءَ“ جي طريقي تي ”خادمِ سنڌ“ جماعت ناهي، زندگي وقف ڪري، قوم جي اتحاد، نفسياتيءَ اصلاح، اخلاقي درستي، حب الوطنيءَ ۽ خود شناسيءَ جي تعليم ۽ تربيت تي توجهه ڏئي“.

أن لاءِ مون ڪجهه تجويزون، أن وقت موجود ماڻهن جي سامهون سوچ ويچار لاءِ پيش ڪيون هيون، جي هتي پيش ڪريان ٿو.

(١) ڪلچرل مرڪز يا خادمِ سنڌ جي نالي سان هڪ پليٽ فارم تيار ڪجي، جنهن ۾ مختلف مذهبي عقيدن، اقتصادي ۽ سياسي نظرين، مختلف سياسي گروه بندين ۽ طبقاتي مفاد جي ماڻهن کي پنهنجي راءِ تي قائم رهندي، سنڌ جي

ڪلچرل ۽ قومي مفادن لاءِ صلاح مصلحت ۽ تبادلہ خيالات لاءِ گڏيل قدم کڻجي.

(۲) ماڻهن جي مکيہ خامين: جهڙوڪ خود مطلبيءَ شخصي اختلافن، قوم فروشيءَ بزدلي" نفسياتي ۽ اخلاقي ڪمزورين کي دور ڪرڻ لاءِ تعليم ۽ تربيت جو انتظام ڪجي.

(۳) ماڻهن کي اتحاد، امن ۽ ترقيءَ لاءِ تيار ڪرڻ واسطي محبت، مذهبي ۽ سياسي رواداريءَ، حب الوطنيءَ ۽ قربانيءَ جي جذبي پيدا ڪرڻ لاءِ صوفياءِ ڪرام ۽ قومي هيروز جي زندگيءَ جي احوالن کان واقف ڪجي.

(۴) هر هڪ ضلعي ۾ ڪلچرل مرڪز ناهي، اُتان ڪم ڪيو وڃي.

(۵) عوام، شاگردن، ماسترن، پروفيسرن ۽ پڙهيل طبقي کي انهيءَ رنگ ۾ رڱڻ لاءِ ڪي مخصوص ڪارڪنن جا گروهه ناهي، ڪم انهن جي سُپرد ڪيو وڃي.

انهن اصولن پٽاندڙ اسان ڪم جو آغاز ڪيو ۽ مختلف درگاهن تي ميلن جي موقعن تي ادبي ڪانفرنسن، ثقافتي ميڙن، قومي مشاعرن ۽ راڳ رنگ جي محفلن ذريعي عوام تائين پنهنجا خيال پهچائڻ لڳاسون. اهو سلسلو هڪ سال تائين سرڪار مس هلڻ ڏنو. انهيءَ هڪ سال اندر اسان ٺٽي، حيدرآباد، سانگهڙ، خيرپور ميرس، ٿرپارڪر ۽ دادو ضلعن ۾ مختلف موقعن تي ۱۰ ادبي ڪانفرنسون ۽ ثقافتي ميڙاڪا منعقد ڪيا، جن ۾ شروع ۾ تہ ماڻهن گهٽ دلچسپي ورتي، پر آهستي آهستي سنڌ جا اهلِ علم اديب، شاعر، دانشور، شاگرد، استاد ۽ عام ڳوٺاڻا جهجهي تعداد ۾ شريڪ ٿيڻ لڳا ۽ قومي قافلو نون حوالن ۽ نون رستن سان پنهنجي منزل ڏانهن وڌڻ لڳو. اسان جو اِهو سفر جيتوڻيڪ بلڪل پُر امن، سرڪاري پاليسين کان پاسيرو ۽ ملڪي معاملن کان جهڙوڪر بي تعلق هو، پر سرڪار اسان جو اِهو سفر بہ برداشت ڪري نہ سگهي ۽ مون کي ۲۳ جون، ۱۹٦۷ع تي پنهنجي ڳوٺ ۾ (پوري هڪ سال بعد) نظربند ڪيو. پر هاڻي آئون گذريل مايوسيءَ مان نڪري چڪو هوس ۽ مون ڪلچرل بنياد تي سنڌ جي ضمير جو وسائل شعلو وري پڙڪائڻ چاهيو ٿي، سو ڪراچيءَ کان کوکرا پار تائين ۽ ڪارونجهر کان ڪشمور تائين "ڏيئا ڏيئا لاٽ" ٻڻجي چڪو هو، ۽ سنڌ جو نئون نسل، جيڪو پُرجوش ۽ باشعور شاعرن، اديبن، دانشورن، استادن، پروفيسرن ۽ باهمت شاگردن تي مشتمل هو، سو "نئين جدوجهد" لاءِ صف بند ٿي چڪو هو. اُن دور جي ڪيفيت، سنڌ جي هڪ شاعر نياز همايونيءَ هنن لفظن ۾ چٽي آهي:

ڪو زمانو تہ سنڌ سان اهو ظلم هو،
هن جو نالو وٺڻ بہ وڏو جُرم هو،
ڪالهہ اُن جرم ۾ جي بہ جهلجي ويا،
تن جي صدقي هي سڀ رنگ رچجي ويا،
سنڌ جاڳي پئي...!
ڪالهہ هن تي تہ ڪنهن لڙڪ لاڙيو نٿي،
هن جي سورن سان ڪوئي سلهاڙيو نہ ٿي،
اڄ تہ هر ڪوئي ٿو رت وهائڻ گهري،
عشق هن جي ۾ سوري سجائڻ گهري،
سنڌ جاڳي پئي...!
ڪو ڀلي مڪر ۽ جبر جاري رکي،
هوش ۽ جوش ٿي سنڌ ساري رکي،
هاڻ حيلو هلي ڪين سگهندو ڪوئي،
سنڌ ماري مچائي نہ رهندو ڪوئي،
سنڌ جاڳي پئي...!

اسان جي انهن سرگرمين ۾ اسان جو ادبي محاذ بہ "سنڌي ادبي سنگت" جي پليٽ فارم تان ڀرپور طريقي سان شريڪ رهيو. پاڻ سيني سياسي ۽ سماجي ڌرين کان اڳڀي وڌي سنڌي ٻوليءَ جي بحاليءَ ۽ ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ جيڪا جدوجهد سنڌ جي اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن، سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان ڪئي، سا ويجهيءَ تاريخ ۾ تمام ڪن گهٽ ملڪن ۾ نظر ايندي. انهيءَ عرصي ۾ نہ صرف سنڌ جي تاريخ جي قومي بنيادن تي بهترين تشريح ٿي، قومي هيروز تي مضمون، ڪتاب، ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا ويا، پر موجود سياسي حالتن، جنهن قسم جو ذهني ۽ جسماني دٻاءُ سنڌ تي مسلط ڪيو هو، اُن جو بہ اسان جي ادب ۽ شاعريءَ ذريعي بي مثال فني نزاڪتن ۽ خوبين سان اظهار ٿيڻ لڳو. انهيءَ ادبي جدوجهد ۾ اسان جا ڪيترائي مرحوم ۽ موجود ساٿي شامل هئا، جن کي سنڌ جي تاريخ ڪڏهن بہ وساري يا نظرانداز ڪري نہ ٿي سگهي - جن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، قاضي فيض محمد، شيخ اياز، عبدالڪريم گدائي، محمد ابراهيم جويو، محمد عثمان ڏيپلائي، رسول بخش پليجو ۽ ٻين جا نالا ڳڻائي سگهجن ٿا. اسان جي ڪلچرل محاذ ۽ ادبي محاذ نہ رڳو سنڌ جي عام ماڻهن کي

متاثر ڪيو، پر اُنهن سنڌ جي انتهائي حساس ۽ پُر جوش حصي شاگردن ۾ بي پناهه جوش، جذبو ۽ قومي شعور پيدا ڪيو، جنهن جو ڀرپور اظهار، ۴ مارچ ۱۹۶۷ع تي حيدرآباد جي حدن ۾ ٿيو، جيڪو ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ شاگرد جدوجهد جي پيڙهه جو پٿر ثابت ٿيو ۽ اُن واقعي کان متاثر ٿي، حڪومت مون کي نظربند ڪيو ۽ نظربنديءَ جي ليٽر ۾ منهنجي گرفتاريءَ جا جيڪي سبب ڄاڻايا ويا، تن ۾ ٻين سببن سان گڏ بزم صوفياءِ سنڌ جي سرگرمين، شاگردن سان لهه وچڙ، سنڌي ادبي سنگت سان سهڪار، ۴ مارچ جو واقعو ۽ برصغير جي سياست تي منهنجي ڪتاب، ”جديد سياست جا نورتن“ جي اشاعت، سرِ فهرست هئا. هتي آئون گرفتاريءَ جي آرڊرن ۽ سببن وارو ليٽر ترجمي جي صورت ۾ ڏئي رهيو آهيان:

## نمبر J-597-1967

## ڪوٽڙي ڪئمپ- تاريخ ۲۳،۶،۶۷

جيئن ته مون کي ڪريون خبرون ۽ سچيون سٽسون مليون آهن. مان پاڻ به هن سچائيءَ کي هرپاسي کان پرواڙيو پُرجهيو ۽ ويچاريو آهي ۽ اها حقيقت قانوني نقطهءِ نگاهه کان به ضروري معلوم ٿئي ٿي ته مسٽر غلام مرتضيٰ شاهه ولد محمد شاهه سيد (جيڪو عام طور جي. ايم. سيد جي نالي سان مشهور ۽ معروف آهي) ويٺل ڳوٺ سن، تعلقي ڪوٽڙي، ضلعي دادوءَ، جي سرگرمين کي انهيءَ نقطهءِ نظر کان روڪيو وڃي ته سندس طورطريقا امن لاءِ هاڃيڪار ۽ عوامي مفادن سلامتيءَ ۽ ياڻيچاري لاءِ مضر آهن.

تنهنڪري، ”ويسٽ پاڪستان مينٽيننس آف پبلڪ آرڊر آرڊيننس ۱۹۶۰“ جي نقري (۱)۵ تحت مليل اختيارن موجب آئون، مظهر رفيع، سي. ايس. پي، ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ دادو، هيٺ ڏنل هدايتون مسٽر غلام مرتضيٰ شاهه ولد محمد شاهه سيد ڏانهن موڪليان ٿو:

(۱) ته هو، ڳوٺ سن، تعلقي ڪوٽڙيءَ جي حدن اندر رهندو.

(۲) ته هو بزم-صوفيائي سنڌ جي ڪارگذارين ۽ ”سنڌي ادبي سنگت“ جي سرگرمين کان سڌيءَ اڻ سڌيءَ ۽ طور اجتناب ۽ احتراز ڪندو ۽ ٻين اهڙن ادبي ميڙن ۽ سياسي تنظيمن کي خطاب نه ڪندو، نه وري اهڙيون تحريرون شايع ڪرائيندو.

هيءُ حڪم ان ڏينهن کان وٺي ٽن مهينن لاءِ نافذ العمل رهندو، جنهن ڏينهن مسٽر جي. ايم. سيد تي تعميل ڪيو ويندو. مذڪوره حڪم نامو تاريخ ۲۳ جون

۱۹٦۷ع تي منهنجي صحيح ۽ ٺپي سان جاري ڪيو ويو.

صحيح
مظهر رفيع
ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ دادو

## حڪومت اولهہ پاڪستان،
## گهرو کاتو،

نمبر 8-4-H-SPI-V791- جيئن تہ اولهہ پاڪستان جي گورنر کي ڪَري ۽ پروسي جوڳي جاڻ مليل آهي تہ مسٽر غلام مرتضيٰ شاهہ ولد محمد شاهہ سيد (جيڪو جي. ايم. سيد جي نالي سان ڄاتو سڃاتو ويندو آهي) رهندڙ سن، تعلقو ڪوٽڙي ضلعو دادو، ڄاڻي ٻجهي پنهنجين تحريرن، تقريرن ۽ ٻين تدبيرن سان نفرتون پيدا ڪري عوام جي هڪ طبقي کي ٻئي جي خلاف هشي ڏئي ڀڙڪايو آهي ۽ وڳوڙي حالتون پيدا ڪيون آهن ۽ خاص طور تي ضلعي حيدرآباد ۽ ضلعي دادوءَ جي شاگردن کي وڳوڙ ڪرڻ لاءِ ڀڙڪايو آهي. ان ڪري امن امان کي هاڃو ۽ عوامي مفادن ۽ سلامتيءَ کي ڇيهو رسيو آهي. اهڙيءَ ريت، اولهہ پاڪستان جي گورنر کي ڪريون خبرون ۽ سچا اطلاع پهتا آهن تہ مذڪوره، جي. ايم. سيد وري بہ ساڳين ساڙ ۽ ڪيني وارين سرگرمين ڪرڻ لاءِ پَر سوئي رهيو آهي ۽ وري بہ ان ڪري وڳوڙي وايو منڊل پيدا ڪري عوامي امن ۽ ڀائيچاري کي هاڃو رسائڻ جو ارادو ڪري رهيو آهي، جنهن مان هن علائقي جي ماڻهن جي مفادن ۽ سندن سلامتيءَ کي ڇيهو رسندو.

تنهنڪري، اولهہ پاڪستان جو گورنر، پهتل سچن اطلاعن ۽ عام حالتن مان صحيح انومان ڪڍي پوري ريت مطمئن آهي تہ مذڪوره جي. ايم. سيد، عوام جي مختلف طبقن ۾ نفرتن، ساڙ ۽ ڪيني پيدا ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ اهو پوريءَ ريت وسهي ٿو تہ نفرتن پکيڙڻ ۽ وڳوڙي وايو منڊل پيدا ڪرڻ لاءِ لڳاتار جتن ڪندو رهندو.

مسٽر جي. ايم. سيد کي اهڙين سرگرمن کان روڪڻ واسطي اهو ضروري ٿي پيو آهي تہ سندس اهڙين ڪوششن مٿان ضابطو رکيو وڃي.

ان نقطئہ نگاهہ کان، اولهہ پاڪستان جي گورنر طرفان، "ويسٽ پاڪستان مئنٽيننس آف پبلڪ آرڊر، آرڊيننس ۱۹٦۰ع،" جي فقري (۱)۵ تحت مليل

اختيارن کي استعمال ڪندي، مذڪوره مسٽر غلام مرتضيٰ (جي. ايم. سيد) ولد محمد شاهه سيد لاءِ هيٺ ڏنل هدايتون جاري ڪجن ٿيون:-

(الف) تہ هو ڳوٺ سن، تعلقي ڪوٽڙي ضلعي دادوءَ جي حدن اندر رهندو.

(ب) تہ هو بزم-صوفيائي سنڌ جي ڪارگذارين ۽ سنڌي ادبي سنگت جي سرگرمين کان سڌي ۽ اڻ سڌي طريقي سان اجتناب ۽ احتراز ڪندو. ڪنهن بہ ميڙ کي خطاب ڪرڻ کان پاسو ڪندو ۽ اهڙين لکڻين کي شايع ڪرائڻ کان لنوائيندو، جن مان نفرت، ساڙ ۽ ڪيني جي بوءِ ايندي هجي ۽ جن جي ڪري امن کي هاڃو رسي ۽ عوام جي سلامتيءَ ۽ مفادن کي ڇيهو پهچندو هجي.

هن حڪم جو اطلاق ۽ نفاذ ان ڏينهن کان ٽن مهينن لاءِ قابل عمل هوندو جنهن ڏينهن هيءَ حڪم مسٽر جي. ايم. سيد تي تعميل ڪيو ويندو.

اولهہ پاڪستان جي گورنر جي حڪم سان

*صحيح*

*(سعود نبي نور)- اي. ڪي. سي. ايس. پي*

*سيڪريٽري- گهرو کاتو اولهہ پاڪستان- لاهور*

*سيڪريٽري- گورنر اولهہ پاڪستان لاهور*

**مسٽر غلام مرتضيٰ شاهہ ولد محمد شاهہ سيد (جيڪو جي. ايم. سيد جي نالي سان مشهور آهي) جي خلاف، اولهہ پاڪستان جي گورنر طرفان "ويسٽ پاڪستان مينٽيننس آف پبلڪ آرڊر آرڊيننس ١٩٦٠ع" جي فقري (١)٨ تحت ڪڍيل حڪم لاءِ اصلي ۽ بنيادي سبب.**

(١) تہ تون بزم- صوفيائي- سنڌي جي نالي پنهنجن اهڙن ويچارن ۽ اصولن جو پرچار ڪري رهيو آهين، جن وڳوڙي حالتون پيدا ڪري وڌيون آهن. تعصب، ساڙ ۽ ڪيني سبب عوامي امن ۽ مفادن کي ڏاڍو هاڃو رسيو آهي.

(٢) تہ تو، "جديد سياست جا نَو رتن" نالي هڪ ڪتاب لکي جون ١٩٦٧ع ۾ ڇاپايو آهي. مذڪوره ڪتاب ۾ تو اهڙن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، جنهن جا تفصيل هيٺ ڏجن ٿا ۽ جيڪي نفرتن سان پريل، عوامي امن ۽ ڀائيچاري لاءِ هاڃيڪار ۽ عام ماڻهوءَ جي مفادن کي ڇيهو رسائن ٿا:

**تفصيل:**

(الف) تو، ايم- ڪي- گانڌي، جواهر لال نهرو، ولڀ ڀائي پٽيل ۽ ابوالڪلام

جهڙن، ڪانگريسي اڳواڻن جي ساراهن جا ڍڪ ڀريا آهن، جن سنڌرو ٻڌي
پاڪستان جي وجود ۽ تخليق جي مخالفت ڪئي هئي. ان جاءِ تي مسلمان اڳواڻن
جهڙوڪ علامہ اقبال ۽ سرسيد تي چٽرون ڪيون آهن.
(ب) قائد اعظم محمد علي جناح (جنهن کي تو پنهنجي ڪتاب ۾ پڇاڙيءَ ۾ رکيو
آهي) ۽ ايم. ڪي. گانڌيءَ، ٻنهي جو جيڪڏهن تقابلي مطالعو ڪيو وڃي تہ
پوري ريت اهو سمجهي سگهجي ٿو تہ تو اولهہ پاڪستان جي ماڻهن جي احساسن
۽ جذبن کي ايذايو آهي.
(ت) تو، مسٽر ايم. ڪي. گانڌيءَ کي دنيا جي مکيہ مذهبي جي پيغمبرن سان
ڀيٽايو آهي ۽ ائين ڪري تو اولهہ پاڪستان جي ماڻهن ۾ بيچيني پيدا ڪئي آهي
(ڏسو ڪتاب جو ص ٢٦)
(ث) تو، مسٽر ايم. ڪي. گانڌيءَ جي ان لاءِ ساراهہ ڪئي آهي، جو هن هندستان
کي ورهاڱي کان بچائڻ لاءِ تنهن چوٽيءَ جو زور لاتو هو. (ڏسو ڪتاب جو ١٠٢)
(پ) تو، علي ڳڙهہ يونيورسٽيءَ جي لاءِ لکيو آهي تہ اها انگريزن جي پوئلڳيءَ ۽
فرقيوارانہ تعليم جو مرڪز هئي (ڪتاب جو ص ٣٢)
(ڦ) ڪتاب ۾ تو اهو بيان ڪيو آهي تہ هندستان جو ورهاڱو ٻہ- قومي نظريي جي
بنياد تي ٿيو آهي. (ڪتاب جو ص ٣٨)
(ج) تو، ورهاڱي کي وڏو هاڃو قرار ڏنو آهي. (ڪتاب جو ص ٤٠)
(ڄ) تو اهو بہ ذڪر ڪيو آهي تہ مسٽر جواهر لال نهروءَ، ٻہ قومي نظريي موجب،
هندستان جي ورهاڱي جو اصول قبول ڪري، غلطي ڪئي هئي. (ڪتاب ص ٦٣)
(ڃ) تو، جواهر لال نهروءَ جي ڪشمير جي ڏچي بابت ويچارن ۽ حڪمت عمليءَ
کي بلڪل صحيح لکيو آهي، جيڪو پاڪستان ۽ خاص طور تي اولهہ پاڪستان
لاءِ حساس مسئلو آهي. (ڪتاب جو ص ص ٦٤ ۽ ٦٥)
(ڇ) تو، مولانا ابوالڪلام آزاد بابت لکندي، اُن سڌي نموني قائداعظم محمد علي
جناح جي قبر مٿان ٺهندڙ مقبري تي چٽرون ۽ ٽيڪاٽپڻي ڪئي آهي، جنهن تي
ڪروڙها روپيا خرچ اچي رهيا آهن. وڌيڪ لکندي سندس مقبري جي دهليءَ ۾
مولانا ابوالڪلام جي قبر مٿان ٺهيل ساديءَ مزار سان ڀيٽ ڪئي آهي. (ڪتاب جو ص ٧٢)
(د) تو، انهن مسلمان سياسي اڳواڻن مٿان سخت جُٺون ڪيون آهن، جن پاڪستان
جي تخليق لاءِ جتن ۽ جاکوڙ ڪئي. (ڪتاب جو ص ٨٣)
(ڌ) تو، اولهہ پاڪستان ۾ رهندڙ هڪ خاص طبقي واسطي سخت ٻُجان ۽ ڏڪار جو

اظهار ڪيو آهي. (ڪتاب جو ص ۹۸ ۽ ۹۹)

(ذ) تو، اڻ سڌي نموني هن آس جو اظهار ڪيو اهي تہ هڪ ڏينهن پاڪستان ۽ هندستان ملي هڪ ملڪ ٿي ويندو (ڪتاب جو ص ۱۰۲)

(۳) تاريخ ۲۳ جون ۱۹٦۷ع تي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ تنهنجي ڇُرير تي پابندي مڙهي، تنهن ڪان اڳ ۾، تو ڪيترن ماڻُن تي ڀهچي شاگردن ۽ مختلف خيالن جي ماڻهن سان گڏجاڻيون ڪيون، جن جو مقصد رڳو اهو هو تہ جيئن عوامي امن کي هاڃو رسي، وڳوڙي حالتون پيدا ٿين ۽ عام شهرين جي مفادن کي ڌڪ رسي.

(۴) تو، بزم- صوفيائي سنڌ جي نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو آهي. اها تنظيم تنهنجي نفرت واري پرچار جي لاءِ ڇپَرَ ڇانوَ هئي. هن تنظيم سان تنهنجو مقصد فقط اهو آهي تہ شاگردن کي استعمال ڪري ملڪ ۾ بيچيني ۽ وڳوڙ پيدا ڪرائجي.

(۵) تنهنجي لکڻين ۽ ٻين سرگرمين جي ڪري سنڌي ۽ غير سنڌي شاگرد ٽولن جي وچ ۾ ويڇا ۽ ويرُ پيدا ٿي پيو، جنهن جي نتيجي ۾ ٻنهي ٽولن ۾ ويڙهاند شروع ٿي. انهن مان اوڙڪ ويڙهاند تاريخ ۱۹ جون ۱۹٦۷ع، نئين ڪئمپس جام شوري ضلعي دادو ۾ ٿي هئي.

(٦) انهن، شاگرد- هنگامن دوران تو، شاگرد اڳواڻن، محمد يوسف لغاريءَ ۽ جام ساقيءَ سان، مئي ۱۹٦۷ع ۾ ملاقات ڪئي. اهي ٻئي، شاگردن جي هنگامن دوران پنهنجو اهم ڪردار ادا ڪندا رهيا آهن ۽ انهن هنگامن جي نتيجي ۾ شاگردن جي رتو ڇاڻ بہ ٿي آهي. اهو ٻڌ ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ سنڌ يونيورسٽي، نئين ڪيمپس جام شوري، ضلعي دادو ۾ مختلف شاگرد ٽولن طرفان حملا ۽ جوابي حملا بہ ڪيا ويا.

(۷) تاريخ ۴ مارچ ۱۹٦۷ع تي حيدرآباد ۾ قلم ۱۴۴ جي پيڪڙي ڪندي چوڪرن هڪ جلوس ڪڍيو هو. شاگردن جو اهو جلوس، سنڌ يونيورسٽي جي نئين ڪئمپس ضلعي دادوءَ کان شروع ٿيو ۽ سنڌو درياهہ اڪري حيدرآباد، ضلعي ۾ داخل ٿيو هو. شاگردن ۾ اها وڳوڙي صورتحال تنهنجي سرگرمين سبب پيدا ٿي هئي. پوليس جڏهن ڳوڙها گيس اڇلي شاگردن کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ ۾ سوياري نہ ٿي تہ ان مٿن ڏنڊا وسايا ۽ قانون جي مختلف فقرن تحت ۲۱۰ شاگردن کي گرفتار ڪري ورتو. ساڳي ڏينهن تي حيدرآباد شهر ۾ شاگردن جي ٻئي گروهہ بہ جلوس ڪڍيو هو، جنهن، سرڪاري بسن ۽ ٻي سرڪاري ملڪيت تي پٿراءُ ڪري، انهن کي ڻايو ڇيهو رسايو.

(۸) ضلعي دادو ۽ حيدرآباد ۾ وڳوڙي وايو منڊل جيئن تيئن ڳنڀير ٿيندو ويو، قانون ۽ امن امان جو ڏچو پيدا ٿي پيو. ان لاءِ حيدرآباد جا ڪاليج، سنڌ

يونيورسٽي ڄامر شورو (ضلعو دادو) ۽ هاسٽلون بہ اڻ ڄاڻايل مُدي تائين بند ڪرائيون پيون.

(٩) ڪين خيالي ۽ غير حقيقي انياءَ ۽ ڏاڍايون ٻڌائي، تون هڪ گروهہ ڪي ٻئي جي خلاف ڀڙڪائي نفرتون ۽ ويڇا پيد اڪري رهيو آهين.

(١٠) تنهنجون مذڪوره سرگرميون نفرتن ۽ تعصب سان واڳيل آهن ۽ صوبي جي امن امان، قانون ۽ عوامي سلامتيءَ لاءِ ڏچو بڻيل رهنديون ۽ خدشو آهي تہ عوامر جي مختلف طبقن ۾ نفرت ويڇي ۽ وير جو ڪارڻ ٿينديون.

تون، مٿي بيان ڪيل قانون خلاف، ويسٽ پاڪستان مينٽيننس آف پبلڪ آربر آرڊيننس ١٩٦٠ع" جي فقري (١)٥ تحت قانوني چاره جوئي لاءِ بااختيار آهين.

*صحيح*

*(سعود نبي نور) ايس. ڪي- سي. ايس. پي*

*سيڪريٽري- حڪومت اولهہ پاڪستان*

*گهرو کاتو*

١٠-٦٧

*ڏي*

*هومر سيڪريٽري*

*حڪومت اولهہ پاڪستان*

لاهور

ڪنهن ڏاهي جو چوڻ آهي تہ "اسان کي ڳالهائڻ ڏيو، جو تہ جيڪڏهن توهان اسان جون زبانون بند ڪيون تہ گهٽين مان گوليون ۽ خنجر اُڀا ٿيندا". اُن مطابق مُون ڪوشش ڪئي تہ اسيمبليءَ ذريعي ون يونٽ کي ختم ڪرائجي ۽ سنڌ جو "قومي تشخص، وقار ۽ وسيلا" بحال ٿين، پر حڪمرانن اسيمبليءَ جي اندر اسان جي ڳالهائڻ ۽ آواز کي روڪڻ لاءِ اسيمبليون ئي ختم ڪري مارشل لا لاڳو ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي هٿ ٺوڪي ١٩٦٢ع جي آئين ذريعي جمهوري ۽ سياسي طريقا ۽ رستا بلڪل مسدود ڪري ڇڏيا ۽ سياسي جدوجهد جي ڪا بہ واٽ آزاد ۽ کليل نہ رکي وئي، سواءِ حڪمرانن جي مدح خواني ۽ پروپيگنڊا جي.

اسان قومي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ ڪلچرل ميدان تي صوفيائي طريقي سان عوامر سان مخاطب ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اسان جو اِهو رستو بہ بند ڪيو ويو. ادبي طرح اسان ماڻهن ۾ ذهني ۽ فڪري شعور پيدا ڪرڻ لاءِ ڪتاب لکي ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اسان جا ڪتاب ضبط ڪيا ويا ۽ اسان کي لکڻ پڙهڻ کان محروم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

هتي آئون هڪ دلچسپ واقعو ٻڌايان تہ : سنڌ جي هڪ تمام وڏي شاعر شيخ

اياز، پنهنجي دل آويز قومي شاعريءَ جو ڪتاب مون ڏانهن منسوب ڪرڻ چاهيو ۽ اهڙي قسم جي هُن مون کان اجازت گهري. اُن تي مون ڪيس ملڪي حالتن کي مد نظر رکي، خط ذريعي هن طرح جواب ڏنو ته: "ڪتاب جو انتساب يلي منهنجي نالي ڪر، پر اُن جي نتيجي پوڻ لاءِ به تيار رهج، جيڪو ڪتاب جي ضبطيءَ ۽ تنهنجي گرفتاريءَ جي صورت ۾ نڪري سگهي ٿو."

اهڙيءَ گهٽ ۽ ٻوسٽ ۽ آئيني ذريعن جي مسدود ٿيڻ تي نوجوانن، اديبن ۽ دانشورن جي ذهنن ۾ جيڪو مچ مچي رهيو هو، تنهن گهٽين، چوڪن، رستن، شهرن ۽ روڊن واري احتجاج جي صورت اختيار ڪئي ۽ سنڌ ۾ هزارين بلڪ لکين ماڻهو ون يونٽ جي خلاف نڪري آيا، جيل ڀرجڻ لڳا، نوجوانن، بک هڙتالون شروع ڪيون ۽ ون يونٽ جي خلاف تحريڪ سموري پاڪستان ۾ سنڌ جي حوالي سان زور وٺندي وئي. انهيءَ وچ ۾ بنگال ۾ ايوب خان پنهنجي مخالفت کي زور وٺندو ڏسي، شيخ مجيب الرحمان کي اگرتلا سازش ڪيس ۾ گرفتار ڪري ورتو ۽ هن ۽ سندس ساٿين تي ٽارچر ڪئمپن ۾ بيپناهه تشدد ڪيو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ شيخ مجيب جو هڪ ساٿي (ڪيپٽن منصور) ٽارچر ڪئمپ ۾ ئي مري ويو. انهيءَ موت بنگالين کي وڌيڪ مشتعل ڪيو ۽ اُهي ڪرفيو ٽوڙي ميدان ۾ نڪري آيا. اهو ئي عرصو هو، جڏهن ايوب خان جو هڪ دادلو ڪيس "ڊيڊي" سڏيندڙ سنڌي سياستدان، ذوالفقار علي ڀُٽو، تاشقند معاهدي جي آڙ وٺي، ايوب ڪابينا مان ٻاهر نڪري آيو ۽ ملٽري ۽ پنجابي بيوروڪريسيءَ جي پيُرائيءَ سان هُن ڪوشش ڪئي ته بنگال ۽ سنڌ ۾ هلندڙ "قومي خود اختياريءَ" جي تحريڪ کي صرف "ايوب مخالف تحريڪ" ۾ تبديل ڪري.

اصل حقيقت هيءَ هئي ته ڪشمير جي مسئلي تي هُن (ذوالفقار علي ڀُٽي) ايوب خان کي مشتعل ڪري ١٩٦٥ع ۾ هندستان خلاف جنگ جو اعلان ڪرايو هو، ۽ ايوب خان کي يقين ڏياريو هئائين ته عالمي صورتحال اهڙي موڙ تي پهتل آهي، جو هندستان وسيع پيماني تي پاڪستان جي خلاف چڙهائي نه ڪندو ۽ نتيجي طور پاڻ ڪشمير تي پاڪستاني قبضو مستحڪم ڪري وٺنداسون ۽ هندستان کي ڪشميري سرحدن مان ڌڪي ٻاهر ڪڍيو ويندو. انهيءَ ارادي سان پاڪستاني حڪمرانن، ڪشمير ۾ ڪمانڊوز موڪلي هندستان جي خلاف گوريلا جنگ شروع ڪرائي هئي. پر ڀٽي صاحب جي يقين دهانين جي برخلاف (ابتڙ) هندستان حڪومت ڪيم ڪرن کان وٺي رڻ ڪڇ تائين جنگ جو وسيع محاذ کولي، پاڪستان

تي حملو ڪري ڏنو ۽ پنجاب جي ڪافي علائقي تي قبضو پڻ ڪري ورتو. جنگ دوران پاڪستان جي سموري آرمي پنجاب کي بچائڻ ۾ مصروف ٿي وئي ۽ اوير پاڪستان (بنگال) جي بچاءَ جو ڪو بہ خاطر خواه بندوبست نہ ڪيو ويو. انهيءَ ڳالهہ بنگال جي ليڊر شيخ مجيب الرحمان کي ڇهہ نقاطي پروگرام پيش ڪرڻ جو موقعو ڏنو. جن نقطن ۾ هڪ نقطو اهو بہ هو تہ هر صوبو پنهنجي بچاءَ جي لاءِ نيم فوجي مليشيا رکڻ جو مجاز هوندو. شيخ مجيب الرحمان جي انهيءَ ڇهہ نقاطي پروگرام ۾ پاڪستان جي سمورن صوبن لاءِ خودمختياري ۽ پاڻيراڻيءَ جي مڪمل ضمانت ڏنل هئي، جنهن کي پنجابي حڪمران برداشت نہ ڪري سگهيا ۽ هنن شيخ مجيب الرحمان کي ملڪ جي خلاف سازش ڪرڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪري ورتو.

سنڌ ۾ اٿون ٿوري وقفي کان سواءِ اهو سمورو عرصو گهر ۾ نظر بند هُئس. جيتوڻيڪ سنڌي ماڻهن جي ون يونٽ جي خلاف تحريڪ زور وٺندي پئي وئي، ايوب خان تي سڄي ملڪ مان زبردست دباءُ پئجي رهيو هو تہ "استعيفا ڏئي وڃي ۽ سياسي قيدين کي آزاد ڪيو وڃي." ايوب خان ڪافي سياستدانن کي آزاد ڪيو ۽ گول ميز ڪانفرنس جي تياري شروع ڪئي، پر مون کي آزاد نہ ڪيو ويو. ان موقعي تي سنڌ جي سيني باشعور ماڻهن هڪ آواز ٿي اهو مطالبو ڪيو تہ "جنهن گول ميز ڪانفرنس ۾ سنڌ جي نمائندگي نہ آهي، اُن جي نتيجن کي اسان قبول نہ ڪنداسون". اهڙي قسم جي تقرير، ڳاڙهي ڪاٽي چوڪ حيدرآباد ۾ گڏ ٿيل هزارين سنڌين جي سامهون سنڌ جي شاعر، شيخ اياز ڪندي چيو تہ : "جنهن گول ميز ڪانفرنس ۾ جي. ايم. سيد شريڪ نہ آهي، ان گول ميز ڪانفرنس جي نتيجن کي سنڌ رد ڪندي."

عوام جي انهيءَ وڌندڙ احتجاج کي ڏسي، پاڪستان سرڪار مون کي ٢٦ فبروري، ١٩٦٧ع تي آزاد ڪرڻ جو آرڊر ڪڍيو. اٿون ١ مارچ ١٩٦٩ع تي آزاد ٿيس. آزاد ٿيڻ شرط مون ون يونٽ خلاف هلندڙ تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ مختلف ڌڙن ۽ ڌرين کي گڏي هڪ پليٽ فارم تي آڻڻ لاءِ ٩ مارچ ١٩٦٩ع تي حيدرآباد ۾ "سنڌ متحده محاذ" کي ٻيهر زنده ۽ متحرڪ ڪرڻ لاءِ اجلاس ڪوٺايو، جنهن جي صدارت برصغير جي آزاديءَ جي هڪ مجاهد ۽ محب وطن سنڌي سياستدان، جناب شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ڪئي. اُن موقعي تي مُون جيڪو افتتاحي خطبو پڙهيو، تنهن ۾ چيو هئم تہ.

"سنڌ کي ١٨۴٣ع ۾ انگريزن فتح ڪري، انتظامي سهولت خاطر سنڌين جي

هزارها سالن جي روايات ۽ قومي غيرت جي خلاف ١٨٤٧ع ۾ بمبئي علائقي سان گڏي ڇڏيو هو. آخر ١٩٣٥ع جي انڊيا ايڪٽ جي نتيجي ۾ گهڻين ڪوششن ڪان پوءِ سنڌ کي بمبئيءَ کان آزاد ڪرايو ويو...

١٩٣٧ع ۾ سنڌ جي جدا اسيمبلي قائم ٿي ۽ سنڌي وزارت وجود ۾ آئي ۽ ١٩٥٤ع تائين باوجود وزارتن بدلجڻ جي، اُن جو جُدا وجود قائم رهندو آيو. ان کان پوءِ، هڪ وڏي صوبي جي مستقل مفاد خاطر سنڌ کي زبردستيءَ سان ون يونٽ ۾ داخل ڪيو ويو.

اُن دور ۾ سنڌي ميمبرن اقتدار جي حصول، شخصي اختلافن ۽ مختلف سببن ڪري جيڪو ڪردار ادا ڪيو، اُهو ڪنهن کان بہ لڪل نہ آهي. ون يونٽ جو ٺهڻ، باهمي اختلافن ۽ ميمبرن جي خود مطلبيءَ ڪري هو.

هن وقت شاگردن، قومي ڪارڪنن ۽ عوام جي بيداريءَ، حالتن ۾ تبديلي آڻي ڇڏي آهي ۽ وڏا بت ڊهڻ کي نزديڪ اچي بيٺا آهن. مرڪزي اسيمبليءَ ۾ تبديلي اچڻ واري آهي ۽ مڪاني سياست ۾ نئين دور جو آغاز ٿيڻ وارو آهي. هيستائين اسان سيني کان گهڻيون غلطيون ٿيون آهن، تنهن ڪري گذشتہ ڪمزورين کي درگذر ڪري، نئين دور جو اهڙو آغاز ڪرڻو آهي، جو وري اسان کان ساڳئي قسم جون غلطيون سرزرد نہ ٿين. هن وقت تائين اسيمبلين ۽ ملڪي سياست ۾ اسان جي مٿانهين طبقي، ذاتي اقتدار، عزت جو ڪارڻ ۽ ملڪيت ٺاهڻ جو ذريعو سمجهي پٺي حصو ورتو آهي. پر هينئر اسان کي اڳين طريقن کي ڇڏي خدمتِ خلق، ملڪي سلامتي، عوامي فلاح ۽ بهبوديءَ جي بنيادن تي حصو وٺڻ گهرجي. اُن لاءِ جيڪڏهن اُنون ڪجھ صاف گوئيءَ کان ڪم وٺان تہ مون کي معاف ڪندا. ڇاڪاڻ تہ هينئر ملڪي سياست ۾ هيٺين مقصدن کي مشعل راھ طور ڪم آڻڻو آهي.

(١) سنڌ کي مغربي پاڪستان (ون يونٽ) کان آزاد ڪرائي، اڳوڻا صوبا بحال ڪرائڻا آهن.

(٢) ملڪي سياست کي آئيندي لاءِ حتي الامڪان اقتدار جي بکين، عزت جي طالبن ۽ حصولِ املاڪ جي خواهشمندن کان پاڪ رکڻ جي ڪوشش ڪرڻي آهي.

(٣) آئيندي لاءِ سياسي پارٽين جي واڳ، بي لوث قومي ڪارڪنن، قربانيءَ جي پتلن ۽ درد دل رکندڙ ماڻهن جي هٿن ۾ ڏيڻي آهي.

(۴) اسان کي شخصي پارٽي بازيءَ، گذشتہ اختلافن، اڳوڻين ڪيل غلطين جي

انتقامي جذبي ۽ اڳوڻن ۽ نون سنڌين جي تفاوتن کان برتر ۽ بالا رهڻو آهي. هر اُهو سنڌي، جو اسان جي متي ذڪر ڪيل مقصدن لاءِ بنا ڪنهن شرط شروط جي ون يونٽ جي خلاف شامل ٿيڻ ۽ مدد ڪرڻ لاءِ تيار ٿئي، اسان کي اُن جي مدد حاصل ڪرڻي آهي.

(۵) هن وقت جن ماڻهن کي ڪن سببن ڪري شريڪ ڪري نہ سگهيا آهيون ۽ ڪن ڪوتاهين ڪري ڪين دعوت نہ موڪلي سگهيا آهيون، يا باوجود دعوت موڪلڻ جي هُو مختلف وجوهات سبب هن مجلس ۾ شريڪ نہ ٿيا آهن، تن کي هن قومي محاذ کان ٻاهر رکڻ جو ارادو ڪونہ آهي. غلطيون هر هڪ کان ٿين ٿيون، اُنهن کي درگذر ڪرڻ قومي مفاد ۽ مصلحتِ وقت جي اهم تقاضا آهي.

(٦) سنڌ جي آزاد ڪرڻ بعد اسان جي محاذ جا مکيہ ۽ بنيادي اصول قومپرستي، معاشي انصاف ۽ جمهوريت رکيا آهن.

(۷) آخر اسان کي مستقبل ۾ ملڪ جي سياسي ليڊر شپ عوام جي هٿ ۾ آڻڻي آهي، ليڪن، ون يونٽ جي ڍاهڻ تائين اهڙا اختلافي مسئلا پيدا نہ ڪرڻا آهن، جن جي ڪري اسان ۾ اختلاف پيدا ٿئي ۽ مقصد جي حصول ۾ رڪاوٽ جو ڪارڻ بنجن." اُن ڪانفرنس جي موقعي تي مون کي سنڌ متحده محاذ جو صدر چونڊيو ويو.

اسان اجا سياسي جدوجهد منظم نموني شروع ئي نہ ڪئي هئي تہ گول ميز ڪانفرنس جي ناڪاميءَ کان پوءِ، جيڪا حقيقت ۾ ناڪام ذوالفقار علي ڀٽي ۽ مولانا عبدالحميد ڀاشانيءَ جي بائيڪاٽ ۽ گهيرائو جلائو واريءَ تحريڪ جي نتيجي ۾ ٿي هئي. اَئون جيتوڻيڪ گول ميز ڪانفرنس ۾ شريڪ نہ ٿيو هوس، پر پوءِ بہ اسان جو نقطہ نظر پرپور طريقي سان گول ميز ڪانفرنس ۾ عوامي ليگ جي سربراه شيخ مجيب الرحمان ۽ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ليڊرن ولي خان ۽ عطاءالله خان مينگل طرفان پيش ڪيو ويو هو. اُن جي باوجود گول ميز ڪانفرنس ڪو ڪڙتيل ڪڍڻ کان سواءِ ناڪام ٿي وئي ۽ مارچ ١٩٦٩ع جي پڇاڙيءَ ڌاري صدر ايوب خان پنهنجي آئين ۽ پنهنجي نظام حڪومت سميت هميشہ لاءِ رخصت ٿي ويو ۽ اُن جي جاءِ تي ملٽري ڪمانڊر آغا محمد يحيٰ خان ملڪ جون واڳون سنڀاليون، ۽ ملڪ مٿان مارشل لا لاڳو ڪري پاڻ اُن جو چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ صدر مملڪت بڻجي ويهي رهيو. اُن مارشل لا جي باوجود، سياسي سرگرمين تي بندش ڪانہ وڌي وئي، اُن ڪري اسان پنهنجو سياسي سفر جاري رکيو.

سنڌ متحده محاذ ناهڻ وقت اسان کي ملڪ جي وسيع تناظر کي ذهن ۾ رکڻو هو. ون يونٽ جي ڪري سنڌيءَ طرح سنڌ، پختونخوا ۽ بلوچستان متاثر ٿيا هئا. اُنسڌيءَ طرح بنگالين کي به پنهنجي اڪثريت تان هٿ ڪڻڻو پيو هو. ان سموريءَ صورتحال کي ذهن ۾ رکي، اسان کي اهڙو طريقو اختيار ڪرڻو هو، جنهن سان اينڊڙ آئين ساز اسيمبليءَ ۾ اولهه پاڪستان جا ٽيئي صوبا (پنجاب کان سواءِ) ۽ بنگالي اڪثريت گڏجي، نه رڳو ون يونٽ ٽوڙائين، پر صوبن جي لاءِ خوداختياريءَ جو دائرو پڻ اهڙو مقرر ڪن، جنهن موجب صوبن جا وڏ ۾ وڏ وسيلا، صوبن جي پنهنجي ڪنٽرول ۾ رهن ۽ مرڪز کي صوبن جي اختيارن ۽ وسيلن ۾ گهٽ کان گهٽ مداخلت ۽ دست اندازيءَ جو موقعو ملي. انهيءَ ڳالهه کي ذهن ۾ رکندي مون ٻه طرفي سياسي جدوجهد شروع ڪئي. هڪ طرف سنڌ متحده محاذ جهڙا "اينٽي ون يونٽ فرنٽ" بلوچستان ۽ پختونخوا ۾ قائم ڪرايم ۽ ٻئي طرف وسيع تر صوبائي اختيارات گهرندڙ پارٽيءَ عوامي ليگ سان به ون يونٽ ٽوڙائڻ ۽ سيني صوبن کي هڪجهڙا اختيارات ڏيارڻ لاءِ، هڪ سمجهوتو ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم. انهيءَ سلسلي ۾ جڏهن شيخ مجيب الرحمان سنڌ ۾ آيو ته مون سنڌ متحده محاذ جي پليٽ فارم تان سندس شاندار آجيان ڪئي ۽ ڪيترا ماڻهو عوامي ليگ ۾ شامل ٿيا. شيخ صاحب کي مون ١٠- آگسٽ ١٩٦٩ تي انٽرڪانٽينينٽل هوٽل ڪراچيءَ ۾ زبردست آجياڻو ڏنو. مون ان موقعي تي استقباليه تقرير به ڪئي، جنهن جا ڪي ٽڪرا هتي ڏيان ٿو.

"اسان هيءَ حقيقت اوهان کي گوش گذار ڪرڻ چاهيون ٿا ته "ون يونٽ" هڪ سوچيل سمجهيل بي رحمانه ۽ ناقابلِ عمل آئيني چالبازي آهي، جا خود انهن مقصدن مان ثابت ٿئي ٿي، جي اُن جا محرڪ هُئا ۽ جن جو اظهار بدنام زمانه خفيه دستاويز "ايڪس" ۾ ڪيو ويو آهي، يا جنهن نموني تيرهن سالن کان هلندو رهيو آهي، ان مان ٿي ظاهر آهي.

اسان جي ون يونٽ جي سرشتي کان نفرت، ڪيترن مختلف سببن جي بنيادن تي آهي، جهڙوڪ:

(١) هيءُ سرشتو تيرهن سالن جي عرصي کان مختلف حڪومتن ۽ مختلف قانوني سرشتن هيٺ رهندو آيو آهي. اڄ سيني اڳيان هيءَ حقيقت ظاهر ٿي چڪي آهي ته ون يونٽ جو سرشتو ڪامياب ثابت نه ٿيو آهي. اُن جا جيڪي نتيجا پيدا ٿيا آهن، سي خود اُن جي باني جي اُميدن جي بلڪل خلاف ويا آهن.

(٢) اهو سرشتو اولهہ پاڪستان جي رهواسين جي وچ ۾ ڇڪتاڻ وڌائڻ جو هڪ خاص سبب بڻيو آهي، ۽ اُن، قومي اتحاد جي نشو نما کي وڏو ضرر رسايو آهي... ملڪ جي اندروني رنجشن ۽ رقابتن کي وڌيڪ وقت جاري رکڻ ۽ طاقت جي زور سان موجوده انتظامي سرشتي کي قائم رکڻ جي ڪوشش ڪرڻ، ڪنهن به صورت ۾ دانائپ وارو ڪم نہ آهي. هيءَ حقيقت وسارڻ نہ گهرجي تہ ون يونٽ جي سرشتي هيٺ ملڪي ڍانچي جا ڪيترا جُزا پاڻ کي هيسيل، ڪمزور، ڌتڙيل، ناراض، ذهني طور شڪست خورده، بيمار ۽ بي يارو مددگار محسوس ڪري رهيا آهن.

(٣) تفصيلوار شڪايتن جي وضاحت کي في الحال هڪ طرف رکندي، اٿين چوٿو پوندو تہ ون يونٽ، سنڌ جي ماڻهن جي خودداريءَ جي احساس کي مجروح ڪرڻ سان گڏوگڏ کين آزاديءَ جي نعمت کان پڻ محروم ڪري ڇڏيو آهي. درحقيقت موجوده صورتحال ۾ آزاديءَ جي ڪا بہ معنيٰ ڪانہ ٿي رهي – جڏهن صورتحال هيءَ هجي تہ هڪ علائقي جي آزاد شهرين کي اهو موقعو بہ حاصل نہ هجي تہ هو پنهنجا ميونسپل معاملا پاڻ هلائڻ جو اختيار رکندا هجن.

(٤) ون يونٽ جي سرشتي، بيشمار انتظامي برائين ۽ خرابين کي ٿهلائڻ ۾ مدد ڏني آهي، جنهن جي نتيجي ۾ اڄ اسان جي حڪومت وڏي پيماني تي ۽ نهايت بُريءَ طرح رشوت خوريءَ، لالچ، ڪامورڪامورن جي غرور، غير ذميداريءَ، نااهليءَ ۽ طاقت جي غيردانشمندانہ استعمال سان پيدا ٿيندڙ برائين سببان داغدار ٿي چڪي آهي. ٻين لفظن ۾ اٿين چئجي تہ بدنصيب سنڌ "ننڍڙي ليول جي ڪم عقل ۽ خُود سر آفيسرن لاءِ هڪ جنت" بڻجي وئي آهي. انهيءَ جو ڪارڻ هيءُ آهي تہ هتي مقرر ٿيل ڪارندا، وڏي بيپرواهيءَ سان ڪم ڪن ٿا ۽ ساڳئي وقت عوامي نمائندن جي نظرداريءَ ۽ باز پرست کان محفوظ آهن.

(٥) هن نظام جو وجود جمهوريت جي بنيادي روح کان ئي انڪاري آهي. سنڌ جا رهواسي هن سرشتي کي متفقہ طور دل سان رد ڪري چڪا آهن.

(٦) هن سرشتي هيٺ، سنڌ جي حيثيت انگريزن جي دور واري "هوم رول" جي درجي کان بہ گهٽجو هيٺ ڪري چڪي آهي، جنهن جو برصغير (هندو پاڪ) جي ماڻهن اڄ کان ستر سال اڳ مطالبو ڪيو هو.

(٧) هيءُ انتظامي سرشتو خود ويهين صديءَ جي اُنهن تقاضائن کان انڪاري آهي، جيڪي خود اختياريءَ واري حق جي بنياد تي، سموري طاقت عوام جي حوالي

ڪرڻ جو تاڪيد ڪن ٿيون ۽ اُن ۾ ڪنهن جي بہ مداخلت برداشت ڪرڻ نہ ٿيون چاهين...

اهڙيءَ طرح ون يونٽ کي لاهور ٺهراءَ [1940] ۱۹۴۳ع جي سنڌ اسيمبليءَ جي ٺهراءَ، اقوام متحده جي چارٽر، جناح جي ۱۴ نقطن، قرارداد مقاصد [1949] ۽ ۱۹۵۷ع جي قانون ساز اسيمبليءَ جي پاس ڪيل ٺهراءَ وغيره خلاف بيان ڪندي، شيخ صاحب کي مخاطب ٿيندي چيو هوم تہ:

”جناب شيخ صاحب! اوهان کي بخوبي معلوم آهي تہ اسان ڪيترائي دفعا اوهان جي پارٽيءَ ڏانهن انهيءَ مقصد سان رجوع ٿياسون. اوهان جي اعليٰ مرتبي واري رهنما، جناب سهرورديءَ، ملڪ سان ايوبي مارشل لا لاڳو ٿيڻ کان پوءِ، ڪراچيءَ ۾ منهنجي بنگلي تي، جتي هو پاڻ ۽ سنڌ جا ٻيا سمورا ليڊر موجود هئا، اسان جي جائز مقصد جي حمايت ڪئي هئي ۽ وعدو ڪيو هو تہ اسان جا علائقا ۽ علائقائي خودمختياري واپس ورائي ڏيڻ ۾ اسان جي مدد ڪندو. ليڪن بدقسمتيءَ چئجي، جو هو اڄ اسان وٽ موجود نہ آهي.

اسين اڄ اوهان کي مرحوم جا لائق جانشين سمجهندي، اوهان ڏانهن رجوع ڪريون ٿا، ۽ اوهان جي معرفت، اوڀر پاڪستان جي پنهنجن وڏن ڀائرن کي اپيل ڪريون ٿا تہ هو پنهنجي مرحوم ليڊر جي واعدي کي ضرور پورو ڪن...

اسين هيءَ حقيقت بلڪل صاف طور واضح ڪرڻ چاهيون ٿا تہ ۱۹۵۶ع جو آئين اسان جي لاءِ ڪنهن بہ صورت ۾ قابل قبول نہ ٿيندو، انهيءَ ڪري تہ اهو قطعي غير جمهوري طريقي سان وجود ۾ آيل آئين ساز اسيمبليءَ تيار ڪيو هو...

... شيخ صاحب! ننڍن صوبن ۽ اوڀر پاڪستان جي مڙني مسئلن جو حل، اسان جي اتحاد ۾ پوشيده آهي. اوهان جي بيانن ۽ اوهان جي سياسي مضبوطيءَ مان ننڍن صوبن جي ماڻهن جي دلين ۾ اوهان جي شخصيت ۽ پارٽيءَ ۾ چڱيون اميدون پيدا ٿيون آهن. مشرقي پاڪستان کي آباديءَ جي بنياد تي نمائندگيءَ ۽ مڪمل طور اندروني خوداختياريءَ جا مطالبا، سواءِ ڪنهن شڪ شبهي جي اهڙا جائز ۽ درست آهن، جهڙا اسان جا. اسان اوهان سان گڏ هڪ ئي ٻيڙيءَ ۾ سوار آهيون، ان ڪري اوهان سان هر طرح ثابت قدم رهنداسين. اميد تہ اوهان بہ اسان جي نصيب العين جي حمايت جاري رکيو ايندا ۽ اسان جو ساٿ هرگز نہ ڇڏيندا“.

هن موقعي تي عوامي ليگ ۽ سنڌ متحده محاذ جي وچ ۾ ان بنياد تي هڪ سمجهوتو بہ ڪيو ويو.

ٻئي طرف ٥- آڪٽوبر ١٩٦٩ع تي ڪوئيٽا ۾ "بلوچستان متحده محاذ" قائم ڪرايم.

هڪ طرف اسان اها ڪوشش ڪري رهيا هئاسون ته مظلوم ۽ ننڍن صوبن جو عوام متحد ٿي، نه رڳو ون يونٽ ٽوڙائي، پر آئينديءَ جي لاءِ اهڙيءَ ڪنهن خرابيءَ پيدا ٿيڻ کي روڪڻ لاءِ اهڙو آئيني ڍانچو تيار ڪيو وڃي، جنهن سان سموري ملڪ ۾ ڪا به رنجش ۽ نفرت پيدا نه ٿئي. اُن جي لاءِ سموري تناظر کي مد نظر رکي، آئين سازيءَ جي مسئلن تي وسيع تر اتحاد پيدا ڪرڻو هو، ته ٻئي طرف پاڪستاني حڪمران پنهنجن ڪن ڇاڙتن جي ذريعي اها ڪوشش ڪري رهيا هئا ته عوام جو ذهن آئيني ۽ سياسي مسئلن تان هٽائي، صرف ڪن فردن جي مخالفت ۽ گهٽ درجي جي طبقاتي تضادن ڏانهن موڙي، خسيس لالچن جي آڌار تي عوام کي سياسي شعور کان پري رکي پنهنجو اقتدار حاصل ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ هنن ٻن مُهرن کي وڏي ڪاميابيءَ سان استعمال ڪرڻ شروع ڪيو؛

اولهه پاڪستان ۾ اسان جي بر خلاف ذوالفقار علي ڀٽي کي "ايوبي آمريت" جي شڪست جو هيرو ۽ فاتح بنائي، وسيع تر پبلسٽيءَ ۽ پروپيگنڊا جي ذريعي ماڻهن جي دماغن تي مسلط ڪيو ويو. ته ٻئي طرف اوڀر پاڪستان ۾ عوامي ليگ جي خلاف مولانا ڀاشانيءَ کان اهو ڪم وٺڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. مولانا صاحب تي ته نيٺ بنگالي حب الوطني غالب پئجي وئي ۽ هن عوامي ليگ جي وڌندڙ مقبوليت جي سامهون هٿيار ڦٽا ڪيا، پر هتي مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي، فوجي ۽ سول آفيسر شاهيءَ جي پُٺڀرائيءَ سان اهو ڪردار انتهائي هوشياريءَ ۽ چالاڪيءَ ۽ حرفت سان ادا ڪيو ۽ هُن سنڌ جي قومپرست ۽ محب وطن ليڊرن ۽ تنظيمن خلاف جارحانه انداز اختيار ڪيو. بدقسمتيءَ سان "سنڌ متحده محاذ" ۾ شامل، ڪافي نوجوان ورڪرن ۽ ڪامريڊن تي ڀُٽي جو اِهو سحر ڪارگر ثابت ٿيو ۽ هُنن "سنڌ متحده محاذ" ۾ پيچ ڊاهه واري سياست ۽ طبقاتي اختلافن کي هوا ڏيڻ جون سازشون شروع ڪري ڏنيون. ٻئي پاسي ملٽري ڪمانڊر يحيٰ خان به اولهه پاڪستان جي مظلوم صوبن جي قومپرستن جي هٿن مان واحد "اليڪشني اِشو" ون يونٽ ڊاهڻ وارو ڪسي، ڀُٽي جي لاءِ ميدان صاف ڪري ڏنو ۽ هُن اسيمبلين جي قائم ٿيل ون يونٽ کي، هڪ صدارتي آرڊيننس ذريعي ختم ڪري، اسان جي ١٤ سالن جي ڪيل جدوجهد ۽ پنجابين طرفان لٽ مار ذريعي حاصل ڪيل اثاثن ۽ پئسن کي هميشه لاءِ پنجاب کي هضم ڪرائي ڇڏيو ۽ يڪدم اليڪشن جو اعلان ڪيو. نتيجي طور اليڪشن ۾ اسان قومپرست سنڌ مان ڪا به سيٽ کٽي نه سگهياسون. جيتوڻيڪ

اليڪشن وقت مون پنهنجي وس، وت ۽ وسيلن آهر انهيءَ نئين غلاميءَ واري سيلاب جي سامهون بند ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ جلسن، ميٽنگن، ڪتابن، اخباري مضمونن ۽ پاڪستان جي تاريخ ۾ ريڊيي ۽ ٽي وي تان واحد مليل موقعي کي استعمال ڪندي، پنهنجيءَ تقرير ۾ عوام کي باشعور ۽ خبردار رهڻ جي تلقين ڪئي، پر منهنجون اهي سڀ ڪوششون ڪامياب ٿي نه سگهيون پر پوءِ به مون کي اُميد هئي ته پاڪستان جي نئين مرڪزي اسيمبليءَ ۾ عوامي ليگ جي ١٠٠ سيڪڙو نمائندگي ۽ بلوچستان ۽ پختونخوا مان قومپرستن جي ڪنهن قدر ڪاميابي، "صوبائي خودمختياري ۽ قومي تحفظ" جو ڪو نه ڪو اطمينان بخش ڍانچو تيار ڪرڻ ۾ موثر ڪردار ادا ڪري سگهندي. اُن لاءِ مون پنهنجا رابطا ۽ لاڳاپا، عوامي ليگ، بلوچ ۽ پختون قومپرست اڳواڻن سان برقرار رکيا. پر پنجابي حڪمران شايد گهڻي وقت کان ونءِ سنڌ تي پنهنجو قبضو برقرار رکڻ لاءِ اهو طئي ڪري چُڪا هُئا ته بنگالي اڪثريت مان جان ڇڏائجي، ۽ اُن منصوبي تي هنن ١٩٧٠ع جي اليڪشن کان پوءِ، ذوالفقار علي ڀٽي جي ذريعي عمل ڪرڻ شروع ڪري ڏنو.

مون هائي چيو آهي ته پنجابي ابتدائي ڏينهن کان بنگالين مان جان ڇڏائڻ لاءِ ڪنهن موقعي جا منتظر هئا، اهو آئون پنهنجي طرفان ڪونه چئي رهيو آهيان، پر اُن لاءِ هڪ پنجابي C. S. P. آفيسر ۽ شاعر جناب فضل احمد ڪليم فضليءَ جي شهادت، هتي پيش ڪرڻ گهران ٿو، جيڪو اوير پاڪستان ۾ ويهه سال اهم سرڪاري عهدن تي فائز رهيو آهي. هو لکي ٿو:

"اهي ڪهڙيون ڳالهيون هيون، جن جي ڪري بنگال ۾ اهو احساس وڌندو ويو ته ان کي نه رڳو پاڪستان ۾، پر اُن جي تعمير ۾ به وڏيڪ غالب شريڪ سمجهڻ بجاءِ فتح ٿيل علائقو سمجهيو پيو وڃي. انهن سڀني ڳالهين کي جيڪڏهن مختصر نموني به لکيو وڃي ته گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو پيڙو کپي، انهيءَ سموند سيوڻ خاطر. تت انهيءَ جو اهو آهي ته بنگال ۾ جيڪا بد دلي پکڙي، تنهن جي ذميواري وڏي حد تائين اڳوڻين حڪومتن تي آهي. مون کي انهيءَ ڳالهه جو ذاتي طرح علم آهي ته پاڪستان ٺهڻي اجا به ٽي سال ئي مس گذريا هئا تہ اولهه پاڪستان جي ڪجهه آفيسرن، جن بعد ۾ حڪومت کي ناهڻ، ڀاهڻ ۽ هلائڻ ۾ مکيه حصو ورتو، اهو سوچڻ شروع ڪيو هو تہ هڪ نه هڪ ڏينهن بنگال جي اڪثريت پاڻ ميڙائيندي ۽ سندن هٿن منجهان اقتدار نڪري ويندو. انهيءَ ڪري اهڙيون تدبيرون اختيار ڪرڻ گهرجن، جو بنگال ۾ الڳ ٿيڻ جو جذبو آهستي آهستي وڌي. اسان الزام به انهن تي

ٿي ڏيندا رهون تہ توهان علحدگي پسند آهيو ۽ نيٺ هُو الڳ ٿيڻ لاءِ راضي ٿي ويو. جيئن تہ آئون اُنهن ڏينهن ۾ اوير پاڪستان جي بااثر آفيسرن ۾ شمار ٿيندو هئس، اُن ڪري مون سان اهڙو مشورو ڪيو ويو. مون اُن پلاننگ جي شديد مخالفت ڪئي ۽ چيو، اها پاڪستان سان کليل غداري ۽ پاڪستان جي تباهيءَ جو سامان آهي. پر شاهي ايوانن ۾ درويشن جون ڳالهيون ڪير ٻڌي! يار پنهنجيءَ ڌن ۾ لڳا رهيا. اولهہ پاڪستان جي سمورن پرڳڻن کي ختم ڪري، هڪ اڪيلو صوبو (مغربي پاڪستان)، بنگال کي الڳ ڪرڻ لاءِ ٺاهيو ويو هو.

[هفتيوار زندگي لاهور - ١١ کان ١٧ فيبروري ١٩٧١ع - بحوالہ: "جديد سنڌ جا مسئلا ۽ حل". از: محمد موسيٰ ڀٽو، ص ٥٥ - ١٥٣ ]

انهيءَ اسڪيم تي عمل پيرا ٿيڻ ۾ هڪ سنڌي سياستدان مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي، جيڪو ڪردار ادا ڪيو، سو آئون سمجهان ٿو انساني تاريخ ۾ اقتدار خاطر دلال طور استعمال ٿيڻ ۽ ٽيهہ لک ماڻهو مارائڻ جو بي مثال واقعو آهي. ايترا ماڻهو ڪن فاتحن ڊگهين جنگين ۾ بہ نہ قتل ڪرايا هوندا، پر ٩ مهينن جي مختصر وقت ۾ مسلم عوام جو اهڙو قتل عام انتهائي شرمناڪ ۽ اسلام جي نالي تي ڪارنهن جو ٽڪو آهي. بنگال جي خانہ جنگيءَ دوران مون کي خبر پئي تہ لاڙڪاڻي ضلعي جي هڪ مشهور ڍنڍ "ڊگهہ بالا" ۾ شڪار دوران يحيٰ خان، ذوالفقار علي ڀٽي ۽ فوجي جنرلن" اهو منصوبو ٺاهيو تہ بنگالين کي ڪنهن بہ صورت ۾ متحده پاڪستان ۾ حڪومت ڪرڻ نہ ڏني ويندي. اُن لاءِ ڀُٽي کي ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، سو بہ ڪيس ذهن نشين ڪرائڻ سان گڏ اهو طئي ٿيو تہ ڪين ماڻهو ڇو نہ مارڻا پون، پر عوامي ليگ کي اقتدار نہ ڏنو ويندو.

مون کي جڏهن ان منصوبي جي خبر پئي تہ آئون پهرين پشاور ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي صدر خان عبدالولي خان سان وڃي مليس ۽ کيس چيم تہ هيءُ موقعو آهي جو اسان کي بنگالين جي مدد ڪرڻ کپي ۽ عوامي ليگ جي ڇهہ نقاطي فارمولي مطابق پاڪستان جي نئين سر تشڪيل ڪري، قومي مسئلي کي حل ڪري ۽ قومن جي حقن کي هميشه لاءِ پنجابين ۽ آرميءَ جي دست اندازيءَ کان محفوظ بنايو وڃي. ان تي عبدالولي خان مون کي چيو تہ، "اسان عوامي ليگ جي مدد نٿا ڪري سگهون، ڇو تہ اُن جي ڇهن نقطن مان نقطي نمبر (٣) ۾ ڄاڻايل آهي تہ: "سڀني صوبن جون الڳ الڳ ڪرنسيون هونديون، جيڪڏهن ساري ملڪ جي هڪ ڪرنسي هجي تہ ان صورت ۾ نائي جي هڪ صوبي کان ٻئي صوبي ڏانهن منتقليءَ

کي روڪڻ لاءِ هر صوبي کي جُدا رزرو بئنڪ هجي." اهو نقطو اسان پناهگيرن لاءِ نقصانڪار آهي، ڇو ته اسان جا ڏهه لک پناهگير سنڌ ۾ رهن ٿا. جيڪڏهن اُنهن مان هر هڪ روزانو پنج رپيا ڪمائي، تڏهن به پنجاهه لک روپيا روزانه ڪمائي ٿي ٿي ۽ اها اِن نقطي موجب سنڌ ۾ ئي رهندي ۽ انهن پناهگيرن جا ٻار، جيڪي صوبي سرحد ۾ رهن ٿا، سي بک مرندا. اُن ڪري اهو نقطو اسان پناهگيرن لاءِ هاڃيڪار آهي، سو اسان ڪهڙيءَ طرح عوامي ليگ جي مدد ڪري سگهون ٿا."

خان عبدالولي خان جي انهيءَ جواب مون کي نه رڳو مايوس ڪيو، پر حيران به ڪيو، ڇو ته اهو سراسر نعپ جي پراڻيءَ پاليسيءَ جي خلاف ۽ اهلِ پنجاب جي مفاد جي وڪالت برابر هو ۽ ان مان سنڌ جي ڦرلٽ ۾ پناهگيرن ۽ پنجابين سان ڀاڱي ڀائيواري واري بُوءِ اچي رهي هئي. ولي خان کان مايوس ٿي، آئون فيبروري، ١٩٧١ع ۾ ڍاڪا ويس ۽ شيخ مجيب الرحمان سان مليو، کيس جنرلن جي منصوبي کان آگاهه ڪيم، ڇو ته منهنجي خواهش هئي ۽ مون سمجهيو ٿي ته عوامي ليگ جي اقتدار ۾ اچڻ ۽ بنگال جي گڏ رهڻ سان اهڙو آئيني نظام رائج ٿي سگهيو ٿي، جنهن سان مظلوم قومون – سنڌي، بلوچ ۽ پختون مطمئن ۽ باوقار نموني هن "گهڻ – قومي يونين" ۾ پنهنجيءَ مرضيءَ سان رهي سگهيون ٿي. شيخ صاحب، منهنجي ڳالهه ٻڌڻ کان پوءِ چيو ته "مون کي جنرلن جي منصوبي جا پروڙ پئجي چڪا آهن. آئون هر ممڪن ڪوشش ڪندس ته پنهنجي ملڪ ۾، پنهنجن ماڻهن سان گڏ رهان ۽ ڪوشش ڪريان ته عوامي طاقت جي آڌار تي پاڪستان کي صحيح معنيٰ ۾ آزاد قومن جي يونين بنائي سگهان. جيڪڏهن هڙين حالتن ۾ آئون پنهنجن ماڻهن کان ڌار ٿيس ته هو بنگال جي هر ماڻهوءَ کي قتل ڪندا ۽ هر گهر کي باهه ڏئي ڇڏيندا. پر سنڌ جي حالت بنگال کان مختلف آهي. سنڌي ماڻهو، قومپرستن بدران وفاق پرست ۽ پنجاب جي دلال ذوالفقار علي ڀٽي جي چنبي ۾ ڦاٿل آهن. ان ڪري، توهان مهرباني ڪري ڪجهه وقت لاءِ سنڌ کان ٻاهر هليا وڃو، ڇو ته بنگال تي ٿيندڙ ملٽري ائڪشن جا ڇنڊا ۽ اثر توهان تي ضرور پوندا. اُن ڪري، اوهان جو ملڪ کان ٻاهر رهڻ ضروري آهي."

آئون شيخ مجيب الرحمان جو مشورو مڃي، روضه رسول مقبول ۽ خانه ڪعبه جي زيارت لاءِ سعودي عرب هليو ويس. اتان مون پنهنجي پراڻي رفيق ڪار ۽ سياسي ساٿي خان عبدالغفار خان (جيڪو اُن وقت ڪابل ۾ رهيل هو) سان خط و ڪتابت رستي ڪوشش ڪئي ته ڪهڙي طريقي سان حالتون سڌاري سگهجن

ٿيون. پر افسوس جو اسان اُن موقعي تي بہ پنهنجن خوابن مطابق حالتن جو رُخ موڙي نہ سگهياسون ۽ نہ ئي بنگال جو ڏکڻ ايشيا جي تاريخ جو وڏي ۾ وڏو قتل عام، هڪ ڪروڙ ماڻهن جي لڏ پلاڻ ۽ لکين عورتن جي عصمت دريءَ کي روڪي سگهياسين. نيٺ مايوس ٿي آئون ڪجهہ عرصي ٻاهر رهڻ بعد وري موٽي سنڌ آيس، جتي مون کي فوجي آمر يحيٰ خان گرفتار ڪري ، پنهنجي گهر ۾ نظربند ڪيو. منهنجيءَ غير حاضريءَ ۾، منهنجا ٻيا سياسي رفيق شيخ اياز، قاضي فيض محمد، غلام محمد لغاري وغيره گرفتار ٿي چڪا هئا ۽ ملڪ ۾ هڪ ڀيرو وري دهشت، داروگير ۽ بربريت جو سلسلو شروع ٿي چڪو هو.

اهڙي ماحول ۾ فوجي جرنيلن ۽ سول بيورو ڪريسيءَ، مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جي صلاح سان هندستان سان جنگ ڇيڙي ڇڏي، جنهن ۾ اوير پاڪستان ۾ ١٦ ڊسمبر ١٩٧١ع تي پاڪستاني فوجي ڪمانڊر جنرل نيازيءَ پاڪستان جو جهنڊو ۽ پنهنجي ٽوپي هندستاني فوجي ڪمانڊر جنرل اروڙا جي پيرن ۾ اڇلائي، پنجابين جي پراڻي خواهش تہ "بنگالي الڳ ٿي وڃن"- تي مهرِ تصديق هڻي ڇڏي. جيتوڻيڪ اُن وقت ڪان اڳ ۾ نام نهاد سول حڪومت بحال ڪرڻ جي بهاني سان عالمي راءِ عامہ جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ لاءِ يحيٰ خان نورالامين کي پاڪستان جو وزيراعظم ۽ مسٽر ڀُٽي کي بنا ڪنهن اسيمبليءَ اجلاس سڏائڻ جي نائب وزيراعظم ۽ وزير خارجہ مقرر ڪري، اقوام متحده جي سيڪيورٽي ڪائونسل ۾ پاڪستان جو نمائندو بنائي موڪليو تہ جيئن وڃي بنگالين جي قتل عام ۽ مجيب الرحمان جي غداريءَ جي الزام هيٺ گرفتاريءَ کي اخلاقي ۽ اسلامي طرح جائز ۽ ضروري ثابت ڪري. ڀُٽي صاحب اُتي پهچي، پاڪستان کي متحده رکڻ واري آخري ڪوشش، "پولينڊ جي قرارداد" کي ڦاڙي، اُڇلائي، بنگال ۾ پاڪستان آرميءَ جي شڪست کي يقيني بنايو تہ جيئن بنگال الڳ ٿي وڃي تہ پاڻ اولهہ پاڪستان ۾ اڪثريتي پارٽيءَ جي ليڊر جي حيثيت سان پنهنجي پنيراڻو جرنيلن - مسٽر گل حسن، جنرل پيرزادي، جنرل حميد ۽ ٻين جي مدد سان اقتدار حاصل ڪري سگهي - ۽ اُن ۾ هو انتهائي چالاڪيءَ سان ڪامياب ويو ۽ ٢٠ ڊسمبر ١٩٧١ع تي هُن اسلام آباد ۾ دنيا جي تاريخ جي پهرين سول مارشل لا ائڊمنسٽريٽر جو ٻلو پنهنجي سيني تي سجايو ۽ اهڙي طريقي سان سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن جو هڪ مضبوط پرجهلو بنگال، الڳ ٿي ويو.

اسان پنجاب جي ليڊرن جي پراڻي فارمولا تحت پنجاب جي مڪمل ماتحتيءَ ۾ اچي وياسون. ڀُٽي صاحب اقتدار وٺڻ شرط عالمي طرح پنهنجي ڪمزور پوزيشن کي

محسوس ڪندي، ڪي قدم کنيا، جن مان نعپ تان بندش ختم ڪرڻ، شيخ مجيب الرحمان کي آزاد ڪرڻ ۽ سنڌ ۾ مون سميت قومي ڪارڪنن تان پابنديون هٽائڻ شامل هئا.

اهي واقعا ۱۹۷۱ع جي پڇاڙيءَ جا آهن.

۱۹۷۲ع جي شروع ۾ مون سن ۾ پنهنجي سالگره ملهائي، جنهن ۾ سڄيءَ سنڌ مان سوين قومي ڪارڪن ۽ هزارين ماڻهو شريڪ ٿيا، جن جي موجودگيءَ ۾ مون پنهنجي صدارتي تقرير ۾ بچيل ملڪ کي بچائڻ ۽ ان جي آئيني جوڙجڪ لاءِ چيف مارشل لا ايڊمنسٽريٽر ۽ صدر پاڪستان ذوالفقار علي ڀٽي کي ڪي تجويزون پيش ڪيون. ان تقرير ۾ مون چيو ته:

”گذريل سال پاڪستان لاءِ نحس ثابت ٿيو. اليڪشن کان پوءِ اُميد هئي ته حڪومت جون واڳون عوام جي حوالي ٿينديون، پر ائين نه ٿيو. اڪثريتيءَ پارٽيءَ کي واڳ ڏيڻ جي عيوض ۲۵ مارچ ۱۹۷۱ع تي ملٽريءَ سڌو قدم کڻي حالتون نازڪ بنائي ڇڏيون. سڄا سارا نو مهينا بنگال ۾ سول وار جاري رهي، لکين ماڻهو قتل ٿيا ۽ ڪروڙ کن ماڻهن ملڪ ڇڏي وڃي ڀارت ۾ پناهه ورتي. ۳ ڊسمبر ۱۹۷۱ع تي جنگ مغربي پاڪستان طرف به ڇڪجي آئي. ٦ ڊسمبر تي ڀارت، بنگال جي عوامي ليگ حڪومت کي تسليم ڪندي، کليو کلايو پاڪستان تي لشڪر موڪلي حملو ڪيو. نيٺ ۱٦ ڊسمبر ۱۹۷۱ع تي تيرهن ڏينهن جي جنگ کان پوءِ پاڪستاني فوجون بنگال ۾ هٿيار ڦٽا ڪري پيش پيون.

جنهن بعد ڀارت طرفان يڪ طرفو جنگ بند ڪرڻ جو اعلان ٿيو. اُن جي جواب ۾ پاڪستان حڪومت به جنگ بند ڪرڻ جو اعلان ڪيو. اُن جي ردعمل ۾ جنرل يحيٰ خان خلاف سخت مخالفت پيدا ٿي. ان کان مجبور ٿي، هن سندس عهدي تان استعيفيٰ ڏئي ذوالفقار علي ڀٽي کي ۲۰ ڊسمبر ۱۹۷۱ع تي پنهنجي جاءِ تي صدر نامزد ڪيو. ۲۲ ڊسمبر ۱۹۷۱ع تي آزاد بنگلاديش حڪومت ڍاڪا ۾ داخل ٿي، حڪومت جون واڳون سنڀاليون. اُن سموريءَ ڪارگذاريءَ ڪري نتيجو اهو نڪتو ته بنگال ساڍا ۷ ڪروڙ ماڻهن سميت پاڪستان کان جُدا ٿي ويو.

آئون اهو سمورو عرصو نظربند هوس. ڪيترا منهنجا دوست به جيلن ۾ هئا. مون کي اُن سموري عرصي ۾ پڙهڻ، لکڻ ۽ غور فڪر ڪرڻ لاءِ چڱو وقت مليو، جنهن سبب معلومات ۾ اضافو ٿيڻ ڪري پنهنجا تاثرات قلمبند ڪري سگهيو آهيان.

نئين صدر همت کان ڪم وٺي هڪ طرف اسان کي آزاد ڪيو، ٻئي طرف ۸

جنوري ١٩٧٢ع تي شيخ مجيب الرحمان کي آزاد ڪري ڍاڪا وڃڻ لاءِ اجازت ڏني، جتي هن ١٠ جنوري تي وڃي حڪومت جون واڳون سنڀاليون.

نئين صدر حڪومت جون واڳون اُن وقت ورتيون آهن، جڏهن پاڪستان جي سامهون ڪيئي مسئلا ۽ مشڪلاتون درپيش آهن. جنگ ۾ شڪست اچڻ ڪري هڪ لک کن سپاهي (فوجي) نظربند آهن. ملڪ کي اربها رپين جو نقصان رسيو آهي. مغربي پاڪستان مان بہ ڪجهہ حصا ڀارت جي هٿ هيٺ ويل آهن. فوجون سرحد تي آهن. مارشل لا هٽائڻ ۽ صوبن ۾ حڪومت بحال ڪرڻ جو مطالبو ٿي رهيو آهي. آئين ناهڻ، بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ، ڀارت ۽ افغانستان سان تعلقات قائم ڪرڻ ۽ عوام جي غربت دور ڪرڻ جا مسئلا حل طلب آهن.

ملڪ جي آئنده سلامتي، ترقيءَ ۽ تعمير جو مدار انهن سوالن جي خاطر خواه نموني حل ڪرڻ تي آهي. جيتري قدر مون ان مسئلي تي غور ڪيو آهي، آئون ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ پاڪستان جي انتشار، افراتفريءَ ۽ موجوده پست حالت جا هيٺيان ڪارڻ آهن:

**(١) مسلمانن جي جداگانہ قوم جو نظريو:-** دنيا ۾ ڪٿي بہ مذهبي بنياد تي قوم جو وجود تسليم ٿيل نظر نہ ايندو. هندستان ۾ کن عارضي اختلافن جي پيدا ٿيڻ سبب مسلم اقليتن ۽ پنجاب جي مستقل مفاد مسلمانن اهو نظريو ايجاد ڪري، سامراجي خيال جي انگريز آفيسرن معرفت ملڪ جي ورهاست ڪرائي.

پاڪستان جي بانيءَ، ان نظريي جي دائمي طور ڪتب آڻڻ کي نقصان ڪار ڄاتي. ١١ آگسٽ ١٩٤٧ع تي آئين ساز اسيمبليءَ جي پهرين نشست ۾ ان کي رد ڪري ڇڏيو. ليڪن هو گهڻو وقت زنده نہ رهيو. بعد ۾ مذڪوره بالا گروه، سندن اقتدار ۽ استحصال کي قائم رکڻ خاطر ان کي ڪتب آڻيندو رهيو آهي. ان نظريي ۾ اعتماد رکڻ ڪري، ملڪ کي هيٺين مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿيڻو پيو آهي.

(الف) بنگال، سنڌ، بلوچستان ۽ پختون ايراضيءَ جي هزارها سالن جي قديم قومن جي وجود کان انڪار ڪرڻو پيو ٿو.

(ب) جنهن ڪري اتي جي قومن جي زبانن، ڪلچرن، سياسي ۽ اقتصادي مفادن ۽ وطن کي نقصان پهچي ٿو.

(ت) مستقل مفاد اُن نظريي جي آڙ وٺي مذهبي نظام حڪومت، ڀارت دشمني ۽ علائقن جي حڪومتن جا نعرا لڳائي عوام جو توجهہ حقيقي مسئلن کان هٽائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. سياستِ ملڪ کي نفرت جي بنياد تي هلايو وڃي ٿو.

انهيءَ ڪري ون يونٽ ٺاهي وئي. جنهن سبب اولهہ پاڪستان جي صوبن ۾ ردعمل پيدا ٿي، صوبائي عصبيت زور ورتو. انهيءَ ڪري بنگال الڳ ٿي ويو. انهيءَ وجهہ ڪري پنجاب، سنڌ، سرحد، بلوچستان ۾ عوامي نمائندن جون حڪومتون اقتدار ۾ اچا تائين اچي نہ سگهيون آهن.

نئين صدر صاحب اعلان ڪيو آهي تہ ملڪ جون حالتون نهايت گنڀير آهن، تنهن ڪري ملڪ جي ساري پاليسيءَ تي از سر نو غور ڪندو. ان ڪري هر هڪ شهريءَ جو فرض آهي تہ ڪيس اهڙي نئين پاليسي مرتب ڪرڻ لاءِ مشورا پيش ڪري. ان نقطئہ نگاه کان آئون بہ ڪي تجويزون پيش ڪريان ٿو، جي سنڌس ۽ عوام جي ويچار هيٺ اچڻ گهرجن.

وقت آيو آهي تہ گذشتہ ٢۴ سالن جي تجربن مان فائدو وٺي اسان بنيادي تبديليون آڻيون. ان مان سڀ کان وڏي تبديلي مسلمانن جي جداگانہ نظريي کي خير آباد چئي، پاڪستان کي پنجن قومن جو وطن تسليم ڪرڻو آهي. جنهن صورت ۾ هر هڪ قوم کي خوداراديءَ جو حق رهي ٿو تہ ان بنياد تي جيڪڏهن اهلِ بنگال آزاد ٿي جدا رهڻ گهرن ٿا تہ سندن اهڙي تقاضا کي صحيح سمجهي بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ گهرجي.

مغربي پاڪستان جي باقي چئن قومن جي رياستن کي اندروني طور مڪمل خودمختياري ڏئي، سندن باهمي سمجهوتي سان هڪ فيڊريشن ٺاهجي، جنهن ۾ مرڪزي حڪومت کي صرف ٣ کاتا سپرد ڪيا وڃن. دفاع، خارجيہ معاملات ۽ ڪرنسي. باقي سڀ کاتا علائقائي رياستن جي حوالي رهڻ ڏجن. ٻيءَ صورت ۾ پاڪستان جو اندروني انتشار ختم ٿي، ملڪ جو مستحڪم ٿيڻ مشڪل پيو نظر اچي.

**(٣) مذهبي نظام حڪومت:** هي ڳالهہ بہ خاص ذهن ۾ ويهارڻ جي لائق آهي تہ دنيا جي ڪنهن بہ ملڪ ۾ مذهبي نظام حڪومت مروج ناهي. دنيا جي جديد حالات مطابق ان جي مستقبل ۾ ڪٿي بہ رائج ٿيڻ جو امڪان ناهي. مٿي ذڪر ڪيل نظريي ۾ اعتماد رکڻ سبب پاڪستان جي جملي حڪومتن لفظي طرح ان نظريي موجب نظام ٺاهڻ جا وعدا پئي ڪيا آهن. جنهن صورت ۾ اهڙو نظام قائم ٿيڻ ناممڪن آهي، ان ڪري اُن تي عمل ٿي نہ سگهيو آهي. نتيجو هيءَ پئي نڪتو آهي تہ حڪومتن جي قول ۽ فعل ۾ تفاوت پئي رهيو آهي. جنهن ڪري رجعت پسند گروهن طرفان حڪومتن خلاف پروپيگنڊا ڪرڻ ۽ پنهنجي قوتن کي زور وٺرائڻ لاءِ اسباب پئي رهيا آهن.

نظر ڪري ڏسبو تہ دنيا جي اڪثري حڪومتن جو آئين ۽ نظام سيڪيولر طريقي جو آهي، تنهن ڪري هن ملڪ ۾ جداگانہ آئين ۽ نظام قائم ڪرڻ تقريباً ناممڪن پيو نظر اچي. تنهن ڪري بهتر ائين آهي تہ صاف ظاهر ڪجي تہ اهڙو آئيني نظام قائم ڪري نہ سگهبو.

جيڪڏهن هن وقت صاف گوئيءَ کان ڪم نہ ورتبو تہ ترقي پسند گروهن کي آئينده هلي رجعت پسند طاقت کي منهن ڏيڻ مشڪل ٿي پوندو. ان ڪري نئين صدر صاحب کي عرض ڪجي ٿو تہ ان بابت صاف ذهن کان ڪم وٺي سيڪيولر نظام حڪومت واري پاليسي مرتب ڪري، نہ تہ اُهي قوتون سندس سوشلزم ۽ عوامي مفاد جي پروگرام ۾ ڇپي ڇپي تي مذهب جي نالي ۾ رنڊڪون وجهنديون رهنديون.

**(٣) فسطائي نظريہ سياست:** بدقسمتيءَ سان پاڪستان ۾ ابتدا کان وٺي مستقل مفاد جي تسلط هيٺ سبب صحيح طور تي جمهوريت ۽ عوامي حڪومت قائم ٿي نہ سگهي آهي، جنهن ڪري ملڪ ۾ چوندڊ ذريعي آئين ٺهي نہ سگهيو آهي. مستقل مفاد طرفان هڪ ٻئي جي حڪومتن کي بدلائڻ جو دستور هلندو رهيو آهي.

ابتدا ۾ تہ نالي خاطر چونڊيل ميمبرن جون اسيمبليون هلنديون هيون، پر آهستي ٿي ڊڪٽيٽري راڄ قائم ٿيو، جنهن جو دؤر اڄ کان وڏيڪ عرصي تائين قائم رهيو. اهي ڊڪٽيٽر ڪڏهن ڪنٽرولڊ ڊيموڪريسي (ضابطي واري جمهوريت)، ڪڏهن بنيادي جمهوريت ۽ ڪڏهن مضبوط مرڪز جا نعرا لڳائي، پنهنجي تسلط کي قائم رکندا آيا آهن.

هيءُ پهريون دفعو آهي تہ عوام طرفان چونڊيل ميمبرن کي اقتدار هٿ ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. ممڪن آهي اهي طاقتون، جن اڳ جمهوريت بحال ڪرڻ ۾ رنڊڪون وڌيون هيون، وري بہ ان کي ناڪام بنائين. تنهن ڪري هر هڪ شهريءَ جو فرض آهي تہ هن موقعي کي ناڪامياب بنائڻ نہ ڏين.

اهو تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن اول ۾ صوبائي حڪومتن کي مڪمل اختياري ڏئي، ڪاروبار هلائڻ ڏنو وڃي. تنهن ڪري مرڪزي اسيمبليءَ سڏڻ ۾ دير ٿئي تہ پرواہ ناهي، پر صوبائي وزارتون جلد ناهڻ ڏنيون وڃن. انهيءَ اصول کي مد نظر رکي سنڌ ۽ پنجاب ۾ حڪومت جون واڳون پيپلز پارٽيءَ جي هٿ ۾ هيٺ گهرجن ۽ سرحد ۽ بلوچستان ۾ حڪومتن جون واڳون ڪوئليشن پارٽين جي حوالي ڪرڻ

گهرجن. صوبن جا گورنر انهيءَ اصول پٽاندڙ صوبن جي حڪمران پارٽين جا هٿئن گهرجن. بيءَ صورت ۾ صوبائي خودمختياري بي معنيٰ ٿي پوندي. ملڪ جو آئين انڊين پاڪستان انڊيپينڊنس ائڪٽ مطابق هلايو وڃي. آئنده جو آئين ١٢ مهينن جي تجربي بعد رياستن جي رضامنديءَ سان پارلياميٽري طرز جو ٺاهيو وڃي، جنهن جي ٺاهڻ لاءِ اڪثريت موجب فيصلا نہ ڪيا وڃن، بلڪ هر هڪ صوبي جي رضامنديءَ حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ مرڪز کي صرف ٣ کاتا سپرد ڪيا وڃن. وقت آيو آهي تہ صدر صاحب ان طرف غور ڪري ترت فيصلا ڪري، نہ تہ ممڪن آهي رجعت پسند طبقا وري ان موقعي کي بہ ناڪام بنائين.

**(۴) مستقل مفاد طرفان استحصال:** تجربي ۽ تاريخي حقائق جي بنياد تي ڪيترا ماڻهو ان نتيجي تي پهتا آهن تہ مسلم اقليت وارن صوبن ۽ پنجاب جي ڪامورن ۽ زميندار طبقي جي مسلم مستقل مفاد طرفان مسلمانن جي جدا قومن جو نظريو ايجاد ٿي، ملڪ جو ورهاڱو ڪرايو ويو. ان جي پويان انهيءَ طبقي جي نئين ملڪ ۾ تسلط ۽ استحصال قائم ڪرڻ جو جذبو مضمر هو. گذريل ٢۴ سالہ عرصي جي تاريخ گواهي ڏئي ٿي تہ ان ئي گروہ نہ ملڪ جو آئين ٺاهڻ ڏنو، نہ عوامي حڪومت کي وجود ۾ اچڻ ڏنو.

هن وقت مس مس عوامي طرح چونڊيل صدر اقتدار ۾ آيو آهي. سندس پارٽيءَ جي پروگرام ۽ واعدن ڪري مستقل مفاد کي ڪک ۾ ڪان هوندو. ممڪن آهي هو سندس هٽائڻ لاءِ ڪي طريقا استعمال ڪن. ان ڪري اهو نهايت ضروري آهي تہ سندن استحصال ختم ڪرڻ ڪان اڳ سندن وري اقتدار ۾ اچڻ جا رستا ۽ ذريعا ختم ڪيا وڃن، جاڪاڻ تہ قومن جي تعمير ۽ ترقي چند مهينن ۾ ڪانہ ٿي سگهندي آهي. سوويت يونين ۽ چين جا مثال اسان جي سامهون آهن، جن کي نئين طرز تي تعمير ڪرڻ لاءِ سالن جا سال گذري ويا آهن، پر اجا تائين سندن ڪم پايہ تڪميل تي ڪونہ پهتا آهن. انهيءَ لاءِ عرصہ دراز جي ضرورت آهي. تنهن ڪري صدر صاحب کي اهي طريقا اختيار ڪرڻ گهرجن، جيڪي عوامي دور کي قائم رکڻ لاءِ ڪارائتا ٿين. جيڪڏهن چند سڌارا ڪيائين ۽ ان کان پوءِ هن کيس هٽائي ڇڏيو تہ ساري محنت رائيگان ٿي ويندي. تنهن ڪري بنيادي طرح سان کيس اول ۾ اهي مسئلا حل ڪرڻ گهرجن، جن جي ڪري هن جو حڪومت تي تسلط ۽ اثر رهي ٿو. منهنجي نظر ۾ اهي ذريعا جيڪي مستقل مفاد کي حڪومتن تي تسلط ۽ اثر ڏين ٿا، سي هيٺيان آهن:

**١- مرڪزي حڪومت جي مضبوطي:** جنهن ڪري ملٽري ۽ سول سروس وارا ساري نظام حڪومت تي اثر انداز ٿين ٿا.

**٢- مسلمانن جي جداگانه قوم جو نظريو:** جنهن ڪري مختلف علائقائي قومن جي حقن جي پائمالي ڪري، مستقل مفاد، سندن استحصال جاري رکڻ لاءِ منصوبابندي ڪن ٿا.

**٣- اسلامي نظام حڪومت:** جنهن ڪري عوام جو توجهه سندن روزمره جي مسئلن کان هٽائي، عقل جي عيوض جذباتي بنيادن تي رکي مستقل مفادن جي استحصال جاري رکڻ لاءِ ميدان هموار ڪيو وڃي ٿو.

**٤- پرووارن ملڪن جي مخالفت:** جنهن ڪري هنگامي حالتن جو اظهار ڪري لشڪر وڌائڻ ۽ عوام جي آزادي سلب ڪرڻ لاءِ جواز پيدا ڪيا وڃن ٿا.

انهيءَ ڪري صدر صاحب کي سندس پروگرام کي پايه تڪميل تي پهچائڻ لاءِ پهرين مذڪور بالا چئني سوالن جو فيصلو ڪرڻو پوندو، جيئن "نه هجي بانس نه وڄي بانسري".

ڀارت سان سمجهوتو، بنگلاديش کي تسليم ڪرڻ، مغربي پاڪستان جي چئن قومن کي تسليم ڪري انهن کي آزادي ڏيارڻ، ملن ۽ پيرن جو سياست مان اثر زائل ڪرڻ نهايت ضروري آهي. انهن کي زائل ڪرڻ بعد هو پنج سالہ منصوبہ بندين ذريعي آهستي آهستي ڪري ملڪ جي ترقي ۽ تعمير ڪري سگهي ٿو. باقي مارشل لا جاري رکي مرڪزي حڪومت مضبوط ڪرڻ، اسلامي نظام حڪومت ۽ مسلمانن جي جدا قوم جي نظريي کي ميڄڻ ۽ پرووارن ملڪن سان دشمني واري پاليسي جاري رکڻ بعد نه سول سروس ۽ ملٽريءَ جو اثر گهٽائي سگهندو ۽ نه ڪيس عرصه دراز تائين ڪم ڪرڻ لاءِ وقت ڏنو ويندو.

**٥- پرووارن ملڪن سان دشمني:** پاڪستان قائم ٿيڻ کان وٺي جملي حڪومتن جي پاليسي ڀارت ۽ افغانستان جي دشمنيءَ جي آڌار تي رٿيل رهي آهي. انهيءَ پاليسي سبب لشڪر وڌائڻ ضروري سمجهيو ويو ۽ ان لاءِ ٻاهرين سامراجي طاقتن کان مدد حاصل ڪرڻ واسطي عهدناما ڪيا ويا. انهيءَ ڪري ٽي جنگيون ڪرڻيون پيون. لشڪر وڌائڻ سبب ملٽريءَ کي سياست ۾ دست اندازيءَ ڪرڻ جو موقعو ميسر ٿيو ۽ ڊڪٽيٽري نظام قائم ٿيو. جيڪڏهن ان مسئلي جي تهه ۾ وڃبو ته ملڪي سياست کي نفرت جي بنياد تي تعمير ڪرڻ ان جو مکيه ڪارڻ آهي.

پاڪستان کي قائم ڪرڻ لاءِ امن جي ضرورت آهي. اهو تڏهن حاصل ٿي سگهندو، جڏهن ان جا تعلقات پروارن ملڪن سان دوستاڻا هجن. مستقل مفاد ڪڏهن به نه چاهيندا ته پاڪستان جي موجوده دشمنيءَ واري پاليسي ختم ڪئي وڃي، ڇاڪاڻ ته ان ڪري ئي هنگامي حالتن جي عذر تي هو پنهنجو اقتدار ۽ استحصال قائم رکي سگهن ٿا.

اهي چند سوال آهن، جن جو خاطر خواه حل پاڪستان کي موجوده گنڀير حالتن مان ڪڍي سگهي ٿو.

سنڌ جي دانشور طبقي لاءِ مون چند تجويزون رٿيون آهن، جيڪڏهن هو ان تي عمل ڪندا ته ملڪ جا گهڻا مسئلا حل ڪرڻ ۾ مدد ڏئي سگهندا.

١- مذڪور بالا پنجن اصولن جي تشريح ڪري، ذهني تبديلي آڻڻ لاءِ مون کي خيال قلمبند ڪيا آهن، انهن کان واقفيت حاصل ڪن.

٢- صدر جي نالي چند معروضات پيش ڪري، انهيءَ بنياد تي عام راءِ پيدا ڪن.

٣- مخلص ڪارڪنن تي مشتمل "خدامِ سنڌ" جا جٿا تيار ڪن.

منهنجي سمجهه موجب نئين صدر جي هٿ هيٺ عوام کي آخري موقعو مليو آهي ته ملڪي مسئلن کي حل ڪرائين، نه ته پاڪستان پرزا پرزا ٿي ويندو.

جيئن ته صدر جي چوڌاري طرف ڪٿين ماڻهو ڦريا بيٺا آهن. ان ڪري مؤثر تجويزون ان تائين پهچائڻ لاءِ عوامي آواز پيدا ڪرڻو پوندو."

جيتوڻيڪ بنگال جي الڳ ٿي وڃڻ سان آباديءَ ۽ طاقت جو سمورو توازن پنجاب جي حق ۾ هليو ويو هو، جنهن ٿي پنجاب پاڪستان جي ٢۴ سالہ تاريخ ۾ پنهنجي فوجي ۽ سول بيورو ڪريسيءَ ذريعي بنگال سميت ٻين صوبن کي ڦريو، لٽيو ۽ چٿيو چيپاٽيو هو، ان کان ڪنهن چڱائيءَ جي اُميد رکڻ ۽ انصاف جي توقع رکڻ "ٻيرن کان ٻير گهرڻ" جي برابر هو، پر جيئن ته ان وقت پنجاب شڪست خورده هو، اُن جا هزارين فوجي سپاهي هندستان وٽ قيد هئا، اُن جو ڪافي علائقو هندستان جي قبضي ۾ هو، اُن ڪري مون سمجهيو ٿي ته هاڻي شايد پنجاب جي عسڪري ذهني برتريءَ ۾ ڪا تبديلي آئي هوندي ۽ هُو ٻين صوبن سان برابريءَ ۽ برادريءَ جي بنياد تي معاملو طئي ڪرڻ لاءِ تيار هجي. اُن ڪري ئي آخري دفعو مون گڏجي رهڻ لاءِ تقرير ۾ پيش ڪيل تجويزون، صدر پاڪستان (ذوالفقار علي ڀٽي) ڏانهن ڏياري موڪليون هيون، ته جيئن هُو هن علائقي مان بحران ختم ڪرڻ لاءِ ڪو آئيني سرشتو لاڳو ڪري، جنهن مان مظلوم قومون ۽ صوبا مطمئن ٿي سگهن. پر انصاف،

رواداريءَ، برابريءَ ۽ برادريءَ واريون صفتون پاڪستاني حڪمرانن جي سرشت ۽ طبعيت مان اٿين غائب هيون، جيئن ڏيکيءَ جا مٿيان ڏند، ان ڪري هُنن بجاءِ اُنهن تجويزن تي عمل ڪرڻ جي، مون کي هڪ تهديدي ۽ تنبيهي خط لکيو، جيڪو هتي پيش ڪريان ٿو.

وزير صدارتي امور حڪومت پاڪستان،
۵ فيبروري ۱۹۷۲،
جناب جي ايم سيد.

حڪومت جي ڌيان تي آندو ويو آهي تہ اوهان ۱۷ جنوري ۱۹۷۲ع تي سن، ضلعي دادوءَ ۾ پنهنجي سالگره جي تقريب ۾ تقرير ڪندي، هيٺيون ڳالهيون ڪيون آهن.

۱- (i) "ٻہ قومي نظريو" عارضي نوعيت جو هو ۽ اوهان ان ۾ اعتماد نٿا رکو.

(ii) اها ڳالهہ تسليم ڪئي وڃي تہ پاڪستان جي پنجن صوبن جا رهاڪو، پنجن مختلف قومن سان واسطو رکندڙ آهن ۽ انهن کي پنجن رياستن جي ڪنفيڊريشن ۾ آندو وڃي.

(iii) اوهان پنهنجي مقصد جي حصول لاءِ "خادمِ سنڌ" نالي هڪ تنظيم وسيلي هلچل شروع ڪرڻ وارا آهيو، جيڪا ٻٽي مقصد: عوامي راءِ تيار ڪرڻ ۽ گوريلا جنگ جي تربيت ڏيڻ جو ڪم ڪندي؛

۲- گورنمينٽ کي اهو پڻ ٻڌايو ويو آهي تہ توهان جي جاءِ تي ۽ اوهان جي سرپرستيءَ ۾ ڪن ٻين مقررن پنهنجي تقريرن ۾ "سنڌ جي آزاديءَ" لاءِ ڪم ڪرڻ ۽ اُن مقصد واسطي گوريلا جنگ وڙهڻ لاءِ عوام کي اُڀاريو. حڪومت کي چتاءُ ڏيندي چيو ويو تہ جيڪڏهن اُن کا ٻہ مداخلت ڪئي تہ اُن جو هٿيارن جي طاقت سان مقابلو ڪيو ويندو ۽ جيڪي تحريڪ جي راهہ ۾ رڪاوٽ بڻبا، اُنهن جي رت سان سنڌو درياهہ جو پاڻي ڳاڙهو ٿي ويندو.

۳- ان ڏس ۾ اوهان جو ڌيان ڇڪائيندي ٻڌائجي ٿو تہ پاڪستان ۾ اهڙا ٻہ قانون موجود آهن تہ جيڪو ماڻهو ملڪ جي يڪجهتيءَ ۽ سالميت خلاف ڳالهائي، ڪوشش ڪري يا تشدد پکيڙي تہ اُن کي سخت سزا ڏني وڃي.

۴- آئون هاڻي اوهان کان پُڇان ٿو تہ مون کي اطلاع ڪندا تہ آيا مٿي بيان ڪيل رپورٽ درست آهي، يا پاڻ اوهان ان موقعي تي مذڪوره تقرير ڪندڙ مقررن سان گڏ هئا!

اوهان جو مخلص

اِن خط جو اُنهن حالتن آهر مون تفصيلي جواب حڪومت کي موڪلي ڏنو، جنهن ۾ مون ڄاڻايو تہ هن وقت اسين بچيل ملڪ ۽ اُن جي صدر لاءِ ڪو بہ مسئلو ۽ مونجهارو پيدا ڪرڻ نہ ٿو چاهيان ۽ عوام کي گهرجي تہ اهي هن آخري موقعي مان فائدو وٺي، پنهنجا حق ۽ اختيار حاصل ڪن، ڇو تہ شايد تاريخ ڪين وري اهڙو موقعو نہ ڏئي.

ان مان اندازو لڳايو تہ مون شروع ڪان وٺي انهيءَ وقت تائين اها ڪوشش پئي ڪئي آهي تہ ڏکڻ ايشيا جي هن علائقي ۾، جنهن کي پاڪستان چيو ٿي ويو، "قوميتن ۽ صوبن" جي شناخت ۽ اختيار بحال رکندي، گڏيل جوڙجڪي سرشتو لاڳو ڪيو وڃي، پر منهنجيءَ اهڙيءَ مخلصانہ تجويز کي نہ رڳو ١٩٧٢ع ۾ ٺڪرايو ويو، پر اهڙي قسم جون تجويزون ۽ سهڪار جون آڇون پاڪستان ٺهڻ شرط مون حڪمرانن کي وقت بہ وقت پيش پئي ڪيون. انهن سڀني کي انتهائي حقارت ۽ مغروريءَ سان ٺڪرايو ويو هو. اڪثر منهنجي لاءِ چيو ويندو آهي تہ مُون هر حڪومت جي مخالفت جو ٺيڪو کنيو آهي. آخر آئون بہ هڪ سياسي انسان آهيان، منهنجو مٿو تہ نہ ڦريو آهي، جو هر حڪومت جي بي بنياد مخالفت ڪندو وتان، پر جيئن تہ هڪ سياسي سنڌي انسان جي حيثيت ۾ منهنجو واسطو هن سرزمينِ سنڌ ۽ اُن جي قديم تهذيب جي مالڪ قوم سان هو، اُن ڪري مُون جتي بہ پنهنجيءَ قوم تي جبر ۽ تهذيب تي وار ٿيندي ڏٺو تہ پنهنجيءَ قوم ۽ تهذيب جي مدافعت منهنجو قومي، اخلاقي ۽ سياسي فرض ۽ تاريخ سنڌ ۽ اُن جي شهيدن طرفان سُپرد ڪيل قرض هو - ۽ اُن فرض ۽ قرض جو ادا ڪرڻ منهنجي لاءِ پنهنجيءَ حياتيءَ برابر هو. پوءِ بہ آئون هن قوم ۽ تهذيب کي بچائڻ لاءِ پاڪستاني حڪمرانن کي وقت بہ وقت تعاون ۽ سهڪار جي آڇ ڪندو پئي رهيس. اُن سلسلي ۾ سڀ کان پهرين مون ۽ منهنجي سياسي رفيق شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ، پاڪستان جي پهرين وزيراعظم، لياقت علي خان کي ١٩٤٧ع ۾ هينئون خط لکيو هو:

پيارا وزيراعظم!

"اوهان جي ٢٠ سيپٽمبر ١٩٤٧ع تي لاهور واري تقرير ۾ هيئين اپيل ڪيل آهي:

"مصيبتون قومن تي اڪثر اينديون آهن، اسان هر طرح جي ڪوشش ڪري مشڪلاتن کي منهن ڏئي رهيا آهيون. اسان جي اڳيان صرف پاڪستان کي مضبوط

ڪرڻ جو سوال نہ آهي، پر براعظم هندستان ۾ اسلام جو شان دوباره اعليٰ ڪرڻ آهي. اهو تڏهن حاصل ٿي سگهندو، جڏهن اسان سڀئي پاڪستان جي خدمت لاءِ آماده ٿي ويون. اسان کي هرهڪ مسلمان جي خدمت جي ضرورت آهي، خواه اها خدمت شخصي حيثيت ۾ يا جماعتي حيثيت ۾ ملي. آئون هر هڪ مسلمان کي دعوت ٿو ڏيان تہ اسان سان پاڪستان جي مشڪلاتن دور ڪرڻ ۾ مدد ڪري" –
ڊان، ٢١ سيپٽمبر ١٩٤٧ع.

هيسين تائين اوهان جو خطاب، مدد لاءِ صرف مسلم ليگ پارٽيءَ طرف پئي رهيو آهي. پر هاڻي جڏهين اوهان جي اپيل جو دائرو وسيع ٿي، پارٽيءَ جي حدن کان ٻاهر نڪتو آهي تہ اسان شخصي طرح ۽ جماعت جي طرف کان پنهنجون خدمتون ۽ وسائل بنا ڪنهن پس و پيش جي پوريءَ سچائيءَ سان اوهان جي سپرد ٿا ڪريون. اهو اوهان تي ڇڏيل آهي تہ توهان جي تقرير جي بيان ڪيل مقصدن لاءِ اسان جي خدمتن کي ڪهڙي نموني ۾ ڪتب آڻيو. اوهان گهرندا تہ پنهنجي دوستن ۽ گڏجي ڪم ڪندڙن جي لسٽ بہ اوهان کي موڪلي ڏبي. اسان کي اُميد آهي تہ هيءَ اسان جي عقيدت ڀري آڇ قبول ڪئي ويندي.

اوهان جا مخلص،
شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ جي. ايم. سيد. "

اسان اخبارن ذريعي خط سان گڏ هيءَ بہ صاف ڄاڻايو تہ هيءَ آڇ عهدي وغيره جي لالچ تي ڪانہ ڪيل آهي. اها صرف وزيراعظم جي اپيل جي جواب ۾ پاڻ کي ملڪ جي خادمن جي لسٽ ۾ داخل ڪرائڻ جي نيت سان ڪيل هئي، پر هنن انگريزن جي جاءِ نشينن ۽ بنا محنت جي بٺيل نون حاڪمن کي ايڏو فخر دماغ ۾ ويٺل هو، جو خط جي پهچ بہ ڪانہ موڪليائون. اهڙيءَ طرح نوابزادي لياقت علي خان کي هڪ ٻيو خط ٢٢ جون ١٩٥١ع تي موڪليم، پر اُن جو بہ ساڳيو حشر ٿيو:

حيدر منزل،
ڪراچي.
٢٢ جون ١٩٥١
پيارا نواب صاحب،
هيءُ خط ان ماڻهوءَ طرفان آهي، جنهن سياسي ميدان ۾ ڪجهہ عرصو اوهان جي

ويجهو گذاريو آهي ۽ پنهنجي مرضيءَ سان پورا پنج سال اوهان کان الڳ به رهيو.

مون کي پورو يقين آهي تہ غلط فهميون دور ڪرڻ واسطي توضيحي ڳالهيون يا بحث مباحثا، پاڻ کان وڌيڪ با اختيار ماڻهن جي دلين مان ڪدورتون ڪڍي صاف ڪرڻ ۾ سوپارا ڪونہ ٿيندا آهن. مان پنهنجي عهدي تان استعفيٰ ڏئي گوشہ گمنامي اختيار ڪئي ۽ منهنجي دوستن احبابن بہ ائين ڪيو. ان جو ڪارڻ اهو هو تہ اسان پنهنجي انفرادي سوچ جا مالڪ هئاسون.

هاڻي صورتحال نئين ٿي وئي آهي ۽ عام چوندون سر مٿان اچي بيٺيون آهن. اخبارن ۾ اسان جي مستقبل جي سياسي ارادن ۽ ميدان- عمل متعلق غلط خيال آرائين ۾ غلط بيانين جي پرمار لڳي پئي آهي. عام طور تي آءٌ انهن قياس آرائين ڏانهن ڪن بہ ڪو نہ ڏيان هاڻ، پر سنڌ جا ڪجهہ سياستدان، اسان جي گڏيل سياسي مخالفت کان ڊڄي، پنهنجي شخصي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ اهي اخلاق سوز حرڪتون ڪري رهيا آهن. بين جمهوري طور ترقي يافته ملڪن جون اقتدار واريون ڌريون جيڪر اهڙيءَ سياسي مخالفت جي پليءَ پٽ آجيان ڪن ها. منهنجي لاءِ اهو اندازو لڳائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي تہ ڪهاڳهہ سياستدانن جون اهڙيون ڪريل حرڪتون عوام ۽ ان سان گڏ اوهان جهڙن مٿئين طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهن جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ ڪيتريءَ حد تائين ڪامياب وڃن ٿيون. مون کي ڳڻتي فقط هن ڳالهہ جي آهي تہ منهنجون اهي ايماندارانہ ڪوششون پاڻ جهڙن ساٿي سياستدانن ۽ اوهان جهڙن اڳواڻن جون غلط فهميون دور ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ ويون. مون کي اها ڪل ڪانہ آهي تہ هنن ورهين جي وٿيءَ اوهان جي خيالن ۾ ڪو مثبت ڦيرو آندو آهي الائي نہ. پر ان هوندي بہ منهنجي اندر ۾ اوهان سان ملڻ لاءِ هڪ اجهل خواهش ڪرموڙي اٿي آهي. جيڪڏهن اوهان گهڻ پاسائن ممڪن ڪارين ۽ مشغولين ۽ ملڪي سياست مان ڪجهہ وقت بچائي ملاقات ڪرڻ لاءِ مون کي وقت ڏيندو تہ نئين سياسي جوڙ جڪ (Set up) بابت مان پنهنجو موجوده نقطہ نظر پيش ڪرڻ ۾ شايد ڪامياب ٿي وڃان.

اوهان گهڻن سياستدانن کان وڌيڪ هن اهم ڳالهہ کي سمجهي سگهو ٿا تہ سنڌ جي سياست جي باري ۾ منهنجو انوکو نقطہ نظر آهي، جنهن لاءِ گهڻو پوڳيو بہ آئم.. اها هڪ حقيقت آهي تہ اڳي يا هاڻي، مرڪزي سياست يا حڪمت عمليءَ جي نقطہ نگاهہ کان منهنجي ۽ هاءِ ڪمانڊ جي وچ ۾ سياسي نقطہ نظر جي ناتي سان ڪو خاص فرق بہ موجود ڪونہ آهي. اسان جي ملڪ ۾ صوبائي سياست عام شهري جي روز مره جي زندگيءَ تي وڏو اثر دخل رکي ٿي. ان حقيقت جي ناتي سان

مون کي پنهنجو منفرد نظريو آهي، جنهن جو اظهار وقت بوقت با اختيار ماڻهن سان کندو رهيو آهيان. خير، مان پنهنجي خيال تي اڳ ۾ ئي مستحڪم آهيان ۽ سنڌ جي معاملي ۾ منهنجو هي نظريو هن نئين ملڪ پاڪستان جي استحڪام ۽ ترقيءَ لاءِ ڪو هاڃيڪار ثابت ڪونه ٿيندو، پر ان جي برعڪس سنڌس خوشحالي ۽ امن آشتيءَ واسطي مددگار ثابت ٿيندو.

مان اوهان سان ملاقات ڪرڻ واسطي پنهنجو فرض ادا ڪيو آهي. مون کي پوري پڪ آهي تہ وقت ڪڏهن مون کي ملاقات جو شرف بخشيندا. هن ملاقات مان اسان ٻنهي کي هڪ ٻئي جي نقطئہ نظر کي پرکڻ جو سٺو موقعو ملندو. اهو ڪم عام ماڻهوءَ جي گڏيل مفادن سان واسطو رکي ٿو، جنهن کي اسان ٻنهي دل جي گهراين سان چاهيو آهي ۽ اهائي هن ملڪ جي سچي خدمت ٿيندي.

اوهان جون مهربانيون
اوهان جو مخلص
جي. ايم. سيد.

اُن کان پوءِ پاڪستان جي ٻئي وزيراعظم خواجہ ناظم الدين کي پڻ اِن قسم جي ملڪي تعمير ۽ بهبوديءَ جي سلسلي ۾ تعاون ۽ سهڪار جي آڇ روبرو توڙي خط ذريعي ڪئي سون، (Attached copy of letter written on 9th DEC : 1951) ، پر خواجہ صاحب پڻ بنگالي هئڻ ڪري مسلم ليگ جي هاءِ ڪمانڊ، پنجابين، ملٽري ۽ سول بيوروڪريسيءَ جي چنبن ۾ ايترو تہ وڪوڙيل هو، جو پنهنجي روءِ سوءِ ڪو بہ فيصلو ڪري نہ ٿي سگهيو ۽ هو پڻ ٻين جي رحم و ڪرم تي پنهنجيءَ ڪُرسي کي بچائيندو پئي آيو. اُن ڪري هُن صاحب اسان سان صوبائي مسئلن تي ڪنهن بہ سگهاري سياسي سمجهوتي ڪرڻ کان پاسيرو رهڻ ۾ ئي پنهنجي عافيت سمجهي. خواجہ ناظم الدين کان پوءِ پاڪستان ۾ مڪمل طرح بيوروڪريسي ۽ ملٽري جو غلبو قائم ٿي ويو هو، جتي سياستدان پتلين وانگر آرمي آفيسرن ۽ بيوروڪريٽن جي اشارن تي يا تہ نچندا ٿي رهيا يا انهن جي هُشيءَ تي ڪڪڙن وانگر سياسي اکاڙي ۾ وڙهندا ٿي رهيا. انهيءَ ويڙهہ جي ابتدا اهلِ پنجاب طرفان فرقيوارانہ فسادن جي شروعات سان ٿي ۽ پاڪستان ۾ پهريون ڀيرو ملٽريءَ کي سنئون سڌو قانون تي عمل ڪرائڻ جو اعليٰ اختياراتي اداري جي حيثيت ۾ حق ڏنو ويو، جنهن ۱۹۵۳ع ۾ "قاديانين خلاف فسادن" کي روڪڻ لاءِ لاهور

(پنجاب) سان مارشل لا لاڳو ڪيو.

هيءَ حيرت انگيز ڳالھ آهي تہ پاڪستان برصغير جي فرقيوارانہ مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ناهيو ويو هو، پر اُن ئهڻ شرط "نون فرقيوارانہ مسئلن کي جنمر ڏنو ۽ پاڪستان ٺهڻ کان ۵ سال پوءِ پهريون دفعو مسلمانن جي مختلف فرقن ۾ اهڙا ئي پيانڪ فساد شروع ٿي ويا، جهڙا گڏيل هندستاني جي آخري وقت ۾ بنگال ۽ آسامر ۾ ٿيا هئا. انهن فرقيوارانہ فسادن جي جاچ لاءِ پاڪستاني سپريمر ڪورٽ جي ٻن معزز ججن جسٽس منير ۽ جسٽس ڪياني جاچ ڪري ۲۷۸ صفحن تي مشتمل جيڪا تاريخي رپورٽ مرتب ڪئي، تنهن جو حوالو آئون اڳ ۾ ڏئي آيو آهيان، پر هتي دهرائڻ جو مطلب اهو آهي تہ اهي فساد ڪرايا ئي خواجہ ناظمر الدين کي هٽائڻ لاءِ ويا هئا.

اُن کان پوءِ اسان غلامر محمد (گورنر جنرل) ۽ اسڪندر مرزا سان ٻڻ ملڪي يڪجهتيءَ ۽ عوامي پلائيءَ جي موضوعن تي ڪيترائي دفعا ڳالھ ٻولھ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اسان کي معلومر اِهو ٿيو تہ اِهي حڪمران خود آرمي ۽ بيوروڪريسيءَ جي ڪنٽرول ۾ هئا. جن (آرمي ۽ بيوروڪريسي) ملڪ کي فتح ٿيل علائقو سمجهي، پنهنجا گهر پرڻ ٿي چاهيا. اسڪندر مرزا کان پوءِ ايوب خان آرميءَ جي ذريعي ۱۰ سال پاڪستان جي سياه و سفيد جو مالڪ رهيو ۽ هُو تہ خود ون يونٽ جو پاڻ کي خالق سمجهندو هو، اُن ڪري هُن ون يونٽ جي خلاف سوچيندڙن سان ڪنهن بہ قسمر جو رابطو رکڻ ملڪ دشمنيءَ جي برابر ٿي سمجهيو. ايوب خان کان پوءِ صحيح معنيٰ ۾ عوامي چونڊيل ماڻهو ذوالفقار علي ڀٽو هو، جنهن سان تعاون جي سلسلي ۾ آئون پنهنجي ۱۷ جنوري، ۱۹۷۲ع واري تقرير پيش ڪري چڪو آهيان ۽ اُن تي سنڌس ردعمل جو اظهار، جناب جي .اي. رحيمر جي خط جي صورت ۾ ٻڻ مٿي بيان ٿي چڪو آهي. اِهو خط ۵- فيبروري ۱۹۷۲ع تي مون کي لکيو ويو هو، جنهن جو جواب آئون ڏئي چڪو هُئس تہ ۱۹ فيبروري ۱۹۷۲ع تي ڊپٽي ڪمشنر دادوءَ طرفان مون کي هيءُ ليٽر پهتو:

۱۹-فيبروري ۱۹۷۲ع

جناب شاهہ صاحب!

مون کي پاڪستان حڪومت طرفان حڪمر مليو آهي تہ اوهان کي ۲۲ فيبروري ۱۹۷۲ع تي سادي ٻارهين وڳي منجهند جو راولپنڊيءَ ۾ صدر صاحب سان ملڻ لاءِ

عرض ڪريان. مهرباني ڪري پنهنجي رضامنديءَ جي خبر ڏيندا تہ آئون حڪومت کي اهڙو اطلاع ڪريان.

اوهان جو مخلص،
حامد علي ميمڻ،
ڊپٽي ڪمشنر دادو.

مون ان خط جي جواب ۾ ڪيس هيءَ خط لکيو؛

١٩ فبروري، ١٩٧٢.

پيارا حامد علي!

اوهان جو اچوڪو خط پهتو. آئون صدر صاحب جو نهايت شڪرگذار آهيان، جو هن مون کي ٢٢ فيبروريءَ تي راولپنڊيءَ ۾ ملڻ لاءِ گهرايو آهي.

آئون ان دعوت کي پنهنجي عزت افزائي سمجهان ٿو ۽ خوشيءَ سان اِها دعوت قبول ڪريان ها، پر طبعيت جي بيچاڪائيءَ ۽ وقت ٿوري هئڻ ڪري مون لاءِ مقرر تاريخ تي صدر صاحب سان ملاقات ڪرڻ ناممڪن آهي.

تنهن ڪري اوهان کي عرض آهي تہ صدر صاحب کي چوائي موڪليندا تہ جيڪڏهن ممڪن هجي تہ سنڌ ۾ ملڻ لاءِ ڪو وقت مقرر ڪن. پر جيڪڏهن مستقل قريب ۾ صدر صاحب هن طرف اچڻو نہ آهي تہ ١٠ محرم يعني ٢٥ فيبروري ١٩٧٢ع کان پوءِ ڪا تاريخ رکندؤ تہ آئون ان کي خوش آمديد چوندس. هيءَ منهنجو پيغام ڪيس پهچائيندا.

نيڪ تمنائن سان،
اوهان جو مخلص،
جي. ايم. سيد.

اُن کان پوءِ صدر صاحب طرفان سائس روبرو ملڻ لاءِ ملٽري سيڪريٽريءَ جي معرفت تار پهتي تہ "صدر صاحب اوهان سان ٥ مارچ تي راولپنڊي ۾ ملاقات ڪرڻ گهري ٿو. اوهان کي عرض آهي تہ مهرباني ڪري اچي ملندا.

ملٽري سيڪريٽري
٢- مارچ ١٩٧٢"

اڳتي هلي صدر صاحب ذوالفقار علي ڀٽي مون کان مدد طلب ڪئي تہ آئون هندستان - پاڪستان جي لاڳاپن سڌارڻ ۾ سائنس تعاون ڪريان ۽ جواهر لعل نهروءَ جي خاندان تي پنهنجي اثر کي لاڳاپن سڌارڻ لاءِ استعمال ڪريان ۽ اُن سلسلي ۾ آئون هندستاني وزيراعظم مادام اندرا گانڌيءَ سان ملاقات ڪريان. مون صدر صاحب سان اهڙو وعدو ڪيو تہ برصغير جي لاڳاپن سڌارڻ لاءِ جيڪڏهن منهنجو اثر رسوخ مفيد ثابت ٿي سگهي ٿو تہ آئون خوشي سان اهو استعمال ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. ان سلسلي ۾ وزارت خارجہ اسلام آباد طرفان هيٺين خط و ڪتابت ٿي، جيڪا تاريخ جي رڪارڊ تي آڻڻ چاهيان ٿو:

وزارت خارجہ،

اسلام آباد ٢٥ مارچ ١٩٩٧٢ع

طرفان: مسٽر برجيس حسن خان PFS

ڊائريڪٽر جنرل (ائڊمنسٽريٽريشن)

No: SSP/84/72

پيارا سيد! مون کي حڪم ڪيو ويو آهي تہ اوهان کي اطلاع ڪريان تہ اوهان جو سفارتي پاسپورٽ (Diplomatic passport) تيار ٿي ويو آهي ۽ فارين آفيس ۾ پيو آهي. مسٽر امير حيدر شاهہ جو پاسپورٽ پڻ تيار آهي.

٢- اجا تائين ٻيءَ ڌر (انديا) کان ڪو خاطر خواهہ جواب نہ پهتو آهي. خط و ڪتابت جو رستو تمام ڍيري وارو ۽ دير سان پهچڻ وارو آهي، ان ڪري نياپي (Message) موڪلڻ يا رسڻ ۾ ڏکيائي پيش اچي رهي آهي.

ان ڪري اوهان کي صلاح ڏجي ٿي تہ اوهان هن وزارت سان رابطي ۾ رهندا. جڏهن بہ خاطر خواہ جواب مليو تہ هڪدم اوهان کي اطلاع ڪيو ويندو.

اوهان جو مخلص،

برجيس حسن خان.

(٢)

منسٽري آف فارين افيئرس

اسلام آباد ٢٧ مارچ ١٩٧٢.

طرفان: برجيس حسن خان (PFS)

ڊائريڪٽر جنرل (ائڊمنسٽريشن)

/٨٤/٧٢ NO: SSP

پيارا سيد! منهنجي ٢٥ مارچ جي ساڳئي نمبر واري لکيل خط ۾ ڄاڻايل اوهان جو سفارتي پاسپورٽ نمبر D-003778 ۽ امير حيدر شاهه جو پاسپورٽ نمبر AC-968437 موڪلجي ٿو.

جيئن مون اڳئين خط ۾ بيان ڪيو آهي ته جيئن ئي اسان کي (پارٽ ڪان) خاطر خواهه جواب مليو ته اوهان سان هڪدم رابطي ۾ ايندا سون.

سلامن سان اوهان جو مخلص،
برجيس حسن خان.

(٣)
(تمام تڪڙو)

اسلام آباد
٢٠ اپريل ١٩٧٢.

طرفان: فارين سيڪريٽري آف پاڪستان
افتخار علي (S. K. P. L.)
No: 3433-Ps/75/72

پيارا سيد! مون کي فارين سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ نهايت اهم ڪم اهو ڏنو ويو ته صدر صاحب جي حڪم موجب اوهان کي انڊيا حڪومت سان ڳالهين لاءِ سنڌس خاص ايلچي نامزد ڪيو وڃي. اسان اوهان لاءِ ڪاغذ تيار ڪيا. هڪ سفارتي پاسپورٽ اوهان لاءِ ۽ ٻيو پاسپورٽ اوهان جي فرزند لاءِ تيار ڪري اوهان کي موڪليا ويا، جو پڻ اوهان سان گڏ هلڻو هو.

٢– انهيءَ وچ ۾ بدقسمتيءَ سان ڪن تازين حالتن ڪري اسان جون رٿون هيٺ مٿي ٿي ويون. هندستان وارن آڇ ڪئي آهي ته گفتگو آفيسري سطح تي ٿيڻ گهرجي. ان لاءِ هنن هندستاني پرڏيهي کاتي جي پاليسي پلاننگ ڪاميٽيءَ جي چيئرمين مسٽر ڊي. پي ڌر جو نالو پيش ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ اسان به هڪ آفيسر، آفيشل سطح جي ڳالهين لاءِ نامزد ڪيو آهي. صدر صاحب هن وزارت جي سيڪريٽري جنرل مسٽر عزيز احمد کي ان مقصد لاءِ منتخب ڪيو آهي. آئون تصديق سان اوهان کي ٻڌايان ٿو (جيئن اجوڪي پريس ۾ پڻ آيو آهي) ته مسٽر ڌر ۽

سندس ساٿين سان ڳالهيون هندستان ۾ نہ ٿينديون، جيئن اسان اڳ سوچيو هو.

٣- صدر صاحب مون کي سڏو ڇيو آهي تہ اوهان کي اطلاع ڏيان تہ پاڻ اوهان سان جلد ملڻ گهرن ٿا. پاڻ جڏهن ڪراچيءَ ۾ ايندا تہ اوهان سان رابطي ۾ ايندا. ٻيءَ حالت ۾ جڏهن لاڙڪاڻي اچن تہ ڪانئن وقت وٺي سگهو ٿا.

اوهان جو مخلص افتخار علي

(٤)

(تمام تڪڙو)

اسلام آباد،

١٨ جون ١٩٧٢

افتخار علي

فارين سيڪريٽري،

آف پاڪستان.

پيارا سيد! صدر صاحب مون کي حڪم ڪيو آهي تہ اوهان کي چوان تہ پاڻ ٢٨ جون ١٩٧٢ع تي هندستاني وزيراعظم سان ملاقات لاءِ هڪ وفد وٺي وڃي رهيا آهن. پاڻ نهايت خوشي محسوس ڪندا، جيڪڏهن اوهان اُن وفد ۾ سائن گڏجي وڃڻ لاءِ تيار ٿيندا.

جيئن تہ صدر صاحب جلد جواب گهرايو آهي، اُن ڪري آئون نهايت شڪرگذار ٿيندس، جيڪڏهن اوهان جيترو جلد ٿي سگهي، خط جو جواب ڏيندا.

اوهان جو مخلص

افتخار علي

مون سندس انهيءَ خط جو جيڪو جواب ڏنو، سو هتي پيش ڪريان ٿو، جنهن ۾ مون سائس وفد ۾ گڏجي هلڻ کان معذرت ڪئي، چو تہ ان سٺ جٺن جي وفد ۾ مون پنهنجو ڪو بہ اثرائتو ڪردار نہ ڏٺو، اُن ڪري رڳو گهمڻ، ماني کائڻ ۽ صدر جي محفل جي رونق وڌائڻ مناسب نہ سمجهيم ۽ شڪريي سان گڏ پارٽ وڃڻ کان انڪار ڪيم؛

# خط

حيدر منزل،
۱۲٦ مسلم ڪالوني، ڪراچي،
۱۹ جون ۱۹۷۲.

پيارا افتخار علي!

آئون صدر صاحب جو نهايت ٿورائتو آهيان، جو هو مون کي ۲۸ جون ۱۹۷۲ع تي هندستان جي وزيراعظم سان ڳالهائڻ لاءِ وفد ۾ وٺي وڃڻ گهري ٿو. آئون هند – پاڪ مسئلن جي حل واري مشن ۾ صدر صاحب جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. مون ڪراچيءَ ۾ گذريل ملاقات دوران صدر صاحب کي روبرو چيو هو تہ منهنجو سائس سٺ جڻن جي وفد ۾ گڏجي وڃڻ ڪارائتو ۽ سڦل نہ ٿيندو. مون هن کي اهو بہ چيو هو تہ جيڪڏهن سندس مرضي هجي تہ آئون آزادانہ طور وفد کان اڳ يا ان اعليٰ گڏجاڻي کان پوءِ ان مشن ۾ مدد ڪري سگهان ٿو.

اميد تہ خوش و خرم هوندا

اوهان جو مخلص
جي. ايم. سيد.

مون محسوس ڪيو تہ ذوالفقار علي ڀٽو، پنجاب جي ڪمزور پوزيشن مان فائدو وٺي، مظلوم قومن کي حق ڏيارڻ جي صلاحيت کان محروم آهي يا شڪست خورده پنجاب کان ايڏو ٻنل آهي، جو ان سلسلي ۾ هو ڪا بہ ڪارروائي ڪري نہ ٿو سگهي- ويندي ان حد تائين جو اڪيلي سر منهنجي مادام اندرا گانڌيءَ سان ملڻ جي مسئلي تي بہ هُو پنجابين کان خوفزده آهي ۽ اهڙي قدم کي هُو پنهنجي اقتدار لاءِ خطرو ٿو سمجهي. اُن ڪري گهڻي ڏيگهہ ڪرڻ مناسب نہ سمجهي، پنهنجي مشغولين ۾ لڳي ويس. تُرت ئي پوءِ اهڙو مسئلو پيدا ٿيو، جنهن ذوالفقار علي ڀٽي جي پوزيشن، اسان سنڌ واسين جي سامهون بلڪل ظاهر ڪري ڇڏي تہ هُو پنهنجي اقتدار جي بچائڻ خاطر سنڌ جي هر مفاد کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

پاڪستان ٺهڻ کان وٺي اسان جو مطالبو ۽ موقف پٺي رهيو هو تہ سنڌيءَ ٻولي کي پاڪستان جي قومي ٻولين مان هڪ ۽ سنڌ جي واحد سرڪاري زبان بنائڻ گهرجي. ان مطالبي ڏانهن پاڪستان ٺهڻ کان وٺي صدر ڀٽي جي اقتدار ۾ اچڻ تائين

پاڪستان جي ڪنهن بہ حڪمران توجهہ نہ پئي ڏنو. پاڪستان ۾ ٻوليءَ جو مسئلو ٻنا حل ٿيڻ جي هلندو پئي آيو. پاڪستان جن علائقن تي مشتمل هو، تن جي ڪا بہ هڪ مشترڪ زبان نہ هُئي. ان جي باوجود پاڪستاني حڪمرانن اردوءَ کي پاڪستان جي قومي زبان قرار ڏنو، جنهن تان بنگال ۾ ۱۹۵۴ع ۾ فساد ٿيا ۽ شورش ان حد تائين وڌي وئي، جو حڪمرانن مجبور ٿي، بنگاليءَ کي پاڪستان جي اردوءَ سان گڏ ٻي قومي ٻولي قرار ڏنو.

حقيقت ۾ اردو نہ پاڪستان جي ڪنهن بہ صوبي جي زبان نہ هئي، پر بنگالي بہ پوري پاڪستان جي (سواءِ بنگال جي) زبان نہ هئي. اسان جو موقف هو تہ پاڪستان، جن قدرتي ۽ طبعي علائقن تي مشتمل آهي، تن جي ٻولين کي قومي ٻوليون قرار ڏنو وڃي، پر پاڪستاني حڪمرانن، جتي سياسي، معاشي ۽ ثقافتي استحصال جاري رکيو، اُتي هنن سيني صوبن جو لساني استحصال پڻ جاري رکيو، ۽ زبان جو مسئلو جيئن جو تيئن رهيو. ڀُٽي صاحب جي اقتدار ۾ اچڻ سان جتي ٻين مسئلن جي حل جي اُميد پيدا ٿي هُئي، اتي اِها اُميد پڻ پيدا ٿي هُئي تہ هُن جو واسطو جيئن تہ هڪ مظلوم سنڌي قوم ۽ سرزمين سنڌ سان آهي، اُن ڪري هُو سنڌين جي ديرينہ مطالبي تہ "سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ بنايو- کي بہ حل ڪندو. پر هُن اهو مسئلو آئيني ۽ قانوني طرح سموري ملڪ جي سطح تي حل ڪرڻ بدران پنهنجي سؤٽ ۽ سنڌ جي وزيراعليٰ ممتاز علي ڀٽي جي معرفت سنڌ اسيمبليءَ ۾ هڪ اڌوگابرو ٻوليءَ جو بل پيش ڪرايو، جنهن ۾ صرف اهو ڄاڻايل هو تہ سنڌي ٻولي سنڌ جي صوبائي ٻولي ٿيندي. اُن ۾ اها بہ صراحت ۽ وضاحت نہ هُئي تہ آيا سنڌي سرڪاري ۽ دفتري زبان بہ هوندي يا نہ. حالانڪ سنڌي ٻوليءَ جو اهو دفتري ۽ سرڪاري استحقاق انگريزن جي دور کان وٺي هلندو پئي آيو ۽ بل پيش ٿيڻ تائين قائم هو، ان لاءِ تاريخي دليل ۽ ثبوت موجود آهن:

۱۸۴۸ع ۾ سنڌ تي انگريزن جي قبضي کان ۵ سال پوءِ، بمبئي پرڳڻي جي گورنر سر جارج ڪلارڪ هڪ حڪم نامو ڪڍي سنڌيءَ ٻوليءَ کي سنڌ جي دفتري ٻولي بنايو هو. حڪم نامي ۾ هن طرح لکيل هو.

"اسان کي سرڪاري لکپڙهہ واسطي ملڪي ٻولي يعني سنڌيءَ کي رائج ڪرڻ گهرجي. آئون نٿو سمجهي سگهان تہ ڪهڙيءَ ريت اسان جا روينيو ۽ عدالتي آفيسر ڪاميابيءَ سان ڌاري ٻوليءَ جهڙوڪ فارسي يا انگريزيءَ ۾ لکپڙهہ هلائي سگهندا. تنهنڪري ۱۸ مهينن جو مُدو اهڙن ملازمن کي ڏنو وڃي، جنهن ۾ هُو سڀ سنڌيءَ

ٻوليءَ جو امتحان پاس ڪن، گرامر ۽ لغت ڇپرائڻ جو ڪم ٻه ترت ڪيو وڃي."

١٨٥١ع ۾ سنڌ جي ڪمشنر هڪ اطلاع نامو ڪڍي، سرڪاري عملدارن کي هدايت ڪئي تہ اُهي سڀ سنڌيءَ ۾ امتحان پاس ڪن ۽ اُن ۾ ڄاڻايل هو تہ:

"(الف) آئينديٰ سڀ سرڪاري لکپڙهہ سنڌيءَ ۾ هلي.

(ب) يورپي ۽ ٻيا پڙهيل آفيسر سنڌيءَ ۾ امتحان پاس ڪن.

(ت) سنڌي اسڪول کُلن.

ايسٽ انڊيا ڪمپني جي ڊائريڪٽرن جو ١٨٥٣ع ۾ يڪراءِ فيصلو، سنڌي زبان کي سنڌ صوبي جي دفتري ۽ عدالتي ٻولي بنائڻ جي حق ۾ هو.

سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ ۾ دفتري زبان بنائڻ لاءِ سنڌ جي ڪمشنر ٢٥ مارچ ١٨٥٧ع تي سنڌ جي ڪليڪٽرن ڏانهن حڪمنامو موڪليو تہ سنڌي روينيو ۽ عدالتن ۾ عام استعمال ڪئي وڃي. نتيجي طور سنڌ جي ڪليڪٽرن (ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور) ۽ سياسي ناظم اپر سنڌ، ڪمشنر سنڌ کي ٣ ڊسمبر ١٩٥٧ع تي اطلاع ڪيو تہ "سنڌي مڪمل طور عدالتي ۽ روينيو دفتر جي زبان ٿي چڪي آهي" ۽ ڪمشنر ٢٨ - ڊسمبر ١٨٥٨ع تي بمبئي سرڪار کي اطلاع موڪليو تہ سنڌ صوبي ۾ سنڌيءَ کي دفتريءَ ۽ حساب ڪتاب جي ٻولي بنايو ويو آهي."

اهو سلسلو ١٣ آگسٽ ١٩٤٧ع تائين قائم هو ۽ پاڪستان ۾ پڻ هن ٻوليءَ واري ٻل پاس ٿيڻ واري ڏينهن تائين بہ سنڌي ٻوليءَ جي ساڳي حيثيت برقرار هئي. ٻئي طرف ١٩٤٧ع جي آزاديءَ واري ائڪٽ، ١٩٥٦ع توڙي ١٩٦٢ع وارن دستورن ۾ سنڌيءَ بابت ڪجهہ بہ لکيل نہ آهي، پر اُن حالت ۾ سنڌيءَ جي حيثيت ۽ مرتبي تي ڪو بہ اثر ڪو نہ پيو هو، ڇاڪاڻ تہ سنڌي سنڌ اندر عدالتي ۽ دفتري ٻولي هُئي ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپني وارو فيصلو قائم هو.

هن اڌوڳابري ٻل پاس ٿيڻ سان سنڌين جو مڪمل مطالبو تہ پورو نہ ٿيو، پر ان جو صرف هڪ حصو پورو ٿيو. هن ٻل پاس ٿيڻ شرط اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ اُن ٻل جي خلاف زبردست فساد ۽ فتنو پيدا ڪيو. نتيجي طور سنڌ ۾ "لساني فساد" باهہ وانگر ڀڙڪي اُٿيا ۽ حڪومت پنهنجي سيني وسيلن جي باوجود سنڌي ماڻهن کي شهرن ۾ تحفظ ڏيڻ ۾ ناڪام رهي. فسادن کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ ڀٽو صاحب، سنڌي ۽ اردو ڳالهائيندڙن جي نمائنده ماڻهن کي اسلام آباد ۾ گهرايو. مون کي بہ دعوت ڏني وئي، پر مون وڃڻ کان انڪار ڪيو. اُن ڪري تہ اها ڳڌجاڻي، جيڪڏهن

فسادن تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ سڏائي وجي ها تہ مون کي وجڻ تي ڪو بہ اعتراض نہ ٿئي ها، پر هيءَ گڏجاڻي سنڌ اسيمبليءَ جي اڪثريت سان پاس ٿيل بل کي تبديل ڪرڻ لاءِ سڏائي پئي وئي. اُن لاءِ مون ٽيليگرام رستي صدر صاحب کي اطلاع ڪيو تہ "اسيمبليءَ جي پاس ٿيل بل کي توهان اڻ چونڊيل ماڻهن وسيلي تبديل ڪرائڻ گهرو ٿا، ان ڪري آئون اهڙي غير جمهوري عمل ۾ شريڪ نہ ٿيندس ۽ مون کي ان قسم جي غير جمهوري عمل تي سخت اعتراض آهي. اهو ڪٿان جو انصاف آهي جو چند غنڊن آڏو جُهڪي، اسيمبليءَ جو اڪثريتي پاس ڪيل بل رد ڪيو وجي. اُن ڪري آئون گڏجاڻي ۾ شرڪت ڪان انڪار ڪريان ٿو ۽ پنهنجو احتجاج، هن ٽيليگرام رستي اوهان آڏو نہ، پر تاريخ جي صفحن ۾ رڪارڊ ڪرائڻ چاهيان ٿو" وغيره.

مُنهنجي اُن ٽيليگرام جي باوجود پُٽي صاحب، سنڌ اسيمبليءَ جي پاس ڪيل بوليءَ واري بل، جنهن ۾ "سنڌي" صوبائي بولي قرار ڏنل هُئي، کي ۸ جولاءِ ۱۹۷۲ع تي گورنر سنڌ کي چئي، هڪ آرڊيننس ذريعي تبديل ڪري، سنڌ کي "ٻہ زباني صوبو" قرار ڏنو. جنهن موجب "اردو ۽ سنڌي زبانون" ٻئي سنڌ صوبي جون سرڪاري زبانون قرار ڏنيون ويون- اها سنڌي زبان سان سراسر زيادتي هُئي، ڇو تہ جيتوڻيڪ هن کان اڳ اردو، حڪمرانن پاران قومي زبان طور اسان تي مڙهيل هُئي، پر سنڌ جي سرڪاري زبان نہ هُئي ۽ سنڌ جي سرڪاري، عدالتي ۽ دفتري زبان صرف سنڌي هُئي. هن آرڊيننس لاڳو ڪرڻ سان خود سول ڪورٽس رولز ۱۹۵۴ع جي قاعدي ۲۳/۴ جي بہ پيڪڙي ٿئي ٿي، جنهن ۾ سنڌ چيف ڪورٽ، واضح لفظن ۾ سنڌي بوليءَ کي عدالتي بولي جي حيثيت سان قبوليو هو. فقري ۲۳/۴ ۾ چاڻايل آهي تہ.

"هرهڪ دعويٰ، جيڪا ضلعي يا ماتحت عدالت ۾ داخل ڪئي وجي ۽ اُن جي رقم پنج هزار يا اُن کان مٿي آهي تہ انگريزي يا سنڌيءَ ۾ لکي وجي ۽ سنڌيءَ جي حالت ۾ انگريزي نقل شامل ڪيو ويندو."

قاعدي نمبر ۸۲ ۾ آهي تہ؛ "ڪارروائي، عدالتي بوليءَ سنڌيءَ ۾ هلائي ويندي يا جيڪڏهن قانون اجازت ڏئي تہ انگريزيءَ ۾ قاعدو نمبر ۹۵ نوٽس ۽ سمن بابت آهي ۽ اُن ۾ عدالتي بولي سنڌي ڏيکاريل آهي. ان کان سواءِ سنڌ سول سروس ڪلاسيفڪيشن قاعدا ۱۹۵۲ع جي قاعدي نمبر ۱۰۱ موجب هر غير سنڌي ملازم کي ملازمت ۾ گهڙڻ کان هڪدم پوءِ ٻن سالن اندر سنڌي بوليءَ جو

امتحان پاس ڪرڻو هو. قاعدي ۱۰۱ ۾ ڄاڻايل آهي ته.

"سڀ گزيٽيڊ ۽ نان گزيٽيڊ آفيسر نوڪري حاصل ڪرڻ کان پوءِ ٻن سالن اندر سروس ڪميشن جي نگرانيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو امتحان پاس ڪندا. مقرر ڪيل مدت ۾ امتحان پاس نه ڪرڻ جي حالت ۾ هنن جي نوڪري ختم ڪئي ويندي. پر خاص حالتن ۾ سنڌ سرڪار اها مُدت وڌائي سگهي ٿي، پر وڌايل مدت دوران اهو ملازم نه اضافي جو حقدار هوندو ۽ نه ترقي وٺي سگهندو."

پر گورنر سنڌ جي آرڊيننس ذريعي ترميم ٿيل هن ٻوليءَ واري بل موجب اردو دانن کي سنڌي سِکڻ کان ۱۲ سالن جي مهلت ڏني وئي. انگريزن سنڌي سکڻ لاءِ ۱۸۵۱ع ۾ ملازمن کي ۱۸ مهينا مهلت ڏني هُئي، ون يونٽ کان اڳ واري پاڪستاني سرڪار هنن کي صرف ٻه سال ڏنا هئا، پر پِيي صاحب آرڊيننس ذريعي ۲۵ سال سنڌ ۾ رهڻ کان پوءِ به اردو دانن کي سنڌي سکڻ لاءِ ۱۲ سالن جي مهلت ڏني ڇڏي.

پِيّي صاحب نه رڳو اردو دانن کي ٻولي سکڻ جي معاملي ۾ اها سهولت ڏني، پر انتظاميا ۾ پڻ اهڙي قسم جي تبديلي ڪرڻ جو اصول قبول ڪيو ته جيڪڏهن وزيراعليٰ سنڌي ڳالهائيندڙ هوندو ته گورنر اردو ڳالهائيندڙ هوندو. اهڙيءَ طرح ضلعي جي عملدارن مان ڊپٽي ڪمشنر جيڪڏهن سنڌي ڳالهائيندڙ هوندو ته ايس - پي اردو ڳالهائيندڙن مان رکيو ويندو ۽ اهڙيءَ ريت سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن. به اردو ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ برابر ميمبرن تي مشتمل هجڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

اِن فيصلي سان اسان کي خبر پئي ته سنڌ جو وڏي ۾ وڏو ماڻهو، پاڪستان جي اعليٰ ترين عهدي تي پهچڻ جي باوجود، پنجابين ۽ پناهگيرن وٽ مجبور آهي ۽ هُو پنهنجي اقتدار بچائڻ لاءِ سنڌ جي فائدي خاطر ڪو به ڪم يا قانون رائج ڪري ئي نه ٿو سگهي. سنڌين جي آئيني جدوجهد ۾ پِيّي صاحب جو پاڪستان جي اقتدار اعليٰ تي پهچڻ نقطہ عروج هو، پر اُن اقتداري منصب تي پهچڻ جي باوجود هُو پنجابي پناهگير ملٽري ۽ سول بيوروڪريسيءَ وٽ غلام ئي ٿي رهڻو هو. اُن ڪري هو پنهنجي مادرِ وطن سنڌ سان صرف غداري ئي ڪري سگهيو ٿي، جنهن جي عيوض ڪيس "چنيسر واري پڳ" ملي سگهي ٿي.

انهيءَ ڳالهه اسان کي پاڪستان ۾ آئيني طرح اسيمبلين جي ذريعي واحد وفاقي سرشتي ۾ قومي ۽ صوبائي حق حاصل ڪرڻ کان مڪمل مايوس ڪري ڇڏيو ۽ "ماڻهو جڏهن مڪمل مايوس ٿي ويندو آهي، اُن وقت مڪمل تبديلي چاهيندو آهي"

– اهڙيءَ ريت اسان بہ مڪمل طرح مايوس ٿي چُڪا هئاسون. اُن ڪري اسان هن نظام ۽ ڍانچي کان سنڌ جي مڪمل آزادي يعني ”سنڌوديش“ جي قيام لاءِ عوام کي تيار ڪرڻ جو پروگرام ظاهر ڪيو ۽ اُن تي ڪاربند ٿي، سنڌي عوام سان رابطي رکڻ جو فيصلو ڪيو سون.

اُن سلسلي ۾ سڀ کان پهرين سنڌي قوم کي، تازي مڙهيل ”ٻوليءَ واري آرڊيننس“ جي نقصان کان واقف ڪرڻ لاءِ مون **سنڌ متحده محاذ** جي ميمبرن، عهديدارن ۽ همخيال قومي ڪارڪنن، اديبن، دانشورن ۽ شاگردن جو هڪ اجلاس، پنهنجي ڪراچيءَ واري رهائشگاهہ، حيدرمنزل تي ١٨ جون ١٩٧٢ع تي سڏائي، پراڻي **”سنڌ متحده محاذ“** ۽ **”جيئي سنڌ نوجوان محاذ“** کي ملائي **”جيئي سنڌ محاذ“** نالي نئين پارٽيءَ جو بنياد وڌو ۽ اُن جي ٿي جهنڊي ۽ بينر هيٺ آئيندي جي جدوجهد هلائڻ جو فيصلو ڪيو ويو.

ان سلسلي ۾ ٣١ جولاءِ ١٩٧٢ع تي ڪراچيءَ ۾ پنهنجي رهائشگاهہ، حيدرمنزل تي مون هڪ پريس ڪانفرنس ڪوٺائي، اُن ذريعي سنڌ جي دوري جو پروگرام ۽ مقصد واضح ڪيو. اُها پريس ڪانفرنس هتي پيش ڪري رهيو آهيان.

## پريس ڪانفرنس

”سنڌ گهڻي عرصي کان وٺي مستقل مفاد قوتن جي هٿان استحصال جو شڪار رهي آهي. هن دفعي سنڌ کي اهڙي حالات ۾ پهچايو ويو آهي، جو هن کي پنهنجي وجود جي بقا لاءِ جنگ ڪرڻي پوندي.

مون کي وڏي ڏک سان چوڻو ٿو پوي تہ سنڌ کي مشڪلاتن کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ ۽ پاڪستان جي حدن اندر صحيح مقام ڏيڻ جي عيوض اهي ڪوششون ڪيون پيون وڃن تہ جيئن سنڌ جي جاگرافيائي وحدانيت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڪيس هڪ تاريخي ڪاري رات ۾ ڌڪيو وڃي.

تازين حالتن مان آسانيءَ سان معلوم ڪري سگهجي ٿو تہ موجوده حڪومت ۽ سنڌ وطن جا ويري، سنڌ خلاف هڪ جامع سازش ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي چڪا آهن. سندن مقصد سنڌ کي هڪ چالاڪ ۽ مسلسل طريقي سان هڪ وڏو ڇيهو رسائڻ آهي.

آئون اهو پنهنجو فرض ٿو سمجهان تہ سنڌوديش جي ماڻهن کي سندن وجود خلاف خطرن کان نہ صرف آگاهہ ڪريان، پر ڪين ڪنهن مؤثر احتياط ڪرڻ لاءِ واٽون ڏسيان. آئون اُن سان گڏوگڏ سنڌ جي ويرين کي ٻڌائڻ ٿو گهران تہ ڪنهن بہ

حالت ۾ سنڌن سنڌ دشمن سازشن کي عملي جامو پهرائڻ نہ ڏنو ويندو.

مون هميشہ چيو آهي تہ اردو سامراجي طبقي، نہ پاڪستان جي حقيقي مقصد کي تسليم ڪيو آهي ۽ نہ ئي سنڌ ترتي ۽ اُن جي رهاڪن، جن کين لڳاتار ٢٥ سال پٽي پاليو آهي، سان وفادار ٿيڻ چاهين ٿا. سنڌن اُن ذهن ۽ "ترڪِ وطن" حرڪتن ئي بنگلاديش کي اسان کان جدا ڪيو. جيڪڏهن هو پنهنجي اردو زبان کي پاڪستان جي واحد قومي زبان بنائڻ واري غير فطري تقاضا کي بنگلاديش جي ماڻهن مٿان نہ مڙهين ها تہ جيڪر بنگال جي ڌرتيءَ تي بنگال جي ماڻهن جو خون نہ وهي ها ۽ نہ ئي بنگال جُدا ٿئي ها.

بدقسمتيءَ سان انهن ساڳين ئي عنصرن پنهنجن غير انساني ارادن جو نشانو سنڌ کي بنايو آهي. تازو زبان جي مسئلي تي ٿيل فساد نہ صرف غيرفطري پر مجرمانہ هئا. بلڪ ڪا بہ اهڙي ڳالهہ موجود نہ هئي، جا کين اهڙين حرڪتن ڪرڻ لاءِ بهانو ٿي سگهي ٿي. سنڌ اسيمبليءَ مان پاس ٿيل بل هڪ ڪاغذ جي ٽڪري تي ناڪافي سٽن کان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ هو، جنهن کي سنڌ اسيمبليءَ جي ٦٢ ميمبرن مان ٥١ ميمبرن جي اڪثريت سان پاس ڪيو ويو هو.

سنڌ جي ماڻهن جي تاريخي تقاضا هئي تہ موجوده حڪومت سنڌي زبان کي سنڌ جي واحد سرڪاري زبان وارو تاريخي حق وٺي ڏيندي. ليڪن اسان جي تعجب جي حد نہ رهي، جو اُهو بل، جو ڪمزور ۽ مڪمل طرح ناڪافي هو، سو بہ هنن کان سٺو نہ ٿيو ۽ هنن سنڌ جي جائز ۽ ڏکي جدوجهد کي دٻائڻ لاءِ غنڊا گرديءَ جو سهارو ورتو. اُن کان وڌيڪ تعجب خيز ڳالهہ اها هئي تہ انهن ساڳين عناصرن سنڌ جي ٻهراڙين ۾ بہ سنڌي قوم جي ماڻهن مٿان طرح طرح جا حملا ڪيا. سنڌ کي ايڏي وڏي نقصان پهچائڻ کان پوءِ بہ کين تسڪين حاصل نہ ٿي ۽ هو سنڌ کي وڌيڪ زخم پهچائڻ لاءِ پنهنجي "غنڊا گرديءَ" کي جائز قرار ڏيندا رهن ٿا.

پر اسان جي حيرانيءَ جي حد نہ رهي. جو جناب ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي صدارت بچائڻ خاطر وچي سنڌ جي ويرين ۽ ٻين مستقل مفاد سان گڏيو آهي، جن جو مقصد سنڌ کي استحصال جو شڪار بنائڻ آهي.

آئون پنهنجي وطنين (سنڌين) کي آگاهہ ڪرڻ چاهيان ٿو تہ موجوده پاس ٿيل آرڊيننس، جيڪو صدر ڀٽي جي هدايتن تي سنڌ جي گورنر جاري ڪيو آهي، اُن سنڌ جي ماڻهن جي حقن واري جدوجهد کي تمام گهڻو نقصان رسايو آهي ۽ اسان سنڌين جون ڪيتريون قيمتي جانيون ورتيون آهن.

هن آرڊيننس ذريعي سنڌ کي ٻن ڀاڱن وارو صوبو بڻايو ويو آهي، جو ڪو به غيرتمند سنڌي برداشت نه ڪندو. هن آرڊيننس ۾ صدر ذوالفقار علي ڀٽي، اردو سامراجين کي اُها راهه خلقي ڏني آهي، جنهن کي هُو ڪراچي کي سنڌ کان علحده ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري سگهن ٿا.

صدر ڀٽي جا چند بيان اردو سامراجين کي سنڌ دُشمن سازشن کان باز رکڻ کان قاصر آهن. اهو صرف منهنجو تجربو نه آهي، پر گذريل چند ڏينهن کان حڪومت ۽ اردو سامراجي ٽولي درميان ٿيل عهدنامن ۽ آرڊيننس بابت اشفاق حسين قريشيءَ ۽ شاهه فريدالحق جا وضاحتي بيان منهنجي تجزئي کي ٽيڪو ڏين ٿا.

ٻئي طرف مسٽر ڀٽي طرفان انهن بيانن خلاف ڪنهن به ترديد جو نه اچڻ اسان جي شڪن کي صحيح ثابت ڪري ٿو ۽ ظاهر ٿي رهيو آهي ته هو صاحب به پنهنجي مادرِ وطن جي ويرين سان شريڪ آهي.

انهن واقعات هڪ اهڙي روايت ٺاهي آهي، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته سنڌ اندر خودمختياري سنڌ اسيمبليءَ وٽ، نه پر چند هٿ ٺوڪين غنڊن جي هٿ ۾ آهي. هيءُ آرڊيننس سنڌ اسيمبليءَ، جيڪا خود صدر صاحب جي پنهنجي پارٽي (پيپلزپارٽي) جي اڪثريت جي ٺهيل آهي، جي منهن تي هڪ چماٽ آهي.

ڀُٽي صاحب اُنهن انتشار پسندن اڳيان جهڪندي، سنڌ وطن جي ماڻهن سان غداري ڪئي آهي. هن پنهنجي صدارت بچائڻ لاءِ ڪيڏي نه وڏي قيمت ادا ڪئي آهي. اُها صدارت ڪيس وڌ ۾ وڌ ٻه مهينا به هلائڻ نه ڏيندا.

اردو سامراجي، جيڪي پنهنجي اڳوڻي مادر وطن سان قطع تعلقات ڪري سگهن ٿا، جيڪي ٢٥ سال مسلسل پالينڌڙ محسنن سان غداري ڪري سگهن ٿا، اُهي ڪنهن فرد واحد سان وفادار ٿي نه ٿا سگهن.

آئون ڏسي رهيو آهيان ته مستقبل ۾ سنڌ تي وڏا عذاب اچڻ وارا آهن ۽ اُهي اُن وقت ايندا، جڏهن قومي اسيمبليءَ ۾ بنگلاديش تسليم ڪرڻ واري معاملي کي آندو ويندو. آئون سمجهان ٿو ته صدر ڀٽو کي اهڙا قدم کڻندو، جيئن رجعت پسندن کي راضي ڪري، بنگلاديش بابت ووٽ وٺي سگهي.

آئون سنڌ جي ماڻهن جي قوت ۾ ويساهه رکندي، اهڙن عنصرن کي آگاهه ڪرڻ گهران ٿو ته جيڪڏهن ڪا به اهڙي ڳالهه، ڪنهن به ڪنڊ ۾ رٿي وئي ته ان کي هڪدم روڪيو ويندو.

صدر ڀٽي جون موجوده پاليسيون ان ڳالهه جي نشاندهي ڪن ٿيون ته هُو اردو

سامراجين کي خوش ڪرڻ ۽ سنڌين ساڻ وڙڻ خاطر مناسب قدم کڻڻ وارو آهي، جيئن صدر ڀُٽي تازين حالتن ۾ چند غنڊن آڏو جهڪي، پنهنجي ڪمزور هجڻ جو ثبوت ڏنو آهي. اُن ڪمزوريءَ جو فائدو وٺندي، هُو انتشار جو سهارو وٺي، هن مان ڪو به ڪم ڪڍي سگهن ٿا.

اسان هن ڳالهه کان اڳ به ٢٣ جولاءِ ١٩٧٢ع تي جيئي سنڌ محاذ واري گڏجاڻيءَ ۾ ٺهرائن ذريعي آگاهه ڪيو هو ته مستقبل قريب ۾ اُهي عناصر بنگلاديش مان بهارين کي گهرائڻ واري تحريڪ هلائڻ چاهين ٿا ته جيئن هُو سنڌ اندر اصل سنڌين کي اقليت ۾ بنائي سنڌ جا حاڪم ٿي ويهن. مون کي ته شڪ آهي ته صدر ڀُٽي ڪٿي اهڙي ٺهراءَ تي ساڻن سمجهوتو نه ڪيو هجي. سنڌين اڳيئي اردو سامراجين هٿان گهڻا زخم کاڌا آهن ۽ هُو ڪنهن به صورت ۾ بهارين کي هتي اچڻ نه ڏيندا. آئون ايمانداريءَ سان اِها تجويز ڏيان ٿو ته سنڌين کي ايترو سوڙهو نه ڪيو وڃي، جو اڳتي هلي تباهه ڪن نتيجا نڪرن.

مون کي اهو ٻڌي تمام گهڻو صدمو رسيو آهي ته موجوده حڪومت غريب بنگالي سرڪاري ڪامورن توڙي ٻين شهرين کي سنڌن خواهش جي اظهار (بنگلاديش وڃڻ جي اظهار) ڪرڻ جي جُرم ۾ نوڪرين مان خارج ڪري پگهارون بند ڪري، ڪاري وحشت ۽ ظلم جو شڪار بنايو ويو آهي. اهڙيءَ طرح جا ڪيترا مضمون ۽ خط شايع ڪيا ويا آهن. سنڌن پگهارن بند ٿيڻ ۽ ويجهڙائيءَ ۾ وطن وري وڃڻ جي امڪانن جي غير موجودگيءَ ۾ ڪين عليل ۽ رحم جوڳين حالتن ۾ ڌڪي ڇڏيو آهي.

هيءَ دنيا جي تاريخ ۾ هڪ قسم جو الميو ثابت ٿيندو. جيڪڏهن ڪين زندگي گذارڻ لاءِ وسائل مهيا نه ڪيا ويا ته هو بُک افلاس جو نشانو بڻجي ويندا.

آئون گهر ڪريان ٿو ته موجوده حڪومت کي اهڙن ستايلن انسانن لاءِ جوڳا قدم کڻڻ گهرجن. هيءُ انساني مسئلو آهي، جيڪڏهن اهو حل نه ڪيو ويو ته ٻاهرين ملڪن اندر توڙي پروارن ساٿين سامهون ذلت ۽ بدناميءَ جو ڪارڻ بنبو. اڳيئي گذريل سال دوران بنگال وارن واقعن ۽ بربريت اسان کي ڪافي خوار ڪيو آهي ۽ اسان وڌيڪ خواري برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه آهيون.

آئون اعتماد سان چوڻ چاهيان ٿو ته سنڌي قوم هاڻي جهالت جي اونداهين راتين مان نڪري رهي آهي ۽ وقت اچي ويو آهي ته هو پنهنجي خلاف سٽجندڙ سازشن کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيندا. ڪين هاڻي "غداريءَ وارن نعرن" سان گمراهه

ڪري نٿو سگهجي. اسين ڪافي ڀوڳي چڪا آهيون.

نئين دور جو صبح هن موهن جي دڙي جي پراڻي ڌرتيءَ تي اُڀري چڪو آهي. سنڌي زبان جي واحد سرڪاري زبان هجڻ وارو مقام اسان جو حق آهي. اڄ يا سڀاڻ اسان اِهو حق ضرور وٺي رهنداسون.

هاڻ اسان سان وڌيڪ دغا ممڪن نہ آهي. سنڌ اندر نئين صوبي بنائڻ واري سازش کي پوري قوت سان روڪيو ويندو. اسين پنهنجي پاڪ ڌرتيءَ تي ڪو بہ اسرائيل يا محمد پور ۽ ميرپور (بنگال ۾ بهارين جون بہ آباديون) برداشت نہ ڪنداسون. هيءَ صوفين جي ڌرتي آهي.

آئون سياڻي سنڌ جي دوري تي وڃي رهيو آهيان. منهنجو مقصد سنڌ جي ماڻهن کي سنڌن خلاف ٿيندڙ سازشن کان آگاه ڪرڻ آهي. ممڪن آهي تہ موجوده حڪومت انهن حقيقتن کان خائف ٿي، منهنجي اُن دوري جي راهہ ۾ رڪاوٽون ڪڙيون ڪري. پر مون کي اهڙين رڪاوٽن جي ڪا بہ پرواه نہ آهي. جيڪڏهن مون سان ڪو بہ اهڙو واقعو پيش آيو تہ هيءُ سچ جو جهنڊو منهنجن ساٿين جي هٿن تائين پهچي ويندو ۽ هُو اُن جهنڊي جي وقار ۽ بلنديءَ خاطر آخري دم تائين جدوجهد ڪندا رهندا."

ان کان پوءِ پهرين آگسٽ ١٩٧٢ع تي مون سنڌ جو دورو شروع ڪيو ۽ ماڻهن کي پنهنجن حقن حاصل ڪرڻ ۽ منظم ۽ متحد ٿيڻ جي تلقين ڪندو رهيس ۽ اهو پڻ واضح ڪيم تہ پاڪستان جي ڍانچي ۾ رهندي نہ سنڌن حياتيون سلامت آهن، نہ ٻولي، نہ تهذيب، نہ اقتصادي ۽ نہ سياسي حق محفوظ آهن، ڪٿي جو پاڪستان جو حڪمران ٽالي خاطر سنڌي ٿي چو نہ هجي. اُن ڪري توهان کي "سنڌوديش" جي سياسي، ثقافتي ۽ اقتصادي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي. ان دوري ۾ مُون پوريءَ ريت وفاق ۽ وفاقي ڍانچي کان بيزاريءَ ۽ مايوسيءَ جو اظهار ڪيو، ڇو تہ ڪافي تجربي کان پوءِ خاص ڪري بنگال جي علحدگيءَ اهو ثابت ڪيو تہ پاڪستاني حڪمران ڪنهن بہ صورت ۾ ننڍن ۽ مظلوم صوبن کي عزت جوڳو مقام ڏيڻ لاءِ تيار ٿي نہ آهن. اهڙو اظهار آئون هن دوري ۽ لساني فسادن کان اڳ ۾ ۴ مارچ ١٩٧٢ع ۾ حيدرآباد اندر هڪ وڏي عام جلسي ۾ ڪري چڪو هئس ۽ سنڌين جي آئيندي جدوجهد جو محور ۽ مرڪز "سنڌوديش" کي قرار ڏنو هئم ۽ هيءُ دورو پڻ انهيءَ سلسلي جي ڪڙي هو.

مون کي اهو دورو پورو ڪرڻ نہ ڏنو ويو ۽ ۸ آگسٽ، ١٩٧٢ع تي مون کي

گرفتار ڪري پنهنجي سن واري گهر ۾ نظربند ڪيو ويو ۽ حڪم ڪڍيو ويو تہ
آئون ڪنهن بہ ماڻهو سان نہ ملي سگهان ٿو، نہ ڳالهائي سگهان ٿو ۽ نہ خط و ڪتابت
ڪري سگهان ٿو. سنڌ حڪومت جي گهرو کاتي طرفان ١٥ آگسٽ، ١٩٧٢ع تي
منهنجي گرفتاريءَ جي ڪارڻن جو طويل چٺو، ليٽر جي صورت ۾ مون ڏي موڪليو
ويو. هتي آئون ان گرفتاريءَ جي حڪمنامي ۽ گرفتاريءَ جي ڪارڻن واري ليٽر جا
متن پيش ڪريان ٿو.

نمبر: ٨٢٠٧
حڪومت سنڌ
هوم ڊپارٽمينٽ
ڪراچي: 15-8-1972ع

## گرفتاريءَ جا ڪارڻ

توهان، مسٽر جي ايم سيد ولد محمد شاهہ، وينل ڳوٺ سن، ضلعو دادو، صدر
جيئي سنڌ محاذ کي حڪم ڪجي ٿو تہ اوهان کي صوبائي سنڌ حڪومت جي
قاعدي ٣٢(١) جي ڪلاز (ب) ۽ ڊفينس آف پاڪستان رولز جي قاعدي ٢١٣
موجب، ٨- آگسٽ ١٩٧٢ع جي آرڊر نمبر ٨٢٠٧ موجب ڇهن مهينن لاءِ نظربند
ڪيو ويو آهي، تہ جيئن اوهان کي روڪي سگهجي تہ اوهان پاڪستان جي سالميت
۽ سنڌ صوبي جي امن امان وارين حالتن کي وڌيڪ خراب نہ بنائي سگهو. اوهان جي
گرفتاريءَ جا سبب ۽ ڪارڻ هيٺيان آهن

(١) جڏهن نون ۽ پراڻن سنڌين جا تعلقات، ٻوليءَ واري تنازعي سبب ڪشيده بڻيل
هئا، تڏهن توهان سنڌ ۾ مختلف هنڌن جو دورو ڪيو ۽ اهڙيون تقريرون
ڪيون، جيڪي نون ۽ پراڻن سنڌين جي وچ ۾ نفرت جا احساس وڌائڻ جو
ڪارڻ بنجي رهيون هيون.

(٢) توهان 31-7-1972ع تي پنهنجي ڪراچيءَ واري رهائشگاهہ تي پريس
ڪانفرنس ڪئي، جيڪا 1-8-1972ع جي روزانہ ڊان ۾ شايع ٿي آهي، ان
۾ اوهان اردو ڳالهائيندڙن تي الزام هنيو آهي تہ انهن نہ پاڪستان جي تخليق
کي تسليم ڪيو آهي ۽ نہ ئي اُهي سنڌ سان سچا آهن.

(٣) مٿي ڄاڻايل پريس ڪانفرنس ۾ ذڪر ڪيل مسئلي (جيڪو ڊان ۾ ڇپيو آهي)

بابت اوهان صدر پاڪستان جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي خلاف بي بنياد ۽
غلط بيانيءَ تي ٻڌل الزام هنيو آهي ته هُن سنڌ - دشمن جا هٿ مضبوط
ڪيا آهن، جيڪي سنڌ صوبي جي استحصال ۾ شريڪ آهن.

(۴) مٿي ڄاڻايل پريس ڪانفرنس ۾ اوهان صدر پاڪستان ڀُٽي خلاف هڪ بي بنياد
الزام هنيو آهي ته هُن اردو ڳالهائيندڙ آباديءَ کي ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار
ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪري ڏنو آهي.

(۵) اوهان ٺٽي ۾ سيد قادر ڏني شاهه جي اوطاق تي جيئي سنڌ محاذ جي
ڪارڪنن جي ميٽنگ کي 1-8-1972ع تي منجهند وقت خطاب ڪندي،
پرائن سنڌين کي هٿيارن گڏ ڪرڻ تي اُڀاريو آهي ته جيئن اُهي غير سنڌين
سان مقابلو ڪري سگهن.

(٦) اُن ساڳيءَ تقرير ۾ توهان صدر پاڪستان تي بي بنياد الزام هنيو آهي ته هيءَ
پنجابين کان ڊڄي ۽ سنڌن هٿن ۾ ڪيڏي، سنڌين کي پنهنجن حقن کان
محروم ڪري رهيو آهي.

(۷) ان ساڳئي ڏينهن يعني 1-8-1972ع تي اوهان ميرپور بٺوري (ضلعي ٺٽي)
ويا ۽ فدا حسين شاهه جي اوطاق تي جيئي سنڌ محاذ جي ميڙ کي خطاب
ڪيو، جتي توهان جي ساٿيءَ حفيظ قريشي، ميڙ ۾ تقرير ڪندي سنڌين کي
جوش ڏياريو ته هٿيار ۽ ماڻهو، خونريزيءَ لاءِ گڏ ڪريو. ساڳيءَ ميٽنگ ۾
تقرير ڪندي توهان حفيظ قريشي جي مشوري تي عمل ڪرڻ جي هدايت
ڪئي ۽ واضح ڪيو ته پاڪستان جو ٻه قومي نظريئي جي بنياد تي قيام
غلطي هئي.

(۸) 1-8-1972ع تي ۵ ۽ ٦ وڳي جي وچ ۾ شام جو اوهان، اٽڪل ٦٠٠ ۽
٧٠٠ ماڻهن جي عام ميڙ کي سجاول ڪلب (ضلع ٺٽي) ۾ خطاب ڪيو ۽
ماڻهن کي اُڀاريو ته مهاجرن سان وڙهڻ لاءِ تيار ٿي وڃو، ڇو ته انهن اوهان جا
حق غصب ڪيا آهن.

(۹) اوهان 2-8-1972ع تي ميرواهه پُل بدين ويجهو هڪ عوامي ميڙ ۾ تقرير
ڪندي فوج تي ٿيندڙ وسيع خرچ تي تنقيد ڪئي ۽ اُن کي اجايو خرچ قرار
ڏنو. گڏوگڏ اوهان اعتماد سان اهو ٻڌايو ته سنڌ کي ٻن صوبن ۾ ورهايو ويو
وڃي ۽ ٻهارين کي اصل سنڌين کي تورائيءَ ۾ بدلائڻ لاءِ آندو پيو وڃي.

(١٠) 2-8-1972ع تي اوهان تلهار (ضلعي حيدرآباد) ۾ جيئي سنڌ محاذ جي

گڏجاڻيءَ جي اندازاً سادي چئين وڳي صدارت ڪئي ۽ ميڙ کي خطاب ڪندي چيو ته لکين بگهڙ، مهاجرن جي روپ ۾ سنڌ تي مسلط ڪيا ويا آهن، جن سنڌين جا حق ڦُريا آهن.

(١١) 3-8-1972 تي اٽڪل سادي يارنهن وڳي صبح جو غلام رسول پرڳڙيءَ جي بنگلي (حيدرآباد) ۾ هڪ گڏجاڻيءَ ۾ تقرير ڪندي اوهان ڊڪليئر ڪيو ته سنڌ جو ٻچو ٻچو جي ايم سيد بڻجي ويو آهي. جنهن جو مطلب ٿيو ته سنڌ ۾ هر ماڻهو جيئي سنڌ هلچل جو حامي آهي ۽ اوهان الزام هنيو ته مهاجر بي وفا قسم جا ماڻهو (Cunning type of people) آهن، ۽ سنڌين کي ساڻن وڙهڻ جي تياري ڪرڻ گهرجي.

(١٢) ساڳيءَ تاريخ 3-8-1972ع تي ٽنڊي الهيار (حيدرآباد ضلعي) ۾ اٽڪل سادي نائين وڳي شام جو غلام رسول شاهه جي بنگلي تي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ تقرير ڪندي، اوهان حڪومت تي بي بنياد الزام مڙهيو ته حڪومت اردو جي تعليم، لازمي طرح مڙهي سنڌي زبان جو بنيادي حق ماريو آهي ۽ ٻاهرين کي سنڌ ۾ آڻي، اصل سنڌين کي تورائيءَ ۾ بدلائڻ جي سازش ڪئي وئي آهي، ان ڪري سنڌين کي خبردار ٿيڻ گهرجي.

(١٣) ساڳيءَ ميٽنگ ۾ اوهان بيان ڪيو ته پاڪستان جو صدر سنڌ جي حقن کان روگرداني ڪري رهيو آهي، ڇو ته هُو مهاجرن کان ڊڄي ٿو.

(١۴) مٿي بيان ڪيل ساڳيءَ ميٽنگ ۾ ٽنڊي الهيار ۾ توهان چيو آهي ته سنڌين هميشه ڌارين کي ڌڪي ڪڍيو آهي ۽ بقائي اصلح جو نظريو موجوده حالت ۾ اها تقاضا ڪري ٿو ته اصل سنڌي نون سنڌين کان پلاند وٺن ۽ هن دنيا تي ڪا به اهڙي طاقت نه آهي، جيڪا مهاجرن کي وڌيڪ عرصو سنڌ ۾ ٽڪڻ ڏئي ۽ آخر ۾ توهان چيو ته اوهان کي مري وڃڻ کپي، پر سنڌ مهاجرن کي نه ڏيڻ گهرجي.

(١۵) 3-8-1972ع تي صبح جو سادي يارهين وڳي ڌاري توهان سچائي منزل ميرپورخاص تي جيئي سنڌ محاذ جي گڏجاڻيءَ ۾ تقرير ڪئي ۽ پڌرو ڪيو ته توهان کي اهو پيغام ڏيڻ آيو آهيان ته سنڌ کي آزاد صوبو بڻايو وڃي.

(١٦) 4-8-1972ع تي سانگهڙ ۾ هڪ عوامي ميڙ ۾ تقرير ڪندي، اوهان صدر پاڪستان تي زور ڀريو ته اندرا گانڌيءَ جا هٿ مضبوط ڪري ۽ اقوام متحده ۾ آواز اٿاري ته سمورن مهاجرن کي پاڪستان مان ڀارت موڪليو وڃي،

ڇاڪاڻ تہ اردو ڳالهائيندڙ، سنڌين کي تورائيءَ ۾ بدلائڻ لاءِ آندا ويا آهن.

(١٧) 4-8-1972ع تي سادي ڇهين وڳي توهان نوابشاهہ ۾ هڪ گڏجاڻيءَ کي خطاب ڪندي الزام هنيو تہ اردو ڳالهائيندڙ، جيڪي پناهگير آهن، هڪ سازش هيٺ آيا آهن تہ جيئن پاڪستان ۾ فاشسٽ طرز حڪومت قائم ڪجي ۽ اوهان مرحوم لياقت علي خان تي الزام هنيو تہ اُن سنڌ کي يو. پي ۾ بدلائڻ جي سازش ڪئي هئي.

(١٨) ساڳئي ڏينهن ۽ تاريخ تي اوهان نوابشاهہ ۾ گڏجاڻيءَ ۾ تقرير ڪندي، ڪوڙو ۽ بي بنياد الزام هڻندي، اشتعال پکيڙيو تہ مهاجرن اصل سنڌين کي قتل ڪيو آهي، سنڌن اکيون ڪڍيون آهن، سنڌن زبانون وڍيون آهن، ان ڪري سنڌي خاموش نہ ويهندا ۽ اُن جو ضرور پلاند وٺندا. توهان ساڳيءَ گڏجاڻيءَ ۾ موجود ماڻهن کي اُياريو تہ هٿيار گڏ ڪريو ۽ پاڻ کي سنڌي مهاجر جهيڙي لاءِ تيار ڪيو. جيڪو اوهان جي چوڻ موجب ١۴ ۽ ١۵ آگسٽ ١٩٧٢ع تي ٿيندو.

توهان جون مٿيون تقريرون ۽ بي بنياد بيان اهڙا عمل آهن، جن وسيلي:

(الف) اوهان پاڪستان جي هٿياربند فوج خلاف ڳالهايو، انهن جي فرائض ۾ دخل اندازي ڪئي آهي.

(ب) اوهان نفرت پيدا ڪئي آهي ۽ جوش ڏياريو آهي، حڪومت ۽ اسٽيبلشمينٽ خلاف، پاڪستان جي قانون موجب، خاص ڪري سنڌ صوبي ۾.

(ت) توهان شهرين، خاص ڪري اصل ۽ نون سنڌين جي وچ ۾ نفرت ۽ دشمنيءَ وارا جذبا پيدا ڪيا آهن.

(ث) توهان عوام ۽ عوام جي مختلف حصن ۾ خون ۽ ڌهڪاءَ واري فضا پيدا ڪرڻ جو ڪارڻ بنيا آهيو.

(ج) اوهان اشتعال ۽ جوش واري صورتحال پيدا ڪري، آرمس ائڪٽ ١٨٧٨ ۽ ايڪسپلوروز ائڪٽ ١٨٨۴ جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي. هي تقريرون، بيان ۽ عمل، جيئن مٿي ڄاڻائجي چڪا، حڪومت سنڌ جي نظر ۾ سنڌ صوبي جي امن ڀرين حالتن ۽ پاڪستان جي سلامتي لاءِ خطرناڪ آهن.

(غلام جيلاني) T.PK.C.S.P
سيڪريٽري حڪومت سنڌ،
هوم ڊپارٽمينٽ.

ان حڪمنامي ۾ گرفتاري جا جيڪي سبب ڄاڻايا ويا آهن، سي پاڪستان بيوروڪريسيءَ جي شاطر ذهن جي فتنه پرداز پيداوار آهن. جو ته مُون پنهنجي دوري ۾ ڪٿي به ماڻهن کي وڙهڻ، هٿيار کڻڻ يا رتوڇاڻ ڪرڻ جي ترغيب نه ڏني هئي- جو ته آئون عدم تشدد (اهنسا) جو پيروڪار رهيو آهيان ۽ تشدد کي انساني مسئلن جو حل ڪونه ٿو سمجهان. منهنجون نگاهون تاريخ ۾ ايترا ته لاش ۽ خونريزيون ڏسي چڪيون آهن، جو هاڻي وڌيڪ ڪُنل ماڻهن جا لاش ۽ رت جون نديون ڏسڻ گوارا ئي نه ٿيون ڪن. البته مون اهو ضرور چيو هو ته پاڪستان جو موجوده حڪمران، پنجابين ۽ پناهگيرن وٽ يرغمال بنيل آهي. اُن ڪري سنڌين کي ڪو به فائدو پهچائي نه ٿو سگهي ۽ پڻ هُو ملٽريءَ جو آندل آهي ۽ ملڪ جي پيداوار کي بي دريغ ملٽريءَ تي خرچ ڪري رهيو آهي، جيڪو سراسر بي فائدي آهي. ان ڪري جو ملٽري ملڪ جو بچاءُ ڪرڻ ۾ مڪمل طرح ناڪام وئي آهي ۽ انهيءَ ملٽريءَ جي نااهليءَ سبب ١٩٧١ع ۾ وڏو نقصان وري به سنڌ کي ئي برداشت ڪرڻو پيو، جو اُن جو هڪڙو ضلعو ذري گهٽ به حصا ڀارتي فوج جي قبضي ۾ هليو ويو هو ۽ ظاهر ڳالهه آهي ته زمين جي جنهن ٽُڪري تي متحارب فوجون داخل ٿينديون آهن، اُتي نه صرف انساني حياتين جا چراغ گُل ٿيندا آهن، پر اُتي جي دولت لٽجڻ سان گڏوگڏ تهذيب ۽ عصمت جا آبگينا به پور پور ٿيندا آهن- ۽ انهن ڪارروايين سبب لکين ٿري ماڻهو پنهنجو سيڪجهه لُٽائي هڪڙا مذهبي لحاظ سان ڀارت هليا ويا ۽ ٻيا سنڌ جي نهري علائقن ڏانهن لڏي آيا- ته جيڪا فوج، جنگ جي وقت ۾ پنهنجي ماڻهن ۽ ڌرتيءَ جو دفاع نه ڪري سگهي، اُن تي لاتعداد خرچ اجايو آهي. پر ڀٽو صاحب اهو خرچ ڪرڻ لاءِ ان ڪري مجبور آهي، جو سندس اقتدار جي ڪُرسي، فوجي سولجرن جي سنگينن جي سهاري تي بيٺل آهي. تنهن ڪري هو سنڌ جا وسيلا، سنڌ جي ماڻهن تي خرچ ڪرڻ بدران آرميءَ تي خرچ ڪري رهيو آهي- ۽ اسان هاڻي نه رڳو پاڪستان جي اسيمبلين، حڪمرانن ۽ بيوروڪريسيءَ مان مايوس آهيون، پر ان جي آرميءَ مان به مڪمل طرح مايوس آهيون. اُن ڪري "اپڻي گهوٽ ته نشا ٿيوئي" جي مصداق پنهنجي ملڪ "سنڌوديش" کي آزاد ڪرائڻ لاءِ منظم ۽ متحد ٿيون.

اُن وقت مُون اهو محسوس ڪري ورتو هو ته هاڻي ننڍن ۽ مظلوم صوبن جي ليڊرن کي پنجابي حڪمران، سول ۽ ملٽري بيوروڪريسي، هٿيار طور استعمال ڪندي ۽ عوام کي اُنهن جي آدار تي محڪوم بنايو ايندي ۽ اهو حربو وڌيڪ

خطرناڪ آهي. سنڌين سڌي حڪمراني ڪرڻ کان ۽ ڪم ڪڍڻ کان پوءِ اُنهن کي چوسيل ڳني يا استعمال ٿيل جوراب وانگر اڇلائي ڇڏيندي. انهيءَ نقطئه نظر کي سامهون رکندي مون جناب ذوالفقار علي ڀُٽي کي هڪ تاريخي خط لکيو. اُن ۾ مون پنهنجو مٿي ڄاڻايل نتيجو پيش ڪيو ۽ اهو پڻ ڄاڻايم ته نيٺ پنجابي ۽ پناهگير مستقل مفاد توکي پنهنجي راهه تان هٽائي ڇڏيندا. اُن ڪري اُنهن جي پوئلڳيءَ ۽ غلاميءَ کان بهتر آهي ته تون سنڌ جي آزاديءَ ۽ اڳتي واري جدوجهد ڏانهن متوجهه ٿيءُ، ڇو ته آزاد ٿيڻ کان پوءِ سنڌ کي ڪيترائي فائدا ٿيندا. اُنهن مان مکيه هي آهن:

(١) مهاجر پنجابي سامراج کان هميشه لاءِ نجات ملندي.

(٢) انڪم ٽيڪس، ڪسٽمز، ايڪسائيز ڊيوٽي، سيلز ٽيڪس، مان سنڌ کي ٣٥٠ ڪروڙ روپيا پيدائش ٿيندي، ٻي پيدائش ٥٠ ڪروڙ ٿي سگهندي، جُملي ٤٠٠ ڪروڙ بجيٽ مان سنڌ ٿوري وقت اندر نهايت تيزيءَ سان ترقي ڪري ويندي.

(٣) سنڌي زبان ۽ ڪلچر تيزيءَ سان عروج حاصل ڪري وٺندا.

(٤) سنڌ جا سمورا وسيلا سنڌين جي حوالي ٿيڻ ڪري بيروزگاري قطعاً ختم ٿي ويندي.

(٥) سنڌين جو معيار زندگي جلد بلند ٿي سگهندو، ڇاڪاڻ ته آباديءَ گهٽ، زمين، ڪارخانا، واپاري ذريعا، نوڪريون ۽ ڪاليون جهجهي تعداد ۾ هٿ ڪري، سنڌ جلد تعمير ۽ ترقيءَ ۾ اڳري ٿي ويندي.

(٦) سنڌ جي پاڻيءَ کي پنجاب طرفان بند ڪرڻ عيوض سنڌي پنجاب جي مال تي ڳرو محصول وجهي، پنهنجي پاڻيءَ جو عيوضو وٺي سگهندا.

(٧) پنهنجو بچاءُ پاڻ ڪري سگهندا.

(٨) جمهوريت، سيڪيولرزم، نيشنلزم ۽ سوشلزم تي هلي، بنگلاديش ۽ ڀارت سان دوستي ڪري سگهندا.

مون کي افسوس آهي ته مُنهنجي ڏنل راين تي ڀُٽي صاحب ڪو به توجهه نه ڏنو ۽ نتيجو اُهو ئي نڪتو جيڪو مون ڪيس ٻڌايو هو. اڳتي هلي محمد خان جوڻيجي، بينظير ڀٽي ۽ غلام مصطفيٰ جتوئيءَ سان به ڀُٽي صاحب کان قدري مختلف، پر اقتدار تان استعمال ڪري اُڇلائڻ واري ساڳي حالت اختيار ڪئي وئي. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته ڀُٽي کي اقتدار کان محروميءَ سان گڏ حياتيءَ کان به محروم ٿيڻو پيو، پر ٻويان ٽئي صاحب پنهنجي حياتي بچائي، خيرن سان گهر پيڙا ٿيا. ليڪن محسوس

اِئين تو تئي تہ انهن سائيءَ سوارين، اجا تائين پنجابين مان آسرو نہ لاٿو آهي ۽ تاريخ مان ڪو بہ سبق نہ پرايو آهي. شايد ذاتي لالچ سبق پرائڻ واريءَ اک تي انڌ جا ڪوپا چاڙهيو ڇڏي، گهٽ ۾ گهٽ مون کي تہ ائين ٿو نظر اچي. انهن جي سبق نہ پرائڻ جي باوجود مُنهنجيءَ راءِ ۾ وڌيڪ پختگي پيدا ٿي آهي تہ گڏيل وفاق ۾ نہ سنڌ سلامت رهندي ۽ نہ سنڌي سلامت رهندا. اُن ڪري آئون ١٩٧٢ع کان وٺي جيڪا جدوجهد ڪندو آيو آهيان، اُن کي وڌيڪ تيز ۽ همه گير ڪرڻ جو پاڻ وڌيڪ حوصلو پيدا ٿيو اٿم.

جناب والا!

مُون مڪمل مايوس ٿيڻ کان پوءِ، جيڪا سنڌوديش جي آزاديءَ جي جدوجهد شروع ڪئي آهي، اُن جدوجهد جي سلسلي ۾ مون آزادي حاصل ڪرڻ تائين پاڪستاني حڪمرانن طرفان هر سنڌ دشمن ڪارروائيءَ، عمل ۽ فيصلي جي ڀرپور طريقي سان مزاحمت پئي ڪئي آهي. انهيءَ سلسلي ۾ منهنجي نظر ۾ ڀُٽي صاحب طرفان سڀ کان وڏي سنڌ دشمنيءَ وارو عمل ١٩٧٣ع وارو وفاقي طرز جو آئين نافذ ڪرڻ هو.

(i) اِن آئين سنڌين کي هڪ قوم طور ختم ڪري پاڪستاني وفاق جي هيٺ ننڍڙي وحدت (اِڪائي) قرار ڏنو.

(ii) ان آئين سنڌ ۾ ڌاري آبادڪاري لاءِ قانوني طرح وسيع ميدان مهيا ڪري ڏنو، جنهن ڪري پنجابي پٺاڻ، بهاري، هندستاني، برمي، افغاني ويندي آفريقي ملڪن جهڙوڪ، ڪينيا، يوگنڊا وغيره مان ڌڪيل هندستاني مسلمان بہ سنڌ جو رُخ ڪرڻ لڳا.

(iii) اِن آئين سنڌ اسيمبليءَ کان اُهي اختيار بہ کسي ورتا، جيڪي برطانوي هند ۾ ١٩٣٥ع جي ائڪٽ ۽ انڊيپينڊنٽس ائڪٽ ١٩٤٧ع ۾ کيس مليل هئا.

اُن ڪري، سنڌي پاڪستان ۾ مڪمل طرح هڪ نوآبادياتي، ڏوراڻيءَ واري محڪوم يونٽ ۾ تبديل ٿي ويا ۽ سنڌ اسيمبلي مرڪزي حڪومت جي مداخلت جي آماجگاهه بنجي وئي.

هتي آئون ١٩٧٣ع جي آئين جي تفصيلوار نقصانن جي فهرست پيش نہ پيو ڪريان ۽ نہ ئي ايترو وقت آهي، جو ويهي اُن جي تفصيلات تي بحث ڪجي، پر ايترو ٻڌائڻ ضروري ٿو سمجهان تہ انهيءَ آئين، سنڌين کي آئيني توڙي سياسي، اقتصادي، تهذيبي ۽ لساني طور پوريءَ ريت پنجاب پناهگير مستقل مفاد جو غلام

بنائي ڇڏيو. اُن ڪري، اهڙي آئين جي مزاحمت ڪرڻ مون پنهنجو فرض سمجهيو ۽ قومي ڪارڪنن کي چيم تہ اُهي پنهنجون سموريون صلاحيتون اُن آئين جي خلاف ڀرپور احتجاج ڪرڻ ۾ صرف ڪن. ان ڏس ۾ ٢٨ اپريل ١٩٧٣ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ اُن وقت جي وائيس چانسلر طرفان آئين جي جوڙيندڙ مسٽر عبدالحفيظ پيرزادي کي اعزازي طرح جڏهن ڊاڪٽر آف لا جي ڊگري ڏني پئي وئي، اُن وقت قومي ڪارڪنن ۽ نوجوان شاگردن طرفان زبردست احتجاج ٿيو، جيڪو تاريخ جو رڪارڊ آهي.

اهڙي طريقي سان جڏهن بہ سنڌ دشمن ڪارروايون ٿينديون رهيون، مون پنهنجي وس، وت ۽ تنظيمي طاقت آهر انهن جي مزاحمت ۽ مخالفت پئي ڪئي آهي.

حقيقت ۾ ١٩٧٣ع کان پوءِ وارو عرصو گهڻو ڪري نظربند ٿي رهيو آهيان، مون کي ٻوريءَ ريت ماڻهن سان رابطي ڪرڻ، تنظيم ڪاري ڪرڻ ۽ پنهنجن خيالن کي نشر و اشاعت وسيلي پڌرو ڪرڻ کان مڪمل طرح روڪيو ويو. اهو عرصو سنڌ ۾ وڏن طوفانن، تبديلين ۽ حاڪمن طرفان پنهنجي من پسند فيصلن، نظرين ۽ ٽوڙ ڦوڙ واري عمل کي تيز ڪرڻ وارو رهيو آهي. حڪمرانن ۽ سنڌن ادارن ذوالفقار علي ڀٽي کي اقتدار تان لاهي، ڦاسيءَ تي ٽنگيو. ٻئي طرف اُن جي ردعمل کي روڪڻ لاءِ سنڌ ۾ مارشل لا جي سخت ضابطن کي عمل ۾ آڻيندي، سنڌ ۾ فوجي ڇانوڻين ۽ قانون نافذ ڪندڙ ادارن جو ڄار وڇائي، سنڌي ماڻهن کي مڪمل طرح مفلوج ۽ هراسان بنائڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. سنڌ جي نوجوانن کي نفسياتي ۽ جذباتي طرح بي ست ۽ هيٺو ٻڌائڻ لاءِ نہ رڳو جيلن ۾ بند ڪيو ويو، پر ڪن کي ٽارچر سيلن ۾ سخت اذيتون ڏئي ماريو ويو، ڪن کي معذور بنايو ويو ۽ جيلن ۾ ٽنڪن جون وحشيانا سزائون ڏئي سنڌن حوصلن ۽ همتن کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ٽنڪن هڻڻ وقت ڪنهن بہ انساني، اخلاقي ۽ قانوني معيار کي مد نظر نہ رکيو ويو، عمر ۽ جنس جو بہ فرق نہ ڏٺو ويو. اهو سڀڪجهہ سنڌوديش جي قومي آزاديءَ جي تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ ڪيو ويو. پر جڏهن نوجوانن ۽ قومي ڪارڪنن جي همت ٽٽڻ، جهڪڻ ۽ پست ٿيڻ کان انڪار ڪيو، تہ سنڌ جي ڳوٺن، روڊن ۽ يونيورسٽين ۾ ملٽري ۽ رينجرس، ايف سي ۽ پوليس ذريعي نوجوانن جي قافلن، ماڻهن جي جلوسن، تعليمي ادارن جي ڪلاس رومن تي وحشيانہ فائرنگون ڪري، سوين شاگرد، عام ڳوٺاڻا ۽ قومي ڪارڪن شهيد ڪيا ويا. رياستي جبر جو بدترين ۽ ڀيانڪ روپ اسان جي سنڌ جي ڳوٺن ۾ ايم. آر. ڊي جي ناعاقبت انديش

ليڊرن طرفان، ڳوٺاڻن ماڻهن کي رستن ۽ روڊن تي اَڻ وقت ڏسڻ ۾ آيو- جڏهن رستن تي قرآن شريف پڙهندڙ ماڻهن تي ٽئنڪون چاڙهيون ويون، ڳوٺن تي هوائي جهازن سان بمباري ڪرائي وئي، ڳوٺن کي باهيون ڏنيون ويون ۽ عورتن جي جلوسن تي به فائرنگ ڪئي وئي.

اٿون جيتوڻيڪ ايم. آر. ڊي ۾ شامل ڪونه هُئس ۽ نه ئي مون ايم. آر. ڊي جي ليڊرن جي موقف ۽ تحريڪ کي سنڌ لاءِ فائديمند سمجهيو ٿي، اُن جي باوجود سنڌي ماڻهن جو اهو قتل عام آئون برداشت ڪري نه سگهيس، مون عالمي ادارن مثال طور: اقوام متحده ۽ ايمنسٽي انٽرنيشنل کي ٽيليگرامس ذريعي اپيل ڪئي ته اُهي سنڌ جي معاملي ۾ غفلت نه ڪن، پر پنهنجو انساني فرض سمجهي، مداخلت ڪن ۽ سنڌ ۾ انساني ڪوس بند ڪرائين. انهيءَ موقعي تي مون هندستان جي وزيراعظم مادام اندرا گانڌيءَ کي پڻ خط موڪليو ته اُها پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري، سنڌي ماڻهن جو قتل عام بند ڪرائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري. اُن تي اندرا گانڌيءَ پارليامينٽ ۾ سنڌ جي مسئلي تي پنهنجي تشويش جو اظهار ڪيو هو.

ايم. آر. ڊي جي قتل عام کان پوءِ به حڪمرانن جي رت پياڪ طبعيت مطمئن نه ٿي ۽ هنن ۱۷ آڪٽوبر ۱۹۸۴ع تي سنڌي شاگردن جي بسن جي قافلي تي "ٿوڙي ڦاٽڪ" (لڳ مانجهند، ضلعي دادو) وٽ حملو ڪري، ۵ شاگردن کي شهيد ۽ سون کي زخمي ۽ گرفتار ڪيو. اِن اندوهناڪ واقعي تي به پاڪستاني حڪمرانن کي ڪو به ارمانُ ۽ افسوس ڪونه ٿيو، رهندو اهڙين ڪارروايِن ڪندڙن کي انعام ۽ بِلا ڏنا ويا. پر مون تي انهن واقعن جيڪو اثر ڪيو، اُن جو اظهار مون پنهنجي پراڻي سياسي رفيق ۽ برصغير جي آزاديءَ جي عظيم مجاهد، خان عبدالغفار خان جي سامهون، پنهنجي سالگره جي موقعي تي ۱۷ جنوري ۱۹۸٦ع تي سن ۾ هن ريت ڪيو:

"جناب والا!

جسماني طرح پاڪستان جي پوري تاريخ ۾ منهنجي ديس کي زنجيرن ۾ سوگهو ڪري ٻڌل رکيو ويو آهي. آئون ۲۴ سالن کان قيد ۽ نظربند آهيان. ڪوڙا، گوليون، ڦاسيون ۽ ٻيون اذيتون اسان جو مقدر بنجي ويون آهن. منهنجيءَ قوم جي بهادر پُٽن ۽ غيرتمندن نياڻين کي پنهنجي عمرين جو هڪ بهترين حصو جيل خانن ۽ اذيت گاهن ۾ گذارڻو پيو آهي. منهنجي تحريڪ جي بهادر فرزندن کي فوجي درندن منهنجي اکين آڏو گولين جو ٻڪ بنايو ۽ کين ذاڙيل ۽ چور جي لقبن سان نوازيو. اڄ به

سنڌ جا فرزند جيلن ۾ سڙي رهيا آهن. سموري پاڪستان جا سياسي قيدي آزاد ڪيا ويا آهن، پر اُن آزاديءَ جو سج مُون لاءِ ۽ منهنجي ترتيءَ جي فرزندن لاءِ اڃا اُڀريو نہ آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ سنڌي قوم جي گهرن تي جهازن ذريعي بمباري ڪئي وئي ۽ ڳوٺن ۽ فصلن کي باهيون لڳايون ويون، معصوم ٻارن ۽ عورتن کي هفتن تائين پاڻيءَ ۽ خوراڪ کان محروم رکيو ويو، قرآن پاڪ جي تلاوت ڪندڙ ماڻهن جي مٿان پوليس ۽ فوج جون ٽرڪون چاڙهيون ويون. ان صورتحال ۾ اسان محسوس ڪريون ٿا تہ اسان جا پائر نہ پر ڪو غير ملڪي ۽ غير قومي سامراج حڪومت ڪري رهيو آهي."

انهيءَ جلسي ۾ خان بادشاهہ بہ ان ڳالهہ سان سهمت ٿيو تہ آزاديءَ کان سواءِ قومن جي نجات جو ڪو بہ رستو ڪونهي ۽ اُتي موجود مسٽر ممتاز علي ڀٽي هزارين ماڻهن کان هٿ مٿي ڪٿائي، سنڌ جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ واسطي منهنجي خيالن جي تائيد ڪرائي.

چوڻ جو مطلب هيءُ آهي تہ جن خيالن جي اظهار ڪرڻ تي موجوده ڪيس تيار ڪيو ويو آهي، اهي خيال آئون ١٩٧٢ع کان وٺي باقاعده پنهنجي پارٽيءَ جي پروگرام طور ظاهر ڪندو اچان ٿو ۽ اهي منهنجا سوچيل سمجهيل خيال آهن، نہ ڪي وقتي وجدان يا هيجان جو نتيجو آهن.

انهيءَ ئي ڏهاڪي ۾ حڪمرانن طرفان سنڌ جي وجود لاءِ ٻہ ٻيا روڳ پيدا ڪيا ويا. هڪ شهرن ۾ نسلي ڇڪتاڻ ۽ ٻيو ڀهراڙين ۾ ڌاڙيل فيڪٽر. انهن ٻنهي مسئلن جي ڪري سنڌ ۾ نہ رڳو بدامنيءَ جي باهہ ڀڙڪي آهي، پر سنڌي سماج سياسي، معاشي، ثقافتي ۽ لساني طرح غير مستحڪم ۽ منتشر بڻجي ويو آهي، جنهن جو سنڌ جي قومي سلامتيءَ ۽ آزاديءَ واري سوچ جي بدران انفرادي يا گروهي سلامتي ۽ گروهي مفاد جي سوچ وڌي آهي. نتيجي طور حاڪم ٽريون، ڌاڙيلن ۽ فسادن کي روڪڻ جي بهاني سنڌ ۾ هٿياربند ايجنسين جي مقرريءَ ۾ مسلسل اضافي ڪرڻ سان گڏ سخت قانونن ۽ خاص عدالتن جو جار وڇائي، ماڻهن کي نفسياتي، ذهني ۽ سياسي طرح دٻائي ۽ ڪچلي رهيون آهن. انهن حالتن ۾ جڏهن تہ دُنيا هڪ نئين دور ۾ داخل ٿي چڪي آهي، مضبوط ترين بلاڪ (ڪميونسٽ بلاڪ) ٽٽي چڪو آهي ۽ اهڙيون قومون، جن ڪڏهن نظرياتي بندشن، ضابطن ۽ عقيدن سبب آزاديءَ جو خواب بہ نہ ڏٺو هو، سي اڄ عالمي منظر تي پنهنجي آزاد حيثيت سان نمودار ٿي چڪيون آهن. اُن وقت مون محسوس ڪيو تہ سنڌ جي آزاديءَ واري ڪيس کي

"نئين عالمي منظر نامي" ۾ وڏيڪ چٽائيءَ ۽ سگهه سان پيش ڪريان ۽ اُن سان گڏوگڏ عالمي سطح تي سامراجي بلاڪ جي هڪ هٽيءَ ۽ بالادستيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ عالمِ انسانيت جي ڏاهن اڳيان، اقوام متحده جي نئين جوڙجڪ جي سلسلي ۾ نئون خاڪو پيش ڪريان، ته جيئن دُنيا ۾ نه رڳو طبقن جو طبقن تي، قومن جو قومن تي ۽ سامراجي بلاڪ جو غريب ڪنڌن تي اثر، بالادستي ۽ استحصال ختم ٿئي ۽ دُنيا ايڪيهين صديءَ جي ڀرپور سج جو آزاد، باوقار ۽ پُر مسرت دلين ۽ ٽهڪندڙ چهرن سان استقبال ڪري، هزارين، سوين سال اڳ کان اچا تائين انسانيت جا خيرخواهه، ڏاها ۽ مدبر، جيڪو انسانيت جي ڀلي ۽ امن جو خواب ڏسندا آيا آهن، تنهن کي شاندار ۽ تابناڪ تعبير ملي سگهي،

هتي آئون پنهنجي اُها تقرير، جيڪا ١٧ جنوري ١٩٩٢ع تي نشترپارڪ، ڪراچي ۾ پنهنجي سالگره جي موقعي تي ڪئي هئم، سا پيش ڪريان ٿو.

"پيئرو ۽ پائرو
جيئي سنڌوديش!!

آئون اڄ پنهنجيءَ زندگيءَ جا ٨٨ سال پورا ڪري، ٨٩ سال ۾ پير رکي رهيو آهيان ۽ اوهان سڀ هيڏي وڏي تعداد ۾ سنڌ جي راڄڌانيءَ، ڪراچيءَ ۾ منهنجي سالگره جي موقعي تي اچي گڏ ٿيا آهيو. اُن لاءِ آئون اوهان جو دل جي گهراين سان شڪرگذار آهيان.

گذشته زماني تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿيندو ته منهنجو ۽ منهنجي خاندان جو دنيا جي قديم تهذيب جي مالڪ سرزمين سنڌ سان واسطو هئڻ سبب مون کي فطري طور پنهنجي مادر وطن سان بي انتها محبت رهي آهي ۽ اِن لازوال محبت جي ناتي ئي مون کي سنڌ جي سياست، سنڌ جي ڀلائيءَ، خوشحاليءَ ۽ آزاديءَ وارن معاملن ۾ دلچسپي وٺڻي پئي آهي. ان وات تي هلندي انگريز سامراج کان وٺي پنجاب سامراج جي سنڌ تي موجوده تسلط تائين، مون مختلف وقتن تي جيلن ۽ نظربندين ۾ گهاريو آهي ۽ حڪمران ۽ سنڌ مخالف ماڻهن جا الزام ۽ طعنا برداشت پئي ڪيا آهن.

اسان تي الزام، آندا جڳ جيئڻ جا!

هن صديءَ جي ابتدا ۾ مون سنڌ کي بمبئي پرڳڻي سان لاڳاپيل ڏٺو، جيڪو

لاڳاپو يا الحاق تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ اڳ نه رهيو هو. سنڌ (بمبئي پرڳڻي) جي گاديءَ جو هنڌ بمبئي ۾ هجڻ ڪري نهايت پري هو، جنهن تائين پهچڻ لاءِ سمنڊ، ڪڇ جو رڻ ۽ راجستان جو پَٽ لتاڙڻا پيا ٿي. انگريزن پنهنجن سامراجي ۽ تجارتي مفادن کي آڏو رکي، بمبئيءَ کي هر طرح ترقي وٺائڻ ۽ مضبوط بنائڻ پئي چاهيو. اُن ڪري سنڌ کي مڪمل طرح نظرانداز ڪيو پئي ويو. اِها معلومات حاصل ٿيڻ بعد محسوس ڪيو ويو ته سنڌ جو بمبئيءَ سان لاڳاپو غير فطري هو ۽ سنڌ جي اُن کان آزادي لازمي هُئي. اُن ڪري اسان سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي ۽ وڏيءَ جدوجهد بعد ۱۹۳٦ع ۾ وڃي سنڌ، بمبئيءَ جي محڪوميءَ مان آزادي حاصل ڪئي. پر ڏنو وڃي ته اسان کي انهيءَ آزاديءَ لاءِ تمام وڏي قيمت ادا ڪرڻي پئي. سکر بئراج جي قرضن واري سوال تي سنڌي هندن جي مفاد پرست مٺثين ڪلاس جي مخالفت ۽ انگريزن جي مفادن سان ٽڪراءَ سبب اسان کي هندستان جي ڪجهه اهڙين بنياد پرست جماعتن کان مدد حاصل ڪرڻي پئي، جن جي اثر کان اجا تائين نڪري نه سگهيا آهيون ۽ مستقبل ۾ الائي ڪيترو وقت اُن اثر هيٺ پوڻو پوي.

هندستان هڪ برصغير هو، جنهن جي مختلف علائقن جي آبهوا هڪ ٻئي کان مختلف هئي ۽ اُن ۾ مختلف نسلن، ٻولين ۽ مذهبن جا ماڻهو رهندا هئا. اُن جي ڪن حصن ۾ هندن جي ۽ ڪن ۾ مسلمانن جي اڪثريت هُئي. ڪٿي پوک، بارش تي ٿيندي هئي ۽ ڪٿي جديد آبپاشي نظام مو[illegible] هو. ڪن علائقن جي آبادي گنجان ۽ ڪن جي مختصر هئي. ڪن قومن جو دراوڙ نسل سان واسطو هو ۽ ڪي آريا نسل مان هيون. برصغير هندستان ۾ هندو مذهب کي مڃيندڙ دراوڙ، آريا ۽ ٻين نسلن جا ماڻهو ڪثير تعداد ۾ رهندا هُئا، پر اُن جي[illegible]د مسلمانن (عربن، مغلن ۽ افغانن وسيلي) اُن جي ڪافي حصن تي پنهنجو ق[illegible]ار قائم ڪري ورتو هو، اڳتي هلي انگريزن مسلمانن کان قبضو ڇڏائي[illegible]جي ه[illegible]ڪان تي پنهنجو تسلط ڄمائي ورتو. قديم دور ۾ هندستان کي متحد [illegible] لاءِ مهاراجا اشوڪ، وڪرماجيت ۽ شهنشاهه اڪبر به ڪوششون ڪيون هيون، پر اُهي ڪا خاص ڪاميابي حاصل نه ڪري سگهيا. پر انگريزن پنهنجي سامراجي قبضي دوران هندستان کي متحد رکڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ورتي. اڳتي هلي هندستان کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪوششون ٿيون ۽ تحريڪون هليون، جن جي نتيجي ۾ انگريزن کي رضا خوشيءَ يا مجبوريءَ سان هندستان کي آزادي ڏيڻي پئي.

سنڌ، تاريخ جي هڪ وڏي عرصي تائين آزاد ۽ خودمختيار ملڪ رهي آهي ۽ خود انگريزن سنڌ کي هڪ ملڪ جي حيثيت ۾ محڪوم بنايو هو. پر جيئن آئون مٿي ڄاڻائي آيو آهيان ته سنڌ تي اجتماعي قبضي ڪرڻ کان پوءِ انگريزن سنڌ کي جبري طور بمبئيءَ سان ملائي ڇڏيو، اُن ڪري اسان مجبوراً سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ واري جدوجهد وقت ڪن بنياد پرست جماعتن (مسلم ليگ وغيره) کان ڪن اهڙن شرطن کي قبول ڪندي، مدد حاصل ڪئي هئي، جن اسان جي مستقبل کي اونداهو ڪري ڇڏيو. انهن شرطن ۾ هڪ مسلم ليگ جو "مسلمانن جي جُداگانه قوم جو نظريو" هو، جنهن موجب مُلڪن جي جمهوري حق ۽ سنڌن جُداگانه قومن واري حيثيت ختم ٿي وئي ٿي. ٻيو شرط "جُداگانه چونڊن جو سرشتو" هو، جنهن موجب مذهب کي سياست ۾ گڏڻ، مسلمانن کي مذهب جي بنياد تي جُدا قوم مڃڻ ۽ اسلامي شريعت جي نفاذ جهڙيون بدعتون قبول ڪرڻيون پيون ٿي. مٿان وري بدقسمتي اها، جو باوجود سيڪيولر روايتن جي حامي ۽ ترقي يافته هجڻ جي انگريزن پڻ پنهنجي سامراجي مفادن خاطر مذڪوره بدعتن جي مڃيندڙ جماعت (مسلم ليگ) جي سرپرستي ڪئي. نتيجي طور هڪ طرف هندن جي مفادپرست مٿئين ڪلاس جي مخالفت سبب اسان کي سکر بئراج جي قرضن جي سوال تي گورنر جي مخصوص اختيارن جو شڪار ٿيڻو پيو ته ٻئي طرف تاريخ جي منافي "مسلم قوميت" جي نظريي مڃڻ [illegible]، سنڌ جي جداگانه قومي حيثيت ختم ٿي وئي. جنهن ڪري اڳتي هلي اسان کي وڏين مشڪلاتن سان مُنهن ڏيڻو پيو ۽ پاڪستان جي نالي ۾ "پنجاب سامراج" جي غلاميءَ ۾ رهڻو پيو. جنهن غلاميءَ مان جند ڇڏائڻ لاءِ مسلسل جدوجهد [illegible]صروف آهيون. پر اڃا آزادي حاصل نه ڪري سگهيا آهيون.

هن وقت گذريل ٻن مهايا[illegible]لڙاين [illegible] نتيجن کان پوءِ اسان ڏِسي رهيا آهيون ته دنيا کي "نئين ورلڊ آرڊر" (New World Order) جي ضرورت محسوس ٿي رهي آهي. هن وقت تائين جمهوريت، سوشلسٽ ملڪن جو بلاڪ، سرمائيدار ملڪن جو بلاڪ ۽ اقوام متحده پنهنجا تصور وڃائي چُڪا آهن. ڪميونزم جا داعي ملڪ، قومپرستيءَ جي لُهر اڳو پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪري چُڪا آهن. جڏهن ته سرمائيدار ملڪ، اقوام متحده تي مڪمل طور اثر انداز ٿي، دنيا تي پنهنجي هڪ هٽي (Monopoly) قائم ڪرڻ جي شروعات ڪري چُڪا آهن. پر بدليل عالمي

حالتون، ان ڳالهه جي بلڪل مخالفت ۾ آهن. جتي سوويت يونين جهڙي مضبوط عالمي قوت. حالتن ۽ تضادن جي سَٽَ نہ سهي، پنهنجو وجود وڃائي چُڪي آهي، اُتي هي سرمائيدار مُلڪ ڪهڙيءَ طرح دنيا جي مختلف حصن ۾ پنهنجون هٺ ٺوڪيون حڪومتون قائم رکي، باقي بچيل غلام ملڪن کي آزادي حاصل ڪرڻ کان روڪي سگهندا؟

سنڌ ملڪ ۽ سنڌي قوم، اقوام متحده جي ستر سيڪڙو (70%) ميمبر ملڪن ۽ قومن کان آباديءَ، ايراضيءَ ۽ پيدائش ۾ وڌيڪ ۽ اڳيري آهي. اُها آخرڪار ڏنڊي ۽ غلط نظرين جي زور تي ڪيترو وقت غلام رهي سگهندي؟ جتي بروناڻي، بحرين ۽ مالديپ جهڙا ننڍڙا ۽ جيتامڙا مُلڪ، آزاد ملڪن جي حيثيت ۾ اقوام متحده جا ميمبر آهن، اُتي سنڌ اڃا وڌيڪ عرصو غلاميءَ هيٺ رهي، ناممڪن آهي!

هينئر نيو ورلڊ آرڊر (New World Order) جون ڳالهيون ٿي رهيون آهن ۽ اقوام متحده جا ڪيتراڻي مُلڪ اُن "نيو ورلڊ آرڊر" ۾ شامل سمجهيا وڃن ٿا. معلوم هجڻ گهرجي تہ اقوام متحده جي موجوده جوڙجڪ، ٻن مهاڀاري لڙاين جي تباهڪارين جي نتيجي ۾ ڪئي وئي هُئي ۽ اُن ۾ بنا ڪنهن ڳڻ ڳوت جي، حالتن جي مدنظر ابتدا ۾ دُنيا جي چئن وڏين طاقتن ۽ بعد ۾ پنجين طاقت چين کي "ويٽو پاور" (Veto Power) ڏنو ويو هو، جنهن موجب ڪن ملڪن کي اقوام متحده جو ميمبر بنايو ويو ٿي ۽ ڪن ملڪن کي ان جي ميمبر شپ کان محروم رکيو ويو ٿي. پر اها اقوام متحده هن وقت هڪ غير موثر ۽ ناڪاره ادارو بنجي چڪو آهي. درحقيقت ان ۾ ويٽو پاور (Veto Power) چند مخصوص ملڪن کي ڏيڻ بدران ملڪن جي چند "وڏن گروپن" جهڙوڪ: سوشلسٽ ملڪن جي گروپ، سرمائيدار ملڪن جي گروپ، روحاني پسمنظر رکندڙ ملڪن جي گروپ، ڪثير آباديءَ واري ملڪن جي گروپ (Thickly populated countries) ۽ گهٽ آباديءَ وارن ملڪن جي گروپ (Irid countries group) کي ڏيڻ کپي ها. هن وقت اقوام متحده تي پنجن خاص ملڪن يعني آمريڪا، برطانيا، فرانس، چين ۽ رشيا (سوويت يونين جي ٽٽي وڃڻ واريءَ حالت ۾) جي هڪ هٽي (Monopoly) قائم آهي ۽ ڪيترا وڏا ملڪ جهڙوڪ: هندستان، انڊونيشيا ۽ بنگلاديش، جن جي آدمشماري ڪروڙن ۾ آهي، ويٽو جي پاور کان محروم آهن. ان

کان سواءِ اقوام متحده جي موجوده جوڙجڪ موجب، جنهن صورت ۾ اُن جي اختيارن تي ملڪن جي گروپن بدران "مخصوص ملڪ" قابض آهن، اُن ڪري نون آزاد ٿيل ۽ پوئتي پيل ملڪن کي دنيا جي هن سائنسي ۽ جديد ٽيڪنالاجيءَ واري ترقي يافته دور ۾ ڪيترين ڳالهين ۽ ترجيحن کان محروم رکيو ويو آهي. اُن ڪري، موجوده تيزيءَ سان تبديل ٿيندڙ عالمي حالتن کي مدنظر رکي، هن وقت مناسب اهو ٿيندو ته اقوام متحده جي موجوده جوڙجڪ کي تبديل ڪري، اُن کي پنجن "مستقل مفاد" ملڪن جي قبضي (ويٽو پاور جي لحاظ کان) مان ڪڍي، مٿي ڄاڻايل "ملڪن جي پنجن گروهن" – سوشلزم جو پس منظر رکندڙ ملڪن جي گروپ، سرمائيداري نظام هيٺ هلندڙ ملڪن جي گروپ، روحاني پس منظر رکندڙ ملڪن جي گروپ، ڪثير آبادي وارن ملڪن جي گروپ (Group of thickly populated countries) ۽ گهٽ آباديءَ وارن ملڪن جي گروپ (Group of thinly populated countries) جي نظرداريءَ ۾ ڏنو وڃي. اقوام متحده جي ان نئين جوڙجڪ کي عمل ۾ آڻڻ کان اڳ، دنيا جي سمورين محڪوم قومن – ملڪن کي آزادي ڏياري، ڪين آزاد ڇڏيو وڃي ته اُهي پنهنجيءَ خواهش ۽ سوچ پٽاندڙ مٿي ڄاڻايل "ملڪن جي گروپن" مان ڪنهن جا به ميمبر بنجي، بعد ۾ نئين جوڙجڪ واري اقوام متحده جي ميمبر شپ حاصل ڪن.

اُن سان گڏ، انگريزن ۽ سنڌن حوارين جي مفادن وٽان قائم ڪيل غير فطري ملڪ پاڪستان توڙي هندستان جي جوڙجڪ به نئين ٿيڻ گهرجي، جنهن موجب سنڌ، بلوچستان، پختونخوا ۽ سرائيڪي ديس کي آزاد ملڪن جي حيثيت ڏئي، ڪين اهو موقعو (Chance) فراهم ڪيو وڃي ته انهن مان هر مُلڪ – افغانستان، عراق، ايران، ترڪي، شام، فلسطين، مصر، اردن ۽ ٻين عرب ملڪن تي مشتمل "روحاني پس منظر رکندڙ ملڪن جي گروپ" ۾ شامل ٿيڻ چاهي ٿو يا هندستان، بنگلاديش، سريلنڪا، ڀوٽان، نيپال ۽ برما تي مشتمل ملڪن واري گروپ ۾ شامل ٿيڻ جو خواهشمند آهي. اهڙيءَ صورت ۾ آزاديءَ بعد سنڌي ماڻهو پنهنجيءَ مرضيءَ سان ڪنهن به گرپ ۾ شامل ٿيڻ جو حق محفوظ رکن ٿا.

منهنجي خيال ۾ هن وقت دنيا جنهن جنگ ۽ ائٽمي تباهڪاريءَ جي خطري کان بچڻ گهري ٿي ۽ دائمي امن، اتحاد، ڀائيچاري ۽ بقائي باهميءَ (Co-existance) جي جنهن ضرورت کي محسوس ڪري رهي آهي، اُن کي صرف ۽ صرف مٿي ڄاڻايل

تجويز موجب ممڪن بنائي سگهجي ٿو.

اڄوڪيءَ منهنجي سالگره جي موقعي تي مون وٽ هر قسم جي استحصال، خطري ۽ غلاميءَ کان آزاد سنڌ ۽ دُنيا لاءِ اهو ئي عالمي پيغام آهي، جنهن کي پنهنجي سمجهه ۽ فهم موجب اوهان جي آڏو پيش ڪرڻ جي جسارت ڪئي اٿم.

جيئي سنڌوديش! جيئي عالم انسانيت!

والسلام!
غلام مرتضيٰ!
*(G.M.SYED)*

جناب والا!

مون پنهنجي بيان ۾ بار بار آزاد سنڌ ۽ سنڌوديش جو نہ رڳو ذڪر ڪيو آهي، پر اُن کي پنهنجو نصب العين ظاهر ڪيو آهي ۽ اُن جي قائم ڪرڻ لاءِ سڄي عمر مختلف روپن ۽ پليٽفارمن تان جدوجهد ڪندو آيو آهيان. اِهو ان لاءِ نہ، تہ آئون ڪنهن ملڪ جو ڪو ٽڪرو ڪٽي، پنهنجي هوسِ اقتدار کي پورو ڪرڻ چاهيان ٿو، پر آئون تہ هڪ اهڙي ملڪ جي اصلي حيثيت بحال ڪرائڻ ۽ اُن جي نئين سر تشڪيل ۽ صورتگري ڪرڻ چاهيان ٿو، جيڪو ملڪ هزارها سالن کان هن زمين جي گولي تي پنهنجي خاصيتن، خوبين، خوشحالين ۽ نرالپ سان موجود پئي رهيو آهي. ماضيءَ جي ڊگهيءَ تاريخ کي ڇڏي، هتي توهان کي صرف پيغمبر اسلام جي پيدائش کان شروع ٿيل دور ۾ سنڌ جي آزاد حڪومت ۽ آزاد ملڪ واري حيثيت سان اُن جي تاريخ ٻڌايان ٿو.

پيغمبر اسلام صلعم ٥٧١ع ۾ پيدا ٿيو ۽ سندس پيدائش کان ١٢١ سال اڳ بہ سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي آزاد حڪومت قائم هئي، جيڪا ٦٣٢ع تائين ذري گهٽ موجوده سموري پاڪستان، ڪڇ، راجستان ۽ افغانستان جي ڪن حصن تي مشتمل هئي. اُن کان پوءِ برهمڻ گهراڻي جي آزاد حڪومت ٦٣٢ع کان ٧١٢ع تائين انهيءَ ساڳيءَ ايراضيءَ تي مشتمل رهي. انهيءَ ئي عرصي ۾ رسول پاڪ صلعم جن جي سموري زندگي، خلافت راشده جو پورو دور ۽ بني اُميہ جو ابتدائي دور شامل آهي. خلافت وارو عرصو ۽ بني اُميہ دور جا ابتدائي سال، جڏهن مسلمان هڪ هٿي جو

گلو ڪٽڻ ۽ هڪبئي جي قبرن کوٽڻ جي مشغلي ۾ مشغول هئا، اُن وقت سنڌ ۾ خوشحال ۽ پُرامن، منظم ۽ مهذب حڪومت موجود هُئي. ٧١٢ع ۾ عربن حملو ڪري سنڌ جي انهيءَ منظم، متمدن ۽ آزاد حڪومت کي تلوار جي ذريعي فتح ڪري، بدامنيءَ، انتشار ۽ غلاميءَ جي منحوس ديو جي چنبن ۾ اُڇلائي ڇڏيو.

هتي هڪ دلچسپ حقيقت ٻڌايان ته پاڪستاني حڪمران چوندا رهن ٿا ته پاڪستان اُن ڏينهن ٺهيو، جنهن ڏينهن ابنِ قاسم سنڌ ۾ وارد ٿيو. گويا ڪِ پاڪستاني حڪمران، ابن قاسم جا وارث ۽ پاڪستان، اُمي حڪومت جو نمونو آهي. توهان کي ته خبر ئي آهي ته ابنِ قاسم هڪ وحشيانه ۽ ظالمانه حڪمران وليد بن عبدالمالڪ جي گورنر، حجاج بن يوسف جو نمائندو ٿي سنڌ ۾ وارد ٿيو هو ۽ حجاج بن يوسف لاءِ اسلام جا سڀئي مؤرخ اتفاق راءِ سان چون ٿا ته قيامت جي ڏينهن سموريءَ دنيا جا ظالم هڪڙي پاسي بيهاريا ويندا ۽ مسلمانن طرفان صرف حجاج بن يوسف کي پيش ڪجي ته به حجاج وارو پاسو ڳورو ٿيندو- ۽ اُموي حڪومت، جنهن جي شروعات اهلبيت ڪرام جي قتل ۽ مسلمانن ۾ عظيم انتشار سان شروع ٿي، جنهن ۾ جيترا حق پرست، عالم، حافظ القرآن، فقيه ۽ درويش قتل ڪيا ويا، ايترا شايد ئي ڪنهن ٻئي دور حڪومت ۾ قتل ڪيا ويا هجن. انهيءَ دور کي ئي ڏسي مولانا آزاد اهو چيو هو ته "ايشيا ۾ سياست هميشه مذهب جي پاڇي هيٺ رهي آهي ۽ جتي ڪيترا حق پرست سياسي مخالفت سبب قتل ڪيا ويا، جن تي مذهب جي سفيد چادر وڌي وئي. اهڙي ماحول ۾ مفتيءَ جو قلم ۽ جلاد جي تلوار گڏوگڏ استعمال ٿي آهي."

هن وقت جيڪڏهن پاڪستاني حڪمران حق گهرندڙن ۽ حريت پسندن جي خلاف ظالمانه ۽ وحشيانه ڪارروايُن سان گڏ ڦرلٽ ۽ غارتگري ڪن ٿا، ته اهو گوياڪِ حجاج بن يوسف ۽ اُموي بادشاهت جي سنت تي عمل ڪري رهيا آهن.

سنڌ ۾ عربن جو اهو وحشيانه دور، غزنوين هٿان اختتام پذير ٿيو ۽ غزنوين کان پوءِ سنڌي ماڻهن سومرن جي اڳواڻيءَ ۾ ١٠٥٣ع کان ١٣٥٠ع تائين پورا ٽي سؤ سال سنڌ ۾ آزاديءَ سان حڪومت ڪئي، جيڪا خوشحال، آزاد ۽ رعيت پرور هُئي. انهيءَ ئي دور ۾ سنڌ جا رومانوي داستان پروان چڙهيا، جن اڳتي هلي اسان جي عظيم ڪلاسيڪي شاعريءَ جي اوج لاءِ بنياد ۽ مواد فراهم ڪيو. سومرن جي پوئين دور ۾ خلجين جي حملي سبب سنڌ ۾ انتشار پيدا ٿيو ۽ مرڪزي آزاد حڪومت منتشر ٿي وئي، پر سنڌ جي مختلف حصن مان سنڌي حاڪمن جو اقتدار

۽ اختيار بلڪل ختم نہ ٿيو. انهيءَ انتشار کي سموهي، يڪ وجود متحده سنڌ جي آزاد حڪومت وري نج سنڌي سما گهراڻي برپا ڪئي، جيڪا ۱۳۵۱ع کان ۱۵۵۱ع تائين پورا ۲۰۰ سال برقرار رهي. هن دور ۾ سنڌ علم، فن، شاعريءَ، تعميرات، ٽيڪسٽائل صنعت، سنگتراشيءَ، ڪاشي گريءَ، زراعت، باغبانيءَ، تصنيف ۽ تاليف، تصوف ۽ حب الوطني جا بي مثال بنياد فراهم ڪيا ۽ سنڌ مڪمل طرح امن امان جو گهوارو بڻجي وئي. ان دور جي سنڌ جي آزاد بادشاهن جي عدل و انصاف ۽ امن پروريءَ جا بہ مثال اڄ تائين هتي ڏيڻ چاهيان ٿو.

(۱) هڪ ڏينهن ڄام خيرالدين (ولد تماچي) سمي سير ڪندي هڪ ڪڏ ۾ ڪجهہ انساني هڏين جا ڍانچا ڏٺا. هڪدم پنهنجي ساٿين کي چوڻ لڳو تہ ”هي ڪي بيگناهہ ماريا ويا آهن ۽ مون کان انصاف گهري رهيا آهن.“ تحقيقات بعد خبر پئي تہ ست سال اڳ گجرات جي هڪ واپاري قافلي کي ڪن رهزنن قتل ڪري سندن مال ڦري ڇڏيو هو. پاڻ نہ رڳو اهو مال هٿ ڪري، مقتولن جي وارثن کي ڏياريائين، پر قاتلن کي جوڳي سزا ڏنائين.

اهو ڄام خيرالدين ئي هو، جنهن دهليءَ جي هاڪاري بادشاهہ فيروز شاهہ تغلق کي منهنجي ڳوٺ سن جي پرسان شڪست ڏئي سنڌ مان ڀڄائي ڪڍيو هو.

(۲) ٻيو واقعو ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڊي سان واسطو رکي ٿو. هيءُ سنڌ جو اهو هاڪارو حڪمران هو، جنهن سنڌ تي ايترا ئي سال حڪومت ڪئي، جيترا سال هندستان تي اڪبر اعظم حڪومت ڪئي. ڄام نظام الدين جي سلسلي ۾ سنڌ جو مايہ ناز مورخ مير علي شير قانع لکي ٿو تہ هُو روزانو صبح جو پنهنجي گهوڙن جي پٺن تي هٿ ڦيرائي چوندو هو تہ ”خُدا اهو ڏينهن نہ آڻي جو توهان تي چڙهي، اوهان ڪنهن پاڙيسري ملڪ تي حملو ڪري اُن جي رعيت کي آزاريان.“

اِها آزاد حڪومت ۱۵۵۱ع ۾ ختم ٿي ۽ ارغونن سنڌ تي قبضو ڪري ورتو. ارغونن، ترخانن ۽ مغلن سنڌ ۾ جيڪا ماهہ ماري ۽ ممڻ مچايو، تنهن سان سنڌ جون تاريخون ڀريون پيون آهن ۽ ارغونن جي قبضي کي ئي اُن وقت جي شاعرن ”خرابئي سنڌ“ سان تعبير ڪيو هو. اِهو ارغونن، ترخانن ۽ مغلن سميت ڌارين حاڪمن جو دور حڪومت پوڻا ٻہ سو ورهيہ هليو. جنهن ۾ هڪ طرف حاڪمن طرفان هر ظلم، جيڪو انساني ذهن ايجاد ڪري سگهيو ٿي، سنڌ جي ماڻهن جي مٿان ڪيو ويو ۽ سنڌي قوم کي صفحۂ هستي تان سندس زبان ۽ تهذيب سميت ميسارڻ جي ڀرپور

ڪوشش ڪئي وئي تہ ٻئي طرف سنڌي ماڻهن، ڪنهن بادشاهہ ۽ سردار جي غيرموجودگيءَ ۾ وطن جي آزاديءَ جي محبت ۾ اهڙي ڪا بہ قرباني جيڪا انساني جذبي جي ماتحت ٿي سگهي ٿي، سا ڏيڻ کان نہ ڪيٻايو. اهو ئي مشترڪہ دور آهي، جنهن ۾ اسان جي مُرشد ۽ سنڌ جي لازوال فرزند مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙايو ويو. دولهہ دريا خان کي پُٽن سميت شهيد ڪيو ويو. شاهہ حيدر سنائي جلاوطن ٿيڻ تي مجبور ٿيو ۽ بکر کان ٺٽي تائين سموري سنڌ ترارن، ڀالن ۽ گهوڙن جي سنبن جي آواز سان گونجي رهي هئي ۽ رت ۽ باهہ جو کيل سنڌ ۾ ڪڏهن بہ بند نہ ٿيو. پوءِ بہ سنڌي ماڻهن ڀڪي جي عزت ۽ لوئيءَ جي لڄ سلامت رکي ۽ سنڌ کي وري ١٧٣٦ع ۾ مڪمل آزاد ۽ خودمختيار ديش جي صورت ۾ حاصل ڪري ورتو. اهو آزاديءَ وارو دور ١٨٤٣ع تائين ڪلهوڙن ۽ ميرن جي مجموعي حڪومت جي صورت ۾ برقرار رهيو.

ان مان توهان اندازو لڳايو تہ اٿون جيڪا آزاد سنڌوديش جي گهُر ڪري رهيو آهيان ۽ جنهن گهر جي جرم ۾ اڄ مجرمن جي ڪٽهڙي ۾ بيٺو آهيان، اها ڪا مُنهجي ايجاد نہ آهي، پر هڪ تاريخ ساز دور آهي ۽ اهڙي جُرم جي خواهش اٿون سنڌ جي هر ماڻهو کان ڪريان ٿو، خواه اهو عدالت جي ڪرسيءَ تي ويٺو هجي يا اقتدار جي مسنِد اعليٰ تي.

جناب والا!

جنهن سنڌ کي اٿون سنڌوديش سڏي رهيو آهيان، ۽ سنڌوديش ٺاهڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهيان، اُهو ملڪ سنڌ، تاريخ جي تمام ڊگهي عرصي ۾ انهيءَ نالي سان سڏبو رهيو آهي.

مُون سنڌوديش کي سنڌي ماڻهن جي منزلِ مقصود طور ٣١ مارچ ١٩٧٣ع ۾ سنڌي شاگردن پاران سنڌ يونيورسٽيءَ، مون سان ملهايل شام جي موقعي تي پنهنجي صدارتي تقرير ۾ پيش ڪيو هو. اُن جو واسطيدار ٽڪرو هيءُ آهي.

"اٿون": غور فڪر ۽ تجربي بعد اُن نتيجي تي پهتو آهيان تہ سنڌ جا رهاڪو زبان، ڪلچر، تاريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفادن جي بنياد تي جُدا قوم آهن، ۽ قومن جي حق خوداراديءَ جي آڌار تي پنهنجا سياسي، اقتصادي، ڪلچرل آزاديءَ، خوشحاليءَ ۽ ترقيءَ جا فيصلا ڪرڻ جا حقدار آهن. اُن جي لاءِ هنن کي سنڌوديش حاصل ڪرڻ گهرجي. سنڌوديش، برصغير پاڪ و هند ۾ هزارين ورهين کان جداگانہ تاريخي ملڪ رهيو آهي، ۽ دنيا جي ٻين ملڪن وانگر ان کي پنهنجي

مستقبل جي فيصلي ڪرڻ جو هرڪو حق آهي. هتي آئون توهان کي سنڌوديش جي معنيٰ ٻڌايان ٿو.

سنڌوديش جي معنيٰ سنڌو طاس جي موجوده سنڌ ملڪ واري آزاد، ايراضي آهي. اِن ملڪ هزارن ورهين کان پنهنجي علحده حيثيت قائم رکي آهي. سنڌ ۽ سنڌوديش ۾ تفاوت اهو آهي تہ سنڌ ۾ ساري "انڊس ويليءَ" (Indus-Valley) وارو ملڪ اچي وڃي ٿو، پر سنڌوديش ۾ صرف موجوده سنڌ جي ايراضي آهي. جيئن بنگال جي معنيٰ ايرندو ۽ الهندو گڏيل بنگال آهي ۽ بنگلاديش جي معنيٰ صرف ايرندي بنگال وارو آزاد ملڪ آهي.

سنڌوديش جي نالي وٺڻ مان، اسان جو مقصد اُن خطہ زمين جي سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقي ٿئي ٿو، جا هن وقت صوبہ سنڌ تي مشتمل آهي."

هن تقرير تان ڏمرجي سرڪار مون کي ٦ مئي ١٩٧٣ع تي نظربند ڪيو ۽ ١٢ مئي ١٩٧٣ تي نظربنديءَ جا سبب، منهنجيءَ مڪمل تقرير جي ڪاپي سميت هڪ حڪمنامي ذريعي سرڪار طرفان مون ڏانهن موڪلي ڏنا. جنهن جو نقل هت شامل آهي:

سنڌ حڪومت
وزارت داخلا
ڪراچي، ٢ مئي، ١٩٧٣ع

## نظربنديءَ لاءِ سببن جو ياداشت نامو

تو، مسٽر جي ايم سيد ولد محمد شاهہ ويٺل سن ضلعو دادو، ڪي، ضابطہ ٣٢ جي فقري (I) دفعي (b)، (f) ۽ ان سان گڏ، ڊفينس آف پاڪستان جي ضابطي ٢١٣ تحت ۽ حڪم نامي نمبر ٩٠٥٣ تاريخ ٦ مئي، ١٩٧٣ع مطابق سنڌ حڪومت ٽن مهينن لاءِ نظر بند ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو آهي. انهيءَ مقصد سان تہ توکي ان طرز عمل کان روڪي سگهو، جيڪو عوامي سلامتي، سنڌ صوبي جي امن امان ۽ پاڪستان جي سلامتيءَ لاءِ هاڃيڪار آهي، جنهن جا هيٺيان بنياد ۽ سبب آهن:

(١) تاريخ ٣ مارچ، ١٩٧٣ع تي تو سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو ۾ هڪ اعتراض جوڳي تقرير ڪئي هئي، جيڪا هيٺ ڏجي ٿي:

## سنڌ يونيورسٽي جي شاگردن سان شام

عزيز دوستو!

اوهان سان شام ملهائڻ ياقوتي ڪائڻ جي برابر آهي. هھڙن وقتن تي ضروري ٿئي ٿو تہ ڪجهہ پڌجي ۽ ڪجهہ پڌائجي. مون اوهان کي ۴ مارچ تي آگاه ڪيو هو، تہ سگهو ئي وقت اچڻ وارو آهي، جڏهن اوهان تي وڏين جوابدارين جو بار پوي، تنهن لاءِ اوهان کي تيار ٿيڻو آهي. صرف صالح ۽ لائق مائهو اِن امتحان مان ڪامياب ٿي نڪرن ٿا. جيل ۾ وڃڻ ۽ لٺيون جهلڻ سولو ڪم آهي، پر جوابداريءَ جو بار سنڀالڻ اوکو آهي. ان ڪم جي سرانجامي لاءِ اوهان کي مخلص ڪارڪنن جو گروهہ پيدا ڪرڻو پوندو. جي سنڌ جي سياسي، سماجي، ۽ اقتصادي مسئلن کي پوريءَ طرح سمجهي سگهن ۽ سنڌن ذهن صاف ٿيڻ بعد هم خيال ڪارڪنن جو تعداد وڌائين.

اوهان کي هينين مسئلن تي غور فڪر بعد صحيح نتيجن تي پهچڻو آهي

(۱) **قومي نظريي** جي مختلف تصورن جي معلومات حاصل ڪرڻ بعد هڪ نظريي کي قبول ڪرڻو آهي. آئون غور فڪر ۽ تجربي بعد ان نتيجي تي پهتو آهيان، تہ سنڌ جا رهاڪو زبان، ڪلچر، تواريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي بنياد تي جُدا قوم آهن ۽ قومن جي حق خودارادي‌ءَ جي آڌار تي سنڌن سياسي، اقتصادي ۽ ڪلچرل آزادي خوشحالي ۽ ترقي لاءِ پاڻ فيصلا ڪرڻ جا حقدار آهن.

(۲) **سنڌوديش** برصغير پاڪ هند ۾ هزارن ورهين کان جداگانہ تاريخي ملڪ رهيو آهي ۽ دنيا جي ٻين ملڪن وانگر ڪيس پنهنجي مستقبل جي فيصلي ڪرڻ جو هر ڪو حق آهي.

(۳) **سنڌ جي زبان** قديم وقت کان سنڌي زبان رهي آهي. اِها پاڪستان ۾ سڀ کان زياده جهوني ۽ شاهوڪار زبان آهي، ان ڪري ملڪ جي سرڪاري ۽ قومي زبان ٿيڻ جو ان کي هر ڪو حق آهي.

(۴) **ملڪي آئين سازيءَ** جي مسئلي کي سمجهڻ لاءِ ٻهرين اِن ڳالهہ جو فيصلو ڪرڻو پوندو تہ آئين هڪ قوم جي بنياد تي ناهيو وڃي ٿو يا ڇڻن قومن جي بنياد تي. پهرئين نظريي مطابق سنڌي اقليت ۾ ٿي ٻين اڪثريت وارن صوبن جي ڪثرت راءِ جا محتاج ٿيندا. ٻئي مطابق ڪو بہ آئين سنڌين جي رضامنديءَ کان سواءِ ٺهي نہ سگهندو.

(i) هڪ قومي نظريي جي آڌار تي اڪثريت وارو صوبو سندس تعداد، پيسي، ملٽري ۽ سول سروس جي آڌار تي سنڌ تي حاوي رهندو، جنهن ڪري سنڌ

جي پٺسي ۾ سنڌ تي مسلط رهندو.

(ii) ان نظريي جي آڌار تي سنڌ جي ڪمائي، ٽيڪس، زمين، ڪارخانن ۽ نوڪرين تي ٻين ملڪن جو استحصال رهندو.

(iii) اِن نظريي جي آڌار تي هتان پئسا ڪمائي ماڻهو ٻاهر کڻي ويندا.

(iv) ان نظريي جي آڌار تي نظريہ پاڪستان، اسلامي آئين ۽ مضبوط مرڪز جي چنبي مان نڪري نہ سگهنداسون.

(v) ان نظريي جي آڌار تي ٻاهرينءَ مڻاسڻا، واپار، بئنڪن، ريلوي، پوسٽ، ريڊيو، ٽيليويزن، ٽيليگراف، ڪائين ۽ اقتصادي ادارن تي مرڪزي حڪومت جو قبضو رهندو.

(vi) ان نظريي جي آڌار تي دفاع، خارجيہ معاملات ۽ ڪرنسيءَ کان سواءِ ٻين کاتن تي، مرڪز کي اختيار رهندا.

(vii) ان نظريي جي آڌار تي مرڪزي اسيمبليءَ ۾ سنڌين کي آباديءَ جي لحاظ تي نمائندگي ملندي.

(viii) ان نظريي جي آڌار تي مرڪزي حڪومت ۾ نوڪرين ۾ هن وقت وانگر صرف هڪ سيڪڙو نوڪريون ملنديون.

(ix) ان نظريي جي آڌار تي سول سروس مرڪزي حڪومت جي هٿ ۾ رهڻ ڪري صوبائي خودمختياري اجائي تي پوندي.

(x) ان نظريي جي آڌار تي ملڪ جي قومي زبان غير ملڪي زبان اردو ٿيندي.

(xi) ان نظريي جي آڌار تي ملڪ ۾ مذهب ۽ سياست گڏيا رهندا.

(xii) اِن نظريي جي آڌار تي پرواري ملڪن سان مخاصمت جي پاليسي جاري رهندي.

(xiii) اِن نظريي جي آڌار تي ٻين صوبن جي ماڻهن کي سنڌ ۾ ڪالونائيز ڪرڻ جي ڇوٽ هوندي.

(xiv) اِن نظريي جي آڌار تي سوشلزم پوري طرح رائج ٿي نہ سگهندو.

(٥) **سنڌي ڪلچر** سنڌ کي گذريل ڇهن هزار ورهين جي تاريخ آهي، جنهن جي بنياد تي هن پنهنجو قومي ڪردار ۽ ڪلچر ناهيو آهي. اهي اسان جا قومي ورثا آهن، انهن کي وساري نون آيل ماڻهن جي ڪلچر ۾ سمائجي وڃڻ اسان لاءِ پاڻ وسارڻ جي برابر ٿيندو.

(٦) **سامراجي مفاد جو استحصال:** اسان کي ان ڳالهہ بابت بہ ذهن صاف ڪرڻا آهن، تہ اهي ڪهڙا مستقل مفاد آهن، جي اسان جو استحصال ڪن ٿا.

ٿوري غور بعد پتو پوندو تہ مهاجر پنجابي مستقل مفاد اسان جي سياسي آزادي سلب ڪري ويٺا آهن. اسان جي اقتصاديات تي قابض آهن. اسان جي ڪلچر تي غلبو ڪري ويا آهن. ان جي سدباب لاءِ ويچار ڪرڻو ٿو.

**(٧) قومپرستي ڇا ڪي چئبي ٿو؟:** متي چئي آيو آهيان تہ اسان سنڌ جي جداگانہ قوم ميجون ٿا، پر ڏسڻو آهي تہ سنڌي قومپرستيءَ جا بنيادي متا ڪهڙا آهن؟

(الف) پاڪستان هڪ ملڪ نہ بلڪ چئن جدا ملڪن جو مجموعو آهي، ۾ اعتماد رکڻ.

(ب) سنڌي، وطن، زبان، ڪلچر، تواريخي روايات، سياسي ۽ اقتصادي مفاد جي بنياد تي جدا قوم آهن.

(ت) سنڌي جدا قوم جي حيثيت ۾ پنهنجي مستقبل بابت فيصلي ڪرڻ جو حق رکن ٿا.

(ث) سنڌي قومپرستيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽون، نظريہ پاڪستان، اسلامي نظام حڪومت، مضبوط مرڪز ۽ پاڪستان جا مجموعي مفاد آهن.

**(٨) سيڪيولر نظام حڪومت:** ساري دنيا ۾ حڪومتي نظام سيڪيولر بنيادن تي بدل آهن، پر هتي پاڪستان ۾ هڪ سامراجي مستقل مفاد عوام جو توجهہ ملڪ جي حقيقي مسئلن کان هٽائڻ لاءِ اسلامي نظام حڪومت جو راڳ ڳائي رهيو آهي. ان جو مقصد عقل جي عيوض مذهب جي نالي ۾ ملا جي اثارٽيءَ هيٺ حڪومت قائم ڪرڻ آهي، جي اڪثر سرمائيدار ۽ حاڪم جا ايجنٽ ٿي ڪم ڪن ٿا.

**(٩) صحيح جمهوريت ڇا آهي؟:** صحيح جمهوريت ۾ هيٺين ڳالهين جو هجڻ ضروري آهي.

(الف) ان ۾ هڪ قوم جو ٻيءَ قوم تي سندس اڪثريت، قابليت، تشدد، پئسي ۽ ذهن جي آڌار تي تسلط قائم نہ رهي.

(ب) جنهن ۾ هڪ گروهہ يا طبقو ٻئي گروهہ يا طبقي جو اقتصادي استحصال نہ ڪري سگهي ۽ ملڪ جي جملي ماڻهن کي هڪ جهڙا موقعا ۽ حق حاصل هجن.

(ت) جنهن ۾ شاهوڪار، ڪارخانيدار، مُلا ۽ پير کي سياست ۽ ملڪ ۾ دست اندازي ڪرڻ تي بندش هجي.

**(١٠) سوشلزم ڇا آهي؟:** ان جو مقصد ملڪ جي جُملي پيداوار جي ذريعن، ورهاست ۽ پئسي تي عوامي حڪومت جو تسلط هئڻ کپي، جا ان کي ماڻهن جي مجموعي مفاد لاءِ ڪتب آڻيندي. ان ۾ شخصي ۽ طبقاتي استحصال جا رستا

محدود ڪيل هوندا. ان جو بنياد، حقائق دهر ۽ عقل جي بنياد تي ٿئي ٿو. مذهب ۾ شخصي ۽ طبقاتي مفاد کي تحفظ ڏنو ويجي ٿو، جنهن ڪري سوشلسٽ معاشري جي حصول ۾ رڪاوٽ پوي ٿي. "اسلامي سوشلزم" ٿيندو ئي نہ آهي.

**(١١) اسلامي آئين ۽ اسلامي نظام حڪومت:** ملڪ جو آئين معاشري جي حالتن مطابق بنايو ويجي ٿو، ساڳيءَ طرح نظام حڪومت بہ حقائق ملڪ جي آڌار تي هلايو ويجي ٿو تنهن ڪري اسلامي آئين يا نظام حڪومت ٿيندا ئي ڪونہ آهن. جيڪي اهڙي گفتگو ڪن ٿا، سي يا دوکيباز يا بيوقوف آهن.

**(١٢) سنڌوديش جي معني ڇا آهي؟:** سنڌوديش جي معنيٰ سنڌو طاس جي موجوده سنڌ ملڪ واري ايراضي آهي. اُن ملڪ هزارن ورهين کان پنهنجي علحده حيثيت قائم رکي آهي. سنڌ ۽ سنڌوديش ۾ تفاوت اِهو آهي، تہ سنڌ ۾ ساري انڊس ويلي وارو ملڪ اچي ويجي ٿو، پر سنڌوديش ۾ صرف موجوده سنڌ جي ايراضي آهي. جيئن بنگال جي معنيٰ اُيرندو ۽ الهندو بنگال آهي ۽ بنگلاديش جي معنيٰ صرف ايرندي بنگال وارو آزاد ملڪ آهي.

سنڌوديش جي نالي وٺڻ مان اسان جو مقصد اُن خطہ زمين جي سياسي آزادي، اقتصادي خوشحالي ۽ ڪلچرل ترقي ٿئي ٿو، جا هن وقت صوبي سنڌ تي مشتمل آهي.

**(١٣) سنڌي قوم جي تڪميل:** اها حقيقت آهي تہ سنڌ جا رهاڪو علحده قوم سڏائڻ لاءِ حقدار آهن، پر ان ڳالھ کان بہ انڪار ڪري نٿو سگھجي تہ هڪ بافعال، باغيرت ۽ يڪجهت قوم بنجڻ لاءِ جنهن قومي عصبيت جي ضرورت ٿئي ٿي، اها اجا پيدا ڪري نہ سگھيا آهيون. ان جي راھ ۾ جي رڪاوٽون آهن، تن جي دور ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻي پوندي. مُلان، پير، وڏيرو ۽ غلام صفت مڊل ڪلاس جي اڪثريت ان ۾ رڪاوٽون آهن.

**(١٤) پاڪستان ۽ سنڌ:** سنڌ، پاڪستان کان سواءِ رهي سگھي ٿي، پر پاڪستان، سنڌ کان سواءِ قائم رهڻ مشڪل آهي. پاڪستان جي قيام جو مدار حڪمران طبقي جي سنڌ سان برتاءَ تي آهي. جيڪڏهن هنن سنڌن موجوده ذهنيت ۾ تبديلي آڻي، سنڌ ۽ سنڌين جي وجود کي تسليم نہ ڪيو ۽ انهن کي سنڌن واجبي حق نہ ڏنا، تہ دنيا جي ڪا بہ طاقت پاڪستان کي قائم رکي نہ سگھندي.

**(١٥) پاڪستان جون موجوده سياسي پارٽيون:** سواءِ جيئي سنڌ ۽ خداءِ خدمتگار جي سڀ آل پاڪستان جماعتون آهن. اهي بنيادي طرح نظريہ پاڪستان جي بنياد تي ٻڌل آهن، جنهن ۾ سنڌ ۽ ٻين صوبن جي جداگانہ حيثيت جو

انڪار ڪيل آهي. انهن ۾ سنڌي قومپرست جو داخل ٿيڻ سنڌ جي موت جي وارنٽ تي صحيح ڪرڻ جي برابر ٿيندو.

**(١٦) حڪومتن جي پاليسي:** سنڌين کي هر حڪومت جي پاليسي پرکڻ لاءِ ڪي ڪسوٽيون مقرر ڪري، ان مطابق فيصلو ڪرڻو پوندو. منهنجي نظر ۾ هيٺيون ڳالهيون آهن، جن جي آڌار تي اوهان حڪومتن جي پاليسي بابت راءِ ظاهر ڪري سگهو ٿا.

(i) نظريہ پاڪستان ۾ اعتما رکندڙ حڪومت، سنڌين کي ڪڏهين بہ فائدو پهچائي نہ سگهندي.

(ii) مضبوط مرڪز ۾ اعتماد رکندڙ حڪومت، سنڌ جي دشمن ٿيندي.

(iii) اسلامي آئين يا اسلامي نظام حڪومت مڃيندڙ حڪومت، سنڌ لاءِ نقصانڪار ٿيندي.

(iv) اصولن تي هلڻ جي بجاءِ اقتدار جي قيام کي ترجيح ڏيندڙ حاڪم، سنڌ جا خيرخواہ ٿي نہ ٿا سگهن.

(v) سنڌين جي جداگانہ قوم ۽ سنڌوديش کان انڪار ڪندڙ حڪومت، سنڌ دشمن شمار ڪري سگهجي ٿي.

**(١٧) سنڌين لاءِ مفيد خارجي پاليسي:** باهرين ملڪن مان آمريڪا، اسرائيل تان بار جهڪو ڪرائڻ خاطر پاڪستان کي ڀارت سان ويڙهائڻ گهري ٿو. سندس هٿيارن کي نيڪال لاءِ، جنگجويانہ پاليسي جو حامي آهي. روس جي دشمنيءَ خاطر، پاڪستان تي مهاجر پنجابي تسلط قائم رکڻ خاطر ۽ ايشيا جي طاقت کي ايشيا ۾ ڪمزور ڪرڻ لاءِ ڀارت دشمنيءَ اختيار ڪئي آهي. انهيءَ ڪري هو آمريڪا جي پوٺليءَ ۾ هلي ٿو. تنهن ڪري سنڌين لاءِ ڪنهن بہ حڪومت جي انهن سان دوستي نقصانڪار ثابت ٿيندي. ڀارت، روس، افغانستان، ايران ۽ عرب ملڪن سان دوستي سنڌ جي مفادن وٽان آهي.

**(١٨) پئن اسلامزم:** هي نظريو فرسودہ ۽ بيڪار ٿي چڪو آهي. آئنده مختلف ملڪن سان تعلقات سيڪيولر بنيادن تي قائم ڪرڻ گهرجن. انهيءَ نظريي ۾ اعتماد رکڻ سان اڄ سنڌيءَ طرح سنڌين کي سامراجي سازشن ۾ ڦاسائڻ برابر ٿيندو.

**(١٩) سياسي اخلاق:** سياست ۾ جهڙي طرح مڪيہ اصول قائم ڪرڻ ضروري آهن. اهڙيءَ طرح انهن اصولن تي عمل ڪرڻ لازمي آهي. هيءَ ڳالهہ ياد رکڻ جي لائق آهي تہ جي ماڻهوءَ شخصي اخلاق برقرار رکي نٿا سگهن، انهن کان

اصولي اخلاق جي اُميد رکڻ ٻيرن کان ٻير گهرڻ جي برابر آهي. ابن الوقتي ۽ ڦرڻي پاليسي عارضي طرح، ڪن شخصن کي وقتي فائدو ڏئي سگهي ٿي، ليڪن قومن ۽ ملڪن جي ديرپا مفاد لاءِ نقصانڪار ٿيندي.

**(٢٠) ذهني قابليت ۽ صلاحيت:** ڪي به افراد يا گروه يا قومون حڪومت هلائڻ جون اهل ٿي نه سگهنديون، جيڪڏهن انهن ۾ ذهني صلاحيت پيدا نه ٿي آهي. انهيءَ ڪانسواءِ حاصل ڪيل اقتدار پاڻي جي ڦوٽي جيان آهي، جو هوا جي جهوٽي سان ختم ٿي سگهي ٿو. تنهن ڪري جيڪڏهن اوهان سرزمين جا وارث ٿيڻ گهرو ٿا ته سياسي اخلاق ۽ ذهني صلاحيت جا حامل ٿيو.

**(٢١) سياستدانن جا قسم:** سياستدانن ٻن قسمن جا ٿين ٿا.

**هڪ پريڪٽيڪل پاليٽيشن:** سياست عمل جا پوڄلڳ، جي عارضي ڪاميابي يا اقتدار جي حصول لاءِ اصولن کي قربان ڪن ٿا. ٻيا آئيڊيلسٽ سياستدان، جي ملڪ ۽ قوم جي مجموعي نفعي لاءِ ڪي اصول مقرر ڪري اُن مطابق هلن ٿا ۽ ٻين کي ان تي هلڻ جي ترغيب ڏين ٿا. انهن وٽ عارضي ڪاميابي يا اصولن کي قربان ڪرڻ بعد اقتدار جو قيام، بي معنيٰ شيون آهن.

اهي ۽ ٻيا اهڙا سوال آهن، جن بابت اوهان کي ذهن صاف ڪرڻا پوندا. بجاءِ ان جي جو اوهان ٻاهر نڪري حڪومت جي پاليسي يا پاڪستان سطح جي پارٽين جي فائدي يا مخالفت لاءِ ڪم ڪريو، بهتر ائين آهي ته شاگرد برادريءَ جي ذهن صاف ڪرڻ لاءِ سندن تعليم ۽ ترغيب لاءِ وقت صرف ڪريو.

اوهان کي دعوت ڏجي ٿي ته ٻارنهن شاگردن جا گروپ، هفتي کن لاءِ موڪل وٺي ملڪي مسئلن، سياسي نظرين ۽ اخلاقي ڳالهين جي وچ ۾ تميز حاصل ڪرڻ لاءِ مون وٽ سن ۾ رهي، ڪجهري ڪري تربيت حاصل ڪري سگهن ٿا."

(٢) مذڪوره تقرير ۾ تو سنڌوديش قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ ٻه قومي نظري کي پنهنجي سخت تنقيد جو نشانو بنايو، جنهن معرفت پاڪستان معرض وجود ۾ آيو.

(٣) تو پنهنجي تقرير جي فقري ٦ ۾ چيو آهي ته مهاجرن ۽ پنجابين سنڌين جا حق هڙپ ڪيا آهن، اهڙيءَ ريت تو پراڻن ۽ نون سنڌين جي وچ ۾ نفرت جي فضا قائم ڪري ڇڏي آهي.

(٤) تنهنجي مذڪوره تقرير عوامي تحفظ، پاڪستان جي سلامتيءَ ۽ سنڌ صوبي جي امن امان لاءِ هاجيڪار آهي.

(٥) جولاءِ ۽ آگسٽ ١٩٧٢ع واريءَ زبان جي مسئلي تي ڇڪتاڻ وقت تو نهايت اعتراض جوڳو طرز عمل اختيار ڪيو هو، جنهن جي پاداش ۾ توکي نظر بند رکيو ويو هو. جيڪڏهن توکي هاڻي نظر بنديءَ مان آزاد ڪيو ويو ته تنهنجو طرز عمل وري به، عوام، پاڪستان جي سلامتيءَ ۽ سنڌ صوبي جي امن امان لاءِ نهايت هاڃيڪار ثابت ٿيندو.

پاڪستان جي عبوري دستور جي فقري ٩ (٧) تحت، تو ڏانهن نظر بندي جا "بنياد ۽ ڪارڻ" جو ياداشت نامون موڪلجي ٿو، انهيءَ لاءِ ته جيڪڏهن تون چاهين ته نظربنديءَ جي هن حڪم کي عدالت ۾ للڪاري سگهين ٿو.

غلام رباني
ڊپٽي سيڪريٽري سنڌ،
وزارت داخلا

ان کان اڳ ۾ سنڌ جي تاريخ تي لکيل پراڻن ڪتابن ۾ بار بار هيءُ ملڪ انهيءَ نالي سان سڏبو آيو آهي. گهڻا حوالا ڏيڻ بدران ٻن چئن حوالن تي اڪتفا ڪريان ٿو:

(١) مشهور عالم ۽ تاريخدان، دوارڪا پرشاد شرما، پنهنجي ڪتاب "سنڌ جو پراچين اتهاس" (ڀاڱو پهريون) ۾ تاريخي کوجنا ۽ ويدن جي مطالعي جي حوالي سان لکيو آهي ته " ويدن ۾ سنڌونديءَ جي ڪناري واري سڄي زمين کي "سنڌ" جي نالي سان سڏيو ويو آهي... ويدن مان صاف ظاهر آهي ۽ پراچين سمي جي ٻين گرنٿن مان به بخوبي ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌ جي آسپاس واري زمين کي "سنڌ" ۽ باقي رهيل آرين جي آباديءَ کي "سپت سنڌوديس" سڏيو ويندو هو." (ص ١٨ - ١٩)

هن ويدڪ زماني ۾ سنڌ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته "پراڻ، جن کي هندن جا خالص اتهاسڪ گرنٿ سمجهيو وڃي ٿو، سي به اها ڳالهه مڃين ٿا ته سٽ يگ يعني ويدڪ سمي ۾ سپت سنڌوديس جي ذڪر ۾ سمند هو". (ص ٩)

هن پنهنجي ڪتاب ۾ ويدڪ زماني ۾ هندستان (عيسوي سن کان ٥ هزار سال اڳ) ۽ ويدڪ زماني ۾ سنڌ جا نقشا به شامل ڪيا آهن، جن ۾ هن علائقي جو نالو سنڌوديش آهي. انهن نقشن جون نقل ڪاپيون شامل ڪجن ٿيون:


ويدڪ زماني ۾ سنڌ
هماليه
اوڀر سمنڊ
ڏکڻ سمنڊ


پنجاب
قلات
اپر سنڌ
بهاولپور
لاڙڪاڻو
خيرپور
نقشو سنڌ
دادو
نواب شاهه
ميرپور خاص
حيدرآباد
ٿرپارڪر
ڪڇ جو رڻ
عربي

هاڻوڪي سنڌ




(٢) مشهور انگريز سياح، ڊپلوميٽ، لساني ماهر ۽ تاريخ نويس "رچرڊ برٽن"، جيڪو ميرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ آيو هو، تنهن پنهنجي ڪتاب "سنڌ ۽ سنڌو

ماتريءَ ۾ وسندڙ قومون" (Sindh and the races that inhabit the Valley of Indus) ۾ سنڌوديش جو ذڪر هن ريت ڪيو آهي

"اهو علائقو جنهن کي يوناني "سنڌومان"، پراچين هندو "سنڌوديش"، عرب جاگرافي نويس "سنڌ" ۽ سندس هاڻوڪا رهواسي "سنڌوءَ" جي نالي سان سڏيندا آهن، تنهن جون حدون هي آهن: اتر ڏي بهاولپور جو علائقو، ڏکڻ ڏانهن عربي – هندي وڏو سمنڊ، ايرندي ۾ وارياسا رڻپٽ ۽ الهندي ۾ هڪ جبلن جي قطار آهي، جنهن کي يورپ ۾ "هالار جبلن" جي نالي سان سڏيو ويجي ٿو." (ص ٣

سنڌي ترجمو محمد حنيف صديقي، سنڌي ادبي بورڊ – سال ١٩٧١)

(٣) مسلم ليگ سنڌ جي اڳوڻي صدر، مشهور عالم، سيد علي اڪبر شاهه ميهڙ واري جو هڪ مضمون "الوحيد" "سنڌ آزاد نمبر" (١٦ جون، ١٩٣٦ع) ۾ "اسان جو سنڌوديس" جي عنوان سان شايع ٿيو هو، جنهن ۾ هن لکيو آهي تہ "سنڌو ديس هڪ آڳاٽو تاريخي ملڪ آهي ۽ سندس گذريل تاريخ نهايت شاندار آهي. اصل ۾ هي اڻ آرين جو ملڪ هو، ان ڪان پوءِ ٻاهر کان جڏهن آريا لوڪ، خيبر لڪ کان لنگهي آيا تہ ڀريائين ڀريائين هڪڙو وڏو درياءُ وهندو نظر آين، جنهن کي سنڌو ڪوٺيائون." ( ص ١٢٨)

(٤) سنڌ جي ٻئي هڪ وڏي عالم، اديب، تعليم دان ۽ تاريخ جي ماهر شمس العلماءَ عمر بن محمد دائود پوٽي، ٣١ آگسٽ، ١٩٤٥ع تي سنڌ جي جڳ مشهور مخزن "مهراڻ" جي اِجراءَ جي موقعي تي "ادبي سنگت" جي عنوان سان هڪ خط لکيو هو، جنهن ۾ هُن سنڌ ملڪ کي "سنڌوديش" جي نالي سان سڏيو آهي.

"مهراڻ" سنڌونديءَ جو قديم نالو آهي. اُها پياري ندي، جنهن جو لُڙاٽيل پوتر پاڻي سنڌوديش جا سڀ رهواسي، هندو خواهه مسلمان پي ۽، پنهنجي اُڃ لاهي، اندر ٺا ٺارين."

جناب والا!

سنڌ جي تاريخ جي حوالن مان اِها بہ خبر پئجي وئي تہ سنڌوديش، هن ملڪ جو قديم ترين نالو آهي، جنهن کي وري نئين سر، آزاد ملڪ واري حيثيت ۾ آڻڻ لاءِ آئون ۽ منهنجي پارٽي جدوجهد ڪري رهي آهي.

سنڌوديش جي آزاديءَ واري ڳالهہ بہ نئين دور ۾ صرف مون نہ ڪئي آهي، پر مون کان اڳ ۾ سنڌ جو هڪ ٻيو عاشق ۽ برصغير جي آزاديءَ جو مجاهد مولانا عبيدالله سنڌي بہ پيڇاڙي عمر ۾ برصغير جي فرقيوارانہ مسئلي جو حل "سنڌ جي مڪمل آزاديءَ" ۾ سمجهندو هو، مولانا صاحب لِکي ٿو.

"هتي هن ڳالهہ جي وضاحت ڪرڻ ضروري آهي تہ اسان سنڌ ۾ سنڌين جي مستقل حڪومت چاهيون ٿا. اسان اِن سلسلي ۾ ڪو بہ مذهبي سوال پيدا ٿيڻ نہ ڏينداسين، اسان سنڌ جي سرزمين کي هڪ مستقل ملڪ سمجهون ٿا، ۽ هن براعظم جي باقي ملڪن سان شرڪت جو فيصلو، اسان هڪ ملڪ جي حيثيت ۾ ڪنداسون".
(خطبات عبيدالله - ص ١٦٣)

وري مولانا صاحب ہي جاءِ تي چوي ٿو.

"اسان سنڌ کي "ڊومينين اسٽيٽ" (Dominiun State) بنائينداسون ۽ برٽش ڪامن ويلٿ ۾ رهڻ جو فيصلو ڪنداسون". (ساڳيو ڪتاب ص ٢٥٦)

اڳتي هلي مولانا صاحب چوي ٿو:

"اسان جي پارٽي (سنڌ ساگر پارٽي) سنڌ جي ڪنهن بہ اهڙيءَ پارٽيءَ سان اتحاد ڪرڻ لاءِ تيار هوندي، جيڪا پارٽي هن بنيادي اصول کي مڃيندڙ هوندي تہ "سنڌ صرف سنڌين لاءِ آهي."
(ساڳيو ڪتاب ص ١٦٥)

اهڙي ئي جدوجهد شهيد الهه بخش سومري جي بہ رهي هئي، جڏهن هُن سنڌ جي سياست کي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي دست اندازين کان الڳ رکڻ ٿي چاهيو.

نہ تنها من درين ميخانہ مستم
ازان مي هم چُو من بسيار شد مست.

[ آئون هن ميخاني جو اڪيلو مست نہ آهيان، پر هتي مون جهڙا ڪيترا ميخوار موجود آهن]

آئون، جيڪا جدوجهد ڪري رهيو آهيان، سا سنڌ جي انهن بزرگن ۽ ڪانئن اڳ ۾ قرباني ڏيندڙ سنڌ جي محب وطن سورمن جي خواب جي تعبير لاءِ ئي آهي، ان ڪري ئي اڄ هن ڪورٽ جي ڪٽهڙي ۾ بيهاريو ويو آهيان.

تاريخ جي عجيب رفتار ۽ روايت مان هڪ اها بہ آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن عدالتن جي تنگ ڪٽهڙن ۾ اهڙا ماڻهو بہ اچي بيهاريا ويندا آهن، جن جو قد ۽ ڪاٺ، فڪري ۽ ذهني دنيا، سموري ڪائنات تي حاوي هوندي آهي ۽ وقت جا حڪمران ايڏيءَ وڏيءَ ڪائنات کي هڪ ننڍڙي ڪمري ۾ ننڍڙي ڪوٺڙيءَ جي ذريعي فنا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. پر ڇا، ڪڏهن زندگيءَ جون ابدي حقيقتون ۽ انهن حقيقتن جي اسرارن جا محرم راز، ايڏڙيءَ ننڍڙيءَ دُنيا ۾ پاڻ کي بند محسوس ڪري سگهن ٿا؟

ليڪن مون تاريخ جي رفتار ۾ اهو بہ ڏٺو آهي تہ حضرت مسيح ڪان وٺي گانڌيءَ تائين، ڪائنات جي وجود جا مظاهر بہ انهن ننڍڙن ڪمرن ۾ بيهاريا ويا آهن ۽ ڪائنات جي ننڍڙن جُزن انهن عظيم انسانن کي سزائون بہ ڏنيون آهن. پر جا اڄ تائين اُنهن کي سزائون ڏيندڙ، تاريخن جي صفحن ۾ تہ پري رهيو، پر رستي تي نوڪر سان اُڏامندڙ ڪنهن پتر تي بہ زنده آهن؟ اهو آئون پنهنجي لاءِ نہ چئي رهيو آهيان، پر آئون دنيا جي اُنهن عظيم انسانن لاءِ چئي رهيو آهيان، جيڪي سقراط، مسيح، گيليليو، گانڌي، غفار خان، ابوالڪلام آزاد ۽ فيدل ڪاسترو جي روپ ۾ اُنهن ئي تنگ ڪٺڙن ۾ بيٺا هُئا، ۽ ننڍڙن دماغن کان سزاياب ٿي، سچ کان بہ وڌيڪ روشن ۽ وڏا ٿي ويا. ڇا، هڪ انسان جي لاءِ اِن کان وڌيڪ ڪا خوش بختي ۽ عظمت ٿي سگهي ٿي تہ اُهو زمان ۽ مڪان جون سرحدون عبور ڪري، هن ڪائنات وانگر دوامي ٿي وڃي. مون کي خوشي آهي تہ سنڌ جي ڀرواڙيءَ جي ٻهاڙي علائقي جو سيد خاندان ۾ پيدا ٿيل هڪ شخص، اڄ اُن جاءِ تي بيٺو آهي، جنهن جاءِ تي ڪنهن وقت ۾ سقراط، مسيح، گيليليو، گانڌي، آزاد، غفار خان ۽ ڪاسترو بيهي چُڪا آهن. آئون خوش آهيان ۽ اها سعادت ۽ نيڪبختي جيڪا اڄ منهنجي حصي ۾ آئي آهي، ڪاش! اِن جي اهميت ۽ حيثيت جي خبر سنڌ جي جاهہ ۽ اقتدار جي بکين ليڊرن جي سمجهہ ۾ اچي!

اين سعادت بزور بازو نيست

تا نہ بخشد خدائي بخشنده،

[هيءَ سعادت ٻانهن جي ٻل ۽ طاقت وسيلي نہ ملندي آهي، پر جنهن کي خدا چاهي، حاصل ٿي سگهي ٿي.]

آخر ۾ آئون پنهنجي هڪ هممصر عالم ۽ سياستدان، مولانا ابوالڪلام آزاد جي بيان جا ڪجهہ جُملا، مستعار وٺي رهيو آهيان.

"مسٽر مئجسٽريٽ! هاڻي ٿاون عدالت جو گهڻو وقت نہ وٺندس. هيءَ تاريخ جو هڪ دلچسپ ۽ عبرت انگيز باب آهي، جنهن جي ترتيب ۾ اسان ٻئي مشغول آهيون. منهنجي حصي ۾ هيءَ مجرمن جو ڪٺڙو ۽ تنهنجي حصي ۾ جج جي ڪُرسي!

آئون مڃان ٿو تہ انهيءَ ڪم لاءِ اها ڪُرسي بہ ايتري ئي اهم ۽ ضروري آهي جيترو ضروري ۽ اهم هيءَ ڪٺڙو. اچ! هن يادگار ۽ مستقبل جي دلچسپ افساني بڻجندڙ هن ڪم کي جلدي ختم ڪريون. مؤرخ اسان جي انتظار ۾ آهي ۽ مستقبل ڪيتري وقت کان اسان جي واٽ نهاري رهيو آهي. اسان کي جلدي جلدي هتي

اچڻ ڏيو ۽ توهان بہ جلدي جلدي فيصلا لکندا رهو. اجا ڪُجھہ ڏينهن تائين اهو سلسلو جاري رهندو، جيستائين ڪِ هڪ ٿي عدالت جو دروازو کُلي وڃي، اُها عدالت خدا جي قانون جي عدالت آهي، وقت اُنهيءَ جو جج آهي، اُهو جيڪو فيصلو لکندو، سو آخري فيصلو هوندو."

جناب والا!

توهان جيڪو بہ فيصلو ڪندؤ، اَٿون پنهنجي نصب العين، نظريي ۽ سنڌوديش سان عشق جي حوالي سان بخوشي قبول ڪندس؛ اُن ڪري جو اَٿون پنهنجي جدوجهدِ آزاديءَ سان سچو آهيان ۽ اُن ڏس ۾ جيڪڏهن اهڙي قسم جي جدوجهد ڪرڻ توهان جي قانون ۾ ڏوهہ آهي تہ پوءِ اُهو ڏوهہ نہ صرف مون اڄ ڪيو آهي، پر سڄي عمر ڪندو رهيو آهيان ۽ اڄ بہ اعتراف ٿو ڪريان.

اي سنڌ!

بجرمِ عشقِ تُو امر مي ڪُشند، غوغائي است،

تو نيز برسرِ بامر آ، ڪہ خُوش تماشاي است.

[ تنهنجي عشق جي جرمر ۾ مون کي ڪُهن ٿا، وڏو غوغاءُ آهي.

تون بہ ڪوٺي تـي چڙهي ڏس تہ ڪيـڏو نہ وڻندڙ نظارو آهي!]

**[جي. ايم. سيد]**

ڪتاب ۾ شامل خطن ۽ سرڪاري

حڪم نامن جون اصل ڪاپيون ڏجن ٿيون.




From:- Mr. Iftikhar Ali,
S.K., P.F.S.

No. 3433-PS/FS/72

ISLAMABAD

APRIL 20, 1972.

My dear Syed Sahib,

One of my very pleasant tasks immediately after taking over as Foreign Secretary, was to process the President's instructions regarding your nomination as his Special Envoy for the parleys with India. As you know we had started preparing papers for you. A diplomatic passport was made out for you as also a passport for your son who, I understand, was to accompany you.

2. Since then, unfortunately, our plans have been upset by some recent developments. The Indians have insisted that the talks should be at the level of officials, and they have nominated Mr. D.P.Dhar, Chairman of the Policy Planning Committee of the Indian Foreign Office. So we have also had to nominate an official to keep the talks at official level. The President has been pleased to select Mr. Aziz Ahmad, Secretary-General in this Ministry for the purpose. I am now in a position to confirm reports which have appeared in the press to-day that Mr. D.P.Dhar and his colleagues are coming to Islamabad for the first round of talks which are not being held in India as earlier speculation had suggested.

3. The President has directed me to inform you that he would wish to see you very soon. When he visits Karachi he will be in touch with you. Alternatively, when he is in Larkana, you could seek an appointment.

With kind regards,

Yours sincerely,

( Iftikhar Ali )

Mr. G. M. Syed,
Patel Park,
off Britto Road,
Karachi-3.





2415

X 1'30 N 248 RPINDI 2 29/230 =

MR GM SYED HAIDER MANZIL PP NISHTAR PARK MUSLIM COLONY ARACHI

AUDIENCE WITH PRESIDENT FIXED FOR SUNDAY FIVE MARCH AT RAWALPINDI (.) REQU[illegible]

CONFIRM YOUR AVAILABLEILITY = MILITARY SECRETARY

From: Mr. Birjis Hasan Khan, FPS.,
Director General (Administration)



*Ministry of Foreign Affairs*

*Islamabad.*

No. SSP/84/72.

March 25, 1972.

Dear Mr. Sayed,

I am directed to inform you that your diplomatic passport has been prepared and is ready in the Foreign Office. The passport of Mr. Amir Hyder Sayed is also ready.

2. So far the response from the other party has not been very encouraging. The means of communication being somewhat circuitous, delays occur in the sending or receiving of messages. I am, therefore, to suggest that you may kindly make it convenient to remain in touch with this Ministry. For our part we will communicate with you as soon as any favourable development occurs.

With kind regards,

Yours sincerely,

(Birjis Hasan Khan)

Mr. G. M. Sayed,
DADU.

From: Mr. Birjis Hasan Khan, PFS.,
Director General (Administration)



Ministry of Foreign Affairs

Islamabad

No. SS(F)/84/72 March 27, 1972.

Dear Mr. Syed,

In continuation of my letter of even number dated 25th March, 1972, I enclose your Diplomatic Passport No. D 003778 and Passport No. AC 968437 of Mr. Amir Hyder Sayed. As I mentioned in my last letter we will get in touch with you as soon as any favourable development takes place.

With regards,

Yours sincerely,

(Birjis Hasan Khan)

Mr. G. M. Sayed,
Dadu.




MOST IMMEDIATE

From: Mr. Iftikhar Ali, S.K., PFS

ISLAMABAD

June 18, 1972.

Dear Mr. Sayyed,

The President has desired me to say that he is now formulating the delegation for his forthcoming meeting with the Indian Prime Minister on 28th June 1972. He would be glad to include you in the delegation if you are in a position to join. As the President desires an early answer, I would be grateful to hear from you in reply as soon as possible.

Yours sincerely,

(Iftikhar Ali)

Mr. G. M. Sayyed;
128, Hyder Manzil,
Muslim Colony,
Karachi.

Copy also forwarded to Mr. G. M. Sayyed at Dadu.

JEEAY

# Sind [illegible] Front

President:
G. M. SAYED

Telephone: 71508

126, Muslim Colony
Soldier Bazar
KARACHI

Ref. No.

Date 1/6

Dear Mr.Iftikhar Ali.

I am grateful to the President for his invitation to include me in the delegation for his forth-coming meeting with the Prime Minister of India on 28th June 1972.I am, however, prepared to assist the President in his mission for solving the Indo-Pak problems. I have already explained to the President personaly in my last meeting with him at Karachi, that my accompanying him alongwith sixty other persons will probably not serve any useful purpose. I have already explained to him that if asked, I can take an independent mission either before or after the summit meeting.

Assuring my good wishes and full support.

Yours Sincerely,

( G.M. SAYED )

Mr. Iftikhar Ali , [illegible].K., PS
Foreign Secretary,
Govt: of Pakistan, Islamabad.



DEPUTY COMMISSIONER
DADU

No. PA/ 44 of 1972
Dated the 19th February, 1972

Dear Abdulla Sahib,

I am directed by Government to request you to kindly meet the President of Pakistan on 22nd February, 1972 at 12.30 p.m. at Rawalpindi and favour me with your consent so that I may inform the Government accordingly.

Yours sincerely
Hamidally Memon 19.2.72
( Hamidally Memon )PCS

Sann
19.2.1972

Dear Mr. Hamidally,

Your letter of today to hand. I am grateful to the President of Pakistan to have invited me to meet him at Rawalpindi on 22nd Feb. 1972.

I feel honoured to get such invitation and would have willingly responded to such call. But owing to bad health and short time at my disposal it will not be possible for me to meet the President on the date and time fixed for the purpose.

Therefore I would request you to convey my request to the President to fix some other time if possible in Sind but if the President is not likely to come to this side in near future then any date fixed after 25th Feb. 1972 will be welcome. Please convey my this request to the President.

With best wishes
Yours sincerely
G. M. Syed

The Muslim League and the N.A.P. have entered into an agreement for the formation of Coalition Government in West Pakistan on the basis of the following programme:

a) All possible efforts will be made to hold free and fair elections; according to the schedule of the Election Commission and decided by the present Central Coalition Govt.;

b) Proprietory rights in Sind to be conferred upon the present occupants of evacuee agricultural land, the price of the land may be recovered from them within ten years in equal yearly instalments;

c) Whereever possible, the State Lands, as a matter of principle, shall not be auctioned, but sold to local peasants and local small khatadars, whose holding is uneconomical. The sale price shall be recovered from them in equal instalments within ten years;

d) Immediate measures to be adopted for intensive cultivation, for food crops, for reclamation of lands not under plough, preventive measures against water-logging, seapage and floods strengthening of bunds, necessary repairs to Barrages and canals, power production, revision of proposed enhancement of land assessment, upholding of tenancy rights and necessary agrarian reforms;

e) Refugee rehabilitation and satisfaction of legitimate compensation of claims;

(f Adoption of measures to combat increase in prices of essential commodities, and check-mating black-market and hoarding;

g) Devise methods to eradicate corruption in administration;

h) Measures to put down lawlessness;

i) Appointments to be made locally;

j) Advisory Committees for Commissioners of Divisions for the redress of public grievances;

k) Implementation of promises made to staff from minor Provinces in the Secretariat;

l) the re-consideration of orders issued by the previous Government relating to the suspension and transfer of Gazetted Officers or Heads of Departments, or re-appointment of retired officers for political or other considerations;

m) Withdrawing the orders concerning the opening of West Pakistan Apex Bank with a view to hit the oldest Sind Provincial Bank for political reasons. The oldest existing Bank to be strengthened and its Headquarter to be shifted to Hyderabad;

n) Rules of Business to be amended so as to make the Ministers the final authority in the discharge of their duties;

o) Schemes and projects pertaining to various departments for the purpose of development at the time of unification of Provinces, in the smaller Provinces, shoul be implemented at an early date.

p) Civic rights of the people will be safeguarded and all orders infringing those rights shall be revised and withdrawn.

----:OO:----

1. Sardar Bahadar Khan
2. [illegible]
3. [illegible]
4. A. [illegible]

1. G. M. Sayed
2. [illegible] 12.3.58
3. [illegible]

~~The Leaders and Some prominent members of the~~

The Muslim League and the National Awami Party have agreed to the following conditions :

i) that a Coalition Ministry shall be formed in West Pakistan, in which both the Parties shall have equal representation, excluding the Chief Minister who shall belong to the Muslim League Party and shall be selected by the approval of the Leader of the N.A.P;

ii) that the N.A.P. Ministers shall be persons recommended for nomination by the N.A.P. Leaders;

iii) the portfolios shall be assigned to respective Ministers by mutual agreement of the Leaders.

* * *

1. Sardar Bahadar Khan. 1. [illegible]

2. [illegible] 2. [illegible]

3. [illegible] 3. [illegible]

4. A. [illegible]

The following decision has been agreed to on behalf of the Republican Party on the one hand and the Pakistan National Awami Party on the other hand:-

"That a resolution moved during the current session of the West Pakistan LegislativeAssembly recommending to the National Assembly of Pakistan to restore Provinces of West Pakistan on linguistic basis, and to restore the Provincial autonomy of those Provinces, which shall form a zonal federation of West Pakistan, will be supported by the said two Parties.

Further, that a similar resolution will be supported by the said two Parties in the National Assembly."

That the Pakistan National Awami Party will support the Republican Government in all matters involving confidence in the Ministry with the right to offer constructive criticism."

[illegible signature] 13.9.1957 | Abdul Ghaffar 13.9.57

Abid Hussain | M. [illegible]

G. M. Sayed 13.9.57

The following decision has been agreed to on behalf of the Republican Party on the one hand and the Pakistan National Awami Party on the other hand:-

"That a resolution moved during the current session of the West Pakistan Legislative Assembly recommending to the National Assembly of Pakistan to restore Provinces of West Pakistan on linguistic basis, and to restore the Provincial autonomy of those Provinces, which shall form a zonal [illegible]eration [illegible] the said two Parties.

Further, that a similar resolution will be [illegible] by the said two Parties in the National Assembly."

The Muslim League Working Committee at its meeting held at Lahore on the 7th. of March 1957 came to the following conclusion:_

'After a full consideration of the present situation in West Pakistan, the Pakistan Muslim League Working Committee is convinced that the One-Unit scheme of West Pakistan has failed completely, and the Muslim League cannot support it. The Muslim League, as an organisation of the people, must give its immediate thought to the establishment of a system which is acceptable to and has the full approval of the people of all the different regions.'

It was decided that this decision was not to be published for the present.

General Secretary,
Pakistan Muslim League.

Lahore.
20.3.57.

<u>Top Secret & Personal.</u>

My dear Sayyed,

The Muslim League Assembly Party will support the Resolution against the One Unit, discussions on which will be resumed on the 28th. of March or any other date, in the Legislature.

Yours sincerely,

Sardar Bahadur Khan

( Sardar Bahadur Khan )



## جناب اعليٰ

هيءُ پهريون موقعو آهي، جو مون کي هڪ خاص قسم جي عدالت ۾ پنهنجو موقف، پنهنجي ديس ۽ ڌرتيءَ جو تاريخي فرياد ۽ پنهنجيءَ قوم جي محڪوميءَ جو داستان پيش ڪرڻ جو وَجهہُ ڏنو ويو آهي. آءٌ انهيءَ موقعي کي غنيمت سمجهندي، هن عدالت ۽ ان وسيلي سموريءَ انسانيت ۽ ويهين صديءَ جي پوين گهڙين ۾ پلجندڙ ۽ سوچيندڙ ذهن تائين پنهنجو آواز، سنڌو ديش جي ڌرتيءَ جي صدا ۽ محڪوم سنڌي قوم جو فرياد ۽ اسان تي قابض وحشي قوتن جي جابرانہ ڪارگذارين جو ڪچو چٺو پيش ڪريان ٿو؛ تہ جيئن منهنجي قوم، ان جي اهل دانش طبقن ۽ سموريءَ دنيا کي خبر پوي تہ هڪ اهڙيءَ قوم، جنهن هزارن سالن تائين تهذيب، تمدن ۽ امن جي روشن نقش و نگار ذريعي دنيا جي ثقافتي امامت پئي ڪئي آهي، ان کي ويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تي ڪهڙي نہ مڪر فريب، ٺڳيءَ ۽ وحشياڻي طاقت جي ذريعي غلام رکيو پيو وڃي ۽ ان قوم ۾ اهڙا بہ ڪي سائينءَ سنواريا موجود آهن، جيڪي بلڪل يوپي جي مسلم جاگيردارن جي سُنت تي عمل ڪندي، قومي غلاميءَ کي سنڌ لاءِ اڪسير سمجهي، ان جي تبليغ فخر سان ڪندا وتن ٿا. شايد اسان جي بدقسمتين مان هڪ اها بہ آهي تہ اسان جا ڪي ماڻهو آزاديءَ کان نفرت ۽ غلاميءَ سان محبت ڪن ٿا. پر گهڻ ۾ گهڻ تاريخ جي هن موڙ تي آءٌ سنڌ جي روح جي آواز جي حقيقي ترجماني ڪندي، انهن غلامي پسندن سان پنهنجي بيزاريءَ جو اعلان ڪريان ٿو. جيڪڏهن آءٌ ائين نہ ڪريان تہ سنڌ جي روح جي ازلي آواز جو منڪر ليکبس.

(ڪتاب مان ڪنيل ٽڪرو)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا ڳڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَ‌ڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چانڊ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)